# ضلعو نوشهرو فيروز

(تاريخ جي آئيني ۾)




مرتب

اسلم عباسي

# ضلعو نوشهرو فيروز
## (تاريخ جي آئيني ۾)

مرتب:

اسلم عباسي

نوشهروفيروز سيمينار ڪاميٽي

2007ع

كتاب جو نالو: ضلعو نوشهروفيروز- تاريخ جي آئيني ۾
موضوع: تاريخ
مرتب: اسلم عباسي
سرورق: اي. كي. سيد
ڇاپو: پهريون
سال: سيپٽمبر 2007ع
تعداد: 1000 (هڪ هزار)
كمپيوٽر كمپوزنگ: منور پٺو انٽيل كميونيڪيشنز
۹- ربي چيمبر كورٽ روڊ، حيدرچوڪ، گاڏي کاتو
حيدرآباد. فون: 2721172
ڇپائيندڙ: محمد نواز عباسي - چيئرمين
نوشهروفيروز سيمينار كاميٽي، نوشهروفيروز سنڌ.
ڇپيندڙ: انٽيل كميونيڪيشنز حيدرآباد، سنڌ.

قيمت: 400 روپيا

**ZILO NAUSHEHRO FEROZE:**
**TAREEKH JE AAENE MAIN**
**[History]**
*Compiled By: Aslam Abbasi*

Edition: First
Year: September, 2007
Quantity: 1000
Title: A. K. Syed
Published by: Mohammad Nawaz Abbasi,
Chairman, Naushehroferoze Seminar Committee,
Naushehroferoze. Sindh.
Composing: Intel Communications,
Rabi Chamber, Gadi Khato, Hyderabad, Sindh.
Tel: 022-2721172
Price: Rs. 400-00

# ارپنا

نامور اسڪالر

## ايم. ايڇ. پنھور

جي نالي،

جو اسان جي علمي مجلسن ۾،

وڏي شوق سان شرڪت ڪندو ھو.

# ضلعو نوشهروفيروز سيمينار ڪاميٽي
## سال 2007ع

سرپرستِ اعليٰ:
**سڪندر علي خشڪ**

چيئرمين:
**محمد نواز عباسي**

وائيس چيئرمين ـ I:
**ڊاڪٽر غلام محمد لاکو**
(جنرل هسٽري ڊپارٽمينٽ، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو)

وائيس چيئرمين ـ II:
**ڊاڪٽر مولانا محمد ادريس سومرو**
(قاسميه لائبريري، ڪنڊيارو)

جنرل سيڪريٽري:
**محمد اسلم عباسي**

جوائنٽ سيڪريٽري:
**سيد علي احمد شاهه**

پريس سيڪريٽري:
**پروفيسر شمشاد احمد سومرو**

خزانچي:
**حاجي مرزا راڄپر**

# فهرست


| | | |
|---|---|---|
| ـ پبلشر پاران | محمد نواز عباسي | 9 |
| ـ مرتب پاران | اسلم عباسي | 11 |
| 1. نوشهرو فيروز مختصر تاريخي جائزو | ڊاڪٽر غلام محمد لاکو | 13 |
| 2. نوشهرو فيروز سنڌ جو تختگاهہ | عبدالغفار صديقي | 22 |
| 3. نوشهروفيروز شهر | اي. ڪي. سيد | 31 |
| 4. ضلعو نوشهرو فيروز انتظامي جوڙجڪ | محمد طالب پيرت | 47 |
| 5. ضلعي نوشهرو فيروز جا تاريخي شهر، واهڻ ۽ وستيون | ثاقب سومرو | 61 |
| 6. ضلعي نوشهري فيروز جي عالمن جا قرآن مجيد جا سنڌي ترجما ۽ تفسير | ڊاڪٽر عبدالرزاق گهانگهرو | 78 |
| 7. ضلعي نوشهري فيروز جا ديني مدرسا | محمد الياس سومرو | 88 |

| | | |
|---|---|---|
| 8. نوشهرو فيروز ضلعي جا سگهڙ | بخش علي چانڊيو | 106 |
| 9. ضلعي نوشهري فيروز جا غير مسلم اديب | محمد عثمان عباسي | 121 |
| 10. سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر، ضلعي نوشهري فيروز جا اسڪالر، اديب ۽ شاعر | رڪيل مورائي | 140 |
| 11. ضلعي نوشهرو فيروز جا پي ايچ ڊي اسڪالر | ڊاڪٽر رفيق مگريو | 172 |
| 12. ضلعي نوشهري فيروز جا مشهور ملهه پهلوان | عظيم سنڌي | 189 |
| 13. نوشهري فيروز جون لائبريريون | جبار ملاح | 196 |
| 14. ضلعي نوشهري فيروز جا تڙ پتڻ ۽ بندر | عبدالله جيسر | 210 |
| 15. ساهتي پرڳڻي ۾ تصنيف ۽ تاليف جو جائزو | ڊاڪٽر محمد ادريس | 215 |
| 16. ساهتيءَ جو لهجو ۽ ان جو صوتياتي اثر | الطاف حسين جوکيو | 230 |
| 17. مدرسه هاءِ اسڪول نوشهرو فيروز | ڊاڪٽر حامد علي خاناڻي | 249 |
| 18. هالاڻي ۽ ان جا قديم آثار | محمد پنهل ڏهر | 257 |
| 19. دريا خان مريءَ جو تاريخي منارو ۽ مندر | خانزاده سميع الوري | 264 |
| 20. ڪنڊياري شهر جو هڪ علمي گهراڻو | مقصود احمد قاضي | 265 |
| 21. موري جي قاضي خاندان جون علمي، ادبي ۽ ديني خدمتون | پروفيسر شمشاد سومرو | 271 |
| 22. شيخ رحمت الله سنڌي درٻيلوي رحه | مولانا سليم الله سومرو | 297 |
| 23. شمس الاطباء حڪيم شمس الدين احمد | آزاد قاضي | 304 |
| 24. راءِ بهادر ديوان ڪوڙومل چندن مل کلناڻي | ڊاڪٽر هدايت پريم | 322 |
| 25. پروفيسر هاسانند، جادوءَ جو استاد | ڊاڪٽر انور فگار | 328 |

## پبلشر پاران

سنڌ جي ثقافت، ادب ۽ تاريخ سان منهنجو بي پناهہ لڳاءُ رهيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو گذريل ڏهن سالن کان، آءٌ مختلف سيمينارن منعقد ڪرائڻ ۽ ڪتابن ڇپرائڻ ۾ مدد ڪندو رهيو آهيان. مون نہ صرف سنڌ جي شاندار ماضيءَ ۾ دلچسپي ورتي آهي، پر ان سان گڏ موجوده سنڌ ۽ مستقبل جي سنڌ بابت بہ، ڪڏهن ڪڏهن سنجيدگيءَ سان غور ۽ فڪر ڪندو رهان ٿو.

سال 2006ع ۾ آءٌ يونين ڪائونسل گهيڙ گجو جو ناظم ٿيس، تڏهن مون کي ضلعي نوشهري فيروز جي انتظاميہ سان ويجهو ٿيڻ جو موقعو مليو. هن ڏس ۾ خاص ڪري محترم سڪندر علي خشڪ ۽ سيد علي احمد شاهہ جو ذڪر مناسب ٿيندو. هي ٻئي فرض شناس عملدار ۽ علم دوست آفيسر آهن. ٻنهي صاحبن کي سنڌ جي اتهاس سان گڏ، نوشهري فيروز جي تاريخ ۽ قديم آثارن سان بيحد دلچسپي آهي. متعدد ڪچهرين بعد صلاح بيني تہ،

اهڙو ڪو بهتر ڪم ڪجي جيڪو يادگار هجي، ان بعد پنهنجي ضلعي جي تاريخ ۽ علمي ورثي کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هڪ علمي سيمينار منعقد ڪرائڻ لاءِ فيصلو ڪيوسين.

هن ارادي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ، پنهنجي پياري ياءُ ۽ سجڻ اسلم عباسيءَ سان مشورو ڪيم. اسلم اڳ جيان هن ڀيري به خنده پيشانيءَ سان هيءَ ذميداري قبول ڪئي ۽ منهنجي صلاح سان هڪ ڪميٽي ناهي ڪم ۾ لڳي ويو. اسلم ضلعي جي تاريخ، ادب ۽ ثقافت بابت، مختلف اديبن ۽ اسڪالرن کان معياري مواد وٺڻ ۾ سوڀارو ٿيو آهي. نوشهري ضلعي بابت هي پهريون سيمينار ۽ ڪتاب آهي. اسان هڪ ڪم جو بنياد رکيو آهي. اميد آهي ته ايندڙ زماني ۾ هن ڏس ۾ وڌيڪ ڪم ٿيندو.

آءٌ انهن سڀني لکندڙن جو شڪر گذار آهيان، جن هن نيڪ ڪم ۾ اسان جي مدد ڪئي. ان کان علاوه ضلع ناظم جناب غلام رسول خان جتوئي ۽ ضلع رابطي آفيسر محترم نظر محمد ڪلهوڙو جو به ٿورائتو آهيان، جن نوشهري بابت هن علمي سيمينار جي ڪم ۾ دلچسپي ورتي. ضلعي جي متحرڪ آفيسرن سڪندر علي خشڪ ۽ سيد علي احمد شاهه هر طرح سان همت افزائي ڪئي. اسلم عباسيءَ جون محنتون به ساراهه جوڳيون آهن.

**محمد نواز عباسي**
چيئرمين
ضلع نوشهروفيروز سيمينار ڪميٽي

يو سي گهيڙ گجو
ڪلهوڙا اسٽيشن،
نوشهروفيروز.

# مرتب پاران

موجوده دور ۾ سنڌ جي تاريخ سان گڏ، هن تاريخي پرڳڻي جي ضلعن، تعلقن، شهرن ۽ قديم آثارن بابت پڻ، جدا جدا مطالعا ڇپجي رهيا آهن. مقامي مطالعن جي اهميت کي اڄا تائين نظر انداز ڪيو ويو آهي. حالانڪ ان قسم جا اڀياس مقامي سطح جي ڄاڻ مهيا ڪرڻ سان گڏ، قومي تاريخ جي جوڙجڪ ۾ بہ مددگار ثابت ٿين ٿا.

نوشهروفيروز ضلعو 1989ع ۾ وجود ۾ آيو. ان کان اڳ هن خِطي کي ساهتي پرڳڻو سڏيو ويندو هو. جيتوڻيڪ ضلعي جي عمر جي حساب سان هي هڪ نئون ضلعو آهي، تڏهن بہ ان جي تاريخ ۾ گهڻي اهميت آهي. تاريخي ۽ ثقافتي لحاظ سان هن شاهوڪار ضلعي تي اڄ تائين ڪوبہ مناسب ۽ جائيتو ڪم نہ ٿيو آهي. جڏهن تہ سنڌ جي ٻين ضلعن ۽ شهرن تي ڪم ٿيندو رهيو آهي.

محترم محمد نواز عباسي جڏهن هن ضلعي جي ګهيڙ ګجو يونين ڪائونسل جو ناظم ٿيو تڏهن پاڻ نوشهري ضلعي بابت هڪ سيمينار

منعقد ڪرڻ جي تجويز پيش ڪيائين، جنهن کي نہ رڳو ضلعي جي انتظاميہ پسند ڪيو پر ڪجهہ علم دوست آفيسرن سندس خاطر خواهہ همٿ افزائي پڻ ڪئي. حسب سابق محمد نواز صاحب مون کي سڏيو ۽ سيمينار منعقد ڪرائڻ توڙي ان ڏس ۾ ملندڙ مواد کي ڪتابي صورت ۾ ڇپرائڻ جي رٿا پيش ڪئي. ان سڄي ڪم کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ محمد نواز جي مشوري سان هڪ ڪميٽي تشڪيل ڏني وئي.

مقالن ۽ مضمونن جي حاصلات لاءِ پروفيسر شمشاد احمد سومرو سان گڏ اسان مختلف اديبن ۽ عالمن سان لکپڙهہ ڪئي. ان ڏس ۾ اسان کي ستاويهہ مقالا موصول ٿيا، جن مان بہ انگريزي زبان ۾ آهن. جڏهن هي مواد ڪتابي صورت ۾ ڇپجي رهيو آهي، تڏهن سچ تہ بيحد خوشي محسوس ٿي رهي آهي. اسان ڪا وڏي ڊاڙ نہ ٿا هڻون، تڏهن بہ پهريون ڀيرو ضلعي نوشهري فيروز بابت هڪ مطالعو پيش ٿي رهيو آهي. ان ريت ضلعي جي تاريخ، شهرن، آثارن، تعليمي مرڪزن، عالمن، اديبن ۽ جاگرافيائي پس منظر بابت، هڪ مربوط اپياس محفوظ ٿي، مستقبل جي ڪم ڪندڙن لاءِ هڪ راهہ هموار ڪئي وئي آهي.

هن ڪم جي ابتدا کان ڪري توڙ تائين، مون سان ڪجهہ همدردن، دوستن ۽ مهربانن ڀرپور ساٿ ڏنو آهي. محمد نواز عباسي صاحب اڳ وانگر هن ڀيري بہ مون تي هن علمي ڪم لاءِ اعتماد ڪيو. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو مواد جي حاصلات کان ڪري درستگين تائين مون سان تعاون ڪندو رهيو. ان کان سواءِ ڊاڪٽر محمد لائق زرداري، ڊاڪٽر محمد ادريس سومرو حاڪم علي شاهہ بخاري، عظيم سنڌي، پروفيسر شمشاد احمد سومرو ادريس جتوئي، موهن مدهوش ۽ عرفان عباسي، وقت سر صلاحون ۽ مشورا نہ ڏين ها تہ، هي ڪم اڃان تڪميل تي نہ پهچي ها!

ڪلهوڙا ڪالوني،
دادو روڊ، مورو.

اسلم عباسي
جنرل سيڪريٽري
ضلع نوشهروفيروز سيمينار ڪميٽي

# نوشهرو فيروز مختصر تاريخي جائزو

## غلام محمد لاکو

سن 1520ع ۾ سمن ڄامن جي سونهري دور جي خاتمي سان، سنڌ ۾ امن ۽ انتظام جو هڪ مثالي دور پورو ٿيو. مؤرخن نئين دور ۽ نون حاڪمن کي "خرابي سنڌ" سان تعبير ڪيو (1). ان بعد سنڌ ۾ ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جون حڪومتون قائم ٿيون. پورا هڪ سؤ سٺ سال يعني تہ 1680ع تائين، هي خطو بد امني، لاقانونيت ۽ ظلم ستم جا ڏينهن ڏسندو رهيو(2). سترهين صديءَ جي ابتدا کان ڪري ميان آدم شاھ جي قيادت ۾ ڪلهوڙن هڪ تحريڪ شروع ڪئي، جنهن بيشمار قربانين کان پوءِ آخرڪار سنڌ ۾ هڪ ڀيرو وري ڏيهي حاڪميت طرف وک وڌائي. هي تاريخي مرحلو ۽ اوسر سترهين صديءَ جي آخري چوٿائيءَ ۾ تڪميل طرف وک وڌائڻ لڳو.

ڪلهوڙن ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙو پهريون اڳواڻ هو جنهن هن ڏس ۾ ڪي تاريخ ساز ۽ همٿ وارا فيصلا ڪيا. گمان غالب آهي تہ شهنشاھ اورنگزيب عالمگير جي دکن روانگيءَ وقت، سن 1681ع ڌاري ميان صاحب سنڌ ۾ خانداني ڏيهي حاڪميت جو بنياد رکيو(3). اهو ئي دور آهي، جڏهن ڪي پراڻا تاريخي مرڪز ۽ شهر، نابوديءَ طرف وک وڌائڻ لڳا(4)، ۽ ان جي جاءِ تي نون شهرن ۽ مرڪزن جا بنياد پوڻ لڳا. تاريخ جي ڄاڻن کي علم آهي تہ اتر سنڌ ۾ "بکر" جو شهر ڊويزنل (ان وقت جي ٻوليءَ موجب: سرڪار) هيڊ ڪئارٽر هو جنهن ۾ مغل دور ۾ ڪل اٺ پرڳڻا هئا(5)، جن مان دربيلي جي پرڳڻي کي پنهنجي تاريخ ۽ جاگرافيائي بيهڪ سبب وڏي اهميت حاصل هئي. ڏيرو يا دربيلو هڪ قديم شهر هو جتي مخدوم عثمان مشهور هستي ٿي گذريو آهي(6). مير علي شير قانع ٺٽي شهرن جو جداگانہ ذڪر ڪيو آهي. هن نئين تبديليءَ وقت "دربيلو" تاريخي رتبو وڃائڻ لڳو. ان جي جاءِ هڪ نئين شهر والارڻ شروع ڪئي، جنهن جو نالو "نوشهرو فيروز" هو.

هي نئون شهر ڪڏهن وجود ۾ آيو ڪيئن وجود ۾ آيو ان جو بانيڪار ڪير هو. ان قسم جهڙا پيا سوال ذهن ۾ رکي، اچوته اصل نڪتي طرف ڌيان ڏيون. ڪلهوڙن جي دور جو مثالي ماخذ "تحفة الڪرام" هن ڏس ۾ وڏي مدد ڪري ٿو. مير علي شير قانع لکي ٿو ته:

"مير يعقوب خان، نالي بکر جي حاڪم سان هڪ پيري جنگ ڪري سوپارا ٿيا. اهڙيءَ طرح ڪيئي دفعا حاڪمن سان چڪريون لڳن، پر ڪاميابي هنن جي پاسي ٿيندي رهي. سيوستان جي مغلن کان لاڪاڻ جو پرڳڻو اجاري تي هٿ ڪيائون. هوڏانهن فريد پاڳت جي ڪوشش سان مڪن موري تي قبضو ڪيائون. ساهتي پرڳڻو سندس تصرف هيٺ آيو ته فيروز ويرر (هڪ فقير) انهيءَ سرزمين ۾ نوشهري نالي هڪ شهر بڏايو"(7).

اهو ئي شهر اڄوڪو "نوشهروفيروز" سڏجي ٿو. متي ڏنل اقتباس موجب هي شهر تڏهن وجود ۾ آيو جڏهن ميان نصير محمد ڪلهوڙو سنڌ ۾ پنهنجي خانداني حڪومت جا بنياد رکي رهيو هو. ان ڪري بنا ڪنهن شڪ شبهي جي چئي سگهجي ٿو ته، هي شهر سن 1681ع ڌاري وجود ۾ آيو جڏهن خود ميان صاحب سنڌ جو والي وارث بڻجي رهيو هو. سنڌ جو مشهور اديب مرزا قليچ بيگ مرحوم، جنهن اوڻهين صديءَ جي اختتام ڌاري هتي ڊپٽي ڪليڪٽر طورڪم ڪيو سو شهر جي نالي بابت وڌيڪ اوک ڊوک هن ريت ڪري ٿو:

"هن جي نالي پئيان انهيءَ کي نوشهرو فيروز ٿا سڏين. اهو شهر نون پاڱن ۾ هو جنهن ۾ جدا جدا قوم جا ماڻهو ويهاريا ويا هئا. انهيءَ ڪري نوشهرو نالو مليس" (8).

انگريزن شهر جي بنياد جو دور ميان يار محمد جي زماني کي شمار ڪيو آهي، جيڪا هڪ وڏي غلطي آهي. ان هوندي به سمٿ صاحب، شهر جي نالي بابت، نهايت دلچسپ تشريح ڪئي آهي:

"The name means 'nine villages of Feroz Khan', one of the state officials in the days of Mian Yar Muhammad Kalhora, who founded it and divided it into nine wards and settled nine different castes in them"(9).

هن تڪري مان ظاهر ٿيو ته شهر جو بانيڪار "فيروز فقير" نهايت ذهين ۽ وڏي دماغ وارو انسان هو. پاڻ شهر جو بنياد رکندي ان جي جاگرافيائي بيهڪ طرف پورو ڌيان ڏنائين، ۽ ان کي مختلف حصن ۾ تقسيم ڪري اتي نون جدا جدا قبيلن کي آباد ڪيائين. ظاهر آهي ته اهي

سڀ قبيلا، ڪلهوڙن جي اعتماد وارا هوندا. اهي ڪهڙا قبيلا هئا، انهن بابت البت ڄاڻ موجود ڪانهي. ان ڪان اڳ جو اسين شهر جي تاريخ بابت وڌيڪ ڳالهه ٻولهه ڪيون، بهتر ٿيندو ته ان جي بانيڪار بابت پڻ گفتگو ڪندا هلون. فيروز ڪي انگريز ليکڪن پيروز به لکيو آهي جو درست ڪونهي. مير علي شير قانع ڪيس ويرڙ (ويرر) سڏيو آهي. ڪن مؤرخن هن ڪي ويراڙ ته ڪجهه محققن ويسر ڄاڻايو آهي.

فيروز فقير نه رڳو شهر جو بانيڪار هو. ليڪن ان جو پهريون اعليٰ عملدار به مقرر ٿيو. عبدالله مگسي مرحوم، ڪيس نهايت شاندار لفظن ۾ خراج عقيدت پيش ڪيو آهي:

"ميان نصير محمد جو ساٿي ۽ مريد هو. هي پنهنجي وقت جو وڏو سياسي مدبر، اعليٰ منتظم، صلاحڪار ۽ بهادر سپهه سالار هو. جڏهن ميان صاحب جي عبوري انقلابي حڪومت مضبوط ٿيڻ لڳي، ۽ شاهه پنجي سلطان درياءَ سنڌ تي ضابطو رکڻ شروع ڪيو. ۽ واپاري ٻيڙين ڪان محصول وٺڻ لڳو ته ان وقت ضروري سمجهيو ويو ته، درياءَ جي ٻئي ڪناري تي به قبضو ڪجي، ته جيئن محصول وٺڻ ۾ سولائي ٿئي. انهيءَ مقصد ڪي حاصل ڪرڻ لاءِ ميان صاحب، فيروز ويراڙ جو انتخاب ڪيو ۽ ڪيس حڪم ڪيو ته هو ساهتيءَ جو پرڳڻو فتح ڪري . فيروز فقير اهو فرض نهايت خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ڏنو. هن ساهتيءَ جو پرڳڻو هٿ ڪري اتي نوشهري فيروز جو شهر تعمير ڪرايو. انهيءَ سوڀ، آزاديءَ جي تحريڪ جي جدوجهد ۾ وڌيڪ اعتماد پيدا ڪيو(10) .

ميان نصير محمد سن 1692ع (1103هه) ۾ وفات ڪري ويو. ليڪن فيروز فقير پوءِ به زنده هو. ميان دين محمد جي دور ۾، پنهورن جي دانهن تي مغلن، امير شيخ جهان ڪي سنڌ موڪليو حسب حڪم فيروز ويرڙ مقابلو ڪيو. ڏاڏرئين لشڪر ڪي شڪست ملي ۽ مذڪوره امير قتل ٿي ويو(11).
شهر جي بانيڪار بابت هي آخري حوالو ملي ٿو. هن ڪڏهن ۽ ڪٿي وفات ڪئي، ان بابت يقيني طرح ڪجهه به نه ٿو چئي سگهجي. ممڪن آهي ته پاڻ هتي وفات ڪيائين ۽ اڄ شهر جي ڪنهن ڪنڊ ۾ گمنام سپاهيءَ وانگر آرامي هجي.

اڳتي هلي ڪلهوڙا سڄي سنڌ تي ڇانئجي ويا. ميان دين محمد، ميان يار محمد ۽ پوءِ ميان نور محمد جو زمانو آيو. هي شهر به وڌندو ويو ۽ ترقي ڪندو. ميان نور محمد زندگيءَ جا آخري چار سال (1750 – 1753ع)،

پنهنجي نهرايل شهر 'محمدآباد' ۾ گذاريا. ان شهر جا باقيات اڄ بہ موري تعلقي ۾ موجود آهن. ان دور ۾ احمد شاهہ ابدالي سنڌ ۾ داخل ٿيو ۽ آخرڪار نوشهري فيروز ۾ منزل انداز ٿيو. ديوان گدومل وڪيل بنجي ميان نور محمد جي پاران بادشاهہ سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي (12). ان وچ ۾ ميان صاحب 9 ڊسمبر 1753ع تي فوت ٿيو. کيس محمد آباد ۾ دفن ڪيو ويو.

بعد ۾ مراد ياب خان ملڪ جو والي بڻيو. کيس آگسٽ 1757ع ۾ معزول ڪيو ويو. ان کان پوءِ اپريل 1759ع تائين، سنڌ جي ملڪ خانہ جنگين جو دور ڏٺو. ميان عطر خان ۽ ميان غلام شاهہ ۾ جنگيون ۽ جهڙپون ٿينديون رهيون. ڪڏهن عطر خان ٿي سنڌ تي قبضو ڪيو تہ ڪڏهن وري ميان غلام شاهہ ٿي پنهنجو اقتدار قائم ڪيو. اهو سڄو احوال "تحفة الکرام" ۾ موجود آهي. هن عرصي ۾ ٻن مختصر وقتن لاءِ ميان عطر خان حڪومت حاصل ڪئي. ميان صاحب پنهنجو تختگاهہ "نوشهرو فيروز" کي مقرر ڪيو. عطر خان ٻهريون ڀيرو آڪٽوبر 1757ع ۾ حڪومت ورتي ۽ اٺن مهينن کان پوءِ مئي 1758ع ۾ اقتدار وڃايو. ٻيڻ وري ڊسمبر 1758ع ۾ حڪمران بڻيو ليڪن پنجن مهينن جي ڇڪتاڻ بعد اپريل 1759ع ۾ تخت وڃائي سنڌ جا وڻ ڇڏي هليو ويو. مجموعي طرح سان "نوشهرو فيروز" تيرهن مهينا سنڌ جو تختگاهہ رهيو (13). ان بعد ميان غلام شاهہ پورا تيرهن سال (1772ع ۾ وفات تائين) ملڪ جو هڪ مضبوط بادشاهہ ٿي رهيو. عطر خان جو سمورو عرصو بغاوتن ۽ پيچ ڏاهہ جو گذريو. هو نہ تہ عوام ۾ مقبول ٿي سگهيو ۽ نہ وري پائرن ۾ ڪا مڃتا ماڻي سگهيو. مراد ياب خان، خدا آباد مان خاص عطر خان سان ملڻ لاءِ نوشهري فيروز هلي آيو. ليڪن حد تہ هي آهي جو ملاقات بجاءِ مراد ياد خان کي بي آبرو ڪري واپس موڪليو ويو. ان پس منظر ۾ تخت نشين حاڪم، شهر جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ ڪو خاص ڪم نہ ڪري سگهيو. روايتن موجب ان دور جون ڪجهہ عمارتون، انگريزي دور جي بنهہ پڇاڙيءَ تائين بہ موجود هيون، جن تي ڪي فارسي ڪتبا بہ لڳل هئا. هن ويجهڙائيءَ واري زماني ۾ عمارتن جي ڊهڻ سبب، وقت جو روينيو عملدار مسٽر علي ڏنو پنهور اهي ڪتبا پوءِ پاڻ سان کڻائي ويو هو.

1783ع ۾ مير فتح علي خان ٽالپر هالاڻيءَ جي ميدان تي، ڪلهوڙن کي شڪست ڏئي سوڀارو ٿيو. ان بعد پاڻ ڪجهہ ڏينهن نوشهري فيروز ۾ اچي رهيو ۽ ڪي اهم انتظامي فيصلا ڪري پوءِ حيدرآباد روانو ٿيو (14).

ٽالپُرن جي دور ۾ هي شهر حيدرآباد جي علائقي ۾ شامل ڪيو ويو. پوءِ جي زماني ۾ شهر وڌندو ۽ ترقي ڪندو رهيو. ٽالپرن ان کي فوجي حساب سان گهڻي اهميت ڏني. هيوز لکيو آهي تہ:

"During the Talpur dynasty this town was a principal depot of the artillery of the Mir's"(15).

ان کان علاوهہ فيروز فقير جو قائم ڪيل هي ماڳ، ميرن جي دور ۾ هڪ وڏو واپاري مرڪز پڻ ڏسجي ٿو. هي علائقو توڙي شهر پنهنجي زرخيز زمينن سبب، زراعت، تجارت ۽ صنعت جو پڻ، هڪ وڏو مرڪز ٿي اڀريو. سمٿ صاحب لکي ٿو تہ ميرن جي زماني ۾ هتي ڪپڙي جي صنعت زورن تي هئي:

"Weaving used to be carried on in the town on a considerable scale"(16).

ٽالپرن جي آخري زماني ۾ حيدرآباد ۾ انگريزن جي ريزيڊنسي هوندي هئي، جتي ان وقت انگريز عملدار ڪرنل آئوٽرام رهندو هو. جڏهن عوام طرفان مٿس حملو ڪيو ويو تڏهن پاڻ پڇي اچي نوشهري پهتو. چارلس نيپيئر ان وقت هتي ٽڪيل هو. بعد ۾ ميرن جي وڪيل ۽ انگريزن ۾ هن شهر ۾ ڳالهيون ٿيون. ليڪن حالتون سنگين ٿي چڪيون هيون ۽ آخرڪار ٻنهي ڌرين ۾ لڙايون ٿيون. ميرن هارايو ۽ سنڌ جي ملڪ تي انگريزن قبضو ڪيو(17).

1843ع جي شروع ۾ هن علائقي جي ڪجهہ ديهن تان، رياست خيرپور جي ميرن ۽ انگريز عملدارن ۾ تڪرار ٿيو. نون حاڪمن طاقت جي زور تي جيڪي علائقا واپس ورتا، ساهتي پرڳڻو بہ انهن ۾ شامل ڏسجي ٿو. ان دور ۾ هتي سهتن ۽ هڱورجن جي اڪثريت هئي. ليڪن اهي ڇڙوڇڙ هئا ۽ انهن ۾ اتحاد توڙي ايڪو نہ هو(18). ان ڪري ڪجهہ ٻين قبيلن اڳتي وڌي علائقي جي مادي ۽ روحاني ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

انگريزن هن شهر کي پنهنجي تاريخي پس منظر ۽ جاگرافيائي بيهڪ سبب وڏي اهميت ڏني. شهر ۾ ميونسپالٽيءَ جو قيام عمل ۾ آيو جنهن کي پوءِ سال 1887ع ۾ ختم ڪيو ويو(19). هي شهر ڊپٽي ڪليڪٽر جو هيڊ ڪئارٽر مقرر ٿيو. جنهن ۾ نوشهرو فيروز، ڪنڊيارو، مورو ۽ سڪرنڊ تعلقا شامل ڪيا ويا. هيوز صاحب اسان کي هن ڊويزن بابت مفصل چارٽ ڏيندي لکي ٿو تہ:

"Naushahro, a large division and Deputy collectorate of the Hyderabad district, lying between the 26th and 28th parallels of north latitude, and the 67th and 69th meridians of east longitude. It is bounded on the north and west by the river Indus; on the east and north-east by the territory of H.H. Mir Ali Muhammad Talupur and the Thar and Parkar district, and on the south by the Shahdadpur and Hala Talukas of the Hala division. The area of the Nausharo Deputy Collectorate, according to the Deputy collector's report, is 2949 square miles, but by the Revenue Survey Department estimate 3067 square miles, and is divided into 4 Talukas and 33 Tapas, with a population of 219,596 souls, or 71 to the square mile (20).

هيوز صاحب نوشهري جي مذڪور ۾ نهايت تفصيلي احوال لکيو آهي، جنهن کي هتي دهرائڻ جي گنجائش ڪانهي. اڻويهين صديءَ جي خاتمي ڌاري، هن ڊويزن ۾ پنجون تعلقو به شامل ڪيو ويو. جڏهن ته نوشهري جي ڊپٽي ڪليڪٽر جو عُهدو ختم ڪري، هن ڊويزن تي اسسٽنٽ ڪليڪٽر جي مقرري عمل ۾ آئي (21). هن نئين تعلقي جو نالو معلوم نه ٿي سگهيو ليڪن خاطري آهي ته اهو "نواب شاهه" تعلقو هوندو. هي هڪ نئون شهر هو جو ٽالپرن جي زماني جي آخر ڌاري آباد ٿيو هو. اڳتي هلي سال 1912ع ۾ "نواب شاهه" ضلعو وجود ۾ آيو. ان ريت نوشهري فيروز جي اهميت تي گهٽو اثر پيو. تڏهن به ويهين صديءَ جي ٻئي ڏهاڪي وقت، هن شهر ۾ سرڪاري آفيسون ۽ جايون جهجهي تعداد ۾ موجود هيون. سمٿ صاحب هن باري ۾ آگاهي ڏيندي لکيو آهي ته:

"It contains the Mukhtiarkar's office, a District Bunglow, Resident Magistrate's court, Sub-Judge's court, dispensary, Veterinary Dispensary, Madressah, Primary school, post office, a small library and Musafirkhana(22).

هن اقتباس جا به نڪتا وضاحت گهرن ٿا. سن 1851ع ۾ فريئر صاحب جي دور ۾ اسڪول کليا، جتي سنڌي تعليم جو بندوبست ڪيو ويو. ان شروع واري زماني ۾ جيڪي اسڪول جاري ٿيا، انهن ۾ نوشهري فيروز جو پرائمري اسڪول به اچي وڃي ٿو. هي اسڪول سن 1855ع ۾ کليو هو. ان وقت اسڪول جي عمارت تي سنڌي ۽ فارسي ٻولين ۾ جدا جدا ڪتبا هنيا ويا، جيڪي جناب حبيب الله صديقي صاحب شايع ڪيا آهن (23). سمٿ صاحب مدرسي طرف به اشارو ڪيو آهي. هي مدرسو خانبهادر الهندي شاهه مرحوم جو قائم ڪرايل هو جنهنڪري سنڌي مسلمانن جي انگريزي تعليم لاءِ، وچولي سنڌ ۾ به هڪ راهه کُلي پئي. هڪ صدي اڳ واري ماحول ۾ اهڙو قدم، بذات خود هڪ وڏو انقلابي فيصلو هو. شاهه صاحب جو تعلق

دربيلي-ڊيري سان هو. پاڻ پنهنجي شهر بجاءِ هن نيڪ ڪم لاءِ نوشهري فيروز جو انتخاب ڪيائين. ان ريت شهر جي اهميت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. خانبهادر الهندي شاهه سان زندگيءَ وفا نه ڪئي. هن صرف چاونجاهه سالن جي ڄمار ۾ سال 1919ع ۾ وفات ڪئي (24). ٻي صورت ۾ پاڻ هن شهر ۽ علائقي جي تعليمي واڌاري لاءِ گهڻو ڪجهه ڪري ها! سال 1932ع ڌاري پڇعيدن ـ ٽنڊي آدم ريلوي جي قيام، سکر بئريج جي جاري ٿيڻ ۽ ڪجهه سال پوءِ حيدرآباد- روهڙي پڪي روڊ جي تعمير، نوشهري فيروز کي اجا به گهڻي اهميت ڏياري ڇڏي. گذريل ٻن- ٽن ڏهاڪن ۾ مقامي سياست جي لاهن چاڙهن، موري جي شهر کي وڌڻ ۽ ويجهڻ جو گهڻو موقعو ڏنو آهي. ان ڏس ۾ دادو — مورو درياهي پل جي تعمير وڏي اهميت رکي ٿي. ان هوندي به فيروز فقير جو پڏايل هي شهر ترقيءَ طرف گامزن رهيو. هن وقت مدرسي هاءِ اسڪول کان علاوهه هتي تعليم پرائڻ لاءِ ٻيا به ڪي اعليٰ درسگاهه موجود آهن. هي شهر چئني طرفن کان پڪن روڊن ذريعي، آس پاس جي ٻين ڳوٺن ۽ شهرن سان ڳنڍجي چڪو آهي. ان طرح پڇعيدن، پريا، ٺاروشاهه ۽ منياٽيءَ لاءِ، هن شهر مان هر وقت سواري دستياب آهي. ان حساب سان نوشهرو فيروز هر ايندڙ ڏينهن پنهنجي اهميت وڌائيندو پيو وڃي. سال 1989ع ۾ هن اتهاسڪ ماڳ کي، ضلعي هيڊ ڪئارٽر بنائڻ وارو فيصلو هن علائقي ۽ خود شهر جي ترقي توڙي واڌاري طرف، هڪ وڏو ۽ ڪارائتو قدم ليکجي ٿو.

## References and Notes


1) مير علي شير قانع: "تحفة الڪرام"، مترجم: مخدوم امير احمد، صه 139، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1976ع.

2) سنڌ جي خراب حالتن تي سترهين صديءَ ۾ لکيل سڀ تاريخون، روشني وجهن ٿيون. ان هوندي به يوسف ميرڪ سن 1634ع ۾ لکيل "تاريخ مظهر شاهجهاني" ۾ سنڌ جي صورتحال تي مفصل روشني وڌي آهي.

3) ڏسجي منهنجو مقالو: "ڪلهوڙا ڪڏهن ۽ ڪيئن حڪومت ۾ آيا؟"، ڇپيل ڪتاب "مقالا"، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1988ع.

4) هن دور ۾ لاڙ ۾ ٺٽو نصرپور، فتح باغ، نورائي ۽ جوڻ، زوال پذير ٿيا. وچ سنڌ ۾ سيوهڻ جي جاءِ تي خدا آباد اهميت اختيار ڪندو ويو. اتر سنڌ ۾ بکر جي جاءِ سکر ۽ روهڙي

ورتي. اڳتي هلي ارڙهين صديءَ ۾ پراڻن مرڪزن جي بربادي ۾ نون شهرن جي اسرڻ جو عمل تيز ٿيو.

5) تاريخ مظهر شاهجهاني، ص 5، مرتب: سيد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1964ع.

بکر جي سرڪار ۾ اٺ پرڳڻا هئا. روهڙيءَ طرف پنج پرڳڻا: ماٿيلو اروڙ لڏو گاگن، ڪاڪڙي ۽ دربيلو جڏهن ته سکر طرف ٽي پرڳڻا: جتوئي، چانڊڪو ۽ ٽڪر هئا.

6) تحفة الڪرام سنڌي ڇاپو صہ 347.

7) تحفة الڪرام سنڌي ڇاپو صہ 259.

مڪن موري جو ماڳ پڪ سان موجوده "مورو" شهر آهي. جڏهن ته لاڪاٽ جو شهر پنهنجي تاريخي اهميت وڃائي چڪو آهي. لاڪاٽ اصل ۾ لاڪا قبيلي جو آباد ڪيل هو. قاضي احمد کان ڏکڻ–اولهه طرف ڪجهه ميلن تي، اڄ به هي بستي موجود آهي. هلنڊڙ دور ۾ مختلف سببن جي ڪري، لاڪاٽ جو ماڳ پريس ۾ ذڪر هيٺ ايندو رهيو آهي.

8) مرزا قليچ بيگ: "قديم سنڌ: ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو"، صہ 81، سنڌي ادبي بورڊ، سال1981ع.

9) J.W. Smyth: " Gazetteer of the Province of Sind" B Volume V, Nawabshah District, p.36, Bombay 1920.

10) پروفيسر عبدالله مگسي: "سنڌ جي تاريخ جو جديد مطالعو" صہ 130، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، سال 1994ع.

11) تحفة الڪرام صہ 260.

12) ساڳيو ڪتاب، صہ 272.

ديوان گدومل هڪ ڪامياب سفارتڪار هو. ميرن جي دور جي شروع ۾ ڪيس سرڪاري تشدد وگهي قتل ڪيو ويو. گدو بندر هن جو آباد ڪيل آهي (مرزا قليچ بيگ: اي هسٽري آف سنڌ، صہ 292، نئون ڇاپو سال 1982ع).

13) ڪلهوڙن حاڪمن جي تختگاهن بابت "تحفة الڪرام" جي آڌار تي، مون پرپور تحقيق ڪئي آهي. نوشهري فيروز بابت هي معلومات، ان مقالي تان کنيل آهي (رسالو "مهراڻ" 2_3/ 1983ع). عطر خان بعد ۾ صلح ڪري ميان غلام شاهه سان گڏ رهيو. سندس مزار حيدرآباد ۾ آهي. هن دور ۾ سندس پورٽريٽ به دستياب ٿيو آهي.

14) قديم سنڌ، صہ 287، حوالو مٿي ڏنل.

15) A.W. Hughes: "Gazetteer of the Province of Sind", P.640, reprint, London 1876.

16) سمٿ جو گزيٽيئر، صہ 36، حوالو مٿي ڏنل.

17) قديم سنڌ، صہ 287.

نوشهري فيروز ۾ نيپيئر سان، ميرن جي پاران مرزا خسرو بيگ، مذاڪرات ڪيا هئا. هو سنڌ جي لائق اديب مرزا قليچ بيگ جو نانو هو.

18) خداداد خان: "لب تاريخ سنڌ" سنڌي ڇاپو از: حافظ خير محمد اوحدي، صہ 191، ۽ صہ 131، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1989ع.

19) سمٿ جو گزيٽيئر، صہ 36، حوالو مٿي ڏنل.
20) هيوز جو سنڌ گزيٽيئر، صہ 593.
تفصيلن موجب ڪنڊياري تعلقي ۾ ست تپا: ڪنڊيارو لاکا، شيخاڻي، محراب پور، هالاڻي، ڪمال ديرو ۽ گل شاهہ هئا. نوشهري تعلقي ۾ ڏهہ تپا: نوشهرو ٿارو شاهہ، پريا، دربيلو آباد، مجيٺ، ابجي، نورپور، ڦل ۽ پڊعيدن هئا. موري تعلقي ۾ اٺ تپا: مورو سهڙا، پرڻ، وڏ پاڳيا، گچيرو سن، دولت پور ۽ مناهي هئا. جڏهن تہ سڪرنڊ تعلقي ۾ اٺ تپا: سڪرنڊ، لاکاٽ، سيرچا، گهرام مري، مبارڪ، گبچاڻي ۽ شاهہ پور نالن سان هئا. البتہ هڪ نالو سمجهہ ۾ نہ آيو. انگريزيءَ ۾ اهو Lakhhgi لکيل آهي (هيوز جو سنڌ گزيٽيئر،صہ 594).

21) E.H. Aitken: "Gazetteer of the Province of Sind", P.500, 1907, reprint Karachi, 1986.

22) سمٿ جو گزيٽيئر، صہ 36، حوالو مٿي ڏنل.
23) رسالو 'مهراڻ'، صہ 138، نمبر 2، سال 1989ع.
24) خانبهادر الهندو شاهہ 19 آڪٽوبر 1919ع تي فوت ٿيو (جي.ايم.سيد: 'جنب گذاريم جن سين'، جلد پهريون صہ 263، سنڌي ادبي بورڊ سال 1979ع). ان سال ڊسمبر جي آخر ۾ آل انڊيا محمدن ايجوڪيشنل ڪانفرنس جي گڏجاڻي خيرپور ميرس ۾ ٿي هئي. ڪانفرنس ۾ پاس ڪيل پهرئين ٺهراءَ ۾ شاهہ صاحب جي ناگهاني وفات تي گهري ڏک جو اظهار ڪيو ويو هو (ڏسجي ڪانفرنس جي ڇپيل رپورٽ، صہ 69، پبلشر آل پاڪستان ايجوڪيشنل ڪانفرنس ڪراچي، سال 1991ع). سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ پاران ڇپرايل "سنڌي پنجون ڪتاب" ۾ هن نيڪ مرد جي عمر 53 ورهيہ ۽ وفات جو سال 1920ع ڄاڻايل آهي (صہ 23، سال 1992ع). هي هڪ کُلي تاريخي غلطي ڏسجي ٿي، جنهن کي درست ڪرڻ ضروري آهي.

٢

# نوشهروفيروز سنڌ جو تختگاهہ

## عبدالغفار صديقي

نوشهروفيروز سنڌ جي اهڙن شهرن مان هڪ آهي، جيڪو ٿوري ٺي عرصي اندر زماني جي تمام گهڻن نشيب و فراز ۽ انقلابن مان گذريو آهي. هي شهر ڪڏهن نهيو ڪنهن ٺهرايو ۽ انهيءَ تي اهو نالو ڪيئن پيو ۽ مختلف دورن ۾ ان ڪهڙي حيثيت ۽ اهميت رهي، سا هڪ نهايت ٺي دلچسپ ۽ حيرت انگيز ڪهاڻي آهي.

هن شهر جي ٺهڻ جي باري ۾ تاريخ "تحفة الڪرام" ۾ لکيل آهي تہ: "..... ميان نصير محمد 1068هہ ۾ وڏن جي گاديءَ تي ويٺو. هي مرشديءَ ۾ پنهنجي وڏن کان لنگهي ويو ۽ وقت جا ماڻهو سندس جماعت تي حسد ڪرڻ لڳا.... مرزا خان ڪيس صلح سان گهرائي، پنهنجي چاچي محبت خان هٿان عالمگير جي دربار ۾ ڏياري موڪليو.... گهڻو عرصو جيل ۾ رهيو.... نيٺ گهڻي عرصي کانپوءِ خود بخود جيل مان آزاد ٿي، پنهنجي وطن وري آيو. هاڻي سندس دولت ۽ پيريءَ ۾ خدا تعاليٰ ڪيس ڏاڍي ترقي بخشي.... پنهنجو اصلوڪو ڳوٺ هتڙي فوجي فقير ۽ ڪاڇو شاهہ عنايت فقير کي ڏنائين.... اهي فقير ملڪ ۽ زمين وڌائڻ جون سٽون سٽڻ لڳا..... سيوستان جي مغلن کان لاڪاٺ جو پرڳڻو اجاري تي هٿ ڪيائون. هوڏانهن فريد ڀاڳت جي ڪوشش سان مڪن موري تي قبضو ڪيائون. ساهتي پرڳڻو پڻ تصرف هيٺ آيو تہ فيروز ويرر ( هڪ فقير) انهيءَ سرزمين ۾ نوشهرو نالي هڪ شهر ٻڌايو......"

مٿيون اقتباس تاريخ جي هڪ ڪتاب "تحفة الڪرام" جي هڪ ورق جو آهي، جيڪو ڪتاب مير علي شير قانع ٺٽويءَ 1767ع ڌاري فارسيءَ ۾ لکي پورو ڪيو جنهن جو پوءِ سنڌيءَ ۾ سنڌي ادبي بورڊ ترجمو ڪرايو.

مٿئين تاريخي ورق جي اقتباس جي ڪجهہ وڌيڪ وضاحت ڪندي مولانا غلام رسول مهر "تاريخ ڪلهوڙا" ۾ لکي ٿو تہ:

"..... ميان صاحب (ميان نصير محمد ڪلهوڙو) خود بہ پاڻ کي "فقير" سمجهندو هو ۽ سندس خليفا بہ پاڻ کي "فقير" جي لقب سان سڏائيندا هئا..... اهي ماڻهو مدت کان خانہ بدوشيءَ جي زندگي گذاريندا هئا ۽ اهل عيال جي جنجال کان پڻ آزاد هئا: هاڻ مستقل زندگي اختيار ڪيائون. هڪ دفعي بکر جي حاڪم يعقوب خان سان لڙائي لڳي، جنهن ۾ "فقيرن" حاڪم کي شڪست ڏني. "لاڪاوٽ" جو پرڳڻو سيوستان جي مغلن کان مقاطعي تي ورتو ويو. منگڻ مورو فريد پاڳت جي ڪوشش سان حاصل ٿيو. "سهتي" (ساهتي) جو پرڳڻو بہ ميان صاحب جي قبضي ۾ اچي ويو. اتي سندن هڪ خليفي، فيروز ويراڻ هڪ نئون شهر بڌارايو جنهن جو نالو "نوشهرو فيروز" مشهور ٿيو. مطلب تہ ميان صاحب جا عقيدتمند اتر سنڌ جي مختلف حصن ۾ هڪ قسم جي حڪومت جا مالڪ بڻجي ويا.... "

انهيءَ قصي کي اڃا بہ وڌيڪ چٽو ڪندي پروفيسر عبدالله مگسيءَ "سنڌ جي تاريخ جو جديد مطالعو" ۾ لکيو آهي تہ:

"ميان نصير محمد 'سيوهڻ سرڪار' جي پرسان موجوده تعلقي خيرپور ناٿن شاهہ جي ڪاڇي واري علائقي ۾ ڳاڙهي نالي ڳوٺ ۾ پنهنجو دائرو قائم ڪيو ۽ اتي ئي پنهنجي عبوري انقلابي حڪومت قائم ڪئي.... سندس خاندان ڇهن پيڙهين يعني آدم شاهہ ڪلهوڙي جي وقت کان وٺي عوام جي عقيدت جو مرڪز بڻي رهندو آيو ۽ پيري مريديءَ کانسواءِ زمينداري بہ وڏي پيماني تي هئي.... مغلن جي ظلم خلاف انهيءَ انقلابي عبوري حڪومت ۾ مريدن مان لشڪر تيار ٿي ويا. جن مان هڪ مريد فيروز ويراڙ (ويسر) ميان نصير محمد جو مريد هو. هي پنهنجي وقت جو سياسي مدبر، اعليٰ منتظم، صلاحڪار ۽ بهادر سپہ سالار هو. جڏهن ميان صاحب جي عبوري انقلابي حڪومت مضبوط ٿيڻ لڳي ۽ شاهہ پنجي سلطان (جيڪو ميان جي فقيرن مان اهم شخص هو) درياءِ سنڌ تي ضابطو رکڻ شروع ڪيو ۽ واپاري پيڙين کان محصول وٺڻ لڳو تہ ان وقت ضروري سمجهيو ويو تہ درياءَ جي ٻئي ڪناري تي بہ قبضو ڪجي تہ جيئن محصول وٺڻ ۾ سولائي ٿئي. انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ميان صاحب فيروز ويراڙ جو انتخاب ڪيو ۽ کيس حڪم ڪيو تہ هو ساهتيءَ جو پرڳڻو فتح ڪري. فيروز فقير اهو فرض

نهايت خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ڏنو. هن ساهتيءَ جو پرڳڻو هٿ ڪري اتي نوشهري فيروز جو شهر تعمير ڪرايو...“

فيروز ويراڙ جي جنگي حڪمت عمليءَ جي باري ۾ تاريخ ڪلهوڙا ۾ جيڪو احوال ملي ٿو تنهن لاءِ مولانا غلام رسول مهر لکيو آهي ته:

”سبيءَ جي حاڪم ميرزا خان پني، ميان صاحب کي دٻائڻ جون ڪوششون ڪيون، ليڪن ڪيس ڪاميابي نه ٿي. آخر شيخ جهان کي سرائين جي مات ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو... سرائين جي طرف کان فيروز ويراڙ- جنهن نوشهري فيروز جو شهر ٻڌايو هو. ديري قليءَ کان مقابلي لاءِ نڪتو. ڳيريلي وٽ اوچتو رات جو اهڙو زبردست حملو ڪيائين جو چوڌاري هراس ڦهلجي ويو...“

اعجاز الحق قدوسي ”تاريخ سنڌ“ ۾ لکي ٿو ته: ”فيروز ويراڙ جي انهيءَ حملي ۾ شيخ جهان مارجي ويو ۽ بکر جي حاڪم الله يار خان پنهنجي جان بچائي...“

قاضي ميان قطب الدين جيڪو ڪلهوڙن جي پوئين دور جو مصنف ٿي گذريو آهي ۽ ساهتي پرڳڻي جي خانواهڻ شهر جو رهاڪو هو تنهن پنهنجي هڪ فارسي (اڻ ڇپيل قلمي) ڪتاب ”تذڪره خاندان قريش“ ۾ لکيو آهي ته:

”نوشهري فيروز جو ڳوٺ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ميان نصير محمد خان ڪلهوڙي جي هڪ فقير فيروز خان، ساهتي پرڳڻي ۾ ”راور“ جي رستي جي وٽ سان مٿاهين واري جاءِ تي ٻڌايو. هي ڳوٺ وڏو علمي مرڪز ۽ اهلِ تصوف وارن جو گهر آهي.“

مطلب ته سنڌ تي لکيل مختلف تاريخن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته نوشهروفيروز جو شهر ڪلهوڙن جي دور ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي هڪ خليفي ۽ سپه سالار فقير فيروز ويراڙ سال 1068هه مطابق 1657ع ڌاري ٻڌايو.

هن شهر تي اهو نالو ڪيئن پيو؟ تنهن لاءِ ميرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب ”قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو“ (ٽيون ايڊيشن) جي صفحي 81 تي لکي ٿو ته:

”ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ فيروز ويرار سندس حڪم سان ساهتي پرڳڻو هٿ ڪيو ۽ هڪڙو وڏو شهر اتي ٻڌائين، جنهن جو نالو نوشهرو رکيائين. هن جي نالي پٺيان ان کي نوشهرو فيروز سڏين ٿا. اهو شهر

نون پاڳن ۾ هو جنهن ۾ جدا جدا قوم جا ماڻهو ويهاريا ويا. انهيءَ ڪري نوشهرو نالو مليس."

ٻئي پاسي خانزاده سميع جو هڪ مضمون "سنڌ جو تاريخي شهر نوشهروفيروز" 9 جون 1982ع واري روزنامہ جنگ ڪراچيءَ ۾ ڇپيو جنهن ۾ پاڻ انهيءَ سلسلي ۾ لکي ٿو تہ:

نوشهري فيروز جو قديم شهر ڪلهوڙن جي دور جو آباد ڪيل آهي. هيءُ شهر "فيروز خان ويرر" پنهنجي مرشد ميان نصير محمد خان ڪلهوڙي جي حڪم سان 1068هہ/ 1657ع ۾ اچي وسايو. نو(9) ننڍا ڳوٺ، جيڪي ٿوري ٿوري پنڌ تي اڏيل هئا، تن کي لڏائي اچي هڪ هنڌ آباد ڪرايو ويو ۽ ان هنڌ جو نالو "نوَ— شهر— فيروز" رکيو ويو. يعني هن شهر جو نالو ٽن نالن جو مرڪب آهي، هڪ "نوشهرن وارو" ۽ ٻيو "فيروز". جنهن ان کي ٻڌايو "نَوَ- شهر- فيروز اڳتي هلي "نوشهرو فيروز" جي نالي سان سڏجڻ لڳو" اهڙيءَ طرح هن شهر کي آباد ٿئي اٽڪل ساڍا ٽي سو ورهيہ گذري ويا آهن. هن وقت بہ انهن مختلف ڳوٺن مان لڏي آيل قومن جي نالن سان هن شهر ۾ مختلف هنڌن تي مسجدون آهن. جي انهيءَ ڳالهہ جي نشاندهي ڪن ٿيون. اهي قومون جن جي نالن سان اهي مسجدون آهن، سي آهن ڏيٿا، ڦل، انصاري، سولنگي، وسطڙا، لونڙيا وغيره."

تاريخ جي انهن مٿين ڳالهين ۾ "ساهتي پرڳڻي" جو نالو بار بار دهرايل آهي. اوهان جيڪڏهن ڄاڻڻ چاهيو ٿا تہ "ساهتي پرڳڻو" ڇا آهي تہ ايتري گذارش ڪجي ٿي تہ "ساهتي پرڳڻي" ۾ سنڌ جا موجوده چار تعلقا يعني ڪنڊيارو، محراب پور، نوشهرو ۽ مورو اچي وڃن ٿا. باقي رهيو سوال تہ انهيءَ کي ساهتي پرڳڻو ڇو ٿو چيو وڃي تہ انهيءَ لاءِ ايترو ٻڌائبو هلجي تہ ان باري ۾ تاريخن ۾ مختلف روايتون آيل آهن. جن جو هتي ذڪر ڪرڻ ڪري هي مضمون طويل ٿي ويندو ۽ موضوع کان بہ هٽي وڃبو. باقي ايتري ڳالهہ ڪرڻ مناسب آهي تہ جڏهن کان وٺي نوشهرو فيروز ٺهيو آهي، تڏهن کان وٺي ساهتي پرڳڻي ۾ ان جي مرڪزي حيثيت پئي رهندي آئي آهي ۽ سنڌ جي سياسي ۽ سماجي تاريخ ۾ بہ ان کي وڏي اهميت پئي رهي آهي.

ميان نصير محمد ڪلهوڙي 1692ع ۾ وفات ڪئي، جنهن کانپوءِ سندس وڏو فرزند ميان دين محمد پيري مرشديءَ جي مسند ۽ انقلابي حڪومت جي گاديءَ تي ويٺو. جنهن جي وقت ۾ هندستان جي مغل بادشاهہ اورنگزيب عالمگير جو پوٽو شهزادو محمد معزالدين لاهور ۽ ملتان جو گورنر

هو جنهن جي نگرانيءَ ۾ سنڌ ٻہ هئي، تنهن ميان دين محمد جي وڌندڙ شهرت کي برداشت نہ ڪندي، کيس ملتان ۾ گهرائي سنہ 1700ع ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو.

ميان دين محمد جي شهادت کانپوءِ سندس پيو ياءُ ميان يار محمد مسند نشين ٿيو. انهيءَ وچ تي نوشهرو فيروز تقريباً پنجاهہ سالن جي عرصي ۾ چڱي ترقي ڪئي. هتي وڏا علمي درسگاهہ کلي ويا، جنهن ڪري علمي لحاظ کان هي شهر ٺٽي ۽ بکر جو مقابلو ڪرڻ لڳو. ڪاشيءَ جو ڪم بہ هتي اعليٰ پيماني تي ٿيڻ لڳو ۽ واپار ۽ صنعت بہ وڌڻ لڳي هئي. انهيءَ شهر جي انتظام هلائڻ لاءِ "خيرو اوٺوال" کي ميان يار محمد منتظم مقرر ڪيو.

خيرو اوٺوال لاءِ تاريخ جي ٻن ڪتابن (1) مرات دولت عباسيہ" ۽ (2) "جواهر" ۾ لکيل آهي تہ:

"خيرو اوٺوال، جنهن کي تحقير طور "شتربان" (ڄَٽُ) لکيو ويو آهي. ميان يار محمد جي طرفان نوشهري فيروز جو منتظم مقرر ٿيل هو.... خيري، چينہ قوم جي زمينن تي دست اندازي شروع ڪري ڏني. چينہ قوم وارن، پريشان ٿي، دائود پوٽن جي سردار امير محمد مبارڪ خان کي دانهن ڏني. امير، خيري کي سمجهايو مگر ان تي ڪو بہ اثر نہ ٿيو. آخر خلق خدا کي خيري جي شر کان نجات ڏيارڻ لاءِ دائود پوٽن، نوشهري جي پرڳڻي ۽ ڪاڻيءَ تي حملو ڪيو ۽ انهن کي فتح ڪري، برهمڻ آباد تي قبضو ڪري ورتو."

ميان يار محمد جي وفات کانپوءِ سندس وڏو پٽ ميان نور محمد ڪلهوڙو 1719ع ۾ مسند نشين ٿيو. هن جي وقت ۾ ايران جي بادشاهہ نادر شاهہ، سنڌ تي حملو ڪيو جيڪو ڀهرين فيبروري 1740ع تي لاڙڪاڻي پهتو. ميان نور محمد کي جڏهن اها خبر پئي تہ پاڻ ريگستاني علائقي (ٿر) ڏانهن هليو ويو. نادر شاهہ سندس پيڇو ڪندي لاڙڪاڻي شهدادپور کان ٿيندو 16 فيبروري 1740ع تي ميان نور محمد تائين، (جيڪو عمر ڪوٽ ۾ هو) پهچي ويو. جنگ ڪا نہ لڳي ۽ ڪجهہ شرطن تي صلح ٿيو جنهن بعد نادر شاهہ خراج مقرر ڪري واپس ايران هليو ويو.

نادرشاهہ جي وفات کانپوءِ سندس سپہ سالارن مان هڪ سپہ سالار ابدالي، 1747ع ۾ افغانستان جو بادشاهہ بڻجي ويو ۽ قنڌار کي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيائين. سال کن کانپوءِ 1748ع ۾ هندستان تي حملو ڪيائين ۽ سنڌ

---

1) ) ميان يار محمد هڪ نئون شهر خدا آباد نالي ٻڌايو جنهن کي پنهنجي حڪومت جو تخت گاهہ بڻايائين.

۾ ميان نور محمد کي ”شاهنواز“ جو خطاب ڏيندي، وعدو ورتائين ته هو جيڪو ساليانو خراج نادر شاهه کي ايران موڪليندو هو سو هاڻي قنڌار جي دربار کي پهچائيندو.

ميان نور محمد کان ان ۾ ڪوتاهي سرزد ٿي، جنهنڪري احمد شاهه ابدالي 1753ع ۾ سنڌ تي ڪاهي آيو. ساهتي پرڳڻي مان سنڌس فوجون ڦرلٽ ڪنديون، اچي نوشهرو فيروز تائين پهتيون.

ڊاڪٽر حامد علي خانائي پنهنجي ڪتاب ”ضلع نواب شاهه، تاريخي شهر ۽ شخصيتون“ ۾ لکيو آهي ته: ”چون ٿا ته نوشهري فيروز جي موجود ريلوي اسٽيشن جي پرسان ڪجين وٽ اچي احمد شاهه دراني پنهنجي ڇانوڻي لڳائي هئي.“

جنهن بعد نوشهري فيروز ۾ ٻئي ڌرين ۾ فيصلو ٿيو. ميان نور محمد پنهنجو هڪ سفير نوشهري فيروز ڏياري موڪليو. جنهن لاءِ اعجاز الحق قدوسيءَ ”تاريخ سنڌهه“ جلد دوم ۾ لکيو آهي ته:

”ميان نور محمد ديوان گدومل کي سفير ڪري احمد شاهه ڏانهن موڪليو ته هو کيس ميان صاحب جي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ کان واقف ڪرائي... بادشاهه جي خدمت ۾ تحفا تحائف پيش ڪيا ۽ ناراضگي ختم ڪرايائين....“

احمد شاهه ابدالي اڃا نوشهري فيروز ۾ ئي منزل انداز هو ته ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وفات ٿي. سنڌس وفات کانپوءِ اميرن وزيرن سنڌس وڏي پٽ مراداياب کي ساڳئي ئي سال يعني 1753ع ۾ سنڌ جو حڪمران مقرر ڪيو. جنهن جي منظوري نوشهري فيروز مان احمد شاهه ابدالي کان ورتائون. جنهن نه فقط اها منظوري ڏني، بلڪ مراداياب کي ”شاهنواز“ جو خطاب به عطا ڪيائين ۽ پوءِ قنڌار ڏانهن هليو ويو.

ميان مراد ياب چار سال کن مس حڪومت هلائي ته سنڌس غلط پاليسين ڪري، اميرن وزيرن کيس 9 آگسٽ 1757ع تي تخت تان لاهي، سنڌس ڀاءُ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي کي تخت تي وهاريو. هي ميان نور محمد جو پنجون نمبر پٽ هو جنهن لاءِ به افغاني دربار قنڌار کان اجازت حاصل ڪرڻ ضروري هئي، جيڪا اڃا نه ورتي وئي هئي.

هوڏانهن ميان عطر خان عمر ۾ مراداياب کان ننڍو پر غلام شاهه کان وڏو هو جيڪو ان وقت قنڌار ۾ رهيل هو. جڏهن کيس خبر پئي ته غلام شاهه کي تخت نشين ڪيو ويو آهي ته هڪدم احمد شاهه ابداليءَ کان پنهنجي

لاءِ حڪومت جو پروانو ۽ فوج حاصل ڪري، سيپٽمبر 1757ع ۾ سنڌ ۾ پهتو غلام شاهه ٿر ڏانهن ڀڄي ويو.

عطر خان پنهنجي ڀاءُ مراداياب کي خدا آباد ۾ رهڻ جو حڪم ڏنو ۽ انهيءَ ئي مهيني ۾ نوشهري فيروز کي سنڌ جو تخت گاهه بنائي اتان حڪومت ڪرڻ لڳو. ٻئي پاسي ميان غلام شاهه ٿر ۾ خاموش تي ڪو نه ويٺو بلڪ اتان بهاولپور هليو ويو جتي حڪومت واپس وٺڻ لاءِ ذريعا ۽وسيلا گڏ ڪري، هڪ سال اندر 1758ع ۾ عطر خان تي حملو ڪيائين. روهڙيءَ وٽ جنگ لڳي. عطر خان کي شڪست آئي. هو قلات ڀڄي ويو ۽ احمد شاهه ابداليءَ کي وڃي دانهن ڏنائين. جنهن وري ٻيهر به سنڌس مدد ڪئي ۽ حڪومت جو پروانو ۽ فوج حوالي ڪيائينس.

حڪومت جو پروانو ۽ فوج ساڻ ڪري وري ٻيهر 1758ع جي ڊسمبر واري مهيني ۾ غلام شاهه تي ڪاهه ڪيائين. غلام شاهه لاڙ ڏانهن ڀڄي ويو ۽ شاهه بندر تعمير ڪرائي وڃي اتي رهيو. عطر خان ڪيس اتان به ڪيڏڻ لاءِ فوج تيار ڪئي ۽ لاڙ جو رخ رکيائين، پر ڪن اميرن، وزيرن، نوابن ۽ عباسي گهراڻي جي چڱن مڙسن، وچ ۾ پئي، سنڌ ۾ ڀائرن جي صلح ۽ امن امان قائم ڪرائڻ لاءِ ٻنهي ڀائرن کي اها ڳالهه مڃرائي ته سنڌ جواهو حصو جيڪو شاهه ڳڙهه کان وٺي نصر پور تائين، جنهن ۾ ٺٽو به اچي ٿو وڃي سو غلام شاهه ڪٽي، باقي سڄي سنڌ ميان عطر خان کي ڏني وڃي. جنهن بعد عطر خان واپس نوشهري فيروز موٽي آيو ۽ غلام شاهه شاهه ڳڙهه ڏانهن هليو ويو.

ان ڪانپوءِ ڏينهون ڏينهن سنڌ جون ملڪي حالتون خراب ٿينديون ويون. ميان عطر خان جي به مخالت وڌي وئي. آخرڪار اپريل 1759ع ۾ غلام شاهه فوج وٺي عطر خان تي حملو ڪيو. عطر خان جنگ جو ست نه ساري نوشهروفيروز ڇڏي هليو ويو ۽ سڄي سنڌ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي حڪومت هيٺ اچي وئي.

اهڙي طرح نوشهرو فيروز ٻهرياڻين سيپٽمبر 1757ع کان 1758ع تائين ۽ پوءِ ڊسمبر 1758ع کان اپريل 1759ع تائين سنڌ جو تخت گاهه رهيو.

انهيءَ بعد ڀائرن ۾ ٻي اتفاقي ۽ خانه جنگي شروع ٿي. ميرن کي قتل ڪيو ويو. آخرڪار سنه 1782ع ۾ ميرن ۽ ڪلهوڙن جي هالاڻيءَ وٽ جنگ لڳي، جنهن ۾ ميان عبدالنبي هارايو ۽ مير فتح علي خان کٽيو. انهيءَ فتح ڪانپوءِ مير فتح علي خان ڪجهه ڏينهن لاءِ نوشهري فيروز ۾ اچي قيام ڪيو.

جنهن بعد ميرن سنڌ پاڻ ۾ ورهائي، حصا ڪري ڪنئي. اتر سنڌ جو وسيع علائقو خيرپور جي مير سهراب خان کي حصي ۾ آيو جنهن ۾ ساهتيءَ جو پرڳڻو نوشهري فيروز تائين اچي ٿي ويو.

مير سهراب خان 1830ع ۾ گذاري ويو هن جي وفات کانپوءِ سندس خاندان ۾ تخت تان ويڙهه لڳي ۽ پوءِ انگريزن جو مڪو متو.

15 آڪٽوبر 1842ع تي جنرل چارلس نيپئر سکر پهتو. جنهن کي سنڌ ۽ بلوچستان جي فوجن جو سپريم ڪمانڊر مقرر ڪيو ويو هو. سکر ۾ رهي هن خيرپور جي ميرن سان ڪجهه معاهدا ڪيا ۽ 23 نومبر 1842ع تي روهڙي ۾ مير علي مراد خان سان مليو جنهن پنهنجي وڏي ڀاءُ خيرپور جي حڪمران مير رستم خان جون ساڻس شڪايتون ڪيون. نيپئر ڪيس حڪومت ڏيارڻ جا آسرا ڏنا ۽ مير رستم خان کي لکيائين ته هو ساڻس 28 ڊسمبر 1842ع تي ڪوٽ ڏجي جي قلعي ۾ ملاقات ڪري. مير رستم خان اتي پهچڻ کانپوءِ قتل ٿيڻ جي ڊپ کان ڀڄي ويو ۽ نيپئر اتر سنڌ جي حڪومت مير علي مراد جي حوالي ڪري، امام ڳڙهه وارو قلعو فتح ڪري 30 جنوري 1843ع تي پريا پهتو.

جنرل چارلس نيپئر پنهنجي فوج (جنهن ۾ 2800 فوجي ۽ ٻارهن توبون هيون) سميت پهرين فيبروري 1843ع تي نوشهري فيروز پهتو ۽ ڇهن ڏينهن تائين ترسيو. هتي ساڻس ميجر آئوٽرام حيدرآباد جو ريزيڊنٽ ۽ ٻيا ڪيترائي ميرن جا وڪيل اچي مليا.

6 فيبروري 1843ع تي چارلس نيپئر نوشهرو فيروز مان ڪوچ ڪيو ۽ 7 فيبروري تي مورو شهر ۾ منزل انداز ٿيو جتان پوءِ 10 کان 13 فيبروريءَ تائين سڪرنڊ ۾ رهي، 14 فيبروريءَ تي هالا پهتو ۽ پوءِ حيدرآباد ويندي 17 فيبروري 1847ع تي سندس مقابلو مياڻيءَ جي ميدان تي ميرن سان ٿيو. انگريزن جنگ کٽي ۽ پوءِ سنڌ تي به سندن حڪومت شروع ٿي. سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان گهڻو پوءِ نوشهرو فيروز برطانيه راڄ ۾ شامل ٿيو. انگريزن جي ابتدائي دور ۾ نوشهروفيروز کي حيدرآباد ضلعي جي سب ڊويزن جي صدر مقام جي حيثيت حاصل رهي، پوءِ جڏهن 1912ع ۾ نواب شاهه ضلعو ٺهيو تڏهن به سندس ساڳي حيثيت قائم رهي. سال 1989ع کان نوشهري کي ضلعي جي حيثيت ملي ۽ اڄ به سياسي، سماجي، اقتصادي، علمي لحاظ کان سنڌ ۾ نوشهري فيروز کي وڏي اهميت حاصل آهي.

**مددي ڪتاب:**


(1) مير علي شير 'قانع' ٺٽوي: "تحفة الڪرام" مترجم، مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1989ع.

(2) ميرزا قليچ بيگ، "قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" سنڌ ادبي بورڊ حيدرآباد، 1981ع.

(3) مهر غلام رسول، "تاريخ سنڌ – ڪلهوڙا دور" جلد اول، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1963ع.

(4) اعجاز الحق قدوسي، "تاريخ سنڌ" جلد دوم، اردو سائنس بورڊ لاهور، 1990ع.

(5) حامد علي خانائي ڊاڪٽر، "ضلع نواب شاهه، تاريخي شهر ۽ شخصيتون" نواب شاهه ڊسٽرڪٽ ڪلچر سوسائٽي، 1987ع.

(6) عطا محمد 'حامي' ڊاڪٽر، "خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو" انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي يونيورسٽي آف سنڌ ڄامشورو، 1994ع.

(7) ڀنڀرو عطا محمد (سنڌيڪار)، "سنڌ جيئن مون ڏٺي" سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع.

(8) ڀنڀرو عطا محمد (سنڌيڪار)، "سنڌ ۾ انگريزن جي حڪمت عملي" سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 1999ع.

(9) مگسي عبدالله پروفيسر، "سنڌ جي تاريخ جو جديد مطالعو" آزاد ڪميونيڪشنز ڪراچي، 1994ع.

(10) لاکو غلام محمد، "ڪلهوڙا دور حڪومت" انجمن اتحاد عباسي پاڪستان ڪراچي، 2004ع.

# نوشهرو فيروز شهر

## اي. ڪي. سيد

دنيا جي تاريخي ڪتاب ڪي پڙهڻ ڪانپوءِ هميشه اهو خيال پيدا ٿيندو رهيو آهي ته تاريخ ئي اصل تحقيقي ڪم آهي، جنهن تي گهڻي کان گهڻي توجهه ڏيڻ جي ضرورت آهي. دنيا جي مختلف مورخن، مختلف تاريخون لکنديءَ، مختلف اسلوب پڻ اختيار ڪيا آهن، جيڪي پڙهندڙ کي ان ڪتاب پڙهڻ لاءِ اتساهين ٿا.

تاريخ تي موجود ڪتابن يا ڇڙوڇڙ مضمونن کي پڙهڻ ڪانپوءِ خبر پئي ته اسان جنهن ضلعي يا علائقي ۾ رهون ٿا ان جي ڪا ايتري مستند تاريخ لکي ئي نه وئي آهي، ڪنهن ڪنهن ڪتاب ۾ ورلي ڪو حوالو ملي ٿو جيڪو چند لفظن يا غير تصديق شده جملن کانسواءِ ڪجهه به ناهي.

نوشهروفيروز شهر جي تاريخي دورن بابت به ڪتاب ۾ مورخ خاموش آهن، لڳي ٿو ته ڄڻ مورخن جي هن شهر سان ڪا خاص دشمني هجي، جن ڄاڻي واڻي هن وچين علائقي کي ڇڏي آسپاس جي ننڍين ۾ غير معروف علائقن تي ڪم ڪيو آهي. ٻي ڳالهه اِها به آهي ته خود هن علائقي جي ڪنهن به پڙهيل ڳڙهيل سنڌيءَ، انهيءَ ڳالهه کي اهميت ئي نه ڏني جو پنهنجو قيمتي وقت سيڙائي تحقيق ڪري ۽ هن علائقي جي تاريخي سرمائي کي ڪاغذن تي سانڍي، شاعري، افساني، ڪهاڻي ۽ ٻين ادبي صنفن تي به طبع آزمائي ڪئي وئي، پر هن حقيقي ۽ سچي ڪم لاءِ ڪنهن به نه سوچيو. نوشهري جي تاريخ جي حوالي سان پهريون ڪتاب حامد علي خاناڻي صاحب لکيو جنهن ۾ ڪنڊياري، دربيلي، ٺارو شاهه، خانواهڻ، هالاڻي، ڀلاڻي وغيره جا تفصيل ملن ٿا، پر نوشهرو شهر جي باري ۾ معمولي قسم جا ڏندڪٿائي جملا ملن ٿا. ان کان علاوه خانزاده سميع الوري پنهنجي خيال ۽ فهم آهر ڪافي ڪم ڪيو ۽ ننڍا ننڍا ڪتاب به شايع ڪرايا آهن. ساڳي حالت ڊاڪٽر محمد لائق زرداري صاحب جي لکيل ڪتاب ۾ آهي.

## نوشهرو فيروز جي اوائلي تاريخ:

نوشهرو فيروز شهر ڪڏهن وجود ۾ آيو ڪيئن وجود ۾ آيو هي شهر اتفاقي ٺهيو يا ڪنهن منصوبابنديءَ سان ٺهيو انهيءَ لاءِ تاريخ جا سيڪتاب مثاڇري معلومات ڏين ٿا.

مثال طور نوابشاهه مان نڪرندڙ هڪ هفتيوار اخبار "جهاد" ۾ هڪ مضمون ڇپيو جنهن ۾ هڪ ليکڪ لکي ٿو نوشهروفيروز 161ع ۾ به موجود هو پر ان جو نالو "ناگرامان" هئو. ليکڪ اها معلومات ڪٿان آندي يا ناگرام مان نوشهرو ڪيئن ٿيو ۽ ڪڏهن ٿيو ان جو ڪو پتو ڪونهي يا "تحفتة الڪرام" جو مصنف مير علي شير قانع لکي ٿو ته، هيءُ شهر ميان نصير محمد ڪلهوڙي (1068 هجري) جي دور ۾ فيروز ويرڙ (هڪ فقير) ٻڌايو هو.

محترم حامد علي خانائي پنهنجي ڪتاب ضلعي نوابشاهه جي تاريخ ۾ نوشهري فيروز جي عنوان سان لکيل باب ۾ قاضي قطب الدين خانواهڻ واري جي فارسي ڪتاب "تذڪره خاندان قريش" جي حوالي سان لکي ٿو ته "نوشهروفيروز جو ڳوٺ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي هڪ فقير فيروز خان ساهتي پرڳڻي ۾ "راور" جي رستي جي وٽ سان مٿانهين واري جاءِ تي ٻڌايو. هي ڳوٺ وڏو علمي مرڪز ۽ اهل تصوف وارن جو گهر آهي. ساڳئي باب ۾ خانائي صاحب مرزا قليچ بيگ جي حوالي سان لکي ٿو ته، "ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ اورنگزيب جي عهد ۾ سنه 1069هه برابر 1658ع ۾ ڪلهوڙن ساهتي جو پرڳڻو هٿ ڪيو ۽ انهيءَ جي وڻ وارو فيروز ويرار هو جنهن نوشهري جو شهر ٻڌو جنهن کي نوشهروفيروز چون ٿا. اهو شهر نون ياڱن ۾ ورهايل هو جنهن ۾ جدا جدا قوم جا ماڻهو رهايا ويا هئا، انهيءَ ڪري ئي اهو نالو پيس.

جيڪڏهن مٿين حوالي کي بنياد بنايون ته، اهي ڪهڙا نَوَ ياڱا هئا، اهي ڪهڙيون نَوَ قومون هيون جن کي انهن ياڱن ۾ ورهايو ويو هو ته اهڙي پختي ثابتي لکت ۾ ڪونه ٿي ملي.

جيڪڏهن هي شهر حقيقي طور تي به 1658ع ۾ ٻڌايو ويو آهي ته انهيءَ کي هن وقت يعني 2007ع ۾ 349 سال ٿين ٿا، جيڪو ڪو گهڻو پراڻو دور ڪونه آهي جو ان جون شاهديون ڳولڻ ايتريون ڏکيون هجن. پراڻن نقشن ۽ شهر جي موجوده بيهڪ مان اهو اندازو ٿئي ٿو ته، جيئن اڄڪلهه

شهرن کي واردن ۾ يونٽن ۾ ورهايو ويجي ٿو ان وقت بہ شهر جا ٽَوَ ياڱا هجن. هن مضمون لکڻ جي حامي ڀرڻ کانپوءِ مون ڪوشش ڪئي تہ شهر جي هر هڪ گهٽي، وري وري ڏسان ۽ انهن ماڻهن سان ملاقات ڪيان، جيڪي هن وقت وڏي ڄمار کي پهتل آهن. انهن کان انٽرويو ڪيان ۽ انهن جي مشاهدي ۽ يادگيرين مان جيڪا حاصلات ٿئي، انهيءَ جي روشنيءَ ۾ ڪاراهہ نڪري. اهڙي طرح ڪوڙ ساري انمول معلومات گڏ ٿي آهي، جنهن سان نوشهري جي تاريخ جا هاڻوڪا 200 سال آسانيءَ سان دستاويزي صورت ۾ آڻي سگهجن ٿا ۽ نوشهري شهر تي هڪ بهترين ڪتاب آڻي سگهجي ٿو (جنهن لاءِ ڪوشش جاري آهي).

نوشهري فيروز جو اوائلي نقشو جنهن ۾ مٿيون اوچائي وارو شهر ڏيکاريل آهي، ان جون صرف ٻاهريون حدون ڏيکاريل آهن. (ڏسو نقشو نمبر 01) ۾ اندر گهٽين جا نشان موجود ناهن. جنهن ڪري دستاويزي ثبوت ڪونہ ٿا ملن. پر اڄ بہ شهر جي موجود وڏين يا مکيہ گهٽين کي گهمي ڏسجي ٿو تہ شهر جي شاهي بازار، پراڻي يا اصلوڪي شهر کي ٻن حصن ۾ ورهائي ٿي. ساڳيءَ ريت چار گهٽيون اهڙيون نظر اچن ٿيون جيڪي شهر کي آرپار يعني هڪ هيٺاهين واري پاسي کان ٻيءَ هيٺاهين پاسي سان ملائن ٿيون. (ڏسو نقشو نمبر 02). اهڙي طرح سڄو شهر 10 بلاڪن ۾ ورهايل ملي ٿو. اهو بہ ممڪن آهي تہ اوائلي دور ۾ ڪن ٻن پاڳن کي گڏي هڪ پاڳو سڏيو ويندو هجي ۽ اهڙي طرح انهن کي نون پاڱن وارو شهر سڏيو ويو هجي. (ڏسو نقشو نمبر 03).

خانائي صاحب پنهنجي ساڳئي ڪتاب ۾ هڪ مورخ جي حوالي سان اها ڳالهہ پڻ لکي آهي تہ "هن شهر جي آباد ٿيڻ ۽ نالي جي باري ۾ پڻ اختلاف آهن. هڪ صاحب پنهنجي مضمون ۾ هن شهر کي قديم عربي شهر "منصوره" جي کنڊرات تي آباد ڪيل ڄاڻايو آهي". انهيءَ ڳالهہ کي خانائي صاحب پاڻ بہ رد ڪري ٿو. تازو جڏهن هن ڪم جي لاءِ معلوماتي انٽرويو ڪيم تہ انهيءَ دوران انهيءَ ڳالهہ جي پڻ جاچ ڪيم تہ جيڪي جايون مٿانهين علائقن ۾ هيون جن کي عام ماڻهو هنڌڪيون جايون سڏين ٿا. جن مان ڪي بہ اڍائي سئو سال پراڻيون بہ هيون ۽ آهن جن مان ڪافي جايون زبون حاليءَ ڪري ماڻهن ڍهرائي وري نيون نهرايون آهن ۽ اهي محل وقوع جي حساب سان شهر جي وچ ٿوري پاسن کان پڻ آهن. ڪن جاين جي گهٽي مٿي هجڻ ڪري، ماڻهن انهن جي کوٽائي ڪري، اتان اضافي مٽي

ڪيڊرائي، ٻاهرين يعني عام سطح تي جاين جو بنياد رکرايو انهن مان ڪن جاين تان پندرهن کان ارڙنهن فوٽ تائين مٽي ڪيڊرائي وئي، پر ڪٿان به ڪو پراڻو لاش يا ڪنهن پراڻي جاءِ جو ڪو نشان يا ڪو ٺڪرائي ڪو سِڪو ڪا ذات وغيره نه مليو آهي، جنهن مان اهو گمان ته قطعي غلط آهي ته ڪو هيءُ شهر ڪنهن ٻئي شهر جي کنڊرات تي ٺهيل آهي. باقي رهي اها ڳالهه ته هي شهر عام سطح کان ايترو مٿي ڇو آهي، انهيءَ لاءِ اهو چئي سگهجي ٿو ته، جيئن ته بئراج سسٽم کان اڳ ۾ درياءِ سنڌ آزاد هو ۽ سندس ڪو وهڪرو مقرر ڪونه هو تنهنڪري انساني وسنديون، مٿانهين جاين تي ٺاهيون وينديون هيون. اهو به ممڪن آهي ته پراڻي وقت ۾ هن شهر جي چوطرف درياءُ وهندو هجي نه ته به اونهاري جي ٻوڏ دوران هن شهر جي چوڌاري پاڻي اچڻ جون شاهديون ضرور ملن ٿيون. اهڙيءَ ريت انهن ڏينهن ۾ هي شهر هڪ ٻيٽ يا ننڍي ٻيٽاريءَ جو ڏيک ڏيندڙ هوندو.

شهر جي چوڌاري ڪجين جا باغ موجود هئا، جيڪي ڪنهن منصوبابنديءَ سان رکيل نظر نه ايندا (جيئن خيرپور طرف آهن). پر اهي وڻ بي ترتيب ۽ جهڳٽن جي صورت ۾ ملن ٿا ۽ انهن ۾ بيشمار جنسون شامل آهن، انهن مان گهڻا باغ شهر جي واڌ ويجهه جي ڪري ڪٽجي ويا، انهن باغن مان ڪجهه باغن ۾ ايڏيون ڊگهيون ڪجيون موجود هيون ۽ آهن، جيڪي هڪ سئو فوٽن کان به وڌيون آهن ۽ تقريبن سؤ سال جي عمر جي ماڻهن جو چوڻ آهي ته اسان انهن کي انهيءَ ساڳي حالت ۾ ڏسندا پيا اچون، ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته اهي عربن جي سنڌ تي ڪاهن دوران عرب فوج جي سپاهين جي کاڌل ڪِتلن جي ککڙين مان پيدا ٿيل باغ آهن، جيڪي بعد ۾ مختلف ماڻهن جي قبضن هيٺ رهيا. بهرحال انهيءَ مان اهو خيال ڪرڻ واجب آهي ته عربن جي حملن دوران سندن فوجون هن شهر جي آسپاس ڪجهه ڏينهن لاءِ ترسيون آهن، مون هن ئي مضمون ۾ لکيو آهي ته شهر جي چوڌاري هڪ اونهي کڏ يا کاهيءَ جا نشان پڻ موجود هئا ۽ جڏهن تفصيل ۾ ويجبو ته معلوم ٿيندو ته اهي ڪجين جا باغ انهيءَ کاهي جي حدن کان ٻاهر آهن. انهيءَ مان اهو به گمان ڪري سگهجي ٿو ته هي شهر عربن جي ڪاهن دوران به موجود هو. جيڪڏهن موجود نه هجي ها ۽ اهو فقط هڪڙو دڙو مٿانهين جاءِ يا ٻيٽ هجي ها ته عربن جون فوجون هيٺاهينءَ وارن علائقن ۾ ڇو پنهنجا خيما کوڙين ها. اهي مٿانهين جاءِ تي وڃي پنهنجي ڪيمپ هڻن ها.

تاريخ جي ڪتابن ۾ نوشهروفيروز جو ذڪر گهٽ هجڻ يا تفصيل نه ملڻ جا جيڪي سبب منهنجي ناقص ذهن ۾ اچن ٿا، سي هن ريت ٿي سگهن ٿا. جيئن ته سنڌ جو پهريون نقشو سنه 340 هجريءَ ڌاري ابواسحاق ابراهيم بن محمد اصطخريءَ تيار ڪيو. اهڙيءَ طرح سنڌ ۽ گجرات، جو پهريون نقشو ابن حوقل، بغداديءَ سن 343 هجري ۾ يعني 942ع ۾ تيار ڪيو. مٿيان ٻئي ماڻهو جاگرافي جي ڄاڻ رکندڙ ڪونه ٿا ڏسجن. جنهن ڪري ٻئي نقشا مڙئي نقشا آهن. جيئن چوندا آهن ته اندازن ۾ ڪاٽو راجا، سو اهي ٻئي نقشا صحيح صورتحال نٿا ٻڌائين.

ٻي ڳالهه ته شروعاتي مورخ سڀ ڌاريا هئا، جن صرف اهي ڳالهيون ۾ بيان لکيا، جن سان سندن ذاتي دلچسپي هئي يا اهي شهر ۽ وسنديون، جيڪي سندن رستي ۾ ايندڙيون ويون سي لکيائون. انهي وقت درياءُ جو رستو ئي هڪ اهم مواصلاتي ذريعو هو هڪ جاءِ کان ٻيءَ جاءِ تائين پهچڻ جو. توهان پلي تاريخ جا اهم ترين ڪتاب کڻو اوهان کي اها ترتيب ملندي ملتان، اروڙ، دربيلو، سيوهڻ، ٺٽو وغيره. ڇا ائين سمجهون ته انهن شهرن جي وچ ۾ ٻيو ڪوبه شهر ڪونه هو يا ڪا وسندي ڪانه هئي، ائين هرگز ڪونهي، شهر به هئا ماڻهو به هئا، بهتر آباديون به هيون. مگر نظرانداز ٿي ويون. ٿي ڳالهه تي جڏهن هنن علائقن ۾ علم آيو ۽ ماڻهو پڙهيا لکيا ٿيا ته، انهن به انهيءَ ڳالهه کي غير اهم سمجهي تاريخي شين ۽ نشانين کي سانڍڻ بدران برباد ڪيو. انهيءَ ڳالهه جي لاءِ ته تاريخ شاهد آهي ته جيڪي به ڌاريا آيا، تن سڀ کان پهريان سنڌ جي ڪتب خانن ۽ تاريخي ورثن کي باهيون ڏئي ساڙيو ته جيئن هن قوم جي ايندڙ نسلن کي پنهنجو ڪو ثبوت ئي نه ملي، پر پنهنجي ماڻهن به انهيءَ ڳالهه ۾ ڌارين جي خوب مدد ڪئي آهي، هن علائقي به جيترا پڙهيا لکيا ماڻهو پيدا ڪيا، جنهن ماڻهن مان رڳو پنج ماڻهو به توجهه سان پنهنجي علم آهر ڏهه ڏهه صفحا به لکن ها ته هن شهر ۽ آسپاس جي تاريخ سهيڙجي پوي ها، پر ائين نه ٿي سگهيو.

نوشهروفيروز اوائلي شهر آهي. انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي. باقي ڪيترو پراڻو ۽ ڪنهن جوڙايو ۽ ڪيئن جوڙايو. انهيءَ لاءِ موجوده دور جي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن ۽ تاريخ سان محبت رکندڙن کي تحقيق ڪرڻي پوندي ۽ اندي تقليد وارو طريقو ڇڏي تحقيق وارو طريقو اختيار ڪرڻو پوندو ته جيئن هن شهر جي باري ۾ حقيقي مواد سامهون اچي سگهي.

هڪ تمام ضروري ڳالهه ته نوشهري شهر جي چوطرف قبرستان آهن، ظاهري طرح شهر جي ايتري آبادي ڪانه هئي، جيتري قبرستانن جي پکيڙ آهي. جيڪا ڳالهه پڻ تجسس واري آهي ۽ تحقيق طلب آهي. ميان عدر سلطان جي قبرستان ۾ هڪ قبر جي مٿان لڳل ڪتبو جنهن تي محمد عثمان رضيه سنه وفات 411 هجري لکيل آهي، يعني ميان نصير محمد ڪلهوڙو (1068هه) کان 657 سال اڳ جو سنه لکيل آهي. اهي سڀ شيون تحقيق جون گهرجائو آهن. تاريخ جي ڪجهه ڄاڻن جو اهو پڻ خيال آهي ته پيروز واهه جي ڪري هن واهڻ جي نالي پويان پيروز ٿيو جيڪو شڪل مٽجڻ ڪري فيروز ٿي ويو.

## نوشهروفيروز ۾ ڪڍون ۽ تلاءَ:

نوشهروفيروز جي حدن اندر پنجن ڪڍن يا تلائن جا نشان ملن ٿا.

(1) وهندڙي ڪڍ: هي ڪڍ موجوده يونٽ نمبر 4 ۾ موجود هئي، جيڪا هيٺاهين واري روڊ (جتي شاهه پوٽن جي موجوده امام بارگاه آهي) کان شروع ٿيندي هئي ۽ سندس ايراضي 1942ع جي رڪارڊ موجب ٻه ايڪڙ هئي، جنهن ۾ اتين ڏينهن تازو پاڻي ايندو هو.

پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ انهيءَ ڪڍ تي مٿي ذڪر ڪيل امام بارگاه جي لاهيءَ جي بلڪل سامهون ڏاڪڻيون ٺهيل هيون جتي شهر ۾ رهندڙ هندو برادري جون عورتون ڪپڙا ٻه ڌوئيندڙيون هيون ۽ سنان ڪرڻ لاءِ اتي هڪ ديوار پڻ ڏنل هئي، جيڪا پردي جو ڪم ڏيندي هئي. سال 1919ع ۾ جڏهن نوشهروفيروز کي نوٽيفائيڊ ايريا جو درجو مليو ته ان کان پوءِ اها ڪڍ واڪ تي ڏني ويندي هئي ۽ انهيءَ مان ٻِهه ۽ لوڙهه اپايا ويندا هئا.

ان کان ٻه اڳتي وڃجي ٿو ته اوائلي دور ۾ اهو پڻ درياءَ سنڌ جي هڪ وهڪري جو نشان معلوم ٿئي ٿو. ان کان پوءِ جڏهن شهر جون ناليون پڪيون ڪيون ويون ته مٿئين شهر جو سمورو گندو پاڻي نالين ۽ گٽر جي ذريعي انهيءَ ۾ ڳڏ ٿيندو هو ۽ انهيءَ پاسي ماڻهو بدبوءِ جي ڪري اچي وڃي نه سگهندا هئا.

جڏهن 1981ع ۾ ڊرينيج اسڪيمون ٺهيون ته نالين جو گندو پاڻي انهيءَ ڪڍ مان ڪيڍي پائيپن جي وسيلي سڌو سنئون سرحل شاخ ۾ وڌو ويو جتي اڄ تائين وهي رهيو آهي. اهڙيءَ ريت جڏهن وهندڙي ڪڍ سڪڻ لڳي ته آسپاس جي ماڻهن والار ڪرڻ شروع ڪئي ۽ "مڙيا مڇ هزار پاڳا ٿيندي

سهڻي" وارو ڪم ٿيو چوطرف قبضا خورن هٿ جي صفائي ڏيکاري ۽ هن وقت وهندڙي ڪڏ جو ڪوبہ نالو نشان ڪونهي. (ڏسو نقشو نمبر 04).

(2) **سورهيہ واري ڪڏ:** هي ڪڏ، موجوده ڪڪا شاهہ محلي سان لڳ هئي، هن ڪڏ جي نالي تي ڪافي اختلاف آهن. 1940ع ۾ ٺهيل هڪ نقشي مطابق انهيءَ کي "شوري واري ڪڏ" لکيو ويو آهي ۽ بئي هنڌ ان کي سورهين واري ڪڏ لکيو ويو آهي. انهيءَ ڪڏ جي ايراضي 2.8 ايڪڙ ڄاڻايل آهي، جيڪا وهندڙي ڪڏ کان ڏکڻ اوبر ڪنڊ تي سڌ پنڌ تي هئي، جيڪا پڻ قبضن جي وڙ چڙهي تاريخي ۽ جاگرافيائي طور تي پنهنجو وجود وڃائي چڪي آهي. ڪجهہ ماڻهن چواڻي تہ انهيءَ ڪڏ جي پرسان هڪ سرهيي جو ڪچو منهن ٺهيل هوندو هو (جنهن جو نالو جمن سرهيو هو) جيڪو فقير خيال جو ماڻهو هو. انهي جي ڪري انهيءَ ڪڏ کي سرهيي جي ڪڏ چوندا هئا، جيڪا بعد ۾ سرهيي مان سورهيہ ٿي وئي. (نقشو نمبر 04).

(3) **شڪارين واري ڪڏ:** هن ڪڏ جي ايراضي رڪارڊ ۾ 15 گهنٽا ڄاڻايل آهي، جيڪا غريب داس جي کوهہ جي پرسان هوندي هئي، جيڪو موجوده يونٽ نمبر 4 آهي. ڪڏ جي آسپاس پنگين جا گهر ۽ جهڳيون هيون ۽ ڪجهہ ماڻهو کين شڪاري پڻ سڏيندا آهن. انهيءَ ڪري مٿس اهو نالو پيو. موجوده دور ۾ سندس ڪوبہ نالو نشان ڪونهي. (ڏسو نقشو نمبر 04).

(4) **خوني ڪڏ:** هيءَ ڪڏ موجوده ٿاڻي جي اوبر اتر ڪنڊ کان هئي، هن جي ايراضي پڻ 15 گهنٽا ڄاڻايل آهي، چيو وڃي ٿو تہ آڳاٽي زماني ۾ انهيءَ ڪڏ ۾ شيخن جو ڇوڪرو ڪري مري ويو هو. انهيءَ ڪانپوءِ ان ڪڏ تي خوني ڪڏ جو نالو پيو. اها ڪڏ ڪافي پوءِ تائين بہ موجود هئي، پوءِ ڪجهہ شيخن ۽ ڪجهہ مهاجرن قبضا ڪري آهستي آهستي انهيءَ کي ختم ڪري ڇڏيو. موجوده وقت ۾ ان جو ڪوبہ نشان ڪونهي. (نقشو نمبر 04).

(5) **مٽيءَ جو تلاءُ:** هي اصل ۾ هڪ عورت مائي مٽل جي نالي سان مٽيءَ جو تلاءُ سڏبو هو جيڪا ذات جي ميربحر چئي وڃي ٿي. انهيءَ تلاءَ جو اوج اڄ کان 150 کان 200 سال اڳ ٻڌايو وڃي ٿو پر جن ماڻهن اڄ کان 90، 95 سال اڳ ڏٺو اهي بہ هن ماڳ جي تعريف ان قدر ڪندي نٿا ٿڪجن جو راقم کي تصور ۾ موهن جي دڙي وارو تلاءُ ياد اچي وڃي ٿو. هن تلاءُ جون حدون موجوده مختيارڪار جي آفيس جو اتريون پاسو ملاحن جي گهرن جي اوبر واري پاسي کان ويندي موجوده پوسٽ آفيس واري هنڌ تائين هيون.

سندس شڪل بيضوي هئي، جنهن ۾ ٽن طرفن کان مٿان کان تري تائين عاليشان ڪشاديون ڏاڪڻيون ٺهيل هيون ۽ چوڌاري نِمن ۽ سِرنهن جا گهاٽا وڻ هئا، ان کڏ ۾ تازي پاڻيءَ جي اچڻ جو پڻ انتظام ٿيل هو جيڪو پرسان موجود دوست محمد شيخ جي باغ مان واٽر ڪورس وسيلي ايندو هو جيڪو يقينن نهري نظام يعني 1932ع جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ ممڪن بڻيو هوندو. ان کان اڳ جا نشان ٻڌائين ٿا ته انهيءَ تلاءَ کي پارو واهه مان ٿي ڀريو ويندو هوندو. انهيءَ تلاءَ مان کوڙ ساري مڇي مرڻ جون پڻ شاهديون ملن ٿيون. موجوده پوسٽ آفيس واري روڊ جي سطح کان انهيءَ تلاءَ جي اونهائي گهٽ ۾ گهٽ 20 فوٽ هيٺ هوندي. انهيءَ جي آخري شاهدي هن وقت به ڊاڪٽر پريل ٽگر جي تعمير هيٺ ميڊيڪل سينٽر جي بنيادن رکڻ وقت نوٽ ڪئي وئي آهي. اهو هن تلاءَ جو آخري حصو هو جيڪو پڻ مختلف هٿن مان ٿيندو کپندو اتي پهتو هن وقت مائي متي ميربحر جي اولاد مان کوڙ ميربحر اُتي ئي آباد آهن. پر ڪين به خبر ڪانهي ته مائي متي ڪهڙن جي وڏي هئي ۽ سندس قبر ڪهڙي قبرستان ۾ آهي، جنهن جي نالي سان ايڏو وڏو تلاءُ موجود هو.

مائيءَ متيءَ لاءِ اها روايت ته اها ميربحر هئي، صرف روينيو جي رڪارڊ ۽ ٽائون ڪاميٽيءَ جي رڪارڊ ۾ 1942ع کان ملي ٿي، پرعوامي ڳالهين ۽ تحقيق مان خبر پوي ٿي ته مائي متي کي ميربحر انهيءَ ڪري لکيو ويو جو تلاءُ جي پرسان ميربحرن جا گهر موجود آهن. جيڪي انهيءَ وقت به هئا، پر ايئن ناهي اصل ۾ اهي ميربحر به اتي پوءِ لڏي اچي ويٺا آهن، جيڪي اصل ۾ مياڻيءَ جا هئا، بعد ۾ لڏي وچ شهر م جتي هن وقت سونارن جا گهر آهن، اتي رهندا هئا، اهڙي طرح موجوده ملاح ۽ ماڇي پاڙو قبرستان هو ۽ اتي ڪجهه هندو عبادتگاهه جا آثار پڻ هئا. هن وقت جتي ڊي ڊي او روينيو جي رهائشگاهه آهي، ان کان تقريبن 160 فوٽ اولهه تي انهيءَ جا نشان جن ۾ هڪ مساڻ نما چبوترو ٻاهران ڄاريون ۽ ٻاهرين ديوار ۾ هڪ پيڻائين در جا نشان موجود هئا. انهي شاهدين مان اهو گمان آهي ته اها مائي متي ڪا هندو عورت ٿي سگهي ٿي، ڇو ته ان پوري علائقي ۾ ميربحر يا ماڇي گهڻو پوءِ جا آباد ٿيل آهن ۽ اهي ميربحر پڻ انهيءَ کڏ ۾ مڇيءَ هجڻ ڪري، روزگار کي ذهن ۾ رکي اچي انهي تلاءُ جي پاسي تي آباد ٿيا ۽ هن وقت هڪ پوري محلي جي صورت ۾ آهن. هيءُ حصو هن وقت ٽائون ڪاميٽيءَ جي وارڊ نمبر 6 ۾ موجود آهي (ڏسو نقشو نمبر 04).

## نوشهري فيروز اندر کوهہ:

اڄ ڪلهہ تہ هر گهر ۾ نلڪا، موٽرون ۽ ٽانڪيون لڳل آهن ۽ هر غريب کان غريب ماڻهوءَ جي اها ڪوشش آهي تہ پاڻي گهر جو گهر ۾ هجي، پر اوائلي دور ۾ کوهہ ئي پاڻيءَ جو مکيہ ذريعو هئا. پاڻي پري کان آندو ويندو هو تہ پاڻيءَ جو قدر بہ هو. هاڻي جڏهن اڻ ميو پاڻي گهرن ۾ موجود آهي تہ پاڻيءَ جو ڪوبہ قدر ڪونہ ٿو ڪيو وڃي. نوشهري شهر ۾ ڪيترن ئي قديم کوهن، کوهين ۽ نارن هجڻ جا نشان توڙي شاهديون ملن ٿيون جن جو ذڪر هن ريت آهي.

1. **خيراتي کوهہ:** هي کوهہ انهيءَ هنڌ هو جتي هن وقت ڊاڪٽر مهر علي ميمڻ جي ڪلينڪ آهي.
2. **لالو پڳت جو کوهہ:** هي کوهہ انهيءَ جاءِ تي هو جتي هن وقت خليفا شاپنگ سينٽر آهي.
3. **سرڪاري کوهہ:** جنهن جاءِ تي حاجي دوست محمد ميمڻ مرحوم جي پٽ ڊاڪٽر راجا ميمڻ ميڊيڪل اسٽور کوليو هو ۽ هاڻي ان جاءِ تي جنرل اسٽور موجود آهي، اتي هڪڙو کوهہ هو جنهن کي سرڪاري کوهہ سڏيو ويندو هو پوءِ ان کي مارڪيٽ وارو کوهہ بہ سڏيندا هئا. ان جي پرسان نلهن تي منهن بہ ٺهيل هوندو هو جتي مسافر وغيره ويهندا هئا.
4. **گدو مل جو کوهہ:** هي کوهہ پراڻي U.B.L جي پٺيان هو. هن کوهہ تي نار رکيل هو جنهن ۾ ڏاند وهندو هو. اڳيان عاليشان حوض ٺهيل هوندو هو. جنهن مان مرد توڙي عورتون پاڻي پري سگهنديون هيون ۽ عورتن جي سنان ڪرڻ لاءِ پردي جو بہ انتظام هوندو هو.
5. **گولا شاهہ وارو کوهہ:** هيءُ کوهہ اڄ بہ موجود آهي، هيءُ کوهہ واٽر سپلاءِ جي ٽانڪين کان اولهہ، ڏکڻ ڪنڊ تي آهي، جتان نوشهري جيل جي قيدين کان بہ پاڻي پرايو ويندو هو. اڄ ڪلهہ ماڻهو شهيد ٿيل قرآن شريف يا ٻيو اسلامي مواد ان کوهہ ۾ ڦٽو ڪندا آهن.

6. **عيدن داس جو کوھ:** هن کوھ جو ذڪر نقشي ۾ مليو ٿو پر ان جو درست هنڌ اڃان تائين ڪير پڌائي نہ سگھيو آهي. باقي ايتري خبر پوي ٿي تہ اهو مائيءَ متيءَ جي تلاءَ جي آسپاس هو.
7. **غريب داس جو کوھ:** هي کوھ ڪڪن شاھ جي پاڙي ۾ هو ۽ پورجي چڪو آهي.
8. **مسافرخاني وارو کوھ:** هن وقت جتي لياقت آئرن اسٽور ۽ پوپان روڊس وارن جي آفيس آهي، اهو سڄو علائقو مسافر خاني جي نالي سان سرڪاري ملڪيت آهي، جتي چوطرف نمن جا گھاٽا وڻ هئا ۽ پاسي کان هڪ کوھ هو جنهن تي گھرڙي پڻ هئي ۽ عام ماڻهو توڙي مسافر پاڻي پيئندا هئا. وهٽن کي پاڻي پيارڻ لاءِ پڻ هڪ حوض ٺهيل هو.
9. **پير نول گھوٽ جي باغ وارو کوھ:** هيءُ کوھ پير نول گھوٽ جي باغ ۾ هو پر ان جي جاءِ معلوم نہ ٿي سگھي آهي.
10. جتي هن وقت فردوس مسجد جو بازار ڏانهن لنگھ آهي، ان جاءِ تي پڻ هڪ کوهي هئي، جتان اڳ شاهي بازار جا ماڻهو پاڻي ڀريندا هئا. جيڪا پڻ ڪافي سالن تائين پوءِ بہ رهي پر آخر لٽجي وئي.
11. جتي هن وقت ميتلن جا گھر آهن، يعني ٽاڻي جي ڪنڊ، گرلس اسڪول واري پاسي، اتي پڻ هڪ کوهي هئي، جنهن جي پڻ گھرڙي هئي ۽ ماڻهو پاڻي ڀريندا هئا.

## نوشهروفيروز شهر جا قبرستان:

هن شهر جو سڀ کان وڏو ۽ قديم قبرستان ميان عدر سلطان جي نالي سان مشهور آهي، جنهن جو پورو نالو مخدوم عبدالرحمان آهي ۽ سندن وفات جي تاريخ سنہ 1108 هجري لکيل آهي. هي قبرستان ايراضيءَ جي لحاظ کان ڪافي وڏو آهي. هن قبرستان ۾ هڪڙي قبر محمد عثمان رضہ جي نالي واري ڪتبي سان پڻ موجود آهي، جنهن تي فيروزي رنگ جي ملتاني ڪاشيءَ جي سر لڳل آهي، جنهن تي سنہ وفات "شب جمع تاريخ شوال 4011 " لکيل آهي، جيڪو يقينن 411 ھ آهي. چو تہ 4011 تہ ڪو سنہ ڪونہ ٿو جڙي هي سڄو ڪتبو عربي ۾ لکيل آهي.

مخدوم ميان عبدالرحمان ”ميان عدر سلطان“ جي ڪابي ۾ ساڄي پاسي ٻه ٻه قبرون آهن، جن مان ڪابي پاسي واري آخري قبر بابت معلوم ٿيو ته اها مخدوم ابوالمعالي (نوشهري جي قاضين جو هڪ بزرگ) جي آهي. (1)

باقي ٽن قبرن جي باري ۾ معلوم نه آهي، اهي سڀ قبرون ڪچيون هونديون هيون، پر هاڻي انهن تي ڪاشيءَ جو ڪم ڪرائي پڪيون ڪرايون ويون آهن. مخدوم صاحب جي قبر جي مٿان ڪان هڪ ڪچي حجري جا نشان پڻ موجود آهن، جيڪو 10 فوٽ ويڪرو ۽ 10 فوٽ ڊگهو آهي، ڪچين سرن جو ٺهيل آهي، جنهن ۾ سِر جي ماپ ٿَو انچ ڊگهي، ڇهه انچ ويڪري آهي ۽ سوا انچ ٿلهي آهي. دَرُ ڪنڌ واري ونگ تي ٺهيل آهي، جنهن جي اوچائي ساڍا 7 فوٽ آهي. پٽيون ساڍن ٽن فوٽن کان ٻه ويڪريون هونديون جو ٻاهران مينهن تي ڳري ويڃڻ ڪانپوءِ ٻه سوا ٽن فوٽن کان ٻه ويڪريون آهن. موجوده ديوارن جي اوچائي مٿي ويندي اندرئين طرف وريل محسوس ٿئي ٿي، جنهن مان اهو گمان ڪري سگهجي ٿو ته انهن ديوارن جي مٿان ڪنهن وقت گول گنبذ هو.

ميان عدر سلطان جي پيرانديءَ کان هڪ قبر تي ڪتبو لڳل آهي، جنهن تي سورت اخلاص ۽ قرآن پاڪ جون بيون آيتون لکيل آهن ۽ ڪتبي جي ڪنڊ تي مخدوم فضل لکيل آهي. هن تي ڪوبه سنه لکيل نه آهي، پر هيءَ به ملتاني ڪاشيءَ جي ٺهيل آهي، انهيءَ سان گڏوگڏ هڪ قبر تي ميان مخدوم محمد حسن جي نالي وارو ڪتبو لڳل آهي. ميان عدر سلطان جنهن احاطي ۾ رکيل آهي، ان جي ڊيگهه پنجاه فوٽ ۽ ويڪر 40 فوٽ آهي چوڌاري ڪچي پٽ ڪنيل آهي، هن پٽ جي ويڪر هن وقت ٻه ساڍا ٽي فوٽ آهي، جيڪا برساتن ۾ ڳري ويل نظر اچي ٿي. هينئر ٻه ان جي اوچائي 6 فوٽ آهي، جيڪا مرمت ۽ سنڀال نه هجڻ ڪري زبون حاليءَ جو شڪار آهي. ٻهڙ وارو دروازو ساڍا اٺ فوٽ ڊگهو ۽ چار فوٽ ويڪرو آهي. ان جي ٻاهران پٽ جي اوچائي پندرهن فوٽن کان ٻه مٿي آهي.

---

(1) هيءَ اهو ٿي مخدوم ابو المعالي آهي، جنهن لاءِ مير علي شير قانع جي ڪتاب تحفته الڪرام ڇاپو پنجون 2004ع جي صفحي نمبر (284) جي حاشي ۾ لکيل آهي ته مخدوم عبدالرحمان جي شهادت کانپوءِ، سندس اولاد مان مخدوم محمدي کي قرآني تعليم لاءِ مخدوم ابو المعالي نوشهرائيءَ جون خدمتون حاصل ڪيون. اهو ساڳيو حوالو سائين غلام محمد لاکي صاحب پڻ پنهنجي ڪتاب ”ڪلهوڙا دور حڪومت“ جي صفحي نمبر 377 تي ڏنو آهي. مخدوم ابوالمعالي جي وفات 1180هه/ 1766ع ڌاري ٿي آهي.

هن ٿي قبرستان ۾ ڪمال فقير جي قبر پڻ موجود آهي، جيڪي پنهنجي دور جا تمام پلوڙ شاعر ۽ بزرگ هئا. سندن ڪتبي تي سن وفات 2 تاريخ ماه شعبان 1330 هجري ڏينهن اربع لکيل آهي. ڪمال فقير جي احاطي ٻاهران پيرانديءَ کان تقريبن ٻارهن فوٽن تي هڪ ڪچي گنبذ نما چوديواري موجود آهي، جنهن جي ٽن پٽين ۾ محراب نما دريون آهن. هن چوديواري اندر ٽي قبرون آهن. وچين قبر تي پير تراب علي اول کاٻئي پاسي کان مخدوم جمال سهروردي دوم ۽ ساڄي پاسي کان پير جمال الدين سهروردي سوم لکيل آهي. انهيءَ هنڌ تي پڻ اهي ساڳيون سنهيون ڪچيون سرون استعمال ٿيل آهن. جي ميان عدر سلطان واري احاطي جي پٽين ۾ استعمال ٿيل آهن.

ڪمال فقير جي قبر واري احاطي کان تقريبن 60 فوٽن جي مفاصلي تي ڏکڻ اوپر ڪنڊ تي هڪ کوهي موجود آهي، جيڪا اڄا تائين استعمال ٿئي ٿي. هن قبرستان لاءِ اها روايت به مشهور آهي ته هتي اها نائين ڪوڏر پئي هلي. يعني انهيءَ ساڳي جاءِ تي هي نائون ماڻهو پورجي رهيو آهي!

ميان عدر سلطان وارو قبرستان، صوفن شاه جو قبرستان، غريب شاه جو قبرستان ۽ اسماعيل شاه جو قبرستان اهو هڪڙو ٿي قبرستان لڳي ٿو جيڪو مکيه شهر جي اوپر اتر ڪنڊ تي هو. پوءِ جڏهن ننڍي ريل لائين 1935ع کان 1938ع جي دوران ٺهي راس ٿي. ساڳيءَ وقت 1933ع ۾ روهڙي ڪينال نڪرڻ کان پوءِ سرحل شاخ ڪڍي وئي، جن جي ڪري اهو وڏو قبرستان چئن، پنجن حصن ۾ ورهائجي ويو. پوءِ هر حصي تي ماڻهن ڪونه ڪو نالو رکي مشهور ڪيو. ساڳي ريت وري شهر جي اولهه ڏکڻ ڪنڊ تي به چار قبرستان ملن ٿا، جن ۾ هڪڙو قاسم شاه بخاري بيو بالا شاه، ٽيون گولا شاه ۽ چوٿون نواز علي شاه، جنهن کي ڪورين يا لنڊن وارو مقام پڻ سڏيو وڃي ٿو انهن چئن مقامن لاءِ به چيو وڃي ٿو ته اهو به هڪڙو ٿي قبرستان هو پوءِ جڏهن نوشهرو- پڊعيدن رستو نڪتو ۽ شهر وڌيو ته وچ وچ مان ماڻهن لنگهه ٺاهيا ۽ آهستي آهستي اهي لنگهه پڪا رستا ٺهي ويا. اهڙي طرح اهي الڳ الڳ قبرستانن جي شڪل اختيار ڪري ويا. انهيءَ ڳالهه جون پڻ پڪيون شاهديون ملن ٿيون ته جتي هن وقت ملاح ۽ سولنگي رهن ٿا. انهيءَ هنڌ قبرستان هو ۽ اڄ کان 30، 35 سال اڳ تائين به ڪن هنڌن تي قبرن جا نشان هئا. تقريبن 35 سال اڳ جي ڳالهه آهي ته مُلي دوست محمد شيخ مرحوم جي باغ جي ڪنڌيءَ سان گڏ، جتي هن وقت

ڪوڙي ميربحر جو گهر آهي، اتان داين مٽي کڻڻ شروع ڪئي، جنهن ڪري ڪافي اونهي کڏ ٿي پئي هئي، اتي ئي کڏ ۾ هڪ ڪُتيءَ ٻچن جي لاءِ هڪ ڏر کوٽي، انهيءَ دوران ان هڪ انساني کوپڙي کوٽي ٻاهر ڪڍي. اسان ننڍا هئاسين سو راند ڪيڏندي انهي کڏ تائين پهتاسين. اها کوپڙي جيڪا اڄ جي ماڻهو جي حساب سان ٻيڻي ٿئي ها اها ڪٺي باغ ۾ موجود ٿلهي تي اڇي رکيسين. انهي وقت ته اسان کي تاريخ جي خبر ڪانه هئي نه وري انهن شين جي اهميت جي خبر هئي. پر اڄ مان سمجهان ٿو ته اها کوپڙي جيڪڏهن هٿيڪي هجي ها ته انساني علم جا ماهر ان مان گهڻو ڪجهه ٻڌائي سگهن ٿا. ڇو ته ان سائيز جا ماڻهو ويجهڙي تاريخ جا نتا ٿي سگهن. اها يقينن ڪافي قديم دور سان تعلق رکندڙ انسان جي هوندي.

## نوشهروفيروز شهر قيام پاڪستان کان اڳ:

ورهاڱي کانپوءِ سنڌ جي مڙني شهرن ۾ تمام وڏي تبديلي آئي، اها ڳالهه هر پڙهيو لکيو ۽ سمجهه رکندڙ ماڻهو ڄاڻي ٿو. هندن جو سنڌ جي ترقيءَ ۾ ڪافي اهم حصو رهيو آهي ۽ رهندو ڇاڪاڻ ته هو معاشي طور سکيا ۽ وڻج واپار ۾ سنڌي مسلمانن کان وڌيڪ تيز رهيا آهن.

هن شهر ۾ به هندن جو تمام وڏو ڪردار رهيو آهي، جن ۾ وري به قبيلا هڪڙا راءِ سنگهاڻي ۽ ٻيا ٻالاڻي.

وڏي عمر وارا ٻڌائين ٿا ته ٻالاڻين جو پورو محلو هو جيڪو هن وقت جي جوڙجڪ جي حساب سان شاهي بازار کان حاجي حمزي سولنگي جي دڪان کان هيٺ لهندڙ گهٽي، شاهي بازار مان مرحوم گلاب پنساريءَ جي دڪان واري گهٽيءَ کان مارڪيٽ طرف لهي اچي ٿي، انهن ٻنهي گهٽين جي وچ وارو حصو هو. حاجي حمزي واري گهٽي مارڪيٽ کان وٺي ريشم گليءَ واري ته قبائين مسجد تائين شهر جي واحد پڪي گهٽي هئي ۽ ٻالاڻين جي گهٽي سڏبي هئي. ٻالاڻي ڏاڍا ڏنگا ۽ ڪڏي ڪٽر وارا هئا. جو سندن گهٽيءَ مان هرڪو ڪير لنگهندو به ڪونه هو. مسلمانن کي لنگهڻو هوندو هو ته گهٽي مٿي ويندا هئا. ڪنهن ماڻهو وري ائين ٻڌايو ته مٿي اگهاڙي ماڻهوءَ کي لوفر سمجهندا هئا. انهيءَ سان سختي ڪندا هئا. ٻالاڻي گهڻو ڪري زميندار، دڪاندار، واپاري، ڪاروباري ماڻهو هئا. اهڙيءَ طرح پيرن جي بنگلي جي اوپر پاسي کان مٿي بازار واري پاسي وري راءِ سنگهاڻين جو راڄ هو جنهن ۾ ديوان هوتچند راءِ سنگهاڻي جيڪو حڪيم به هو ته وڪيل به،

فوجداري معاملن ۾ تمام گهڻو هوشيار هو. سندس پٽ پريتم داس جيڪو سب رجسترار هو هن وقت جيڪو مهاجرن جو جماعت خانو سڏجي ٿو اهو ديوان هوتچند جو دوا خانو هو جتي ڪوڙ سارا مريض علاج لاءِ ايندا هئا، جن جو علاج ڪندو هو. سندس پونيرن مان صرف شام لال جو پيءُ پريتم داس ورهاڱي ڪانپوءِ هتي رهيو باقي سندس پائر ۽ پينر لڏي انڊيا هليا ويا ۽ ممبئي ۾ سڪونت اختيار ڪيائون. ديوان هوتچند 1964ع ۾ ۽ سندس پٽ پريتم داس 1991ع ۾ ديهانت ڪري ويا. هوتچند واري وڪالت سندس پڙپوٽي ديوان ڏنراج جي حصي ۾ آئي آهي، جيڪو هن وقت نوشهروفيروز ۾ وڪالت ڪري ٿو شام لال به زنده آهي. شام لال جي گهر جي پرسان اڄ جو اهو گهر موجود آهي، جنهن جي دروازي جي مٿان آسنداس چوهڙمل راءِ سنگهاڻي جي تختي لڳل آهي، جنهن ڪي هاڻي نون سنڌين رنگ سان ڍاهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

(2) **ديوان گورڌن داس:** هي ديوان خانچند جو پٽ هو. ڪيس نوشهري جي بازار ۾ بهترين جنرل استور هو سندس پٽ هريچند راقم جو ڪلاسي رهيو ۽ ميٽرڪ تائين مدرسه هاءِ اسڪول ۾ پڙهيو هندو هوندي به اسلاميات ۾ سڄي ڪلاس ۾ وڌيڪ مارڪون کنيائين. ڪيس آيت الڪرسي، چارئي قل ۽ ٻيون ننڍيون سورتون ۽ دعائون ياد هونديون هيون، جنهن جو مثال ڏيئي استاد مسلمان شاگردن کي شرمائيندا هئا. پوءِ ديوان گورڌن داس سان ڪي ماڻهو چپ پئجي ويا، سال ۾ سندس دڪان مان ٽي چار چوريون ٿيون، اهڙيءَ ريت مجبور ٿي سنڌ مان لڏي انڊيا جي شهر الهاس ننگر ۾ رهڻ لڳا، جتي پاڻ گذاري ويو باقي پٽ هريچند نيڪ ناڪ قسم جو واپاري آهي.

(4) **مهراج نارائڻ داس بصرمل شرما:** جيئن مسلمانن ۾ پار چمندو آهي تہ ڪيس وهنجاري صاف ڪري ڪن ۾ آذان ڏياربي آهي ۽ ستين ڏينهن بهتر نالو رکيو ويندو آهي. ساڳي ريت هندن ۾ به ڇٽي جي رسم آهي ۽ هو پنهنجي پنڊت کي وٺي انهيءَ ڪان حساب ڪتاب ڪرائي پوءِ پنهنجي ٻار جو نالو رکندا آهن. مهراج نارائڻ داس نوشهري جو رجسٽر پنڊت هو جيڪو جوتشي، نجومي، رملي جافر جو ڄاڻو هو ۽ ڪيس سڄي علائقي ۾ هندن وٽ وڏي اهميت حاصل هئي ۽ شاهي بازار ڪان پيرزاده محلي ڏانهن ويندڙ گلي ۾ سندس گهر هو پاڪستان جي قيام ڪانپوءِ انڊيا لڏي ويو.

(5) **ديوان جيٺانند:** نوشهرو مدرسہ هاءِ اسڪول ۾ استاد هو. سندس گهر مرحوم دائم مشوري واري مشين واري گليءَ ۾ هو. هڪ بهترين استاد هو بعد ۾ انڊيا لڏي ويو.

(6) **گنگا رام:** هو بہ استاد هو ۽ سندس گهر بہ دائم مشوري واري مشين واري گليءَ ۾ هو.

(7) **مستومل آسورام:** پرائمري مين بوائز اسڪول ۾ هيڊماستر هو.

(8) **پسومل ۽ پورومل** بہ استاد هئا.

(9) **ديوان ڪوڙومل:** سپروائيزنگ تپيدار هو. تمام سٺو ۽ روينيو جي لحاظ کان تمام هوشيار ليکيو ويندو هو.

(10) **چندو رام** بہ دڪاندار هو.

(11) **ديوان پوچومل:** هي دڪاندار ۽ فقير طبيعت ماڻهو هو. پوءِ جڏهن مسلمان تنگ ڪندا هوس تہ چوندو هو ياد رکجو اسان کان تہ توهان ڪسيري جو سودو وٺو ٿا پر اهو ڏينهن بہ ايندو جو توهان کي توهان جو مسلمان هڪ رپئي جو بہ سامان نہ ڏيندو.

(12) **نٿر پاريچو:** هي اصل ۾ پاٽ جو ديوان هو. نوشهروفيروز ۾ سندس چانورن جو تمام وڏو واپار هلندڙ هو. ان وقت چانورن جي جنس "گوگهاري" ۽ سنڌي سگداسي مشهور هئا. ايتري قدر جو سنڌي سگداسي چانور ڏوتا ويندا هئا تہ سندن خوشبو ڪئي ڪلاڪن تائين رهندي هئي. هن ديوان جو دڪان شهر جي شاهي بازار ۾ جتي هاڻي ليلي مهاجر جو دڪان آهي ان کان ڪجهہ ڏکڻ طرف هو. هن وٽ ڇهہ منشي لک پڙهہ لاءِ رکيل هئا.

مٿي ڄاڻايل هندن کانسواءِ ڪوٽواڻي، ڇڳاڻي، دولاڻي، لوهاڻا، اسيراڻي، مورجاڻي، (ڏسو سنڌ جي هندن جي تاريخ) جلد ٻيو پيرومل مهرچند آڏواڻي.

عام طور تي عمر سيده ماڻهن جي ٻڌائڻ مطابق پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ شاهي بازار جي اندر ڪنهن بہ مسلمان جو دڪان موجود ڪونہ هو. يعني ونگ کان وٺي (موجوده حبيب بئنڪ ويندي پراڻي گُٽي) موجوده O.C اردو اسڪول تائين انهيءَ سڄي بازار ۾ سڀ هندو واپارين جا دوڪان هئا. پر هندن جو مسلمانن سان رويو تمام سٺو هو. هڪ جهونو ٻڌائي ٿو تہ هندوءَ جي دڪان تي پلي ڪيتري بہ رش هجي، مسلمان توڙي هندوءَ جي نياڻي سودو وٺڻ آئي تہ سڀ گراهڪ ڇڏي ان کي سودو ڏيندا هئا. پوءِ جيڪڏهن

اها چوڪري بازار جي مزي ۾ مگن ٿي بيهي رهندي هئي ته ان کي چڙ ڏيندا هئا ته بابا تون ڏيئي ڏڻ آهين سودو ورتئي، هاڻي گهر وڃ.

هندن جو نوشهرو فيروز اندر راڄ ۾ وڏن خاندانن جهڙوڪ: ٻالاڻي، راءِ سنگهاڻي، ڪوتواڻي، چڳاڻي، دولاڻي، لوهاڻا، اسيراڻي، مورجاڻي يا سيتاڻي وغيره ممڪن آهن ته ٻيا قبيلا ۾ خاندان به هجن. مٿي ڄاڻايل ذاتين ۾ خاندانن جو تعداد نوَ آهي، ٿي سگهي ٿو ته تاريخ جي ڪتابن ۾ جيڪي نوشهري جا نو حصا يا پاڳا ڄاڻايا ويا آهن. اهي انهن خاندانن جي حساب سان هجن. اهڙيءَ ريت شهر کي نوشهرو سڏيو ويو هجي. (والله اعلم).

نوشهري وفيروز شهر تمام گهڻيون شخصيتون پيدا ڪيون آهن. جن جو تفصيل هتي ڏيڻ سان مقالو تمام ڊگهو ٿي ويندو ان لاءِ اهو ۾ ٻيو ڪوڙ سارو مواد (انشاءَ الله) راقم جي ايندڙ نوشهري جي باري ۾ تاريخي ڪتاب ۾ ڏنو ويندو.


مددي ڪتاب:

1. مير علي شير قانع: "تحفتہ الڪرام" ترجمو: مخدوم امير احمد.
2. ڀيرومل مهرچند آڏواڻي: "سنڌ جي هندن جي تاريخ"، جلد ٻيون.
3. غلام محمد لاکو: "ڪلهوڙا دورِ حڪومت"، 2004ع
4. انور فگار هڪڙو: "سنڌ جي تاريخي شهرن جي تاريخ"، 2005ع
5. خانزاده سميع الوري: "آثار قديمہ ساهتي"، 1998ع
6. قريشي حامد علي خانائي: "ضلعي نوابشاهہ جي تاريخ"، 1987ع


ێ

# ضلعو نوشهروفيروز: انتظامي جوڙجڪ

محمد طالب پرت پهنور

انگريزن کان اڳ ۾ انتظامي لحاظ کان سنڌ پرڳڻن ۾ ورهايل هئي. مثال طور چانڊڪا پرڳڻو باغبان پرڳڻو لاڪاڻ پرڳڻو دربيلو پرڳڻو وغيره. انگريزن ملڪ کي ضابطي ۾ رکڻ خاطر ڊسٽرڪٽ، سب ڊسٽرڪٽ، (سب ڊويزن) تعلقا سرڪل، تپا ۽ ديهون قائم ڪيون.

موجوده ضلعي نوشهروفيروز وارو علائقو جيڪو تقريباً ساهتي پرڳڻي تي مشتمل آهي، اهو سهتا قبيلي جي گهڻي آباديءَ ڪري ساهتي پرڳڻو سڏجڻ ۾ آيو آهي. هي خطو 1989ع تائين ضلعي نواب شاهه جو حصو هو.

1ـ نومبر 1912ع کان اڳ ضلعو نواب شاهه وري ضلعو حيدرآباد ۾ شامل هو. 1912ع ۾ قائم ٿيل نئين ضلعي نواب شاهه ۾ ان وقت ست تعلقا هئا. 1. نوابشاهه 2. شهدادپور 3. سنجهورو 4. سڪرنڊ، 5. مورو 6. نوشهروفيروز ۽ 7. ڪنڊيارو.

ضلعو سانگهڙ وجود ۾ آيو ته ان لاءِ ضلعي ٿر پارڪر مان تعلقو سانگهڙ ۽ تعلقو کپرو ضلعي نوابشاهه مان تعلقو شهدادپور ۽تعلقو سنجهورو ڏنا ويا. اهڙيءَ طرح سانگهڙ ضلعي کي بروقت چار تعلقا مليا. اڳتي هلي، ٽنڊو آدم ۽ جام نواز علي تعلقا ٺهڻ سان هن وقت سانگهڙ ضلعي ۾ ڇهه تعلقا ٿي ويا آهن.

سانگهڙ ضلعي جي قيام بعد ضلعي نوابشاهه ۾ باقي پنج تعلقا بچيا. جن جو تعداد ضلعو نوشهروفيروز ٺهڻ وقت به ساڳيو هو. ضلعي سانگهڙ جي وجود ۾ اچڻ بعد ضلعي نوابشاهه جو هيڊ ڪوارٽر يعني نوابشاهه شهر ضلعي جي بلڪل ڏاکڻي حد وٽ وڃي ٿيو. جيئن ته ضلعي نوابشاهه جي حد ضلعي هيڊڪوارٽر کان شروع ٿي اتر طرف تمام گهڻو پري تقريباً ڏيڍ سو ڪلوميٽرن جي فاصلي، رسول آباد تائين ٿي وئي، ان ڪري ضلعي انتظاميا

توڙي عوام کي وڏين دشوارين سان منهن ڏيڻو ٿي پيو. اهو ئي اهم سبب هو جو عوام جو مطالبو ٿيڻ لڳو تہ نوشهروفيروز کي ضلعي جو درجو ڏئي عوام کي ڪمن ڪارين لاءِ نوابشاهہ جي ڏوراهين پنڌ جي چڪرن کان ڇوٽڪارو ڏياريو وڃي تہ جيئن سندن پئسو ۽ وقت بچي سگهي.

نوشهروفيروز نہ رڳو قديمي ۽ تاريخي شهر آهي، پر تمام اوائلي روينيو سب ڊويزن پڻ آهي. نوشهري فيروز کي انگريزن 1861ع ۾ ميونسپل جو درجو ڏنو. پوءِ 1887ع ۾ ميونسپل جو درجو گهٽائي نوٽيفائيڊ ايريا ڪيو ويو. نوشهروفيروز شهر جاگرافيءَ جي لحاظ کان بہ مورو،ڪنڊيارو ۽ نوشهروفيروز تعلقن جو مرڪزي شهر آهي. اهڙيءَ طرح نوشهروفيروز کي ضلعي جو درجو ڏيڻ جومطالبو ڏينهون ڏينهن زور وٺندو ويو جنهنڪري حڪومت ان گهر کي جائز ۽ مناسب سمجهندي آڪٽوبر 1989ع ۾ نوشهروفيروز کي ضلعي ٺاهڻ جو اعلان ڪيو. اهڙي خبر 25 آڪٽوبر 1989ع واري روزانہ اخبار عبرت ۾ ڇپي تہ نئين ضلعي نوشهروفيروز لاءِ نثار احمد صديقيءَ کي ڊپٽي ڪمشنر مقرر ڪيو ويو آهي.

نئين اعلان ٿيل ضلعي ۾ ڪنڊيارو، نوشهرو فيروز ۽ موري شهر سميت تعلقو مورو جو اتر وارو حصو شامل ڪيو ويو. موري تعلقو جو ڏاکڻو حصو دولت پور شهر سميت ضلعي نوابشاهہ ۾ رهڻ ڏنو ويو جنهن سان تعلقي سڪرنڊ جو قاضي احمد وارو ٽڪرو ملائي ضلعي نواب شاهہ لاءِ نئون تعلقو دولتپور ٺاهيو ويو. ان طرح شروع ۾ ضلعي نواب شاهہ ۾ ٽي تعلقا ٿيا، جيڪي هاڻي دوڙ سميت چار تعلقا آهن.

نوشهري فيروز تعلقي مان پڊيا نالي نئون تعلقو ٺاهيو ويو جنهنڪري ضلعي نوشهرو فيروز ۾ بروقت چار تعلقا ٿيا. اڳتي هلي ڪنڊيارو تعلقي جي محراب پور کي بہ تعلقي جو درجو ڏنو ويو. اهڙيءَ طرح هاڻي ضلعي ۾ پنج تعلقا 1. نوشهرو فيروز 2. پڊيا، 3. ڪنڊيارو 4. محراب پور ۽ 5. مورو ٿي ويا آهن.

ضلعي نوشهري فيروز جي اوڀر اتر طرف ۾ ضلعو خيرپور ميرس، اتر اولهہ ۾ ضلعو لاڙڪاڻو اولهہ ۾ ضلعو دادو ۽ ڏکڻ ۾ ضلعو نواب شاهہ دنگئي آهن. ضلعي جي اولهہ پاسي مان سنڌو درياءَ پڻ وهندڙ آهي، جنهن ۾ هاڻي اڳوڻي موج ۽ مستي نہ رهي آهي، ڇو تہ منڍ تي وڏا وڏا ڊيم ٺهي ويا آهن ۽ ڪن ٻين ڊيمن ٺهڻ جا سانباها ٿي رهيا آهن. البت زوردار برساتن پوڻ سان ڪڏهن ڪڏهن درياءَ ۾ چڱو چاڙهہ اچي ويندو آهي، جنهنڪري درياءَ جي

پائڻ سبب ان جا ڪي حصا ڪنهن وقت نوشهروفيروز ضلعي مان تہ ڪڏهن وري ضلعي دادوءَ مان گذرن ٿا.

سال 1998ع ۾ ٿيل آدمشماري موجب ضلعي جي ڪل آبادي 1087571 آهي، جنهن ۾ 568574 مرد ۽ 518997 عورتن جو تعداد آهي، جيئن تہ آدمشماريءَ جا مٿيان انگ اکر 1998ع جا آهن، جنهن وقت ضلعي ۾ چار تعلقا هئا، انڪري تعلقي مطابق مردن ۽ عورتن جو تعداد ۽ تعلقن جي چورس ڪلوميٽرن موجب ايراضي هيٺ ڏجي ٿي:

| | تعلقو | مرد | عورتون | ٽوٽل | ايراضي |
|---|---|---|---|---|---|
| 1. | نوشهروفيروز | 126216 | 114110 | 240326 | 716چ ڪ |
| 2. | پڊيا | 138719 | 126487 | 265206 | 686 = |
| 3. | ڪنڊيارو | 164659 | 152129 | 316788 | 934 = |
| 4. | مورو | 138980 | 126271 | 265251 | 609 = |
| | ٽوٽل | 568574 | 518997 | 1087571 | 2945 = |

ضلعي جي 1087571 آدمشماري مطابق تقريباً 895000 ماڻهو ٻهراڙيءَ ۾ رهن ٿا. ضلعي ۾ هن وقت 5 تعلقا، 14 سرڪلون ۽ 51 يونين ڪائونسلون آهن. ضلعي نوشهرو فيروز ۾ ٻيلن جي ايراضي 21254، ايڪڙن تي مشتمل آهي.

تعلقہ وائيز يونين ڪائونسلن، تپن ۽ ديهن جا تفصيل هيٺ ڏجن ٿا.
ضلعي جي قيام کان وٺي ضلعي ۾ مقرر ٿيل ڊپٽي ڪمشنرن / ڊسٽرڪٽ ڪو آرڊينيشن آفيسرن ۽ ڊسٽرڪٽ سپرنٽينڊنٽ پوليس / ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسرن جي نالن جي لسٽ پڻ ڏني وڃي ٿي.

اڳي ڊپٽي ڪمشنر کي ڪليڪٽر، هاڻي نئين نظام تحت ڊي سي او ۽ ايس پي کي ڊي پي او سڏيو وڃي ٿو. ٻين آفيسرن جي عهدن کي بہ نوان نالا ڏنا ويا آهن. هن مضمون لاءِ گهربل انگ اکر سيد علي احمد شاهہ، پروفيسر شمشاد احمد سومرو ۽ سيد سڪندر علي شاهہ جي معاونت سان حاصل ٿيل، جنهن لاءِ سندن ٿورائتو آهيان.

ضلعي نوشهروفيروز جا هيل تائين آيل ڊپٽي ڪمشنر يا ضلعي رابطہ آفيسر هيٺ ڏجن ٿا:

| سيريل نمبر | نالو | ڪڏهن کان | ڪيستائين |
|---|---|---|---|
| 1. | نثار احمد صديقي | 18.11.1989 | 25.8.1990 |
| 2. | محمد ايوب قاضي | 26.8.1990 | 27.7.1992 |
| 3. | مير محمد پهنيار | 27.7.1992 | 15.5.1993 |
| 4. | مشتاق علي ميمڻ | 15.5.1993 | 7.8.1993 |
| 5. | اشفاق حسين عمراڻي | 7.8.1993 | 10.8.1993 |
| 6. | راشد صديق ڪوڪب | 10.8.1993 | 10.6.1995 |
| 7. | عرفان علي | 10.6.1995 | 15.11.1996 |
| 8. | الهه ڏتو شر | 16.11.1996 | 10.2.1998 |
| 9. | رضوان ميمڻ | 10.2.1998 | 31.12.1999 |
| 10. | محمد مصباح تنيو | 10.1.2000 | 17.8.2000 |
| | خالي Vacant | 18.8.2000 | 8.10.2000 |
| 11. | نظر محمد بلوچ | 9.10.2000 | 25.5.2001 |
| 12. | خادم حسين پتوانچارج | 25.5.2001 | 11.6.2001 |
| 13 | منظور علي سومروانچارج | 12.6.2001 | 14.8.2001 |
| | ڊسٽرڪٽ ڪوآرڊينيشن | آفيسر | |
| 1. | جميل احمد صديقي | 14.8.2001 | 2.4.2002 |
| 2. | خورشيد نعيم ملڪ | 10.4.2002 | 29.9.2004 |
| 3. | نظر محمد ڪلهوڙو | 29.9.2004 | حال تائين |

هن ضلعي ۾ 2001ع تائين مقرر ٿيل سپرنٽينڊنٽ پوليس ۽ ضلعي پوليس آفيسرن جو وچور هن ريت آهي:

| سيريل نمبر | نالو | ڪڏهن کان | ڪيستائين |
|---|---|---|---|
| 1. | رسول بخش ساند | 10.11.1989 | 25.8.1990 |
| 2. | ذوالفقار علي جوڻيجو | 25.8.1990 | 21.10.1990 |
| 3. | علي گوهر. ايم. مناڻي | 21.10.1990 | 10.12.1990 |
| 4. | سي. ڪي چاچڙ | 10.12.1990 | 8.4.1991 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| .5 | رسول بخش ساند | 8.4.1991 | 27.1.1992 |
| .6 | خورشيد بخاري | 27.1.1992 | 28.2.1993 |
| .7 | غلام شبير شيخ | 1.3.1993 | 3.8.1993 |
| .8 | بشير احمد ميمڻ | 5.8.1993 | 12.12.1993 |
| .9 | قاضي عبدالغني صديقي | 12.12.1993 | 12.7.1994 |
| .10 | اقبال محمود | 18.7.1994 | 11.7.1995 |
| .11 | ثناءُ الله عباسي | 18.7.1995 | 12.12.1995 |
| .12 | سي. ڪي. چاچڙ | 15.12.195 | 9.5.1996 |
| .13 | محمد افضل ملڪ | 9.5.1996 | 11.12.1996 |
| .14 | حاجي محمد خان ڪوسو | 14.12.1996 | 18.1.1997 |
| .15 | ڪي.ڪي ميمڻ | 19.1.1997 | 4.12.1998 |
| .16 | ڊاڪٽر غلام سرور جمالي | 5.12.1998 | 1.1.2000 |
| .17 | نثار احمد سرويه | 1.1.2000 . | 4.11.2000 |
| .18 | دائود احمد | 4.11.2000 | 31.12.2001 |
| | ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر | | |
| .19 | دائود احمد | 1.1.2001 | 25.5.2003 |
| .20 | حاجي محمد خان ڪوسو | 25.5.2003 | 19.7.2004 |
| .21 | سڪندر علي مگسي | 19.7.2004 | 20.12.2004 |
| .22 | اقبال دارا | 20.12.2004 | 10.6.2005 |
| .23 | ڪي. ڪي ميمڻ | 10.6.2005 | 16.9.2006 |
| .24 | عرفان علي بلوچ | 16.9.2006 | حال تائين |

تعلقي نوشهري فيروز ۾ يونين ڪائونسلن، تپن ۽ ديهن جو وچور هن ريت آهي:

| سيريل نمبر | يونين ڪائونسل | تپو | ديهه |
|---|---|---|---|
| .1 | نوشهروفيروز | نوشهروفيروز<br>=<br>ڪانجهو<br>= | نوشهرو فيروز شهر<br>نوشهرو فيروز<br>پنجو<br>سينگارچي |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 2. | مٺياڻي | مٺياڻي | مٺياڻي (1) |
| | | = | = (2) |
| | | = | کهاوڙ (1) |
| | | = | = (2) |
| | | = | پيلو مٺياڻي |
| | | = | ڳيجهه (1) |
| | | = | ڳيجهه (2) |
| | | = | ريو ڪچو |
| | | = | ڪيٽي ابوبڪر (1) |
| | | = | = = (2) |
| | | = | ٺٽ (1) ۽ (2) |
| 3. | ابڙان | آبجي | آبجي |
| | | = | ابڙان |
| | | ڪاجهر | ڪاجهر |
| | | = | پرنبڍ |
| 4. | نورپور | نورپور | نورپور |
| | | = | وسڻ |
| | | = | ڪلورو |
| | | = | باطل |
| | | وڳڻ | وڳڻ |
| | | = | پيرپرتو |
| | | ڦل | مبيجاڻي |
| 5. | ڪور حسن | ڪور حسن | ڪور حسن |
| | | وڳڻ | ڪور ڳهٽو |
| | | نوشهرو فيروز | سرحل |
| | | = | وسايو |
| | | = | ڊوري بچل |
| 6. | ڦل | ڦل | ڦل |
| | | = | پريا |
| | | = | مينگهلو |
| | | = | جسڪاڻي |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | ڪور حسن | نئر ڏيٿو |
| | | = | عزت وڳڻ |
| .7 | پڊ عيدن | پڊعيدن | پڊعيدن ٽائون |
| | | = | پڊ عيدن |
| | | = | ڪوهي جلال |
| .8 | دريا خان مري | چاناري | دريا خان مري ٽائون |
| | | = | چاناري |
| | | = | ڪنگل |
| | | جاڙي | جاڙي |
| | | = | ٻوڪر |
| | | لوٺي | لوٺي |
| .9 | مصر جي واءِ | مصر جي واءِ | مصر جي واءِ |
| | | = | شير خان |
| | | صاحب خان | صاحب خان |
| | | = | دل |
| | | ويسر | ويسر |
| | | = | چنگل |
| .10 | ياٻيري | ڪرڙو | ڪرڙو |
| | | = | ياٻيري |
| | | ميران پور | ميران پور |
| | | = | ٽيٽري |
| | | چيهو | چيهو |
| .11 | ڏگيجا | ڏگيجا | ڏگيجا |
| | | ڪلرو | ڪلرو |
| | | = | آگهمر |
| | | گهانگهٽو | گهانگهٽو |
| | | = | شجاع محمد |

تعلقي پريا ۾ يونين ڪائونسلن، تپن ۽ ديهن جو تفصيل هن طرح آهي:

| سيريل نمبر | يونين ڪائونسل | تپو | ديهه |
|---|---|---|---|
| 1. | پريا روڊ | پريا روڊ<br>ڪانجر<br>چاهين منومل | پريا روڊ ٽائون<br>ڪانجر<br>چاهين منومل |
| 2. | پريا ستي | پريا<br>جلباڻي<br>پريا | پريا ٽائون<br>ڏينگاڙو<br>پريا (1) |
| 3. | چاهين | ڊينگو<br>راڃو ڪيريو<br>ٻيلا واهه<br>چاهين سليمان<br>= | ڊينگو<br>راڃو ڪيريو<br>چاڪر واهه<br>پنهواري<br>بارڻ |
| 4. | گهيڙ گجو | گهيڙ گجو<br>=<br>ٻيلا واهه | گهيڙ گجو<br>ڪنبر<br>ٻيلا واهه |
| 5. | ٺارو شاهه | ٺارو شاهه<br>= | ٺارو شاهه ٽائون<br>ٺارو شاهه |
| 6. | ڪوٽ بهادر | پريا<br>دالي<br>پريا<br>منگو<br>= | ڪوٽ بهادر<br>دالي<br>پريا (2)<br>منگو<br>ٻرڙا |
| 7. | دليپوٽا | دليپوٽا<br>ٺارو شاهه | دليپوٽا<br>پنو عثمان |
| 8. | ڪاهي قاسم | ڪاهي قاسم<br>مچر<br>=<br>ڪاهي قاسم<br>جلباڻي | ڪاهي قاسم<br>ڪاهي راهو<br>ڪاهي ممڻ<br>سونڊڻ<br>جلباڻي |
| 9. | مولهڻ | مولهڻ | مولهڻ رعيتي |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | = | = جاگير |
| | | = | لڏو راٽو |
| | | مچر | مچر |
| 10. | پالهاٽو | مڏ عليم | مڏ عليم |
| | | = | پالهاٽو |
| | | = | پڙو |
| | | = | ڪاهه جاگير |

موري تعلقي ۾ يونين ڪائونسلن، تپن ۽ ديهن جو وچور هن ريت آهي:

| سيريل نمبر | يونين ڪائونسل | تپو | ديهه |
|---|---|---|---|
| 1. | مورو ـ I | مورو | وارڊ نمبر 10 ـ 11 ـ 12 ۽ 29 |
| 2. | مورو ـ II | مورو | وارڊ نمبر 3 ـ 4 ـ 5 ـ 6 ـ 7 ـ 8 ـ 15 ـ 16 ۽ 17 |
| 3. | مورو ـ III | مورو | وارڊ نمبر 13 ـ 14 ـ 18 ـ 19 ۽ 20 |
| 4. | ڪهڪات | آباد ڪهڪات | آباد ڪهڪات |
| | | = | آباد قائم ڪور |
| | | غير آباد | غير آباد |
| | | ڪهڪات | ڪهڪات |
| | | خالصو | خالصو |
| 5. | گچيرو | ڏل چنڊ | پراٽو گچيرو |
| | | ڏل چنڊ | ڏل چنڊ |
| | | نيو گچيرو | نيو گچيرو |
| | | ماڙي | ماڙي |
| | | خيرو ديرو | پيلو خيرو ديرو(2) |
| | | مصري | مصري |
| | | = | ٻيٽ پڊو |
| | | = | ميرڻ جتوئي |

| | | | |
|---|---|---|---|
| .6 | فتو ٻلال | مورو | مورو |
| | | خيرو ديرو | خيرو ديرو(1) |
| | | ڪوڪر | ڪوڪر |
| | | = | ڪلهوڙا |
| | | = | فضل جاگير |
| | | = | ڪورائي |
| | | فتو ٻلال | وارياسو رعيتي |
| | | = | فتو ٻلال |
| | | = | وارياسو جاگير |
| .7 | ڏيپارجا | سهڙا | سهڙا |
| | | ڏيپارجا | ڏيپارجا |
| | | = | ڀنيو ديرو |
| | | = | فريد ديرو |
| | | دِلو شاهہ | ڳاڙهو |
| | | ڪاريجا | ڪاريجا |
| | | = | ملڪاٽي |
| | | = | ڪڇوڪوهري |
| | | = | گنگهڻ جاگير |
| .8 | جتوئي | ليٽ | ليٽ |
| | | = | ٻورڙي جاگير |
| | | دِلو شاهہ | دِلو شاهہ |
| .9 | لَليا | صالح پور | صالح پور |
| | | = | ڪوٽ ستابو |
| | | لليا | لليا |
| | | = | جوٽالو |
| | | = | ٻيلو لليا |
| | | = | چنيجا |
| .10 | درس | مورو | درس |
| | | وڏ پاڳيا | ڏيرڻ جاگير |
| | | = | وڏ پاڳيا |

| | | لنڊڪي | لنڊڪي |
|---|---|---|---|
| 11. | خيرواهه | خيرواهه | خير واهه |
| | | = | ڪروچو |
| | | = | ڪرپ |
| | | دنبير جي واءِ | دنبير جي واءِ |
| 12. | مناهي | دورو ٻهڻ | دورو ٻهڻ |
| | | = | ڪٽنچي جاگير |
| | | سلطان ٻهڻ | سلطان ٻهڻ |
| | | سڏوجا | سڏوجا |
| | | = | چانڊو |
| | | مناهي | مناهي |

تعلقي ڪنڊياري جي انتظامي جوڙجڪ هن طرح آهي:

| سيريل نمبر | يونين ڪائونسل | ٽپو | ديهه |
|---|---|---|---|
| 1. | ڪنڊيارو شهر | ڪنڊيارو | وارڊ12 بلاڪ 1 ڪان 3 |
| 2. | خانواهڻ | خانواهڻ | خان واهڻ |
| | | = | محبت ديرو سيال |
| | | گل شاهه | گل شاهه |
| | | = | ڪوڙو خان خشڪ |
| 3. | محبت ديرو جتوئي | شيخاڻي | شيخاڻي |
| | = | = | محبت ديرو جتوئي |
| | = | = | پيلو محبت ديرو |
| | = | موسو ديرو | موسو ديرو |
| | = | خانواهڻ | لنڊي |
| 4. | چاهه نور الله | سيٺر | سيٺر |
| | = | = | پيير مرد |
| | = | چاچڪ | چاچڪ |
| | = | مرزان پور | مرزان پور |
| | = | = | جيو پوٽا |

| | | | |
|---|---|---|---|
| .5 | پورٽي<br>=<br>= | پورٽي<br>=<br>ميجنٽ | پورٽي (1)<br>ڏيٿا<br>ڪلاتگر (1)<br>= (2) |
| .6 | آباد<br>=<br>=<br>=<br>=<br>=<br>=<br>=<br>=<br>=<br>= | آباد<br>=<br>=<br>=<br>=<br>ڀاڳو ديرو<br>=<br>=<br>=<br>=<br>صالح پور | آباد (3)<br>ٽٽ موسيٰ<br>خيرو ديرو<br>لڏو بشارت<br>سامتيا<br>ڀاڳو ديرو (1)<br>= = (2)<br>حاجي شاهه<br>درپيلو پراٽو<br>سونا پنڊي<br>صالح پور |
| .7 | غلام شاهه<br>=<br>=<br>= | غلام شاهه<br>=<br>=<br>صالح پور | غلام شاهه<br>ڪنڊر<br>بدڪ<br>موريا |
| .8 | ڪمال ديرو<br>=<br>=<br>=<br>=<br>=<br>=<br>=<br>=<br>= | ڪمال ديرو<br>=<br>=<br>=<br>=<br>=<br>=<br>شهمير ديرو<br>=<br>موسو ديرو | ڪمال ديرو (1)<br>ڪمال ديرو (2)<br>پيلو ڪمال ديرو<br>بکري (1)<br>= (2)<br>پيلو پؤنر<br>پيلو سامتيا<br>شهمير ديرو<br>مهيسر<br>ماڇي |
| .9 | ڏيرو<br>= | ڏيرو<br>= | ڏيرو<br>لاڙڪ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | = | = | درٻيلو ٽئون |
| | = | مجينٽ | مڃينٽ |
| | = | = | سهتا |
| .10 | گهانگهرا | گهانگهرا | گهانگهرا |
| | = | = | بازيدپور |
| | = | ڪنڊيارو | ڪنڊيارو |
| | = | = | لاڪا |

محراب پور تعلقي جو انتظامي ڍانچو هن ريت آهي:

| سيريل نمبر | يونين ڪائونسل | ٽپو | ديهه |
|---|---|---|---|
| .1 | محراب پور (1) | محراب پور | محراب پور جا يونٽ نمبر 1 ۾ 6 ڪان 12 تائين |
| .2 | محراب پور (2) | محراب پور | محراب پور |
| | | = | يونٽ نمبر 2 ڪان 5 ۾ 13 ڪان 15 تائين |
| | | = | لانگڙجي |
| | | = | پوڳڙجي |
| .3 | بهلاڻي | بهلاڻي | بهلاڻي |
| | | = | صالح سهتو |
| | | = | گوڏو هندو |
| | | نئون آباد | نئون آباد |
| .4 | هالاڻي | هالاڻي | هالاڻي |
| | | = | پير وتيو |
| | | = | ڏويا |
| .5 | ڪونڙي ڪبير | ڪونڙي ڪبير | ڪونڙي ڪبير |
| | | = | ڏيوڙ |
| | | ديهات | ديهات |
| | | = | مڏ آبياڻي |
| .6 | جئندو راڄپر | جئندو راڄپر | جئندو راڄپر |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | = | ناٿو راڄپر |
| | | موليڏنو حاجي | موليڏنو حاجي |
| | | هوت خان | هوت خان جلباڻي |
| | | جلباڻي | ميهر حاجي |
| | | = | ٽٽاهه |
| | | = | چيڙ ٻانيڙ |
| | | چيڙ ٻانيڙ | |
| .7 | سعيد پور | سعيد پور | سعيد پور |
| | | = | ڏينگاڙو |
| | | قيصر مري | قيصر مري |
| | | = | سعيد شجاع |
| | | چيڙ ٻانيڙ | ڪاڙڪ |
| | | = | خدابخش جلباڻي |
| .8 | لاڪا روڊ | راڄو ڏاهري | راڄو ڏاهري |
| | | = | پنجاپڙ |
| | | بگو دڙو | بگو دڙو |
| | | ستار ڏنومنگريو | ستار ڏنومنگريو |
| | | ستار ڏنومنگريو | سانگي |
| | | هوت خان جلباڻي | وگهيا مل |

# ضلعي نوشهري فيروز جا
# تاريخي شهر، واهڻ ۽ وستيون

ثاقب سومرو

ضلعو نوشهرو فيروز مڪمل ساهتيءَ جي خطي ۾ شامل آهي. ساهت لفظ جي معنيٰ آهي سڌريل ادب، ان ڪري هي ضلعو ابتدا کان ئي سڌريل ۽ سجاڳ رهيو آهي. هن ضلعي ۾ ڪيترائي تاريخي شهر، واهڻ ۽ تاريخي وستيون رهيون آهن ۽ موجوده دور ۾ به پنهنجي تاريخي روايتن کي برقرار رکيو اچن.

تاريخي شهرن ۾ خانواهڻ، دربيلو ڪنڊيارو ڪوٺڙي ڪبير، ڀهلاٽي، هالاڻي، محرابپور، پريا، ٺاروشاهه، مورو گڇيرو نوشهرو فيروز جهڙا تاريخي شهر موجود آهن. ان کان علاوه نوشهري فيروز ضلعي جا واهڻ ۽ وستيون به تاريخي حيثيت جون حامل آهن. انهن ۾ ڪاهي قاسم، ڪاهي راهو پورتي، مٺياڻي، ابڙان، سڏوجا، درس، نوان جتوائي، دليپوٽا، سخي دائود واهي، ڦل جوٽالو ڏيپارجا، ملڪ، پڊعيدن، دريا خان مري، پورڻ ۽ ٻيا ڪيترائي واهڻ وستيون موجود آهن. جن جو تعلق به ڪنهن نه ڪنهن حيثيت سان تاريخي رهيو آهي. جن جو مختصراً ذڪر هيٺ ايندو.

## خانواهڻ:

نوشهري فيروز ضلعي جو قديم تاريخي شهر آهي. ساهتي پرڳڻي جو علمي مرڪز آهي. ماضيءَ ۾ علم ۽ عرفان جو مرڪز پڻ هو. ڪلهوڙن جي پوئين دور ۾ هن جو بنياد پيو. هي شهر ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي تمدن ۽ تهذيب جو اهڃاڻ آهي. قاضي ميان قطب الدين هن شهر لاءِ لکي ٿو ته:

"خانواهڻ لوهاڻي درياءَ جي ڪپ سان آباد آهي. مدد خان جي حملي وقت هن شهر ۾ ڪوٺڙي ڪبير کان سيد، قريشي، دلواڻي، هندو ميربحر لڏي اچي آباد ٿيا. هن شهر ۾ قاضي ميان محمد اشرف جو مدرسو هو. شهر جي

اولهندي طرف هڪ ڪامل ولي "پير قرار" مدفون آهي. ان کان علاوه ڪيترائي بزرگ، عالم، اديب ۽ شاعر بہ هن مقام ۾ ابدي آرامي آهن."

هن شهر ۾ قاضي ميان عبدالمعالي، قاضي محمد اشرف، قاضي محمد حامد، قاضي ميان عبدالواحد، قاضي ميان قطب الدين، قاضي ميان عبدالرحيم، قاضي ميان دوست محمد، قاضي ميان پير بخش، قاضي ميان محمد، قاضي عبدالڪريم، قاضي ميان محمد يعقوب "صابر"، توت فقير، متلو فقير، ماستر سڪر مل، ڦگڻ مل، جمعو فقير ملاح، ڊاڪٽر نجم عباسي، حامد علي خانائي پيدا ٿيا آهن. "ڪونڊر" قوم ساهتيءَ جي قديم قوم آهي جا بہ خانواهڻ جي شهر ۽ آس پاس ۾ موجود آهي.

## دربيلو:

تاريخي لحاظ کان دربيلي کي ساهتي عِلائقي ۾ وڏي اهميت حاصل آهي. عربن جي فتح کان اڳ دربيلو هندن جي هڪ رياست هئي. هي شهر ساهتيءَ جو سيني شهرن کان پراڻو شهر آهي.

"تاريخ معصومي" ۽ "تحفة الڪرام" جي مطالعي مان پروڙپوي ٿي تہ قديم وقت ۾ "ڏيرو" ۽ دربيلو" بہ جدا مقام هئا. "ڏيرو" شهر جو نالو ۽ "دربيلو هڪ پرڳڻي جو نالو هو. وقت گذرڻ بعد دربيلو ۽ "ڏيرو" ساڳي نالي سان سڏجڻ لڳا.

دربيلو سماجي ۽سياسي اثرن جو پڻ حامل رهيو آهي، جتي اڄ بہ رياست جا ستارا چمڪندي نظر ايندا.

دربيلي شهر ۾ مولانا سعد دربيلوي، شيخ عبدالله متقي، مخدوم قاضي محمد عثمان (وفات 1002 هجري)، مخدوم ميان عبدالجليل قاضي ابراهيم، قاضي عبدالله، شيخ رحمت الله، شيخ حميد (وفات مڪي شريف ۾ 1009 هجري)، عبداللطيف، سيد الهندو شاهہ سيد ظفر علي شاهہ ۽ ٻيا موجود آهن.

سيد الهندو شاهہ سماجي ۽ سياسي شخصيت ٿي گذريو آهي. انصاف پسند ۽ غريبن جو هڏ ڏوکي رهيو. تعليم جي واڌ لاءِ نوشهري فيروز شهر ۾ مدرسہ هاءِ اسڪول ۽ بورڊنگ جوڙايائين جتي سنڌ جي ڏورانهن حصن مان شاگرد اچي تعليم وٺي پنهنجن وڏن عهدن تي فائز ٿيا. جن مان علامہ دائود پوٽو صاحب هڪ آهي.

سيد ظفر علي شاهه اڄ بہ سياسي شخصيت طور سڃاتو وڃي ٿو. سندس طبع ۾ سماجي ڪمن ڪرائڻ جو گهڻو شوق ۽ چاهہ آهي. هو سياست سان گڏ سماجي ڪمن کي پڻ اهميت ڏيئي رهيو آهي.

## ڪنڊيارو:

ڪنڊياري جو شهر نوشهري فيروز ضلعي جي هڪ تعلقي جو صدر مقام آهي. قومي شاهراهہ پرسان آمدو رفت جي سهولتن سان سجايل آهي. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ مغلن ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ ڪنڊيارو بہ مکيہ شهر هو. مشهور عالم ۽ تذڪره نگار قاضي ميان قطب الدين خانواهڻ وارو لکي ٿو تہ:

"هي شهر درياهہ سنڌ جي ويجهو ۽ ساهتيءَ جي مشهور خشڪي رستي "راور واري رستي" جي پرسان آباد آهي. هي شهر مغل شهنشاهہ جهانگير جي دور ۾ آباد ٿيو. هن شهر کي "ڪنڊيءَ وارو" شهر سڏيندا هئا پر پوءِ ترت ئي "ڪنڊيارو" سڏجڻ ۾ آيو. هن کي آباد ٿئي اٽڪل ٽي سو ورهيہ ٿي ويا آهن. ڪنڊياري شهر جي چمن بازار مشهور آهي. ڪنڊياري شهر جي اوير ۽ اولهہ ۾ وڏا قبرستان آهن، جن ۾ ڪيترائي وقت جا درويش، ولي الله، عالم، اديب شاعر ۽ هنرمند ماڻهو ابدي آرامي آهن."

شيخ ميان احمد، حسام الدين بن شيخ حامد، پير جمعو شهيد، غريب شاهہ بخاري پير، پير ذڪريا، سيد بابن شاهہ، مولوي عبدالخالق، مولوي نورالله هيسباڻي، پروفيسر هاسانند جادوگر، سيد عابد علي شاهہ سکيو خان چنو (مجروح) ٿي گذريا آهن.

هن وقت بہ ڪنڊيارو شهر واپاري مرڪز ۽ گهڻي آباديءَ وارو شهر ليکجي ٿو. هن شهر ۾ اڄ بہ ڪيترائي مدرسا، اسڪول ۽ ڪاليج پنهنجي علم سان انسانن کي فيض بخشي رهيا آهن، جتان ڪيترائي عالم، اديب، استاد، شاعر ۽ محقق ملن ٿا.

## ڪوٽڙي ڪبير:

تحقيقات مان معلوم ٿئي ٿو تہ قديم دور ۾ هن شهر جو اوج ديبل ۽ برهمڻ آباد کان گهٽ نہ هو. هن شهر جي اصلي نالي متعلق ڪافي اختلاف آهن، هن شهر جو نالو ڪنهن بہ تاريخ ۾ موجود نہ آهي. هي شهر نهايت ڪشادو هو. شهر جي چوڌاري قلعو هو جنهن جا ڪجهہ نشان موجود آهن.

ڪيترائي خدا ترس انسان ۽ عالم هن جي ڏکڻ واري قبرستان ۾ مدفون آهن. ان قبرستان کي عام ماڻهو "سوا لک" جو مقام چوندا آهن.

هي شهر اسلامي عهد کان اڳ هندو دور ۾ مکيه ۽ اهم شهر هو. سنڌ جو دارالخلافت "الور" هن شهر کي بلڪل ويجهو هو.

ڪوٽڙي ڪبير ۾ ڪيترين ئي خانقاهون ۽ بزرگن جا آستان هئا، جن جو احوال ڪو نه ٿو ملي صرف ڊٺل جايون، محله ۽ انهن جا نشان باقي آهن. هن شهر ڪيترائي خدا وارا، عالم، فاضل، محدث، مفسر، شاعر ۽ اديب پيدا ڪيا هئا ۽ ٿيندا رهن ٿا:

قاضي ميان عبدالمعالي، قاضي ميان نظام الدين، قاضي عبدالواحد، قاضي محمد اشرف، ميان عبدالڪريم، سخي فقير، ابراهيم ڏٿياڻي، بزرگ، عالم، شاعر ۽ اديب ٿي گذريا آهن.

## هالاڻي ۽ ڀلاڻي:

هالاڻي ۽ ڀلاڻي به پراڻا شهر قومي شاهراه جي ويجهو هڪ ٻئي جي آمهون سامهون آباد آهن. ٻنهي شهرن جو تاريخي ذڪر سنڌ جي ڪنهن به تاريخدان نه ڏنو آهي.

تحفة الڪرام ۾ لکيل آهي ته:

هالاڻي پراڻو ڳوٺ آهي، "تاريخ تذڪرء خاندان قريش ۾" انهن شهرن جو ٿورو ذڪر ملي ٿو. هالاڻي ۽ ڀلاڻي جي نالن پوڻ متعلق پڻ ڪافي مختلف رايا آهن. قاضي ميان عبدالخالق هن طرح لکيو آهي ته:

"هالان ۽ ڀلان" سهتا قوم جا به پائر هئا."

هالان، "هالاڻي" ۽ ڀلان، "ڀلاڻي" نالي جدا جدا ڳوٺ آباد ڪيا، جيڪي قديم زماني کان وٺي اڄ به ساڳين نالن سان موجود آهن. هالاڻي ۽ ڀلاڻي ڳوٺن جي چوڌاري دشمنن جي اوچتو حملي جي بچاءَ لاءِ هڪ وڏي ڪاهي ڪوٽ ايل هئي، جيڪي پندرهن فوٽ اونهي ۽ ويهه فوٽ ويڪري هئي. ان جا نشان اڄ به ڪٿي ڪٿي موجود آهن. هالاڻي ۽ ڀلاڻي جي قديم تاريخي يادگارن جو ذڪر هن ريت آهي:

**محراب واري مسجد:** هيءَ مسجد ڪلهوڙن جي نواب ميان محراب خان نهرائي. هيءَ مسجد خداآباد واري مسجد جي همعصر آهي.

**ڪلهوڙن جي سُوري:** هالاڻي شهر جي اوير ۾ حاڪم ڪلهوڙن، ڏوهين کي سزا ڏيڻ لاءِ سوري نهرائي هئي. سوريءَ جي چوگرد ڇهنبدار لوها

ڪِلا ڪتل هئا. ميرن جي صاحبيءَ ۾ ان جو ڪجهہ حصو ٻيو هن وقت اتي پڪين سرن جا ٽڪر ٽٽل ڦٽل آهن.

ڪچو ڪوٽ: مسجدڪان اتر طرف ڪلهوڙن هڪ مٽيءَ جو اوڏڪو ڪچو ڪوٽ ٺهرايو جيڪو پڻ محراب خان ٺهرايو هو.

ڀهلاڻي شهر ۾ پڻ قديم تاريخي يادگار هئا، ليڪن انهن جو اڄ ڪو بہ نام نشان نٿو ملي. هالاڻي ۽ ڀهلاڻيءَ ۾ ڪيترا علمي درسگاهہ، خانقاهون ۽ خدا وارن جا آستانا هئا.

هالاڻيءَ جي عالمن ۽ فاضلن ۾ مخدوم محمد دائود آگرو علامہ سيد محمد عاقل شاهہ لڪياري، سيد ميان پريل شاهہ، سيد ميان فتح علي شاهہ، مولوي ميان شهاب الدين شاهہ، سيد ميران شاهہ، مولانا محمد ابراهيم صاحب، مولوي عبدالله ميمڻ ۽ ٻيا ڪيترائي ٿي گذريا آهن ۽ ٿيندا رهن ٿا. ڀهلاڻيءَ جي بزرگن ۽ عالمن ۾ قاضي ميان عبدالله، قاضي محمد هاشم، قاضي ميان مير محمد، قاضي ميان حبيب الله ۽ ٻيا ٿي گذريا آهن. بزرگن ۾ ميان محمد درس، پير ابراهيم، پير فتح الدين قريشي ٿي گذريا آهن. اڄ بہ هالاڻي ۽ ڀهلاڻي اديبن ۽ ڏاهن کي جنم ڏيندڙ وسنديون آهن.

## ٺارو شاهہ:

هي شهر "نو لکي واهہ" جي ڪپ تي آباد آهي. نو لکي واهہ جا قتل آثار هاءِ اسڪول جي اتر اوير ڪنڊ تي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هي شهر خشڪيءَ رستي ساهتيءَ جي ننڍين وڏن ڳوٺن ۽ شهرن سان ڳنڍيل آهي. هن شهر ۾ 1932ع ۾ ريلوي لائن جي جُنڪشن اسٽيشن قائم ٿي.

هي شهر 1972ع ۾ "ٺارو شاهہ" نالي هڪ سيد تعمير ڪرايو ۽ ان جي ئي نالي پٺيان سڏجڻ لڳو. انگريز دور ۾ ٺارو شاهہ وڏو عروج ماٺيو. 1861ع ۾ ميونسپالٽي قائم ڪئي وئي، اتي مسلمان، ڪوري، ميمڻ، لوهاڻا هندو ۽ سِک بہ رهندا هئا.

ٺارو شاهہ شهر جا ٽي حصا آهن. پهريون ريلوي اسٽيشن جي ويجهو آهي، جتي "ٻائي وارو مندر" آهي. هي حصو "هري پور" سڏجي ٿو. ٻيو حصو جتي نارنگين، سنگترن ۽ انبن جي منڊي هئي، اهو شهر جو پراڻو علائقو آهي. گهٽيون سوڙهيون ۽ رستا تنگ اٿس. پاڻيءَ جي نيڪر جو جوڳو انتظام آهي. ٽيون حصو جتان مسجد ۽ پورٽيءَ ڏانهن رستا وڃن ٿا، ان حصي کي "ٺئين تڪ" جي نالي سان سڏبو آهي.

ٺارو شاهه جو شهر درويشن، عالمن، فاضلن، اديبن، شاعرن، دانشورن، تعليمي ماهرن، صحافين، گائڪن ۽ فنڪارن جو شهر پئي رهيو آهي. عالمن ۽ فاضلن ۾ شيخ دائود، مولوي عيسيٰ ٺارو شاهي، مولوي فيض الڪريم (ڳوٺ ساند)، مولانا قاضي عبدالڪريم، مولانا قاضي عبدالحميد، مولانا سيد خوش محمد شاهه، مولانا احمد چارڻ، حافظ غلام قادر (صدائي) ٿي گذريا آهن.

تعليمي ماهرن ۾ ديوان لوڪو مل، ديوان آتمارام تولا رام ٿهلياڻي، قاضي غلام علي، عبدالله سومرو بصرالدين سومرو (جنم پورٽي) فقير احمد خان هيسباڻي جڳ مشهور آهن. اديبن، شاعرن ۽ صحافين ۾ قاضي عبدالرحمان، ڪريم بخش چارڻ، حاجي عبدالله "واقف" غلام قادر سومرو جيوت رام ويڙهو مل مٽائي، ويسو مل جيوترام مٽائي، ماستر چندر گوبند مالهي، ليلارام ڏيونداس رچنداڻي، ڪانجي لعل ماڪيجاڻي (قاصد)، ڪرشن ڪتواڻي، رام ناراڻداس ٻيلاڻي، ارجن آسو مل پمياڻي شامل آهن.

## پريا:

پريا شهر جي تاريخ جي باري ۾ معلومات ڪا نه ٿي ملي، مگر تحقيق ۽ ڳولا بعد انهيءَ شهر جو اصل نالو "ٻهراور" معلوم ٿئي ٿو ۽ "ٻهراور" نالي سان هندو دور ۾ هڪ مضبوط فوجي قلعو هو. هڪ ٻي روايت موجب هن شهر جو باني "پريو" هڪ هندو شخص هو. "چچنامي" جي بيان مان ظاهر ٿئي ٿو ته ماهه شوال سنه 93 هجري ۾ محمد بن قاسم برهمڻ آباد جي طرف وڌيو ته ان رستي ۾ ٻه مضبوط قلعا هئا، جن مان هڪ "دهليل" يعني دليل ڪوٽ ۽ ٻيو "ٻهراور" يعني پريا هو. "ٻهراور" جي قلعي ۾ راجا ڏاهر جي سورهن هزار فوج رهندي هئي. محمد بن قاسم ٻن مهينن تائين قلعي جو گهيرو ڪيو ۽ ڪامياب ٿيو. هي شهر ڪلهوڙن جي دور ۾ ڏاڍو وسيو ۽ آباد ٿيو. هندو لوهاڻا، پائيبند عامل ۽ مسلمان قومون هن شهر ۾ آباد ٿيون. ٽالپرن جي دور ۾ هن شهر اوج ماڻيو. انگريزن جي دور ۾ پريين جي شهر وڏي ترقي ڪئي.

"مسٽر هيوز" لکي ٿو:

"پريين جو شهر نوشهري، فيروز ڊويزن ۾ آهي. قومي شاهراهه جي پرسان ٽپالي رستي تي آهي."

خلافت تحريڪ دوران سنڌ ۾ هر هنڌ جلسا ٿيندا رهيا. پريا شهر ۾ "سيد انور علي شاهه" جي صدارت ۾ خلافت جو جلسو ٿيو. ٻيو خلافت جو

جلسو "گل محمد" جي صدارت ۾ ٿيو. هن جلسي ۾ "گووندانند"، "قاضي خدابخش"، "مولوي عبدالخالق مورائي" ۽ "ميرالله بخش" تقريرون ڪيون.

ساهتي پرڳڻي ۾ علم و ادب ۽ تعليمي لحاظ کان پرين جي وڏي اهميت رهي آهي. هت وڏا عالم، فاضل، اديب ۽ شاعر پيدا ٿيا جن علم و ادب ۽ تعليمي ميدان ۾ ساهتيءَ جي وڏي خدمت ڪئي آهي. جن ۾ "آخوند قاضي اسماعيل" قاضي محمد سليمان، احمد خان ٽگيو خان جلباڻي، سيد مراد علي شاهه، حڪيم غلام محمد سومرو عرشي، پروفيسر غلام حسين جلباڻي، نور محمد نور عباسي، محمد پريل هنگورو شير محمد عباسي شيرل، سومر خان ياتي "ثناگر"، بخش علي خاصخيلي، حافظ فيض محمد ميمڻ، حافظ محمد صادق ميمڻ، محمد يعقوب ميمڻ "باغبان"، علي اصغر خاصخيلي "اصغر"، ديوان ڪوڙو مل چندن مل، ديوان منوهر داس ڪوڙومل، ديوان چرنداس ٺاڪرداس گرسهاڻي، حشمتراءِ ٿهلرام ڪيولراماڻي، لوڪ نوتاڻي، اندر ڪيولراماڻي، اتم ديارام هنگوراڻي، ديوان فتح سنگهه ادب جا سرموڙ ۽ ڏاها ٿي گذريا آهن.

سيد مراد علي شاهه پرين جو اثر رسوخ وارو سيد الهنديؒ شاهه جو همعصر ۽ همصحبتي هو. هن کي به پٽ امام علي شاهه ۽ نور محمد شاهه هئا. هن وقت نور محمد شاهه جو فرزند مراد علي شاهه پنهنجن وڏن جي روشن ڪيل لاٽ کي سلامت رکيو اچي ٿو. سياسي ۽ سماجي ڪمن ۾ دلچسپي وٺندڙ آهي.

## مورو:

تاريخي لحاظ کان موري جو شهر تمام قديم آهي. تحفة الڪرام جي بيان مان ظاهر ٿئي ٿو ته هي شهر ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ "مڪن موري" جي نالي سان ننڍڙو ڳوٺ هو.

قاضي نظير مورائي لکي ٿو ته: "موجوده موري شهر جي تاريخ ايڏي قديم ناهي، هڪ روايت موجب هندستان جي قديم حاڪم گهراڻي "موريه" پنيان هن شهر جو نالو پيو آهي."

موري شهر جي باري ۾ "مکڻ خان سهتي" جي راءِ ڪجهه درست لڳي ٿي، جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي ته "مڪن موري" جيڪا اصل ۾ "منڪن" لفظ "مسڪن" ٿي سگهي ٿو. جنهن جو مطلب "موري جي رهڻ جو هنڌ ٿي سگهي ٿو.

موري شهر کي قديم زماني کان وٺي علم ادب جي ميدان ۾ وڏي شهرت حاصل آهي، هن شهر ڪيترائي عالم، مفسر، محدث، فقيهه، اديب، شاعر، سگهڙ ۽ علمي فضيلت سان گڏ علم طب جا ماهر ۽ حڪيم پڻ پيدا ڪيا آهن.

هن شهر ۾ سيد خاندان ۽ قاضي خاندان نالي وارو رهيو آهي. قاضي خاندان ۾ مخدوم محمد عالي، مخدوم محمد طاهر، مخدوم محمد يوسف بيبي راستي (دختر محمد يوسف)، قاضي عبدالخالق (اول)، خليفو قاضي عبدالواحد، قاضي شاهه محمد (اول)، قاضي دوست محمد، قاضي شاهه محمد (ثاني) قاضي عبدالرئوف، قاضي حبيب الله، قاضي محمد احسان، قاضي محمد ذڪريه، قاضي محمود، مولاناقاضي عبدالڪريم، مولوي حڪيم حاجي قاضي محمد صديق، مولوي قاضي محمد صادق، مولوي عبدالخالق (ثاني) "خليق" مورائي، قاضي خدا بخش، قاضي محمد قاسم، قاضي عبدالوهاب "عزيز" قاضي محمد علي "اختر" مورائي، حڪيم محمد عبدالعزيز "عزن" صوفي، قاضي خليل الرحمان، قاضي انوار احمد، نظير قاضي ۽ موجوده وقت ۾ به قاضي خاندان جا ڪيترائي ڏاها ۽ اديب موجود آهن.

**سيد خاندان:** جن مان هڪ لڪياري ۽ متياروي خاندان موجود آهن، هن سيد خاندان ۾ نالي وارا عالم، اديب ۽ شاعر ۽ صحافي ٿيا آهن، جن مان ڪجهه هن ريت آهن:

شير علي شاهه عرف شيرل شاهه متياروي، سيد جعفر شاهه سيد پناهه علي شاهه، سيد اشرف علي شاهه، سيد ناصر علي شاهه، "ناصر" مورائي ۽ محبوب مورائي شامل آهن.

موري ۾ ٻيا عالم، اديب، شاعر ۽ سگهڙ هن ريت معلوم ٿين ٿا:
گل محمد لوهر، حاجي حمزو فقير ڪنير "فتح علي"، عبدالرحمان هاشمي، علي محمد سيال، محمد ابراهيم مورائي، عبدالرحمان سومرو، حڪيم صوفي لعل بخش ڪانڌڙو، حافظ علي مراد زرداري، مولوي حاجي عبدالرحيم لغاري پليڊنو "بهتر"، ڄام محمد سلطان راهوجا، امير بخش "نظر" سنڌي، احمد بخش "احمد" مورائي، مولوي حاجي محمد عثمان ميمڻ، رحيم بخش "قمر" (عمر راهو) ڊاڪٽر غلام حيدر ٻرڙو، شهيد عبدالرزاق سومرو محمد مٺل ڪمالاڻي، ڊاڪٽر لائق زرداري، عظيم سنڌي، اسلم عباسي، شمشاد سومرو، رڪيل مورائي، ڊاڪٽر سليمان سولنگي، احمد سولنگي، عرفان عباسي ۽ ٻيا ڪيترائي پنهنجو فڪر، فن ۽ ڏاهپ ڏسيندا رهن ٿا.

موروَ شهر ۾ جديد رهائشي اسڪيمون "علي بلڊرز" جي چيف ايگزيڪيوٽو عبدالحميد ميمڻ طرفان متعارف ڪرايون ويون آهن. جن ۾: باءِ پاس ٽائون، گارڊن سٽي، بزم سٽي ۽ هيون سٽي جيڪي مورو- دادو روڊ تي واقع آهن، جنهن سان موروَ شهر جي سونهن ۾ واڌارو ٿيو آهي ۽ ترقي جي راهه تي گامزن آهي.

## ڪچيرو:

ڪچيري جو پراڻو شهر موري کان اولهه ڏکڻ جي ڪنڊ تي سنڌو درياءَ جي کابي ڪناري تي بچاءَ بند اندر آباد آهي. هن شهر جو نالو الڳ نوعيت وارو معنيٰ ۽ مفهوم رکي ٿو. هي شهر ڪچي واري ايراضيءَ ۾ آهي. انهيءَ ڪري هن شهر جو اصل نالو "ڪچيرو" پيو هوندو جو اڳتي هلي "ڪ" جو اکر "گ" ۾ تبديل ٿي "گچيرو" سڏجڻ لڳو.

انگريزن جي دور ۾ به هي شهر "ڪچيرو" سڏبو هو. انگريزن جي زماني ۾ موچين جي پاڙي ۾ عام ڪچي رستي تي مسجد جي ڀرسان هڪ "ڪتبو" لڳل آهي، جنهن تي انگريزيءَ ۾ (Kachero) "ڪچيرو" لکيل آهي.

مغلن جي دور ۾ "گچيري" کي سياسي ۽ فوجي لحاظ کان وڏي اهميت حاصل هئي. مغلن جي دور ۾ هي شهر سيوهڻ سرڪار جي گورنر جي ماتحت هو. پڳهيا اُن دور ۾ گچيري جا جاگيردار هئا. جيڪي سنڌ جي سماٽ قوم "سميجن" جو هڪ پاڙو آهي.

هن قديم شهر جي سرزمين مان ڪيترائي عالم، فاضل، مشائخ، مورخ، حڪيم، مصنف، اديب ۽ شاعر امير ۽ غريب پيدا ٿيا. جن پنهنجي دور ۾ وڏو مرتبو ماڻيو.

عالم درويشن ۾: مخدوم هنگورو پير ٻي واُسطو درويش جمن جتوئي، سيد عالم شاهه مولوي محمد صادق گچيرائي، مولوي عبدالله ميمڻ، مولوي گل محمد ميمڻ، مولوي محمد اسماعيل ميمڻ، فقير ولي محمد سومرو (اختر مورائيءَ جو نالو)، مولوي ميان عبدالرحمان سومرو ميان علي محمد سومرو تي گذريا آهن. علاوه اُن جي، خليفو الهورايو ملاح، اوستو محمد چتل سهتو حڪيم حاجي الهه رکيو سهتو ياٿي ناراڻ سنگهه، ياٿي آسنداس، حڪيم قاضي علي محمد، حڪمت جي پيشي ۽ ادب سان لاڳاپيل رهيا آهن.

گچيري ۾ بيون نامور شخصيتون ٿي گذريون آهن، جن ۾: ميان تاج محمد ٻگهيو حاجي شير محمد ٻگهيو ميان شفيع محمد ٻگهيو ميان عزيز الله ٻگهيو ۽ رسول بخش ٻگهيو ادب دوست، مضمون نگار ۽ استاد آهن.

## نوشهرو فيروز:

هن شهر جو سنڌ جي تاريخ سان تمام گهڻو ۽ گهرو تعلق رهيو آهي. ساهتي پرڳڻي جي راڄڌاني به ٿي رهيو آهيو. نوشهري فيروز جي قدامت بابت مختلف رايا آهن.

خانزاده "سميع" نوشهروي خيال ظاهر ڪيو آهي ته "هي شهر قبل مسيح ۾ "ناگرامان" نالي مشهور هو. هتان جا ماڻهو ٻڌمت جا پوڄاري هئا." فاضل مضمون نگار ڪنهن به معتبر تاريخ جو ڪو به حوالو نه ڏنو آهي، ان لاءِ تصديق سان نه ٿو چئي سگهجي.

هي شهر ڪچي مٽيءَ جي دڙي تي آباد آهي. اسان جو گمان آهي ته هن جاءِ تي اڳ ۾ اٺ شهر غرق ٿيل آهن. نوشهري فيروز جو قديم شهر ڪلهوڙن جي دور جو آباد ڪيل آهي. هي شهر "فيروز خان ويرر" پنهنجي مرشد "ميان نصير محمد خان ڪلهوڙي" جي حڪم سان 1657ع ۾ اچي آباد ڪيو. نَوَ (9) ننڍا ننڍا ڳوٺ لڏائي اچي آباد ڪرايائين. ان هنڌ جو نالو "نو-شهر-فيروز" رکيو ويو.

قاضي ميان قطب الدين (خانواهڻ واري) وضاحت ڪئي آهي ته: "نوشهرو فيروز" جو ڳوٺ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ميان نصير محمد خان ڪلهوڙي جي هڪ فقير، فيروز خان مٿانهين‌ءَ واري جاءِ تي جوڙايو. هي علمي مرڪز ۽ اهل تصوف وارن جو گهر آهي."

مسٽر هيوز لکي ٿو ته: "نوشهرو فيروز سرڪاري شهر، تعلقي، ڊويزن ۽ (هاڻ ضلعي جو صدر مقام) آهي، ۽ پيروز واهه" جي ڪپ تي آباد آهي. هن شهر ۾ سيد، قريشي، چانڊيا، کوسا، ميمڻ سما، سومرا، هندو لوهاڻا، برهمڻ ۽ سک رهن ٿا."

نوشهري فيروز لاءِ هڪ بي ڪهاوت آهي ته: "مغلن جي حملن سبب پرپاسي جي رهندڙ ماڻهن پير نصير کي عرض ڪيو ته حملن کان ڪيئن بچاءُ ڪجي؟ ان درويش ڳوٺاٺا لڏائي ان هنڌ گڏ ڪيا ۽ پاڻيءَ جو لوٽو ان جي چوڌاري ڦيرائي ڇڏيو جيڪو مضبوط قلعو بڻجي ويو ان قلعي ۾ رهندڙ

نون ڳوٺن جا ماڻهو آباد هئا، جنهن لاءِ ان شهر کي نوشهرو فيروز چيو ويو.“ مگر ثابتي يا مستند روايت ڪا نه ٿي ملي.

نوشهري فيروز جي عالمن، بزرگن، اديبن ۽ شاعرن هر دور ۾ وڏو سياسي ڪردار ادا ڪيو آهي. خلافت تحريڪ، سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ واري تحريڪ، منزل گاهه تحريڪ، تحريڪ پاڪستان ۽ ٻيون ڪيتريون ئي تحريڪون هليون، انهن ۾ هتان جي ڪارڪنن اهم ڪردار ادا ڪيو.

حڪيم مولوي فضل محمد، نجم الدين انصاري، پير قربان علي ۽ ٻين سنڌ جي سياست ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي.

نوشهري فيروز جا عالم ۽ فاضل ڪجهه هن ريت آهن:

مخدوم قاضي ابوالمعالي: سندس ڪتاب 1. ڪتاب الصلوات (فارسي) 2. فضائل الصلوات (فارسي) قلمي نسخن جي صورت ۾ سندس پونئيرن وٽ موجود آهن.

مولانا محمد باقر: قاضي محمد اڪرم، قاضي محمد عالم، قاضي حافظ جان محمد مولانا محمد حسن قريشي، قاضي عبدالخالق، هن جا هيٺيان ڪتاب:

(1) حقوق الوالدين (سنڌي) (2) حقوق الزوجين (سنڌي) (3) اسماءِ الحسنيٰ (سنڌي) ان جي پونئيرن وٽ موجود آهن. قاضي حافظ عبدالله، قاضي حافظ محمد عثمان، حافظ عبدالحڪيم ٿي گذريا آهن.

نوشهري فيروز جي اولياءَ الڪرام ۽ روحاني بزرگن ۾ ميان عبدالرحمان عرف ميان عدن مخدوم محمد عثمان بري، پير شهاب الدين، پير عبدالحئي نقشبندي شامل آهن.

حڪيمن ۽ طبيبن ۾ حڪيم قاضي محمد فاضل، حڪيم قاضي محمد عثمان، حڪيم پير نول گهوٽ، حڪيم قاضي ميان احمدي، حڪيم سيد جلال الدين شاهه، حڪيم قاضي شمس الدين (ڪليات شمسي، آسان علاج ۽ مردانه علاج).

حڪيم قاضي عبدالهادي، حڪيم غلام محمد لاکو ۽ عبدالڪريم صابوگر نالي وارا حڪيم ٿي گذريا آهن.

نوشهري فيروز ساهتيءَ جو مکيه شهر آهي، هتان جي اديبن، شاعرن ۽ سگهڙن سنڌي زبان ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي.

حميد سنڌي: هن جا ڪتاب سنڌي ادب ۾ اعليٰ مقام ماڻي چڪا آهن. جن ۾ سيمي (ڪهاڻيون)، اداس واديون (ڪهاڻيون)، ويريون

(ڪهاڻيون)، راڻا جي رجپوت (ڪهاڻيون) شامل آهن. پاڻ هن وقت بزمِ روح رهاڻ جو سرپرست اعليٰ آهي.

منير / ماڻڪ سنڌي: سندس هيٺيان ڪتاب سنڌي ادب ۾ شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا. 1. حويليءَ جا راز (ڪهاڻيون) 2. لڙهندڙ نسل (ناوليٽ) 3. پاتال ۾ بغاوت (ناوليٽ) 4. رُڃ ۾ پڙاڏا (ناوليٽ) 5. ڇهه انام ڪهاڻيون.

نوشهري فيروز جي هندو اديبن ۾ ماستر واسو مل ڇاڄي مل، تولارام بالاڻي، سنتداس پنهون مل ڪشناڻي "سنتل". سندس ڪتاب 1. يوگ آسڻ، 2. ڪاري پاڻيءَ جي ڪهاڻي ادب جي دنيا ۾ مشهور آهن. ديپچند تلوڪچند، گوپي جيوترام موٽواڻي ٿي گذريا آهن. سياسي مدبر ۽ ڪارڪنن ۾ مولانا حڪيم فضل محمد ميمڻ، رئيس نجم الدين انصاري، مرحوم پير قربان علي، مرحوم پير طارق قربان نالي وارا رهيا آهن.

## مٺياڻي:

مٺياڻي ڳوٺ (شهر) ابتدا ۾ درياهه جي پيٽ ۾ يعني ڪچي واري علائقي ۾ آباد هو. سانوڻ ۾ پاڻيءَ جي چاڙهه سبب هي شهر پاڻيءَ جي ليپيٽ ۾ آيو. اتان لڏي ڪيئي ماڻهو موجوده مٺياڻيءَ ۾ آباد ٿيا. مٺياڻي هندن جي دور کان آباد ٿيل ڏسجي ٿي، ڇو ته اڄ به اتي ڪي جڳهون ان جو ثبوت آهن. مٺياڻيءَ ۾ استادن جي ٽريننگ جو ڪاليج، بوائز گرلز هاءِ اسڪول، ديني مدرسا ۽ اسپتال پڻ آهي. هن ڳوٺ ۾ نالي وارا عالم مولوي قادر بخش پرٽ، مولوي عمر الدين مستوئي ۽ ٻيا هتي بهترين استاد، اديب، شاعر ۽ صحافي پڻ آهن. جن ۾ استاد محمد پريل اشرفاڻي، غلام حيدر خاصخيلي، سيد تاج محمد شاهه، محمد عثمان سومرو، انورالدين مستوئي، عبدالحڪيم مستوئي، مير محمد شيخ، خير محمد سهتو، غلام صديق پٺاڻ، انورالدين قريشي، مسرور پنائي، محمد ابراهيم "مائل"، الهبچايو سمون، خدابخش مشوري عمرالدين ملڪ، اي ڊي مشوري، نبي بخش ملڪ، محمد سومر ڏيپر، حبيب مشوري، مرتضيٰ مشوري، سيد جعفر شاهه، جاويد "امر" اشرفاڻي، جبار "جوش" پٺاڻ، ارباب ملاح، آصف مٺياڻوي، گلبهار باغائي، حسن صوفاڻي، مسرور چانڊيو، مٺل پٺاڻ، قربان ملڪ، گل پيٽي، پروانو الاهي بخش پيٽي، امتياز پيٽي، غلام النبي پيٽي، منظور ملاح، منظور چانڊيو سڪندر پنهور ۽ ٻيا هن وقت به ادب، شاعري ۽ صحافت ۾ پنهنجو ڪردار نڀائي رهيا آهن.

## ڦُلَ:

هي ڳوٺ ڦل قبيلي جو آباد ڪيل آهي. هن ڳوٺ جي ابتدائي تاريخ معلوم نہ ٿي ٿئي. ڦل ۽ آسپاس ۾ مري، وگڻ، ڏاهري، ميمڻ، سومرا، ڦل ۽ ٻيون ذاتيون پڻ رهن ٿيون. هتي گرلز ۽ بوائز پرائمري ۽ هاءِ اسڪول آهن. هتي رهندڙ ماڻهن جو ديني تعليم سان ڪافي لڳاءُ آهي. ڇو تہ هن ڳوٺ ۾ عالم ۽ حافظ اڄ بہ جهجها ملن ٿا. هي ڳوٺ سياست جو ڇڳيرڙو مرڪز پڻ آهي. هن ڳوٺ ۾ بهترين استاد، اديب ۽سياستڪار موجود آهن. جن ۾ خان محمد ڏاهري، الهہ بخش ڦل، رحمت الله وگڻ، قمبر علي ڦل، "باغي" ڦل، اسلم ڪريجو ۽ ٻيا پنهنجو پاڻ ملهائي رهيا آهن. سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن شاخ ڦُل جا سرگرم ڪارڪن محمد اڪرم ڦل، غلام مرتضيٰ ڦل ۽ خالد حسين ميمڻ پاڻ پتوڙيندا رهن ٿا.

## ابڙان:

سما دور جي "ڄام ابڙان" ڏنيري واهہ جي ڪپ تي آباد ڪرايو. هن ڳوٺ ۾ سيد ذات معتبر ۽ عزت واري آهي. سيد ڪرم علي شاهہ جي درگاهہ عزت ڀري جڳهہ آهي. ان جي سنيال سندس پونئيرن مان سيد ڪرم علي شاهہ ڪندو رهي ٿو. سيد ڪرم علي شاهہ سياست جي ميدان ۾ پاڪستان پيپلزپارٽيءَ سان لاڳاپيل آهي. مسڪين ماڻهن سان سندس رويو بهتر آهي، جيترو هي ڳوٺ پراڻو ٻڌايو وڃي ٿو. اوتري هن ڳوٺ ۾ ترقي نہ ٿي آهي. هن ڳوٺ ۾ بهترين استاد ۽ اديب ٿي گذريا آهن، جن ۾ بهارمل سرڳواسي، گل محمد قريشي، محمد عثمان پيرزادو، محمد جعفر ميمڻ، محمد سوائي قريشي، فيض محمد "فيضؔ" سومرو محمد إسماعيل "محسن" سومرو محمد ابراهيم قريشي، سيد موج درياءَ شاهہ، قربان علي ميمڻ، ميان اسدالله قريشي، ميان فتح الله قريشي بهترين استاد ٿي رهيا آهن. ابڙان ۾ هن وقت تائين صرف مڊل اسڪول تائين اضافو ٿي چڪو آهي. ابڙان ۾ چند شاعر ۽ صحافي بہ پنهنجو پاڻ ملهائي رهيا آهن، جن ۾ راقم الحروف، وفا ڪوڙل چنہ، محرم چنہ، گدا حسين خاصخيلي، مظهر خاصخيلي ۽ ٻيا شامل آهن. هن ڳوٺ ۾ ناليوارا حڪيم بہ ٿي گذريا آهن. جن ۾ ميان عبدالرئوف قريشي، حڪيم غلام محمد سرواڻ، محمد اسماعيل "محسن" سومرو، سيد لياقت علي شاهہ مجاهد لکياري استاد ۽ سٺو شاعر ٿي گذريو آهي.

ابڙان جي ڀرسان ڳوٺ "ملائو ڇهواڻ" جي شخصيتن ۾ شرف الدين ڪلر، سچل ڀٽو (ڀٽو) اديب ۽ ڊرامہ نگار ٿي گذريا آهن. ان ڳوٺ جو بهترين استاد روشن الدين پنهور پڻ آهي. غلام الرسول خاصخيلي، اشفاق علي سومرو، در محمد سولنگي ۽ غلام علي سومرو سٺن استادن ۾ شمار ٿين ٿا.

## سهڙا:

موري تعلقي جو قديمي ڳوٺ سنڌو درياهہ جي ڪنڌيءَ سان ڀڪي تي آباد آهي. هي ڳوٺ ڪڏهن آباد ٿيو ان جي تاريخي معلومات ڪا نہ ٿي ملي، مگر هندن جي دور ۾ هي ڳوٺ عروج تي پهتل هو. هن ڳوٺ ۾ درويش صفت انسان "فقير خدا بخش ڪٽي" بزرگ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس مزار تي هر سال اجتماع ٿيندو آهي، جنهن ۾ راڳ ويراڳ جي محفل مچندي آهي. هن ڳوٺ جي بهترين استادن ۾ محمد عثمان سومرو عبيدالله سومرو، محمد سومر چانڊيو، فقير محمد موسيٰ سومرو، بيوس بچل انصاري ۽ ٻيا آهن.

## نوان جتوئي:

هي ڳوٺ ابتدا ۾ درياهہ جي ڪپ سان قائم هو جتي پاڻيءَ جي چاڙهہ سبب ڪيترائي ڀيرا ٻوڏ هيٺ آيو. هي ڳوٺ جتوئي قبيلي جو جوڙايل آهي. درياهہ جي چاڙهہ سبب جتوئي خاندان اتان لڏو ڪڍي موجوده ڳوٺ "نوان جتوئي" آباد ڪيو. جتان هجرت ڪيائون ان ڳوٺ جو نالو "پراڻا جتوئي" اڄ بہ موجود آهي. نوان جتوئي سياست جو مرڪز رهيو آهي، جتوئي خاندان جا وڏا شاعريءَ سان بہ لاڳاپيل رهيا آهن. جن ۾ "صابر" جتوئي نمايان آهي.

هن شهر ۾ اڄ بہ بهترين اديب، سگهڙ ۽ شاعر موجود آهن، جن ۾ حاجي خان پنهور، عبدالغني سومرو، الهڏنو گدارو، عزيز پنهور، خادم گبول، جمال الدين "مومن"، حافظ محمد بخش، نماڻو سنڌي، محمد حسن "فدا"، حاجن جانوري، گدا خاصخيلي، ادريس جتوئي، حق نواز ميمڻ، حبيب خاصخيلي، عرس خاصخيلي، قربان ڪوسو، هاشم ڪوسو، ملوڪ ڪوسو، احمد چانڊيو ۽ ٻيا پنهنجو پنهنجو ڪردار نڀائيندا رهيا ۽ رهن ٿا.

## سخي دائود واهي:

هي ڳوٺ ٺارو شاهہ کان ابجيءَ ڏانهن ويندڙ رستي جي پرسان آهي. هن ڳوٺ ۾ "پير شيخ دائود عرف سخي داد واهيءَ" نالي ڪامل بزرگ دفن ٿيل آهي. هن جو نالو پڻ ان درويش جي نالي سان لاڳاپيل آهي. هن ڳوٺ ۾ پيرزاده قوم جا ماڻهو رهن ٿا. هن ڳوٺ جي تاريخ معلوم ٿي نہ سگهي آهي، مگر ٻڌايو وڃي ٿو تہ هي ڳوٺ ستين، اٺين هجريءَ جو ٿي سگهي ٿو.

## پڊعيدن:

هي ڳوٺ (شهر) ريلوي لائن جنڪشن اسٽيشن پرسان آباد آهي. هن جا ٻہ حصا هڪ پراڻو پڊعيدن ۽ ٻيون نئون پڊعيدن آهن. ان جي آباد ٿيڻ لاءِ ٻڌو وڃي ٿو تہ اتي ڪيترائي پڊ (ميدان) هئا، اتي "عيدن مل" هندوءَ اچي رهائش اختيار ڪئي، جيڪو "عيدن جو پڊُ" سڏبو هو جيڪو اڳتي هلي "پڊعيدن" سڏجڻ لڳي ٿو. هي ڳوٺ ريلوي اسٽيشن سبب واپار جو مرڪز آهي. هن ڳوٺ ۾ هاءِ اسڪول ۽ پرائمري اسڪول موجود آهن، هن ڳوٺ ۾ مذهبي تعليم جا مدرسا پڻ موجود آهن، هن جي پرسان "چيهو" پڻ لڳي ٿو جتي راڄپر قوم آباد آهي ۽ سياست ۾ پاڻ موکي رهي آهي.

پڊ عيدن ۾ سٺا اديب، استاد، گلوڪار موجود آهن. جن مان قمبر علي ميراسي، شاهنواز سولنگي، لعل بخش سيال، بيوس بچل انصاري، ماجد علي سومرو، اعظم سومرو، مظفر حسن اشرفاڻي، ڪريم بخش خاصخيلي، مزرو خان ڪوسو ۽ ٻيا پنهنجو پاڻ موکي رهيا آهن.

## درياءَ خان مري:

هي ڳوٺ ڪوٽ لالو ريلوي اسٽيشن پرسان آباد آهي. هي ڳوٺ مري قبيلي جي درياءَ خان نالي فرد جو اڏايل آهي. هن ڳوٺ هندو دور ۾ سٺي اوج ماڻي، هن ڳوٺ ۾ پرائمري ۽ انگريزي اسڪولن سان گڏ ديني تعليم جا مدرسا پڻ آهن. هن ڳوٺ ۾ بهترين استاد ٿي گذريا آهن.

## ڏيپارجا:

ڏيپارجا ڏيپارجا سنڌو درياهہ جي ڪنڌيءَ سان آباد آهي. هي ڳوٺ هندو دور جو آباد ٿيل لڳي ٿو. ڇو تہ اڄ بہ اتي اڏيل هندو دور جون عمارتون

موجود آهن. هن ڳوٺ ۾ سيد، ڏهر، سومرا، ملڪ، ملاح، قريشي، راجپوت، چنا ۽ ٻيون ذاتيون رهن ٿيون.

## پُرڻ:

هي ڳوٺ سنڌو درياهہ جي ڪاٻي ڪپ تي قائم آهي. هن ڳوٺ جي آباد ٿيڻ جي ڪا به مستند تاريخ ڪا نہ ٿي ملي. مگر هي ڳوٺ درويشن جو مسڪن رهيو آهي. هن ڳوٺ ۾ ڪوريجا ذات پڳداري ۽ سياست ۾ پنهنجو ڪردار نڀائي رهي آهي. هن ڳوٺ ۾ ڪوڪر، سومرا، عالماڻي، سيد، سولنگي ۽ ٻيون ذاتيون رهن ٿيون. سيد سليمان شاهہ هن ڳوٺ جو وينل درويش شاعر ٿي گذريو آهي. "سيد حسن بخش شاهہ ڊنڙي وارو" سندس همعصر ۽ همصحبتي هو. پاڻ شاعر سان گڏ سٺو راڳيندڙ بہ هو.

فقير عثمان ڀنگر جيڪو هن ڳوٺ جو درويش بزرگ ٿي گذريو آهي، ان جي گادي "فقير نظام سومري" سنڀالي آهي. سندس مزار تي ٻارهين مهيني اجتماع ٿيندو آهي. هن ڳوٺ جي آسپاس سيال قوم جا ماڻهو آباد آهن.

## جُوڻالو:

هي ڳوٺ پورڻ کان اولهہ طرف ڪچي جي علائقي ۾ واقع آهي. هن ڳوٺ ۾ سيد خاندان مڙني کان مٿانهون آهي. "سيد نور محمد شاهہ" جي درگاهہ پڻ وڏي مرتبي واري آهي. هن ڳوٺ جي پڳ سيدن جي سر تي آهي. "سيد سعيد علي شاهہ خادم" پنهنجي وقت جو اڙٻنگ ۽ ارڏو انسان ٿي گذريو آهي. اصول جو پختو ۽ واعدي جو سچو انسان هو. صوفي محمد فقير هيسباڻيءَ سان محبت ٿيس، جنهن کان "اسم نام" حاصل ڪيائين. خانبهادر امام بخش "صابر" جتوئيءَ سان صحبت جو پاند اڙيس، پاڻ رازڪي ڪم جو ماهر ڪاريگير هو. "جامع مسجد" نوان جتوئي سندس ڪاريگريءَ جو اعليٰ شاهڪار آهي. سندس شاعريءَ جي اصلاح "صابر" ڪندو هو. "خادم" تخلص "صابر" ڏنس. پاڻ صوفي محمد فقير ڪتياڻ، محبت فقير، دادن فقير سونارو صوفي مهدي شاهہ شاهپور جهانيان وارو، فقير ظفر علي هيسباڻي، سيد صابن شاهہ، سيد پيرل شاهہ، پيرل فقير "خوشدل"، فقير خيرمحمد هيسباڻي ۽ فقير امام علي واڍي سان سندس صحبتون رهيون.

پاڻ 1974ع ۾ پنهنجي ڳوٺ جوڻالي ۾ محبوب حقيقيءَ سان وڃي مليو. سندس فرزندن ۾ سيد مسڪين علي شاهه، سيد معصوم علي شاهه "نماڻو"، سيد روشن علي شاهه "روشن"، سيد راشد علي شاهه "راشد مورائي" ۽ سيد شمن علي شاهه آهن. انهن مان سيد راشد علي شاهه "راشد مورائي" حال حيات آهي ۽ ٻيا راهه رباڻي وٺي ويا.

هن ڳوٺ ۾ "سيد جلال الدين شاهه" علمي ماهر ۽ وڏو حڪيم ٿي رهيو آهي. پاڻ ٽريننگ ڪاليج مٽياريءَ ۾ پرنسپال ٿي رهيو. سندس فرزند "سيد امام علي شاهه" پڻ حڪيم ٿيو. ان ئي خاندان جو چشم و چراغ "سيد فيض محمد شاهه" هڪ بهترين استاد ۽ حڪيم هو جو ويجهڙائي ۾ وفات ڪري ويو.

## سڏوڄا:

هيءُ ڳوٺ قومي شاهراهه تي قائم آهي. هن ڳوٺ جا قاضي (قريشي) وقت جا سٺا عالم ٿي گذريا آهن. هن ڳوٺ ۽ آسپاس ٻرڙا، مبيجا، چانڊيا، سومرا، سيد ۽ ٻيون ذاتيون آباد آهن.

مبيجا ذات ۾ سخاوت جو عنصر موجود آهي. انهن ۾ مولي بخش مبيجو قلندر بخش مبيجو ۽ ٻيا ٿي گذريا آهن ۽ اهو سلسلو جاري آهي. سندن پونيرن جو سياست ۾ به عمل دخل چالو آهي. سِڏوڄن ۾ بهترين استاد پڻ ٿي گذريا آهن. جن ۾ عبدالخالق ٻرڙو قاضي عبدالوهاب، غلام مصطفيٰ خاصخيلي، محمد بخش ٻرڙو، ولي محبت ٻرڙو نجم الدين ٻرڙو ۽ ٻيا شامل آهن.

### مددي ڪتاب:

1. تحفة الڪرام (مير علي شير "قانع").
2. ضلعو نواب شاهه تاريخي شهر ۽ شخصيتون (ڊاڪٽر حامد علي خانائي).
3. ساهتيءَ جا استاد (خاصخيلي جمال الدين "مؤمن").
4. لڪا ڇپن لوڪ ۾ (زاهد راڄپر).
5. روزاني سنڌو.
6. سنڌو ڊائجسٽ.
7. جنت السنڌ (مولائي شيدائي)

٢

# ضلعي نوشهري فيروز جي عالمن جا
# قرآن مجيد جا سنڌي ترجما ۽ تفسير

ڊاڪٽر عبدالرزاق گهانگهرو

صوبي سنڌ جي موجوده ضلعي نوشهرو فيروز جون حدون سنڌ جي تاريخي ساهتي پرڳڻي تي ڦهليل آهن. ان لحاظ کان هيءَ علائقو اوائلي دور کان وٺي علم و ادب ۽ تهذيب و تمدن جو گهوارو پئي رهيو آهي. عربي فتوحات کانپوءِ جڏهن انهن جا قدم هن علائقي ۾ پهتا ته ان کانپوءِ هن سموري علائقي ۾ وِڪ وِڪ تي درسگاهون ۽ خانقاهون قائم هيون، جن جو فيض ڪيترين صدين تائين قائم ۽ دائم نظر اچي ٿو. قديم تاريخي ماخذن مان هن ضلعي جي جن شهرن جو ذڪر ملي ٿو تن ۾ ڪوٽڙي محمّد ڪبير، هالاڻي، دربيلو ۽ نوشهري فيروز جا قديم ۽ اوائلي شهر سرِفهرست آهن. هتان جي عالمن ۽ مشائخن جي علمي ۽ روحاني فيض مان نه صرف سنڌ جي ماڻهن پنهنجي علمي اڃ پئي اجهائي بلڪ مختلف دورن ۾ هتان جا عالم، گجرات، احمد آباد، دهلي ۽ مدينه منوره ۾ پنهنجي علم ۽ عرفان جا جوهر پڻ ڏيکاريندا رهيا.

انگريزي دور ۾ جڏهن سنڌي نثر جي باقاعده شروعات ٿي، ته سنڌي ٻوليءَ جي نثر لاءِ هن علائقي جي سنڌي لهجي کي سرڪاري طرح معياري لهجو قرار ڏنو ويو. جنهن جي ڪري اڄ ڏينهن تائين نصابي ڪتابن ۾ هتان جو لهجو ئي رائج آهي ۽ اهو ئي لهجو سنڌي ادبي ٻوليءَ جو درجو رکي ٿو. ان لحاظ کان اهو هن علائقي جي علمي ۽ ادبي ترقيءَ جو هڪ وڏو اهڃاڻ آهي. سنڌ جي ادبي تاريخ جي مطالعي مان هتان جي عالمن، محققن ۽مشائخن جو ذڪر جاءِ بجاءِ ملي ٿو ۽ علم تحقيق جي ڏس ۾ ڪو به اهڙو شعبو نظر نه ٿو اچي، جنهن تي هتان جي عالمن ۽ مؤرخن طبع آزمائي نه ڪئي هجي. ان سلسلي ۾ اسان جي محترم استاد ڊاڪٽر حامد علي قريشي خانائي جو علمي ۽ تحقيقي مقالو "ساهتيءَ جا قديم علمي مرڪز" هن ضلعي جي

شهرن ۽ واهڻن جي عالمن، محققن ۽ مشائخن جي خدمتن جو هڪ قابلِ فخر اعتراف آهي. نوشهرو فيروز ضلعي تي منعقد هن نيشنل سيمينار جي موقعي تي عالمن ۽محققن هن ضلعي جي علمي، ادبي، تاريخي ۽ ثقافتي ورثي کي اجاگر ڪرڻ ۾ پنهنجي قلم جا جيڪي شهه پارا قلمبند ڪيا آهن، سي هن ضلعي جي شاندار ماضيءَ جو هڪ درخشان باب آهن. اسان پنهنجي هن مختصر مقالي ۾ هن ضلعي سان تعلق رکندڙ اهڙن عالمن، اديبن ۽ مفسرن جو ذڪر ڪيو آهي، جن پنهنجي قلم جي ذريعي قرآن پاڪ جي ترجمي ۽ تفسير جي سلسلي ۾ پنهنجون خدمتون سر انجام ڏنيون آهن.

(1) تفسير ڪريمي:

هن تفسير جو مفسر قاضي ميان عبدالڪريم ساهتيءَ جي قديم علمي مرڪز ڪاهي راهوءَ جي قاضي خاندان جو چشم چراغ هو. ڪاهي راهو موجوده نوشهرو فيروز جي اُتر ۾ قومي شاهراهه جي وِٽِ سان واقع آهي. قاضي ميان عبدالڪريم پنهنجي وقت جو هڪ وڏو جيد عالم، اديب، شاعر ۽ نثر نويس ٿي گذريو آهي. قاضي صاحب جي باري ۾ وڌيڪ تفصيل سان ڪو به احوال ميسر ٿي نہ سگهيو آهي. ليڪن خانداني روايتن ۽ احوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءُ بزرگ ڪلهوڙن جي پوئين دور ۾ زنده هو ۽مير فتح علي ٽالپور جي سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ اٽڪل 60 ورهين جي عمر ۾ هن فاني جهان مان رحلت ڪيائين (1) ڪاهي راهوءَ ۾ سنڌن ديني علمن جو مدرسو هو جنهن ۾ پاڻ درس ۽تدريس جو ڪم ڪندو هو. قاضي صاحب جي باري ۾ اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ ڪيترن ئي ڪتابن جومصنف ۽ مؤلف هو ليڪن سندس اهي علمي شهه پارا زماني جي دست برد جو شڪار ڏسجن ٿا.(2) سندس صرف هڪ رسالو قلمي سورة ۾ دستياب ٿيو آهي، جنهن ۾ قرآن پاڪ جي سورة يٰس ۽ سورة الدهر جو منظوم ترجمو ۽ تفسير ڏنل آهي، هن تفسير جو هڪ قلمي نسخو جنهن ۾ صرف صورت يٰس جو اڻ مڪمل تفسير آهي، سو ڪوٽڙي محمّد ڪبير جي جڳ مشهور لئبرري "الڪبير اڪيڊميءَ ۾ محفوظ آهي ۽ ٻيو قلمي نسخو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي لئبرريءَ ۾ محفوظ آهي. انهيءَ پوئين نسخي ۾ سورة يٰس سان گڏ سورة الدهر جو تفسير پڻ ڏنل آهي. هيءُ تفسير 85 صفحن تي ڦهليل آهي، ڪن صفحن تي ڏهہ سٽون آهن. تہ ڪن تي ٻارنهن ۽ چوڏهن

سٺون بہ آهن. آيتون ڳاڙهي مس سان لکيل آهن.سمورو نسخو 7x12 جي سائيز ۾ آهي. هن پوئين نسخي جي ڪتابت جو سال 1242هہ/ 1727ع ۽ ڪاتب جو نالو محمّد حسين چاٽايو ويو آهي. 1991ع ۾ الڪبير اڪيڊميءَ جي سرپرست محترم غوث محمّد ڳوهر سورة يٰس جي تفسير کي نئين سر ترتيب ڏئي شايع ڪرايو هو. جيئن تہ هنن سورتن جو تفسير قاضي ميان عبدالڪريم جو تصنيف ڪيل آهي، انڪري پڙهندڙن جي سهوليت لاءِ انهيءَ تفسير کي "تفسير ڪريمي" جي نالي سان هڪ نئون عنوان ڏنو آهي.

قاضي ميان عبدالڪريم جو هيءُ تفسير پنهنجي جاءِ تي هڪ منفرد حيثيت جو تفسير آهي. هن تفسير جي ڪري قاضي صاحب پنهنجي دور جي همعصر عالمن ۾ وڏي حيثيت جو مالڪ آهي.بهتر ٿيندو تہ سندس پنهي سورتن جي تفسير کي گڏي ڇپايو وڃي تہ سنڌي زبان جي ديني ادب جي ڏس ۾ وڏيڪ اضافو ٿيندو.

## (2) تفسير حيات ملت:

هن تفسير جو مفسر مولانا عبدالخالق ڪنڊياروي ويجهڙائيءَ واري زماني ۾ وڏي بلند مرتبي وارو عالم، حڪيم، صحافي ۽ خلافت ۽ هجرت تحريڪ جو مجاهد ٿي گذريو آهي. مولانا صاحب نوشهرو فيروز ضلعي جي تعلقي ڪنڊيارو جي اوير ۾ قومي شاهراهہ جي وٽ سان ڄام نورالله نالي ڳوٺ ۾ 1892ع ڌاري جنم ورتو(3) سندس گهرو ماحول علمي ۽ فقيراڻو هو. مولانا عبدالخالق حديث، فقہ ۽ قرآن پاڪ جي تفسير جو وڏو ڄاڻو هو. سنڌ ۾ ديني تعليم جي اشاعت جي سلسلي ۾ پنهنجي هڙان ڪوشش ڪري هڪ ماهوار ديني رسالو "معارف" جي نالي سان جاري ڪيائين (4) پاڻ نہ صرف ديني علمن جو جامع هو پر سنڌ جي تاريخ، سياست ۽ ٻين ظاهري علمن تي پڻ دسترس رکندڙ هو ۽ خود هجرت ڪري افغانستان بہ ويو هو. مولانا عبدالخالق 55 ورهين جي عمر ۾ 1947ع ۾ وفات ڪئي. (5)

مولانا عبدالخالق 1930ع ۾ قرآن پاڪ جي سورة "الڪوثر" جو مختصر ۽ جامع تفسير لکيو هو. مولانا صاحب پنهنجي هن مختصر تفسير ۾ مسلمانن ۽ خاص طرح سنڌ جي مسلمانن جي دين سان گهٽ وابستگي تي ڳڻتي ۽ فڪر جو اظهار ڪيو آهي. انهيءَ ڳالهہ کان متاثر ٿي سنڌ ۾ رائج بدعتن، بد رسمن ۽ مذهبي پيشوائن جي اثر جي ڪري گهٽ خواندهہ عام ماڻهن ۾ مروج غلط روشن جي نشاندهي ڪندي، جيڪو اصلاحي طريقو

اختيار ڪيو آهي، سو قابلِ ستائش آهي. هيءُ تفسير سڀ کان پهريائين 8 ذوالحج 1348هه /7 مئي1930ع تي ڪريمي پريس لاهور مان ليٿو ۾ ماستر محمّد هاشم ڪنڊياروي ڇپائي پڌرو ڪيو هو. تازو جنوري 1992ع ۾ هن تفسير جو ٻيو ڇاپو مولانا ڪنڊياروي جي نالي قائم ڪيل اڪيڊمي جي طرفان انجنيئر عبدالوهاب سهتو جي سعيي سان ڇپجي شايع ٿيو آهي. هيءُ تفسير ڊيمي سائيز جي 46 صفحن تي مشتمل آهي. مجموعي طور هيءُ تفسير مختصر آهي، ليڪن سنڌ ۾ ديني تبليغ ۽ اشاعت جي سلسلي ۾ وڏو شاهڪار آهي.

## (3) تفسير معارف القرآن:

هن تفسير جو مفسر پڻ مولانا عبدالخالق ڪنڊياروي آهي. مولانا عبدالخالق ڪنڊياروي پنهنجو هيءُ تفسير برصغير هند و پاڪ جي مشهور عالم ۽ مفسر مولانا احمد علي لاهوريءَ جي حڪم سان سنڌي زبان ۾ جديد طرز تي لکڻ شروع ڪيو. مولانا صاحب هن تفسير جا اڃان پنج پارا مس تاليف ڪيا هئا تہ سندن زندگيءَ جو ماڻ پورجي آيو ۽ پاڻ هن فاني جهان مان رحلت ڪري دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو. مولانا ڪنڊياروي جي حياتيءَ ۾ سنڌس هن تفسير جو پهريون پارو وقف ۽ مسجد سوسائٽيءَ حيدرآباد جي طرفان 1941ع ۾ ڇپرايو ويو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو پڻ سنڌس حياتيءَ ۾ ساڳئي سوسائٽيءَ طرفان 1944ع ۾ شايع ڪرايو ويو. سنڌس وفات کانپوءِ 1948ع ۾ سنڌس تفسير جو ٻيو پارو پڻ شايع ڪرايو ويو ۽ باقي ٽي پارا قلمي صورت ۾ رهجي ويا، جن جي باري ۾ ائين محسوس ٿئي ٿو تہ اهي زماني جي انقلابن جي نظر ٿي ويا.

مولانا عبدالخالق جو هيءُ تفسير پنهنجي نوعيت جو پهريون تفسير آهي، جنهن ۾ سائنس اڳ ۾ تصنيف ڪيل سنڌي تفسيرن کان الڳ رنگ ۽ ڍنگ اختيار ڪيو آهي ۽ مشهور مستشرق عالم ڊاڪٽر اينيمري شمل صاحبہ هن تفسير جي باري ۾ پنهنجي راءِ ڏيندي لکي ٿي تہ "مولانا عبدالخالق جو هيءُ تفسير جديد سائنٽيفڪ اصولن تي مرتب ڪيو ويو." (6) اسان ڊاڪٽر صاحبہ جي انهيءَ راءِ سان متفق آهيون تہ واقعي هيءُ تفسير، جيڪو صرف پنج پارن جو تفسير آهي. جيڪڏهن مولانا صاحب جي حياتي ساٿ ڏئي ها ۽ قرآن پاڪ جي هن تفسير کي مڪمل ڪري وڃي ها، تہ هيءُ تفسير سنڌي زبان ۾ هڪ شاهڪار جي حيثيت

رکي هان. هن تفسير جي ٻنهي پارن جو تفسير جنهن ۾ آخري پاري عمّ جي ڪجهه سورتن جو تفسير پڻ آهي ۽ مولانا جي رسالي "معارف" ۾ قسط وار شايع ٿيندو هو. هڪ ئي جلد ۾ روشني پبليڪشن جي طرفان ڇپائي هيٺ آهي ۽ جلد منظر عام تي اچڻ وارو آهي.

## (4) الاهي آواز جو آلاپ:

الاهي آواز جو آلاپ قرآن پاڪ جو عربي متن ڪانسواءِ سنڌي نثر ۾ ترجمو آهي، جنهن جو مترجم حاجي شاهه نواز پيرزادو آهي. حاجي شاهنواز 14 ڊسمبر 1889ع تي ڪنڊيارو شهر ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو جمال الدين هو. ابتدائي سنڌي ۽ قرآن پاڪ جي ناظره تعليم ڪنڊيارو ۾ حاصل ڪيائين، ميٽرڪ 1910ع ۾ شڪارپور مان ۽ انگريزي ادب ۾ ايم اي 1918ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين. 1935ع ۾ حيدرآباد مان "سياست" نالي اخبار جاري ڪيائين، جنهن جو پاڻ ايڊيٽر هو. 1951ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر پڻ چونڊيو. 28 فيبروري 1974ع تي نوابشاهه ۾ وفات ڪيائين. (7)

حاجي شاهنواز سنڌي زبان ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي. سندس تصنيف، تاليف ۽ ترجمو ڪيل ڪتابن جو تعداد 41 کن آهي. هيءُ "الاهي آواز جو آلاپ" جي عنوان سان ٻن حصن ۾ قرآن پاڪ جو ترجمو آهي. پاڳي پهرئين ۾ پندرهن پارن تائين ۽ پاڳي ٻئين ۾ باقي 15 پارن جو ترجمو ڏنل آهي. هن ترجمي جا ٻه تي پارا چندن پريس حيدرآباد مان ديوان ڪرمچند ڇپائي شايع ڪيا. هيءُ ترجمو ڪرائون سائيز جي 520 صفحن تي مشتمل آهي.

حاجي شاهنواز جيئن ته ساهتي پرڳڻي جو رهاڪو هو ان ڪري کيس سنڌي زبان جي معياري لهجي تي عبور حاصل هو. ان ڪري سندس سنڌي عبارت ۾ ميٺاج ۽ رنگيني سمايل آهي. ترجمي جي سنڌي عبارت پڙهندي ائين معلوم ٿئي ٿو ڄڻ قرآن پاڪ جي سنڌي ترجمي جا سنڌي لفظ مترجم جي سيني مان اڌمو ڏئي ٻاهر نڪتا آهن ۽ نهايت قابليت سان سنڌي عبارت جي رنگ کي آخر تائين قائم رکيو آهي. هن سموري ترجمي جي وڏي خوبي اها آهي ته قابل مترجم ڪيترين ئي آيتن جا نمبر ڏئي، آخر ۾ وضاحتي نوٽ لکيا آهن، جن ۾ نهايت اصلاحي مشورا پڻ ڏنا اٿائين. انهن نوٽن جو رنگ تفسيري انداز جو آهي. ان کان علاوه فاضل مترجم جن ماڳن

مڪانن ۾ مذهبي جاين جو ترجمي ۾ ذڪر آيو آهي، تن جي وضاحت پڻ ڪئي اٿائين. حاجي شاهنواز وچ اوير جي ڪيترن ئي ملڪن جو سفر پڻ ڪيو هو. ڪيترين ئي ڳالهيون سندس مشاهدي ۾ هيون. انهن جو پڻ وضاحتي نوٽن ۾ ترجمي جي مناسبت سان ذڪر ڪيو اٿائين. اسان جي راءِ موجب پيرزادي صاحب جو هيءُ ترجمو سنڌي زبان ۾ خاص طرح سنڌي ديني ادب ۾ هڪ شاهڪار جي حيثيت رکي ٿو.

### (5) تفسير قيص رحماني:

هيءُ قرآن پاڪ جي سورة فاتحہ جو تفسير آهي. هيءُ تفسير مولانا عبدالرحمان ڪنڊياروي جو لکيل آهي. مولانا عبدالرحمان ڪنڊياروي سن 1317هہ /1918ع ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ شير خان ڪوسو ۾ تعلقو ڪنڊيارو ۾ جنم ورتو سندس والد جو نالو قادر بخش هو ۽ ذات جو ڪوسو هو. مولانا عبدالرحمان ابتدائي تعليم رهڙو شريف ۾ ملان محمّد کان حاصل ڪئي. فارسيءَ جي تعليم مولانا رضا محمّد پريا واري ۽ عربي ڪتاب مولانا عبدالخالق ڪنڊياروي وٽ پڙهي پورا ڪيائين. اهڙيءَ طرح تعليمي مشاغل پوري ڪرڻ کانپوءِ درس ۽ تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين. اهڙيءَ طرح سنڌ جي مشهور ديني درسگاهن ۾ درس ۽ تدريس جي شعبي سان وابستہ رهيو. زندگيءَ جا آخري ڏينهن هالاڻيءَ ۾ مطب قائم ڪري پيرسنيءَ جا ايام سڪون سان گذاريائين. 9 جون 1996ع تي اٺهتر سالن جي عمر ۾ هالاڻيءَ ۾ وفات ڪيائين. (8)

تفسير قيص رحماني مولانا عبدالرحمان جو نهايت، مختصر ۽ پنهنجي نوعيت وارو تفسير آهي. هي تفسير 44 صفحن تي مشتمل آهي. 1984ع ۾ ليٿو ۾ شايع ٿيو. تفسير ڪندي آيتن جي مناسبت سان قرآن پاڪ جي آيتن، حديثن ۽ مختلف عربي ۽فارسي تفسيرن جا حوالا جاءِ بجاءِ ڏنا ويا آهن. فني لحاظ کان سنڌي تفسيرن ۾ هيءُ تفسير هڪ بهترين تفسير آهي.

### (6) قرآن مترجم بنام طريق تحفات باالسندي:

هيءُ قرآن پاڪ جي آخري پاري عَمّ جو ترجمو ۽ حاشيو آهي. هن ترجمي جو مترجم مولانا فضل بن محمّد قائماڻي "طالب" آهي. مولانا فضل بن محمّد سن 1892ع ۾ محبت ديرو جتوئيءَ تعلقي ڪنڊياري ۾ پيدا

ٿيو. ديني تعليم پنهنجي دور جي وڏن عالمن کان حاصل ڪيائين 1910ع ۾ سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪري پرائمري استاد مقرر ٿيو. ڪتابن جو سٺو مطالعو هئس. وٽس اعليٰ درجي جو ڪتب خانو هو. رٽائر ٿيڻ کانپوءِ محبت ديرو ۾ ديني مدرسو قائم ڪيائين، جنهن ۾ درس و تدريس جو سلسلو جاري رکيائين. حديث جي مشهور ڪتاب ابن ماجہ جو مختصر حاشيو لکيائين ۽ 1934ع ۾ شايع ڪرايائين. سن 1961ع ۾ وفات ڪيائين.(9) سورة عَمّ جو ترجمو ۽ حاشيو پڻ لکيائين، جيڪو قلمي صورت ۾ آهي. هن ترجمي جا پهريان 16 صفحا قلمي صورت ۾ شاهه ولي الله اورينٽيل ڪاليج منصورة ٽنڊو ڄام ۾ موجود آهن. (10)

## (7) قرآن ڪان فرقان تائين:

هن ترجمي ۾ روزاني زندگيءَ جي احڪامن ۽ دنيا ۽ آخرت جي ڀلاين بابت قرآن پاڪ جي چونڊ آيتن جو ترجمو ڏنو ويو آهي. هن ترجمي جو سهيڙيندڙ مرحوم محمد محسن پنهور آهي. محمد محسن پنهور ضلعي نوشهرو فيروز جي ڳوٺ حاجي بيگ محمد پنهور ۾ 1949ع ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو فيض محمد هو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۽ انٽر سائنس ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو مان امتيازي نمبرن ۾ پاس ڪري، مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ انجنيئرنگ جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخلا ورتائين. ان دوران پوليس سروس آف پاڪستان جي نوڪريءَ لاءِ سنڌ جي ٻن سيٽن مان هڪ تي منتخب ٿيو. لاهور ۾ ٽريننگ ڪرڻ کانپوءِ وڏن انتظامي ڪامورڪي عهدن تي فائز رهيو. "قرآن کان فرقان تائين" جي عنوان سان هن ترجمي جي شايع ڪرائڻ جو مقصد اهو ٻڌايو ويو آهي ته عام ماڻهن ۾ قرآن شناسائيءَ جو اهڙو ماحول پيدا ڪيو وڃي، ته جيئن قرآن پاڪ کي سمجهڻ ڏانهن ڌيان ۽ آسان ٿي پوي ۽ جڏهن اهڙو ماحول ميسر ٿيندو ته عام ماڻهو لاءِ مارڪيٽ ۾ موجود مختلف ديني عالمن ۽ مفسرن جي تاليف ڪيل ترجمن ۽ تفسيرن جي ذريعي پنهنجي ذوق جي تسڪين ڪرڻ آسان ٿي سگهندو. انهيءَ خيال کي سامهون رکندي مرحوم محمد محسن پنهور مولانا سيد ابوالاعليٰ مودودي جي تفسير "تفهيم القرآن"، مولانا محمد شفيع جي "معارف القرآن" ۽ مولانا تاج محمود امروٽي جي ترجمي جي مطالعي ڪندي، ياد داشت خاطر جيڪي قرآن پاڪ جي محڪم آيتن جا نوٽ وٺڻ شروع ڪيا، تن کي سهيڙي ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرايو آهي. (11)

سمورو ترجمو بغير عربي متن جي ڊيمي سائيز جي 396صفحن تي ڦهليل آهي. سهڻي ٽائيٽل سان مرحوم پنهور جي فرزند طارق محسن پنهور سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ طرفان سن 2001ع ۾ ڇپرائي في سبيل الله تقسيم ڪيو آهي. ترجمي جي شروع ۾ سهيڙيندڙ طرفان ڏنل پيش لفظ نهايت دلچسپ آهي.

## (8) روائح البيان في تفسير القرآن نهج فلسفہ شاھہ ولي الله:

هيءَ قرآن پاڪ جي چند سورتن جو تفسير آهي، هن تفسير جو سهيڙيندڙ مولانا ڊاڪٽر محمّد ادريس سومرو صاحب آهي. ڊاڪٽر صاحب درس نظاميءَ کانپوءِ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جي درس جي حلقي ۾ 1983ع ڌاري هڪ عقيدتمند شاگرد جي حيثيت سان شامل رهيو. ان دوران علامہ صاحب جي تفسيري بيان کي قلمبند ڪندو ويندو هو. ڊاڪٽر محمّد ادريس سومري صاحب انهن قلمبند تفسيري بيانن کي سهيڙي ڪتابي صورت ۾ مرتب ڪيو آهي ۽ اٽڪل ڊيمي سائيز جي 300 صفحن تي مشتمل آهي ۽ قلمي صورت ۾ وٽس موجود آهي. ڊاڪٽر صاحب تعلقي ڪنڊياري جي ڳوٺ چنيهاڻي ۾ سن 1961ع ۾ جنم ورتو. هن وقت مدرسہ انوار العلوم ڪنڊياري ۾ مدرس ۽ مفتي جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. علم ادب ۽ تحقيق جي سلسلي ۾ ڪيل سندس خدمتون قابل تعريف آهن. تازو سنڌ جي ڪتب خانن ۾ موجود قلمي نسخن جي فهرستن جي تياريءَ ۾ سندس پورهيي کي نہ صرف سنڌ بلڪ پاڪستان جي علمي حلقن ۾ وڏي مڃتا حاصل ٿي آهي. قرآن پاڪ جي تفسير جي سلسلي ۾ سندس سهيڙيل هيءَ سمورو مواد جڏهن ڇپجي منظر عام تي ايندو تہ سنڌي زبان ۾ قرآن جي تفسيرن ۾ هڪ بيش بها اضافو شمار ٿيندو.

قرآن پاڪ جي ترجمي ۽ تفسير جي سلسلي ۾ هن ضلعي جي عالمن ۽ مفسرن جي خدمتن جي اظهار کانپوءِ هن ضلعي جي هڪ اشاعتي اداري جو ذڪر پڻ ضروري سمجهان ٿو جنهن جي سرپرست پنهنجي هڙان وڙان خرچ ڪري، سنڌ جي هڪ بلند مرتبہ عالم ۽ مفسر مولانا محمّد مدني جي سنڌي ترجمي کي شايع ڪرائي مفت تقسيم ڪيو آهي. مولانا محمّد مدنيءَ جو هيءُ ترجمو سڀ کان پهريائين 1956ع ۾ ايجوڪيشنل پريس ڪراچيءَ مان شايع ٿيو هو جنهن ۾ ترجمي سان گڏوگڏ برصغير هندو پاڪ جي مشهور عالم شاھہ ولي الله محدث دهلويءَ جي فارسي تفسير "فتح

الرحمان" جو سنڌيَ ترجمو پڻ حاشيہ تي ڏنل هو. "فتح الرحمان" جو هيءُ سنڌي ترجمو علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ ڪيو هو. تازو خادم الفقراء ٽرسٽ نوشهرو فيروز جي سرپرست محترم عبدالستار عباسيءَ "قرآن ڪامل" جي نالي سان قرآن پاڪ جي تعليمات جي اشاعت ۾ سنڌي ماڻهن ۾ قرآن فهميءَ جي حربي کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هن ترجمي کي نئين رنگ ۾ ڍنگ سان سهڻي سرورق ۾ ڪاغذن تي 2005ع ۾ شايع ڪرايو آهي. ترجمي جي شروع ۾ مشهور عالم ۽ محقق مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي عالمانہ تقرير "قرآن پاڪ ڪيئن پڙهجي" ۽ موجوده دور جي جڳ مشهور مناظر ۽ محقق ڊاڪٽر ذاڪر نائڪ جي علمي، تحقيقي ۽ منطقي تقرير "ڇا قرآن پاڪ الله جو ڪلام آهي" کي ترجمي جي منڍ ۾ ڏنو ويو آهي، تہ جيئن پڙهندڙ موجوده دور ۾ رونما ٿيندڙ واقعن ۽ حالتن کي سامهون رکندي، قرآني تعليمات جي روشنيءَ ۾ تجزيو ڪندي قرآن پاڪ جي ترجمي ذريعي زندگيءَ جي صحيح رُخ کي متعين ڪري سگهي. ان کان علاوه هن ترجمي جي وڏي خوبي هيءَ پڻ آهي تہ ترجمي جي آخر ۾ "لغت القرآن" جي عنوان سان قرآن پاڪ جي ترجمي کي سمجهڻ لاءِ عربي فهميءَ جا ڪجهہ سبق پڻ شامل ڪيا ويا آهن. ان جي مطالعي سان پڙهندڙ جيڪڏهن قرآن پاڪ جي عربي متن ۾ آيل لفظن تي ٿورو بہ غور ۽ فڪر ڪندو تہ کيس قرآن پاڪ جي لفظن جي مختلف معنائن ۾ ايندڙ فرق آسانيءَ سان سمجهہ ۾ اچي ويندو. ان سان گڏوگڏ قرآن پاڪ جي سورتن ۾ بيان ٿيل اهم موضوعن ۽ مسئلن جي ڏسٽي پڻ ڏني وئي آهي. جنهن ۾ هر عنوان جي نسبت سان سورة جو نالو، آيت نمبر ۽ صفحو نمبر واضح ڪيو ويو آهي. ان سان قرآن پاڪ تي تحقيق ڪندڙ عالمن ۽ محققن کي تحقيقي مواد ڪٺو ڪرڻ ۾ وڏي آساني ٿي پئي آهي، اسان جي خيال ۾ هن کان اڳ ۾ جيترا بہ قرآن پاڪ جا سنڌي ترجما شايع ٿيا آهن، تن ۾ اهڙي قسم جو قيمتي ۽ عالمانہ مواد شامل نہ ڪيو ويو آهي. خادم الفقراء نوشهرو فيروز وارن جي طرفان اختيار ڪيل اهو انداز قرآن پاڪ جي اصل روح کي سمجهڻ ۾ وڏو معاون ۽ مددگار ثابت ٿيندو. اسان جي راءِ ۾ قرآن پاڪ جي ترجمي جي اهڙي مفيد انداز ۾ اشاعت ضلعي نوشهروفيروز لاءِ هڪ وڏو اعزاز آهي.

**حوالا:**


(1) قريشي حامد علي خانائي ڊاڪٽر: ڪلهوڙن جي دور جي هڪ ناياب تصنيف (مضمون)، الرحيم، جنوري 1968، ص50_51.

(2) قريشي حامد علي خانائي ڊاڪٽر: "نواب شاهہ ضلعو_ تاريخي شهر ۽ شخصيتون" ڊسٽرڪٽ نواب شاهہ هسٽاريڪل سوسائٽي نواب شاهہ 1987، ص 72.

(3) قريشي حامد علي خانائي ڊاڪٽر: "مقالات خانائي" سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سنڌ، 2006ع، ص 218.

(4) ٻٽ الهہ رکيو ڊاڪٽر: "سنڌي رسالن جي تاريخ" سنڌ پبلشرز حيدرآباد سنڌ، 1981ع، ص 48.

(5) "مقالات خانائي"، ص 235، جلد پهريون، سال 2006ع.

(6) اينيمري شمل: "پرلس فرام دي انڊس"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ، 1986ع ص 70.

(7) "ساهتيءَ جا قديم علمي مرڪز"، ص 458_ 461.

(8) گهانگهرو عبدالرزاق ڊاڪٽر: "قرآن مجيد جا سنڌي ترجما ۽ تفسير" مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور 1997ع، ص 237_ 239.

(9) "ساهتيءَ جا قديم علمي مرڪز"، ص 604، 605.

(10) راقم ڪي 1991ع ۾ پنهنجي ڊاڪٽريٽ جي مقالي جي تياريءَ دوران قرآن پاڪ جي سنڌي ترجمن ۽ تفسيرن جي ڳولا ڪنديءَ انهيءَ تفسير جا ڪجهہ قلمي صفحا شاهہ ولي الله اورينٽيل ڪاليج منصوره جي لئبرري مان مطالعي لاءِ مليا هئا ۽ انهن جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي پاڻ وٽ محفوظ رکي آهي.

(11) محمّد محسن پنهور : "قرآن ڪان فرقان تائين"، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2001ع، ص 1– 14.


٢

# ضلعي نوشهري فيروز جا ديني مدرسا

مولوي محمد الياس سومرو

الله تعاليٰ جڏهن انسان ذات کي تخليق ڪيو ته ان سان گڏوگڏ سندس تعليم جو به بندوبست ڪيو. جيئن حضرت آدم عليه سلام بابت الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ ارشاد فرمايو آهي، "وعلم آدم الاسماءِ......" ان مان واضع ٿيو ته هڪ انسان کي مڪمل انسان ٿيڻ لاءِ ڪيس علم حاصل ڪرڻ لازمي آهي، ته جيئن هو پنهنجو ڪردار پنهنجي معاشري ۾ سهڻي نموني سرانجام ڏئي سگهي. پراڻي دور کان وٺي اڄ تائين انسانن پنهنجي لاءِ تعليم حاصل ڪرڻ جا مختلف طور طريقا مقرر ڪيا ۽ وقت آهر ان ۾ تبديليون به آڻيندا رهيا، تا ته جڏهن سرور ڪائنات حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن مڪي کان هجرت ڪري مديني شريف پهتا ته اتي مسجد نبوي سان گڏ هڪ مدرسو به قائم ڪيائون، جيڪو صفه نالي سان مشهور هو. جنهن ۾ صحابه کي تعليم ڏني ويندي هئي ۽ سندن تربيت ڪئي ويندي هئي. ان مدرسي کان وٺي ديني مدرسن جي شروعات ٿي ۽ اهي مدرسا اڳتي هلي مختلف جڳهن تي ڪافي تعداد ۾ قائم ٿيا. جڏهن سنڌ ۾ اسلام جو دور شروع ٿيو ته سنڌي عوام کي به تعليم ڏيارڻ لاءِ ديني مدرسا قائم ڪيا ويا، ته جيئن اتان جو عوام به ديني علوم کان واقفيت حاصل ڪري سگهي، اهڙيءَ طرح مختلف دورن ۾ مختلف مدرسا ديني تعليم جي خدمت سرنجام ڏيندا رهيا. ڪنهن وقت ۾ سنڌ ۾ ايترا ته وڏا ۽ گهڻا مدرسا هئا جو ڏورانهن علائقن جا ماڻهو به ديني تعليم سنڌ جي مدرسن ۾ حاصل ڪرڻ لاءِ وڏا سفر ڪري اچي پهچندا هئا ۽ پنهنجي علمي اُڃ اُجهائيندا هئا.

ضلعو نوشهرو فيروز به سنڌ پرڳڻي جو ساهتي وارو علائقو هجڻ سان گڏ وگڏ ديني مدرسن جي لحاظ کان به ڪافي مشهور آهي. هن ضلعي ۾ ديني تعليم کي عام ڪرڻ ۽ مسلمانن کي سندن ديني عقائد ۽ ديني شعور ڏيارڻ لاءِ اهي مدرسا ڏينهن رات پنهنجي ڪمن ۾ مصروف آهن. اسان وٽ

تقريباً اهو ڏنو وڃي ٿو تہ جتي بہ مسجد آهي تہ ان سان گڏ مسلمانن کي قرآني ۽ ديني تعليم ڏيارڻ لاءِ هڪ ننڍو يا وڏو مدرسو بہ آهي ۽ انهن مدرسن ديني تعليم کي ايترو تہ اڳتي وڌايو آهي جو پيو ڪو بہ اهڙو اين. جي. اوز جو ادارو ڪونہ آهي. جو اهڙو ڪم مفت ۾ ۽ سهڻي نموني سرانجام ڏئي سگهي.

هن وقت بہ ضلعي نوشهرو فيروز ۾ هزارن جي تعداد ۾ طلباءَ سوين استادن جي نگرانيءَ ۾ ڏينهن رات عربي، فارسي، انگريزي، حفظ ناظره ۽ ديني تعليم پرائڻ ۾ مشغول آهن. ڪجهہ مدرسا اهڙا بہ آهن. جو موجوده دور جي تقاضائن کي ڏسندي، پنهنجي نصابن ۾ عصري علوم بہ پڙهائين ٿا. جهڙوڪ: انگريزي، ڪمپيوٽر، سائنس، رياضي، جاگرافي، جاميٽري وغيره وغيره انهن مدارس ۾ طالبن کي ديني مسئلن حلال، حرام، توحيد، رسالت، عربي فارسي گرامر، خطابت ڪتابت، تاليف، تصنيف، لکڻ، پڙهڻ، معاشري ۾ اٿڻ ويهڻ جا آداب، والدين جا حقوق، پاڙيسرين، ننڍن وڏن سان حسن سلوڪ جهڙيون ڳالهيون قرآن ۽ حديث جي روشني ۾ سيکاريون وڃن ٿيون. پر هاڻي تہ ڇوڪرن جي مدرسن جي طرز تي نياڻين لاءِ ديني تعليم حاصل ڪرڻ جو بندوبست ڪيو ويو آهي، جن ۾ نياڻيون با پرده ٿي ڪري ديني تعليم حاصل ڪري سگهن ٿيون ۽ پنهنجي معاشري ۾ ديني ڪردار ڀرپور انداز سان ادا ڪري سگهن ٿيون.

هن مضمون ۾ مون رڳو انهن مدرسن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي مونکي مختصر عرصي ۾ هٿ اچي سگهيا آهن. پر ٿي سگهي ٿو تہ اڃا بہ ڪي اهڙا مدرسا بہ هجن جيڪي منهنجي معلومات ۾ نہ اچي سگهيا آهن. پر تنهن هوندي بہ هي مضمون اهڙي نموني لکيو ويو آهي، جو ان ۾ سمورن مدرسن بابت تاريخي ڳالهيون اچي وڃن ۽ اڳتي هي مضمون تحقيق ڪندڙن لاءِ هڪ تاريخ جي حيثيت رکي.

## الجامعة العربية انوارالعلوم ڪنڊيارو

هن مدرسة جو بنياد اڄ کان هڪ سؤ پندرنهن سال پهريان 1313هہ ۾ پيو. ان وقت ميمڻ محلہ جي هڪ مسجد ۾ قرآني تعليم جو سلسلو شروع ٿيو. پر ڪجهہ سالن کانپوءِ مسجد سان لڳ ڪجهہ ڪمرا تعمير ٿيا ۽ پڙهائيءَ جو سلسلو انهن ڪمرن ۾ منتقل ڪيو ويو. باقي عربي فارسي جي تعليم جو سلسلو 1940ع ڌاري شروع ٿيو. ان وقت مولانا غلام محمد رند ۽ مولانا عبدالقادر پنهور قلجي وارا (جيڪي اڄ بہ زندهہ آهن) ۽ مولانا

عبدالخالق ڪنڊياروي (جنهن تفسير معارف القرآن لکيو) ان مدرسي ۾ عربي ۽ فارسي جي تعليم ڏيندا هيا. 1950ع ۾ مولانا عبدالعزيز سومرو رتوديرو وارن تعليم ۽ تدريس شروع ڪئي. ان ڪانپوءِ 1951ع کان 1958ع تائين امام العصر حضرت مولانا عبدالڪريم صاحب بير شريف وارن تعليمي ڪم سرانجام ڏنا. ان ڪانپوءِ 1960ع کان 1991ع (مسلسل ٽيهن سالن) تائين اهو تعليمي ڪم حضرت مولانا عبداللطيف ميمڻ صاحب (جيڪي حضرت مولانا عبدالقادر پنهور ڦلجي ۽ حضرت مولانا عبدالڪريم بير شريف وارن جا شاگرد ۽ خليفه ارشد هئا) سرانجام ڏنو.

1992ع ۾ مدرسي جي عمارت ڪي جامع مسجد جي سامهون تيار ڪيو ويو ۽ عربي ۽ فارسي جا شعبا ان جديد عمارت ۾ منتقل ڪيا ويا باقي حفظ ۽ ناظره جا شعبا ساڳئي پراڻي مدرسي ۾ برقرار رکيا ويا. ان نئين مدرسي ۾ تعليمي امور جي نگراني حضرت مولانا ڊاڪٽر محمد ادريس سومرو صاحب جي حوالي ڪئي وئي، جيڪو جڳ مشهور مدرس، مفتي ۽ مصنف به آهي. هن مدرسي ۾ بين رواجي عربي علوم سان گڏوگڏ جديد عصري علوم به سٺي مهارت سان پڙهايا وڃن ٿا. جهڙوڪ: فلڪيات، سيرت، تاريخ، رياضي، جاگرافي، سائنس، انگلش، ڪمپيوٽر، جاميٽري، عروض ۽ قافيه (شعر شاعري) وغيره وغيره.

هن وقت هن مدرسي ۾ 17 استادن جي نگرانيءَ ۾ 350 جي لڳ ڀڳ مسافر ۽ مقيم شاگرد عربي، فارسي، عصري علوم، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## جامعة عثمانية ڳوٺ مولوي گل محمد دايو دريا خان مري

هيءُ مدرسو 27 رمضان المبارڪ 1419هه مطابق 1999ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 129 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عربية رياض العلوم لطيفية ڳوٺ علڻ ڪليري

هيءُ مدرسو 1991ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 110 شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة دارالقرآن اقبال محله، ڪنڊيارو

هيءَ مدرسو 1960ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 140 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عربية قاسم العلوم دريا خان مري

هيءَ مدرسو 1966ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 5 استادن جي نگرانيءَ ۾ 210 کن شاگرد پرائمري، حفظ، ناظره ۽ عربي فارسي جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عربية اسلامية انوارالرحمان دريا خان مري

هن مدرسي جو قيام 29 شوال 1363هه مطابق ٿيو هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 115 طلباءِ عربي فارسي حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عربية سراج العلوم ڳوٺ ميهر حاجي (محراب پور)

هيءَ مدرسو 1392هه مطابق 1972ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 115 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عزيزية تعليم القرآن پڊعيدن

هيءَ مدرسو 1967ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 5 استادن جي نگرانيءَ ۾ 275 شاگرد پرائمري ۽ حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عربية مصباح الهدي پريا سٽي

هيءَ مدرسو 1977ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 215 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عربية انوارالهدي حمادية ڳوٺ چاناري

هيءَ مدرسو 1412هہ مطابق 1992ع ڌاري قاري محمد حسن مورو جو صاحب جن پنهنجو ذاتي پلاٽ وقف ڪري قائم ڪيو. هن مدرسي ۾ هن وقت 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 110 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عربية تعليم القرآن حمادية ڳوٺ عيسيٰ خان مري

هيءَ مدرسو 1391هہ مطابق 1971ع ڌاري قائم ٿيو. هن مدرسي ۾ هن وقت 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 180 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم پرائي رهيا آهن.

## مدرسة عربية دار القرآن حماديہ، ڳوٺ ڏنگراج

هيءَ مدرسو 1997ع ڌاري قائم ٿيو هن وقت هن مدرسي ۾ استادن جي نگرانيءَ ۾ 80 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم پرائي رهيا آهن.

## مدرسة عربية توحيدية دارالقرآن المحمدية ڏيپارجا

هيءَ مدرسو 1997ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 120 شاگرد تعيلم پرائي رهيا آهن.

## مدرسةعربية دارالعلوم محمدية پڊعيدن

هيءَ مدرسو 1993ع ڌاري قائم ٿيو. هن مدرسي ۾ هن وقت 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 182 شاگرد حفظ ناظره، عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة دارالتوحيد عزيزية ٺارو شاهہ

هيءَ مدرسو 1967ع ڌاري قائم ٿيو. هن مدرسي ۾ هن وقت 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 80 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة حسينية تعليم القرآن پڍيا روڊ

هيءُ مدرسو 1971ع ڌاري قائم ٿيو. هن مدرسي ۾ هن وقت 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 105 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةعربية حمايت الاسلام ڳوٺ جمع خان سولنگي، تعلقو پڍيا

هن مدرسي جو بنياد 1952ع ڌاري حڪيم عبدالخالق صاحب (پنهنجو ذاتي پلاٽ وقف ڪري) وڌو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 125 شاگرد عربي فارسي حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةعربية دارالعلوم اسلامية محراب پورجنڪشن

هيءُ مدرسو 1391هه ڌاري مولانا محمد انس سهتي صاحب پنهنجي زمين تي قائم ڪيو. هن مدرسي ۾ هن وقت 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 54 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةعربية جامع العلوم غفرانيه پڍيا روڊ

هيءُ مدرسو 12 ربيع الاول 1376هه ڌاري قائم ٿيو. هن مدرسي ۾ هن وقت 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 140 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةعربية شمس الهديٰ پيرن واري مسجد نوشهرو فيروز

هيءُ مدرسو 1950ع ڌاري قائم ٿيو. پهرياڻين صرف حفظ ۽ ناظره جي تعليم ڏني ويندي هئي. پر 1972ع کان وٺي عربي ۽ فارسي جو شعبو به قائم ڪيو ويو. پر هاڻي رڳو حفظ ۽ ناظره جي تعليم ڏني ويندي آهي. هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 150 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم پرائي رهيا آهن.

## مدرسة عربية اشاعة القرآن ڳوٺ دوست محمد صدر نزد ڪلهوڙا اسٽيشن

هيءُ مدرسو پهرين جنوري 1984ع ڌاري حضرت مولانا حافظ محمود اسعد صاحب رحمة الله عليہ جي مشوري ۽ دعائن سان قائم ٿيو. هن مدرسي ۾ هن وقت 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 225 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## جامعة اسلاميہ دارالفضل هالاڻي

هن مدرسي جو بنياد 1921ع ۾ مولانا سيد غلام دستگير شاهہ جن پنهنجي هٿن مبارڪن سان رکيو. پاڻ مشهور نقشبندي بزرگ حضرت مولانا فضل علي قريشي صاحب جا دست بعيت هئا. هن مدرسي ۾ شروعات ۾ رڳو حفظ ۽ ناظره جي تعليم ڏني ويندي هئي. پر 1979ع ڌاري مولانا سيد دستگير شاهہ صاحب وفات ڪري ويا تہ سندن پاڻيٽيي سيد ڊاڪٽر نثار احمد شاهہ صاحب جن مدرسي جو اهتمام سنڀاليو تہ حفظ ۽ ناظره سان گڏ عربي ۽ فارسيءَ جو شعبو بہ قائم ڪيو ويو. هن وقت هن مدرسي ۾ 7 استادن جي نگرانيءَ ۾ 315 شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## جامعة اسلامية نورالهديٰ، گچيرو روڊ مورو

هن مدرسي جو بنياد 1949ع ڌاري مولانا غلام الله ڪورائيءَ وڌو. شروعات ۾ هن مدرسي کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪيترين ئي ڪوششون ڪيون ويون، جن ۾ ڪيترائي ڀيرا شاگردن جو سامان چوري ٿي ويو. پر انهن حالتن هوندي بہ مدرسو اڄ تائين قائم دائم آهي. هن مدرسي ۾ هن وقت 5 استادن جي نگرانيءَ ۾ 118 شاگرد حفظ، ناظره، عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة دارالعلوم حمادية گهيڙ گجو ڀريا

هيءُ مدرسو 1404هہ مطابق 1984ع ڌاري حاجي محمد رمضان عباسيءَ پنهنجي سروي زمين ڏئي قائم ڪيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 5

استادن جي نگرانيءَ ۾ 175 طلباءَ حفظ ناظره، عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## الجامعة العربية الاسلامية تاج المدارس نوشهروفيروز

هيءُ مدرسو حضرت مولانا محمد حسن لانگاهه صاحب 1978ع ڌاري قائم ڪيو. هن مدرسي ۾ حفظ ناظره کان وٺي عربيءَ ۾ دوره حديث تائين تعليم ڏني ويندي آهي. هن وقت هن مدرسي ۾ 12 استادن جي نگرانيءَ ۾ 85 شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## جامعة عربية مدينة العلوم محراب پور

هيءُ مدرسو 1980ع ۾ قائم ٿيو. هن مدرسي ۾ ڇوڪرن جي تعليم سان گڏ ڇوڪرين لاءِ به الڳ تعليم جو بندوبست ٿيل آهي. هن وقت هن مدرسي ۾ 12 استادن جي نگرانيءَ ۾ 330 شاگرديائين ۽ شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## الجامعة العربية انوار القرآن ڪيريا محلو پريا روڊ

هيءُ مدرسو حضرت مولانا نور محمد ڪيريو صاحب جن 1389هه مطابق 1969ع ڌاري قائم ڪيو. هن مدرسي ۾ به حفظ ۽ ناظره سميت عربي علوم جي تعليم پڻ ڏني ويندي آهي. هن وقت هن مدرسي ۾ 16 استادن جي نگرانيءَ ۾ 135 شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة مظهر العلوم ڳوٺ سومر چنڙ تعلقو ڪنڊيارو

هيءُ مدرسو 1994ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 50 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةعربية دارالقرآن ڳوٺ نبهندو اڄڻ نزد ڪنڊيارو

هيءُ مدرسو 1982ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ ۾ 88 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة تعليم القرآن ڳوٺ فتح محمد مري، نزد سيد و باغ

هيءَ مدرسو 1992ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 40 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عربية مصباح الهدئ عزيزية مخدوم آباد، نزد ڪلهوڙا اسٽيشن

هيءَ مدرسو 1991ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگرانيءَ ۾ 50 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة دارالفيض ڳوٺ حاجي هُمير ٻانيڻ نزد هالاڻي

هيءَ مدرسو 1989ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگرانيءَ ۾ 50 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عربية تعليم القرآن ڳوٺ ٻڍڪ تعلقو ڪنڊيارو

هيءَ مدرسو 1950ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 125 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## جامعة امين المدارس ڳوٺ ڪڪاٽ، دريا خان مري

هيءَ مدرسو 1998ع ۾ قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ ۾ 60 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عربية تعليم القرآن نعمانية ڳوٺ ملڪ نزد ڀڏعيدن

هيءَ مدرسو 1994ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگرانيءَ ۾ 40 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسه بحرالعلوم حمادية ڳوٺ حاجي امام مري

هيءَ مدرسو 1407هه مطابق 1987ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگرانيءَ ۾ 70 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسه عربية فاروقية ڳوٺ غازي خان واسواڻو

هيءَ مدرسو 1979ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگرانيءَ ۾ 108 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسه عربية دارالهدي رحمانية ڳوٺ موليڏنو

هن مدرسي جو بنياد 1988ع ڌاري حضرت مولانا محمد حسن لانگاهه صاحب جن رکيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ ۾ 90 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسه عربية معارف العلوم حسينية ڳوٺ حمل مستوئي

هيءَ مدرسو 1411هه مطابق 1991ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ ۾ 40 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسه عربية دارالعلوم عثمانية نزد پڊعيدن

هيءَ مدرسو 1983ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ هيٺ 42 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسه عربية احياء العلوم حمادية ڳوٺ مولا داد مري

هيءَ مدرسو 1987ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد 90 شاگردن کي حفظ ۽ ناظره جي تعليم ڏئي رهيو آهي.

## مدرسة رياض الاسلام محمدية مچر تعلقو پريا

هيءُ مدرسو 1990ع ڌاري قائم ڪيو ويو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ ۾ 85 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةعربية انوار الرحمان المحمدية مسرجي واهه

هيءُ مدرسو 15 اپريل 1983 ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ ۾ 60 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةعربية تعليم الاسلام حمادية ڳوٺ جمعو ڪلهوڙو

هيءُ مدرسو 1968ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ ۾ 80 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةعربية دارالعلوم حقانية پڊعيدين

هيءُ مدرسو 1954ع ڌاري قائم ٿيو. هن مدرسي ۾ هن وقت 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 80 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةعربية تعليم القرآن حمادية طالب سولنگي محلہ نوشهروفيروز

هيءُ مدرسو 1979ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 120 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم پرائي رهيا آهن.

## مدرسةعربية تعليم القرآن حيدرية ڳوٺ محمد رمضان بروهي

هيءُ مدرسو 1991ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 60 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة اسلامية عربية شمس الهديٰ ڳوٺ فقير آباد پوهيو

هيءَ مدرسو 1958ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ هيٺ 113 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةعربية حسينية انوار القرآن ڪريمية مورو

هيءَ مدرسو 1992ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ ۾ 100 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## جامعة دارالعلوم محمدية محراب پور

هيءَ مدرسو 2005 ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 7 استادن جي نگرانيءَ ۾ 100 شاگردن عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةرياض العلوم حمادية رياض ڪالوني مين روڊ نوشهروفيروز

هيءَ مدرسو 1998ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 90 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة دارالهديٰ ڳوٺ نهان، محراب پور

هيءَ مدرسو 1971ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگرانيءَ ۾ 50 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة حسين بن علي پڪاچانگ روڊ، پريا روڊ

هيءَ مدرسو 2006ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ ۾ 20 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة دارالهدي قاسمية دستگير ڪالوني ٺارو شاهہ

هي مدرسو 1982ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 120 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة فيضان غوثية ڳوٺ نور پور ضلعو نوشهرو فيروز

هيءَ مدرسو 1998ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 150 مقامي شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة فيض مزمل هالاڻي

هيءَ مدرسو 2000ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 60 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةسڪندرية راشدية ڳوٺ پوهيا، ضلعو نوشهرو فيروز

هيءَ مدرسو 2000ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگرانيءَ ۾ 75 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة دارالقرآن غوثية رضوية فتح پور محلہ پريا روڊ

هيءَ مدرسو 1990ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگراني ۾ 55 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةغوثية اسلامية الڪرم ٻهلاڻي

هيءَ مدرسو 1998ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ هيٺ 105 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة گلزارِ مصطفيٰ دستگير ڪالوني منياڻي

هيءَ مدرسو 1985ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ هيٺ 102 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة رفيع العلوم باءِ پاس مورو

هيءَ مدرسو 1999ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 110 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة دارالعلوم قاسمية، گچيرو روڊ مورو

هيءَ مدرسو 1990ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 75 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة صبغة الفيوض، جامع مسجد محمد عثمان درٻيلو

هيءَ مدرسو 1985ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگرانيءَ ۾ 55 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة دارالعلوم قادرية سڪندرية پراڻي سبزي مارڪيٽ نوشهروفيروز

هيءَ مدرسو 1998ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 110 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة رحمانية تاج مسجد مورو

هيءَ مدرسو 1970ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 100 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة گلزارِ مصطفيٰ لاڪا روڊ

هيءُ مدرسو 1990ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 110 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عين الفيوض ڳوٺ محمد موٺمل

هيءُ مدرسو 1962ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 70 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة اسلامية رضوية ٺري روڊ محراب پور

هيءُ مدرسو 1975ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 190 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة قادرية رضوية گل مسجد نوشهروفيروز

هيءُ مدرسو 1985ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 80 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة صبغة المدينة بائي پاس منياٽي روڊ نوشهروفيروز

هيءُ مدرسو 2004ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگرانيءَ ۾ 45 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة انوارِ مصطفيٰ قاسمية ڳوٺ دريا خان مري

هيءُ مدرسو 1990ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 95 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةعربية غوثية مجددية قل شهر

هيءَ مدرسو 1982ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 100 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة صبغة العلوم پريا روڊ اسٽيشن

هيءَ مدرسو 1965 ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 90 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةدارالقرآن والحديث گوشت مارڪيٽ پريا روڊ

هيءَ مدرسو 2002ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 45 ڪن شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة انوارالعلوم دستگير ڪالوني مورو

هيءَ مدرسو 1960ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادن جي نگرانيءَ ۾ 142 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةتعليم القرآن ڳوٺ سيد و باغ، ڪنڊيارو

هيءَ مدرسو 1975ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 100 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة چهارده معصومين ڳوٺ ٿارو خان ڪليري لڳ ڪنڊيارو

هيءَ مدرسو 2005ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 25 شاگرد عربي، فارسي ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةمشارع الشريعة ڳوٺ دريا خان مري

هيءُ مدرسو 1987ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 3 استان جي نگرانيءَ ۾ 37 شاگرد عربي ۽ فارسي ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسةدانش گاهہ سجادية منياڻي روڊ نوشهرو فيروز

هيءُ مدرسو 2000ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگرانيءَ ۾ 16 شاگرد عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## جامعة فاطمة الزهراءِ للبنات اسپتال روڊ ڪنڊيارو

هي ڇوڪرين جو مدرسو 2003ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 4 استادياڻين جي نگرانيءَ ۾ 90 شاگردياڻيون عربي، فارسي ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيون آهن.

## جامعة فاطمة الزاهراءِ للبنات ڳوٺ جلباڻي نزد پريا سٽي

هيءُ مدرسو 2005ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 5 استادياڻين جي نگرانيءَ ۾ 65 شاگردياڻيون عربي، فارسي، ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيون آهن.

## جامعة خديجة الكبري للبنات نزد مدينة مسجد محراب،پور

هيءُ مدرسو 1995ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 13 استادياڻين جي نگرانيءَ ۾ 125 شاگردياڻيون عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيون آهن.

## مدرسة نور الهدي للبنات گچيرو روڊ مورو

هيءُ ڇوڪرين جو مدرسو 2000ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 7 استادياڻين جي نگرانيءَ ۾ 30 شاگردياڻيون عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪري رهيون آهن.

## مدرسة اشرف العلوم رشيدية ڳوٺ بازيد پور تعلقو ڪنڊيارو

هيءَ مدرسو 2001ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 2 استادن جي نگرانيءَ ۾ 25 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة انوار مصطفيٰ جامع مسجد بخاري نزد پوليس اسٽيشن ٺاٺو ڪنڊيارو

هيءَ مدرسو 1985ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ ٻن استادن جي نگرانيءَ ۾ 118 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة عربية دارالعلوم نورالاسلام هاءِ اسڪول روڊ ڪنڊيارو

هيءَ مدرسو 1968ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 3 استادن جي نگرانيءَ ۾ 95 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## جامعة عربية غفارية الله آباد ڪنڊيارو

هيءَ مدرسو 1973ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ 13 استادن جي نگرانيءَ ۾ 250 شاگرد عربي، فارسي، حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

## مدرسة دارالرشاد ڳوٺ جيئندو راڄپر، تعلقو محراب پور

هيءَ مدرسو 2006ع ڌاري قائم ٿيو. هن وقت هن مدرسي ۾ هڪ استاد جي نگرانيءَ ۾ 60 شاگرد حفظ ۽ ناظره جي تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

٢

# ضلعي نوشهري فيروز جا سگهڙ

## بخش علي چانڊيو

سگهڙ دراصل سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي. جيڪو ٻن لفظن جو مرڪب آهي. "سُ" سٺو چڱو + گهڙ = گهڙڻ، ٺاهڻ" هن لفظ جون گهڻيون معنائون ٿين ٿيون جهڙوڪ: سٺو ٺاهيندڙ سهڻو ٺاهيندڙ سهڻو ڪندڙ سٺي گهڙت وارو هنرمند، ڪاريگر، ڄاڻو استاد، تجربيڪار دستڪار، عاقل، داناءُ، فهيم، سمجهو ذهين، هوشيار، ڏاهو سياڻو صاحب تميز ذي شعور، دانشمند، سٺو شاعر، ٻين جا شعر ياد ڪندڙ ۽ ٻڌائيندڙ سيبتو سالڪ ۽ چالاڪ وغيره.

اصطلاحاً لوڪ ادب جي مختلف صنفن جي ڄاڻو سالڪ ۽ شاعر کي سگهڙ چيو ويندو آهي. سگهڙ اسان جي ٻولي، ادب، ريتن رسمن، تهذيب ثقافت ۽ تاريخ جا سانڍيندڙ ۽ محافظ آهن.

ڪنهن بہ ٻوليءَ جي زندهہ رهڻ جو دارو مدار ان ٻوليءَ جي نج ادبي ذخيري تي هوندو آهي ۽ لوڪ ادب کي ئي ٻولي جو نج ادبي ذخيرو چئي سگهجي ٿو ڄاڪاڻ تہ خود لوڪ ادب ٻن لفظن جو مرڪب آهي هڪ لفظ آهي لوڪ: جنهن جي معنيٰ آهي عام ماڻهو قوم، قبيلو رعيت وغيره، ٻيو لفظ آهي ادب، جيڪو لفظ تاديب مان اخذ ڪيل آهي، جنهن جي معنيٰ علامہ آءِ آءِ قاضي پنهنجي مشهور مقالي "ادب ۽ زندگي" ۾ هن طرح لکي آهي: ادب معنيٰ ريڙهيون پائيندڙ ٻار کي پنڌ ڪرڻ سيکارڻ يا هڪ سنڌي اصطلاح موجب اڻ گهڙيل ڪاٺ کي رندو هڻي سڌو ڪرڻ، ادب جي ٻي معني ٿيندي لطافت، تهذيب يا شائستگي، تهذيب کي انگريزيءَ ۾ ڪلچر (Culture) چيو ويجي ٿو ۽ ماڻهوءَ کي تهذيب يافتہ "مهذب" بڻجڻ لاءِ مسلسل سوڌ سنوار جي ضرورت پوري ٿي ۽ اها سوڌ سنوار کيس پنهنجي تاريخي ورثي، ريتن رسمن توڙي وڏڙن يعني ابن ڏاڏن جي رهڻي ڪهڻيءَ مان ملي ٿي.

لوڪ ادب جو دارو مدار بہ عام ماڻهن جي تهذيب، سندن رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن، اخلاقيات، سماجي مسئلن توڙي، وهمن ۽ وسوسن تي آهي ۽ لوڪ ادب جي سيني صنفن جو محور عام ماڻهو ٿئي ٿو ان ڪري عام ماڻهن طرفان عام ماڻهن لاءِ گهڙجندڙ ادب کي ئي لوڪ ادب جو نالو ڏنو ويو.

لوڪ ادب جي شروعات ڪيئن ٿي؟ ان لاءِ خود انساني تاريخ جو مطالعو ڪرڻو پوندو خوشي، غم، ڏک يا سُک جي موقعي تي يا فالتو وقت کي چڱيءَ طرح گذارڻ لاءِ مختلف وقتن تي ايرندڙ انساني جذبا لوڪ ادب جي تخليق جو سبب بنيا.

لوڪ ادب جا آثار ويجهي تاريخ ۾ سومرن جي حڪومت واري دور کان ملڻ شروع ٿيا، هن دور ۾ مختلف قصن ۽ لوڪ داستانن جو بنياد پيو ۽ عام ماڻهوءَ انهن قصن کي بنياد بنائي پنهنجا خيال بيِن تائين آسانيءَ سان پهچايا، هي اهوئي وقت هو جڏهن قصہ گو يٽ ۽ پان ۽ چارڻ سڄي سنڌ ۾ مشهور ٿيا، جيڪي ان دور جي سخين جي سخاوت، سورهيہ ۽ سرويچ پهلوانن جي تعريف، عشقيہ داستانن توڙي عام ماڻهوءَ جي احساسن وهمن ۽ وسوسن کي قصي جو روپ ڏيئي مختلف وقتن تي اچي اهي قصا عام ماڻهن کي ٻڌائيندا هئا ۽ ان جي وچ ۾ رس ۽ رچاءُ پيدا ڪرڻ لاءِ ڳاءِ يا ڳاهہ جهڙا بيت بہ پيا پڙهندا هئا ۽ داد تحسين حاصل ڪندا هئا. ان ڪانسواءِ شادي مرادي جي موقعن تي مائي مرخان شيخڻ، لوڪ گيت چوندي هئي ۽ عام ماڻهو پڻ پهاڪا ۽ چوڻيون ناهڻ لڳا ۽سنڌي ادب ۾ اصطلاحن جو وڏو ذخيرو گڏ ٿي ويو اهڙيءَ طرح لوڪ ادب سفر ڪندو اچي موجوده دور تائين پهتو ان دور جي راوي سگهڙن، چارڻن، ڀٽن، پانن کان ٿيندو ويجهي ماضيءَ ۾ مخدوم غلام محمد ٻگائي، جلال ڪتي، صابر موچي ۽ هاٿوڪي دور وارن سگهڙن تائين اچي پهتو آهي ۽ اهو سفر جاري آهي.

اڄڪلهہ جي دور ۾ پهاڪا، چوڻيون، لوڪ ڪهاڻيون، حمد، نعت، بيت مدح، منقبت، مناجات، هنر، ڏهس، سينگار ڏٽ، پرولي، معما، ڳجهارت ڏور معجزو مناظرو لوڪ داستانن تي ٺهيل بيت، گرچيلا ۽ ٽيهہ اکريون وغيره لوڪ ادب جون مقبول صنفون آهن.

سنڌ جي سگهڙن انهن سيني صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي ۽ پنهنجي هڙان وڙان خرچ ڪري پنهنجي تهذيب ۽ ادبي ورثي کي زندهہ رکيو آهي. هو ڏسڻ ۾ تہ سادا سودا ۽ عام ماڻهو لڳن ٿا، پر جڏهن زبان کوليندا آهن تہ علم ۽ ادب جا واهڙ وهائي ڇڏيندا آهن. خوبصورت ۽ عام فهم هم

قافيہ توڙي تجنيس وارا لفظ جڏهن سندن زبان مان جاري ٿيندا آهن تہ وڏن وڏن عالمن ۾ علم عروض توڙي اڄڪلهہ جي مروجہ ٻاهرين صنفن جي شوقينن توڙي ٿُڪ بنديءَ جي ماهرن کي ڏندين آڱريون اچي وينديون آهن ۾ سندن خالص ٻولي توڙي اندازِ بيان جي تعريف کان رهي نہ سگهندا آهن. سگهڙ اسانجي تاريخ، ادب توڙي ٻوليءَ جا سچا سپاهي آهن ۾ ٻوليءَ جي وجود توڙي پنهنجي تهذيب، ريتن ۾ رسمن توڙي محاوڙن ۾ پهاڪن کي ڌارئين ڪلچر کان بچائڻ لاءِ اڳئين مورچي تي وڙهي رهيا آهن.

نوشهرو فيروز ضلعو بہ ٻوليءَ جي اهڙن گمنام سپاهين سان ڀريو پيو آهي جن جي ذڪر لاءِ هڪ وڏي ڪتاب جي ضرورت آهي. هتي ڪجهہ بهترين سگهڙن جو مختصر تعارف پيش ڪجي ٿو جن پنهنجي معاشي ۾ مالي حالتن جي پرواهہ نہ ڪندي پنهنجي هڙان وڙان پئسو ۾ ٽائيم خرچ ڪري عام توڙي خاص جي خدمت ۾ پنهنجي ٻولي جي ادبي خزاني مان بي بها موتي پيش ڪيا آهن.

نوشهروفيروز ضلعي جي سگهڙن سنڌي ٻوليءَ جي خدمت سان گڏ عام ڀلائيءَ جي ڪمن توڙي سگهڙن جي فلاح و بهبود لاءِ بہ پاڻ پتوڙيو آهي ۾ مختلف تنظيمون ٺاهي پنهنجا مسئلا حل ڪرائڻ توڙي منظم نموني جون گڏجاڻيون ۾ ڪچهريون ڪوٺائڻ جو سلسلو شروع ڪيو آهي.

## سگهڙ رحمت الله عباسي:

نوشهرو فيروز ضلعي جي سگهڙن ۾ رحمت الله عباسي پنهنجو الڳ مقام رکي ٿو. هو بهترين سگهڙ ۾ صاحب ڪتاب هجڻ سان گڏ ياروٻس ۾ ڪچهري جو ڪوڏيو آهي، ڪچهريءَ ۾ شروع ٿئي تہ دل چوندي تہ وڃنو ڳالهائي ۾ پيو ٻڌجي.

رحمت الله جو جنم 1950ع ڌاري ڳوٺ ساجن ڪلهوڙو لڳ هالا ۾ ٿيو پر پوءِ اتان لڏي اچي ڪانڊڙا ڪالوني لڳ شهر مورو ۾ رهائش اختيار ڪيائين سندس والد صاحب جو نالو گهٽو خان عباسي آهي.

رحمت الله عباسيءَ کي شروع ۾ ئي سٺو ماحول مليو ويو پنهنجي ڪتاب "رهاڻ رحمت الله جي" ۾ لکي ٿو تہ سندس والد صاحب بہ ڪچهرين جو ڪوڏيو هوندو هو ۾ ان جي اوطاق تي ڪيئي سُخنور ۾ سگهڙ پيا ايندا هئا ۾ ڪچهريون قائم هُيون، اهڙي ماحول رحمت الله کي بہ گهڻو متاثر ڪيو ۾ هن جو من هن فن ڏانهن مائل ٿيو آخر 1975ع ڌاري سندس ملاقات

سگهڙن جي سرتاج محمد ملوڪ عباسي سان ٿي ۽ ان جي باقائده شاگردي اختيار ڪيائين، جنهن سندس ڏات توڙي ڏانءَ کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا. ان ڪانسواءِ بين سگهڙن عبدالرحمان مهيسر، فقير هدايت علي رڏ، سومر ڳاهو ۽ بين سگهڙن جي صحبت هن کي رچائي ريتو ڪري ڇڏيو آهي.

هن وقت هر صنف تي شاعري ڪري ٿو ۽ ڪتاب "رهاڻ رحمت الله جي" جو مصنف آهي ۽ سندس فن اجا بہ ترقيءَ جون منزلون طئہ ڪري رهيو آهي سندس تخليقن مان مختصر چونڊ پيش ڪجي ٿي:

## ٽيھہ اکريءَ مان هڪ بند

ريئون روح رڙيون ڪري رات ڏنم روئي،
ستر واري سومرا اٿم لڱن تي لوئي،
وڇوڙو وڏ ويڙهيچن جو تن وڌم توئي،
ماريئي مونکي ماڙين ۾ ٿو جيءَ سڪي جوئي،
هتي ڪو نہ هوڪوئي، ڪا پهر پهنوارن جي.

## سگهڙ استاد امان الله ملاح:

استادن جو استاد امان الله ملاح نوشهرو فيروز ضلعي ۾ ڏور ۽ ڳجهارت جو وڏو ماهر مڃيو وڃي ٿو. سندس ولادت حسين بخش ملاح جي گهر ۾ ڪنڍيارو پرسان پيرادن جي ڳوٺ ۾ 8 آگسٽ 1936ع تي ٿي، پاڻ پيشي جي لحاظ کان رٽائرڊ استاد آهي ۽ سنڌي سبجيڪٽ ۾ اديب فاضل جو امتحان پاس هجڻ ڪري علم بديع توڙي صرف و نحو تي سٺي دسترس رکي ٿو.

سندس لوڪ ادب سان محبت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ پاڻ 1994ع ۾ ٽائون ڪاميٽي ڪنڊيارو ۾ سنڌ سگهڙ ڪانفرنس بہ ڪرائي چڪو آهي، جنهن ۾ سڄي سنڌ جا چونڊ سگهڙ شريڪ ٿيا هئا.

هن وقت بہ ڪنڊيارو ۾ سندس اوطاق نون سکندڙن لاءِ هڪ ادارو بڻيل آهي، سندس شاگردن ۾ مرحوم عارف پيرزادو فقير غلام سرور ڪلهوڙو سندس فرزند منصور الاهي ملاح ۽ ٻيا شامل آهن. پاڻ هن وقت سگهڙن جي تنظيم سنڌي ادبي لوڪ ڪچهري (سالڪ) جا ضلعي صدر آهن. سندن تخليقن مان چونڊ پيش ڪجي ٿي:

ڏور

جا ملٽي هئي مونکي، سا محب نہ ملي موٽ
پين کي ڏيان ها ڀهڳڻ تہ چڱي ڏين ها چوٽ
منهنجو گل آهي گو هر توتي، توهان اجها تِجو اوٽ
وهوا تنهن کي ووٽ جيڪو مامر ٻڌائي ملاح کي.

مراد: هڪ عورت جو بيان جيڪا نبي ڪري صہ جن جي رستي ۾ ڪنڊا اڇلائيندي هئي، ان عورت جي بيمار ٿيڻ تي پاڻ صہ ڪيس پڇڻ ويا، جنهن تي ان عورت جي گفتگو کي سالڪ هن ڏور ۾ بيان ڪيو آهي.

سُگهڙ محمد حسن هڪڙو:

محمد حسن ولد احمد خان هڪڙو 1964ع ۾ پريا پرسان ڳوٺ يعقوب هڪڙو ۾ پيدا ٿيو هو صرف پرائمري تائين تعليم پرائي سگهيو فن ۾ سندس استاد خليفو سولنگي آهي.

هن وقت محمد حسن هڪڙو جو شمار سنڌ جي بهترين سگهڙن ۾ ٿئي ٿو ۽ وٽس هڪ وڏي ڪتاب جيترو مواد موجود آهي. پاڻ سنڌ سگهڙ سنگت پلائي سنگت پلائي تنظيم جو بنياد ميمبر ۽ ضلعي جو عهديدار "ضلعي صدر" آهي. هن لوڪ شاعريءَ جي سڀني صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي، جن ۾ خاص ڪري پرولي، ڏٺ، ڳجهارت، ڏور، هنر، پهاڪو مولود، ڏهس ۽ سينگار وغيره تي سٺي دسترس رکي ٿو. سندس فن مان انتخاب هيٺ ڏجي ٿو:

ڏهس

اکيون اٽڪيون عجيبن سان، ڪيو ديدن آ ديوانو
ڪنياڻون ناز مان نظرون، ڪيئون نيڻن سان نيشانو
نهوڙيو نور نرمل جي، ڪيو پنبڙين آ پروانو
ڪئي دل چاق آ چشمن، چڏايو عينن آ آستانو
تجلي تاب تنرن جي، پڙهايو آهي ترانو
من محمد حسن موهي، ڪيو ماٽڪين آ مستانو
نشو اهڙو نماڻين ۾، بنا پيتي ٿي پُر وياسين
حياتي بس پنهنجي هڪڙا رکيسين يار نظرانو.

## سگھڙ ڪانڊيرو خان چچڙو:

ڪانڊيرو خان ولد جمع خان چچڙو 1936ع ۾ منياڻي پرسان هڪ ڳوٺ محمد صديق چچڙو ۾ ڄائو. پاڻ 1980ع ۾ استاد محمد پريل چچڙو جي شاگردي اختيار ڪري باقاعده سگھڙ بڻيو. پاڻ ڏور، بيت، ڳجھارت، ۽ سينگار ۾ باقاعده مهارت رکي ٿو. سندس آجيان جو هڪ بيت پيش ڪجي ٿو:

### بيت

پرين اوهان جي پسڻ لاءِ هُيم تن اندر ۾ تات
قربان وڃان اوهان جي قرب تان منڙا ٿي ملاقات
ڪرم اسان تي قادر جا آهن، ڏاهن ڪي ملي ڏات
وائي اهڙي وات، ڪُلئي هجي ڪانڊيرو چوي،

## سگھڙ محمد سومر پنگر:

نوشهرو فيروز ضلعي جي مشهور سگھڙن مان محمد سومر پنگر به هڪ آهي، سندس جنم پنهل خان پنگر جي گھر ۾ 55 ڪن سال اڳ ٿيو. سندس تعليم ست درجا سنڌي آهي ۽ لوڪ ادب جي سيني صنفن جو ماهر آهي.

هن هڪ ملاقات ۾ ٻڌايو ته سگھڙ بڻجڻ کان اڳ هو ملھ جو بهترين پهلوان هو ۽ هر ملاڪڙي ۾ شريڪ ٿيندو هو. 80 واري ڏهاڪي ۾ رحمت الله عباسي جي صحبت ۾ اچڻ ڪانپوءِ سندس ذهن جو لاڙو لوڪ ادب ڏانهن ٿيو سندس پسند جو سگھڙ استاد ملوڪ عباسي آهي، جڏهن ته لوڪ شاعري ۽ سگھڙ پائي جي صنفن ۾ سندس استاد علي نواز لانگاهه آهي. محمد سومر جو گھر به رحمت الله عباسيءَ جي پاڙي ۾ ڪانڊڙا ڪالوني مورو ۾ واقع آهي. محمد سومر پنگر جي فن مان چند سٽون پيش ڪجن ٿيون:

### ڳجھارت

ڪپڙي جو چون ٿي ڪو نه مٽيءَ جي چون پيا مونکي
ڪيس (ڪپڙي جو) مٽيءَ جي = چري،
ڪيس چون ٿي ڪو نه چري چون پيا مونکي "ليلا چنيسر"

## سُگهڙ فقير غلام سرور ڪلهوڙو:

فقير غلام سرور ڪلهوڙو جو شمار نوشهرو فيروز ضلعي جي سٺن سگهڙن ۾ ٿئي ٿو. پاڻ سنڌ ٽي وي توڙي ڪي ٽي اين تي پڻ ڪچهريون ڪري چڪو آهي، ڪيس سگهڙ ڪانفرنس، سنڌالاجيءَ طرفان بهترين سگهڙ جو ايوارڊ پڻ مليل آهي. سندس جنم 1950ع ۾ غازي خان ڪلهوڙو جي گهر ڳوٺ راضي خان ڪلهوڙو ۾ ٿيو. فقير غلام سرور جي شاگردن به چڱو نالو ڪمايو آهي جن ۾ محمد صديق بجلي، سبحان سولنگي، سندس فرزند، ذوالفقار عباسي ۽ طالب رند شامل آهن. سندس مواد به ڪافي گڏ ٿيل آهي. پر غربت هئڻ ڪري ڪتاب ڇپائي نه سگهيو آهي. سندس تخليقن مان چونڊ پيش ڪجي ٿي:

### سينگار

اسر ويل اٿي ڪري، ڪيم ڪولي نيڻ نظر،
چل پل چئوٽي چئو طرف، هئي پکين منجهه پچر،
شمر شمع ٿيو شهر مڪي ۾، گهوٽ عبدالله جي گهر،
مَلڪ مبارڪ مڙي ڏين، پيا حورون جن بشر،
بَدن مبارڪ بوءِ هُلي ڪري جاتئون گام گذر،
مشڪ ڪٿوري مات ٿيا، آيا عبرت منجهه عطر،
سيئي ٿيو شاڪر، ظاهر ذاڪر ڪٿو صلواة ساڻ ثمر،
ته اوکي منجهه محشر ٿئيوَ سپ سٽائي سرور چوي.

## سُگهڙ محمد اشرف ٻاٽ:

محمد اشرف ولد خان محمد ٻاٽ، ڏور ۽ ڳجهارت جو سٺو سگهڙ آهي. سندس والد جو نالو خان محمد ۽ ڳوٺ جو نالو حاجي سائين رکيو چانڊيو آهي هو استاد مولا بخش ميمڻ جو شاگرد آهي ۽ محمد حسن هڪڙو ڪان به چڱو پرايو اٿس. سندس چونڊ ڳجهارت هيٺ ڏجي ٿي:

نالي هينان مال جيَ سسئي، شهر پيا رئن.
نالو = جيوڻ، مال جي = وِيئي، شهر = سيوهڻ
جنهن وڻ هينان ويئي سسئي سي وڻ پيا رئن.

## سگهڙ محمد صديق "بجلي":

محمد صديق "بجلي" ولد سومر خان سولنگي 1957ع ۾ ڳوٺ صوبيدار محمد حسن سولنگي نزد ڪنڊيارو ۾ پيدا ٿيو.

سندس تعليم صرف 5 ڪلاس پاس آهي پر ديني تعليم ۾ دستار بند مولانا آهي. سندس فن جي شروعات 1985ع ڌاري ٿي آهي. هن وقت سيني مروجه صنفن خاص ڪري سينگار، ڀاڪوڙ هنر، ڏور، ڳجهارت وغيره جو سٺو ماهر آهي. ان لاءِ ڪيس ڪافي ايوارڊ به مليل آهن. پاڻ سگهڙن جي تنظيم "سلات" جو ضلعي نائب صدر آهي. سندس چونڊ تخليق پيش ڪجي ٿي:

### سينگار صفاتي

ساراهيان سچو ڌڻي، ساراهيان رب ستار
جوڙيائين جهان کي جوڙي جوڙڻهار
مُڪائين منڙو محمد اڙين جو آڌار
ٻارهين ربيع الاول ۾ اڄ اهڙو ٿيو اظهار
مان ثنا چوان سهڻي جي تون صلواة چئو صد ٻار
پوءِ ته ڪس لهندي قلب تئون، ٿيندا عشق جا اڪيچار
ته پکي پُڪڙ پاڻ ۾ ڪن پيا پرينءَ سندي پچار
اڄ لالڻ آيو لاڏلو سونهن پريو سردار
پوءِ ته ڏڪار ويو ڏيهه مان، ٿيا انن جا انبار
ڪِريا ڪِنگرا ڪفارن جا، پڙهيئون ڪلمي سندي ڪوڪار
ماٺهو ملائڪ پاڻ ۾ ڪن پيا، گوهر سندي گفتار
سهڻو مليو سڪ ٿيو محب منو منٺار
محابي پنهنجي محبوب جي ڏيندو ڏاهي خاطر ڏاتار
جنت ربَ جبار سجڻ صدقي "صديق" چوي

## سگهڙ منل پناڻ:

ناليواري سگهڙ عبدالرحمان عرف منل پناڻ جي پيدائش 25 جنوري 1961ع تي منياڻي ۾ ٿي. استاد سگهڙ نورالدين پناڻ کان متاثر ٿي پاڻ به سُگهڙن جي سٿ ۾ شامل ٿي ويا ۽ نورالدين پناڻ جي شاگردي اختيار ڪيائون.

مٿل پناڻ لوڪ ادب جي سيني صنفن جهڙوڪ ڏور، ڳجهارت سينگار بيت، پهاڪن وغيره جو فن چڱيءَ ريت ڄاڻي ٿو. ان ڪانسواءِ سگهڙن جي تنظيم "سگهڙ لوڪ ادب تنظيم" يا "سلات" ۾ تمام گهڻو سرگرم آهي ۽ سدائين ڪنهن نہ ڪنهن عهدي تي رهندي سگهڙن جي خدمت ڪندو رهندو آهي. سندس هڪ سينگار بيت هيٺ ڏجي ٿو:

اول تعريف ڪريان الله جي جيڪو پاڪ ڏڻي آ پرور،
نور پنهنجي مان نروار ڪيائين، داتا پنهنجو دلبر،
هلي هاڪ منهنجي حبيب جي تي پڪين منجهہ پچر،
حسن ۾ هڙ هار ڪائي ويا، اچي قدم پيو تہ قمر،
نواسا بہ نبيءَ جا گهٽ نہ هُيا، جن جو بابو علي حيدر،
فرض ۾ فولاد هو، مديني ۾ مير منور،
پڪار اها پرينءَ جي، ٻڌي عجيب پاڻ انور،
لبيڪ يا رسول الله چئي وڃي پاڻ پهتو خيبر،
ڪڙڪي پيو ڪفارن تي، علي ڪي ذات ملي هئي ڏاتر،
ملي ڏنائون مبارڪون مٿل چئي، جتي پرين هو پيغمبر،
ساڻي ٿيندو سرور پرين اسان تي پناڻ چئي.

## سگهڙ محمد وارث مستوئي:

محمد وارث ولد محمد عثمان مستوئي منياڻي شهر ۾ 31 مارچ 1952ع تي ڄائو پاڻ استاد بخشل خان مستوئي جي شاگردي هيٺ 1970ع کان سگهڙن جي سٽ ۾ شامل ٿيو آهي ۽ اڄ تائين چڱيءَ ريت نڀائيندو پيو اچي ۽ سگهڙ پائي جي سيني صنفن جو ماهر آهي. سندس چونڊ آجيان جو بيت پيش ڪجي ٿو.

### بيت

يلي آئين يلا پرين، اڄ يلا ٿيا ڀاڳ،
مٿجي ويا "مستوئي" چوي جيڪي دل مٿان داڳ،
جانب آئي . جاڳي پيا سٽل نيڻ سجاڳ،
هاڻ تہ نهہ پهہ دل ٺري پئي، اجهامي ويئي آڳ،
مهڪي پيا ماڳ جڏهن مون عجيب ڏٺا اڱڻ تي.

## سُگهڙ عبدالستار عرف ابوالحسن "ابُل" پريو:

عبدالستار عرف ابوالحسن "آبُل" پريو ڦل شهر پرسان ڳوٺ پريا ۾ فيض محمد پريو جي گهر ۾ 1970ع ڌاري ڄائو. استاد محمد ملوڪ عباسي جي فن کان متاثر ٿي سندس دل ۾ سگهڙ ٿيڻ جو شوق پيدا ٿيو ان ڪري سگهڙ رحمت الله عباسي جي شاگردي اختيار ڪيائين. جنهن فن ۾ ڪيس ڪمال تي پهچائي ڇڏيو. پاڻ صرف 5 درجا سنڌي پاس آهي پر لفظن جي چونڊ توڙي فن جي استعمال دوران ٻڌندڙن کي حيران ڪري ڇڏي ٿو. سندس فن مان چونڊ هيٺ پيش ڪجي ٿي:

### بيت سُر سسئي "سوال جواب"

جتن لاءِ جيڏيي، تون مور نہ وڃي مر،
چني تنهنجا ڇيهون ڪنديءَ اڳيان پير پٿر،
پوئتي موٺ پريو چوي، هيءُ ڏکيو اٿئي ڏونگر،
جي هوندءِ پيار پنهل ۡجو تہ پاڻهي وري ايندءِ ور،
هتي گهايل پنهنجو گهر، ايئن نہ ڇڏ تون ابل چوي.

### سسئي جو جواب

جتن ساڻ جيڏيون، منهنجي آهي دل اڙي،
سوا سڄڻ يار جي هٿ گهاريان ڪيئن گهڙي،
مان ڪنديس سڏ سڄڻ کي، مٿي چوٽ چڙهي،
ٻڌي سڏ سرتيون، هٿ ايندم لال لڙي،
نہ تہ رڃن منجهہ رڙي، اتيو پنديس ابل چوي.

## سگهڙ قربان علي ملڪ:

قربان علي ولد ماستر علي محمد ملڪ 5 آگسٽ 1954 تي مٺياڻي ۾ پيدا ٿيو پاڻ سگهڙ عبدالرحمان عرف مٺل پٺاڻ جي شاگردي ۾ گهڻو ڪجهہ پراڻي 1998ع کان باقاعده ڪچهرين ۾ شريڪ ٿيڻ لڳو آهي پاڻ ڏور، بيت ۽ ڳجهارت جو وڏو ڄاڻو آهي. سندس چونڊ تخليق پيش ڪجي ٿي:

### سينگار بيت

عربي گهوٽ عجيب جا، سونهارا سينگار
مالڪ جنهن جي محابي جوڙيا پئي جنسار
فائق پنهنجي فضل سان نور ڪيو نروار
جڏهن جانب آئيو مڪي ۾ مختار
تہ عجيب آئي آمنہ جو گهر ٿيو گلزار
بي بي بستر تان ڏٺا، پئي عجب وڏا اسرار
ڪهڙا اڄ اظهار ڪيان "قربان" علي چوي،

## سگهڙ نورالدين پنهور:

سگهڙ نورالدين عرف "نورل نماڻو" پنهور ولد علي بخش پنهور جي ولادت 1959ع ۾ ڪمال ديرو پرسان ڳوٺ همائو ۾ ٿي. صرف پنج درجا پرائمري پاس ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي ابن ڏاڏن واري ڪرت لوهارڪو ڌنڌو اختيار ڪيائين ۽ اڄ تائين ان سان نڀائيندو پيو اچي.

هن ابتدائي طور تي استاد محمد عيسيٰ نانگراج کان ڏور ۽ ڳجهارت جي تعليم حاصل ڪئي ان کانسواءِ شاگردي دوران استاد اميد علي عباسيءَ کان پڻ گهڻو ڪجهہ پرايو ايتريقدر جو سندس چوڻ مطابق رسيس دوران بہ استاد اميد علي کيس ڳجهارتون ڏيندو هو ۽ ان جو فن سيکاريندو هو.

نورالدين سگهڙ پائيءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. جهڙوڪ ڏٺ، ڳجهارت، معما، هنر، گرچيلو پهاڪو ۽ سينگار وغيره ان کانسواءِ هن سنڌي لوڪ داستانن تي پڻ ڪافي مواد چيو آهي. سندس چوڻ موجب هن وقت وٽس 300 صفحن جو ڪتاب تيار آهي پر مالي مجبورين سبب ان کي ڇپائي نہ ٿو سگهي. سندس پسنديده صنف سينگار آهي، جڏهن تہ سسئي ۽ مارئي جي قصن کي تفصيلي انداز سان منظوم ڪيو اٿس. سندس چونڊ تخليق هيٺ ڏجي ٿي.

ڪيڏي سهپ سهڻا، واحد ڏني آ وٽن،
وڄن تڪجن، ترڙ ٿين تہ بہ قريو قر جهلن،
هيٺان اڇين جنجي تہ مٿان آٿت ڏين،
سايو جو تنهنجي سر مٿان، تنهن لڙيل لام جو قدر ڪر،
ويهي پنج منٽ اٿين تہ ان ڇانو جو قدر ڪر،

دل جي عيوض دل ڏيئي دلبر هڪ ڪرين ٿو
طعنا، تنڪا ۽ مهڻا تنهن کي وري ڏئين ٿو
ادا ڏوهہ تنهنجو آهي، ڪجهہ پاڻ کي چئين ٿو؟
محبوب سنڌين جنهن کي تنهن فانو جو قدر ڪر،
ويهي پنج منٽ اٿين تہ ان ڇانو جو قدر ڪر.

## سُگهڙ گلڻ چنو:

گل محمد عرف گلڻ چنو محمد دائود چنو جي گهر ۾ 2 اپريل 1939 تي جنم ورتو. سندس تعليم صرف 6 درجا سنڌي آهي. سندس چوڻ موجب کيس چڱو ماحول ملي ويو جنهن ڪري سندس ڌيان هن فن ڏانهن ٿيو. سندس هڪ دوست خميسو سيال، سندس سگهڙ بنجڻ جو سبب بنيو هن خميسو جي ڳجهارتن کان متاثر ٿي، پاڻ بہ ڳجهارتون ۽ ڏور ٺاهڻ شروع ڪيا ۽ پوءِ استاد گلڻ چانڊيو جي باقاعده شاگردي اختيار ڪئي، جنهن هن جي فن کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا.

هن 1970ع کان هن فن جي شروعات ڪئي ۽ اڄ تائين مروجہ سيني صنفن تي طبع آزمائي ڪري چڪو آهي. سندس چونڊ تخليقون پيش ڪجن ٿيون:

**بيت**

پلي آئين پلا پرين، گهوٽ وڃانءِ گهور،
اڱڻ تہ منهنجو اجرو ڪيئہ، سڀ ويا سور،
پائي پاند ڳچيءَ ۾ ڌيان نوڪري نُور،
قدم قدم تان قربان وڃان، شهنشاهہ شهزور،
آهيان سام تنهنجي سهڻا، مانجهي مٺا مور،
هاڻي حياتي تائين حضور آهيان گولي تنهنجي "گلڻ" چوي.

## سگهڙ منصور الاهي ملاح:

منصور الاهي ڪنڊيارو جي مشهور سگهڙ استاد امان الله ملاح جو فرزند آهي، سندس جنم 17مارچ1978ع تي ٿيو. پاڻ صرف مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪري سگهيو آهي.

سندس تربيت ادبي ماحول ۾ ٿيڻ ڪري ننڍي هوندي کان ئي ڪچهرين ۾ شامل رهيو آهي، ۽ پنهنجي والد صاحب کان ڏور ۽ ڳجهارت

جو هنر سکڻ بعد سٺن سگهڙن ۾ شمار ٿيڻ لڳو آهي. سندس تخليقن مان چونڊ پيش ڪجي ٿي:

**ڏور**

جيڪو پيار کي پنجن سان ، جيئرو رهيو جهان ۾
ڏِس مُٺي ڪانپوءِ بہ موت نہ آيس، ڪيئن مَڳي هُيس ميدان ۾
موت نہ ڏسي موٽي اچي، عجيب جي ايوان ۾
جو رنگ تنهن کي چؤ گان ۾، هڪ مام ٻڌائي منصور چئي.

مراد: مچيءَ جو درود شريف پڑهڻ ڪري باھہ تي نہ پچڻ ۽ زندھہ هجڻ وارو واقعو.

## سگهڙ ارباب عليٰ ڪوسو:

ارباب علي ولد محمد عثمان ڪوسو 1956ع ۾ قل پرسان ڳوٺ پنهل خان ڪوسو ۾ ڄاتو. سندس چاچو مولا بخش ڪوسو ۽ محمد سليمان ڪوسو نڙ بيت ٻڌائيندا هئا. جنهن ڪري انهن سان گڏ ڪچهرين ۾ وڃڻ جو موقعومليس، پاڻ بہ نڙ بيت جو بهترين ڄاڻو ۽ مشهور ناڙي آهي. ڏور، ڳجهارت ۽ سينگار جو علم مشهور سگهڙ عبدالرحيم ڏاهري کان حاصل ڪيائين. محمد حسن هڪڙو مان بہ سٺو پرايو اٿس. سندس هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

**سينگار بيت**

سچڻ پنهنجي سائينءَ جا لکان ڇا سينگار
محابيٰ جنهن ميرجي، جڙيا ٻئي جنسار
پسايو خود پرينءَ کي، آ پاڻ پروردگار
آهيون سيئي سام سيد جي، گولا گنهگار
شل محشر ڏينهن منٺار ڪندو عنايت ارباب چوي

## سگهڙ جمال الدين عرف لاهوتي ڪيريو:

جمال الدين عرف لاهوتي ڪيريو 1935ع ۾ جان محمد ڪيريو جي گهر ۾ جنم ورتو. هو صرف هڪ درجو پرائمري پاس ڪري سگهيو. اجا ننڍي عمر جوئي هو تہ 1953ع ڌاري استاد چڱل خان ڪيريو سان سندس

ڪچهريون ٿيون، جنهن ڪيس سگهڙ بنائي ڇڏيو ۽ استاد چڱل خان جي باقائده شاگردي اختيار ڪري سگهڙ پائي جا موتي جرڪائڻ لڳو. هو سگهڙن جي تنظيم سنڌ سجاڻ لوڪ ادب تنظيم "سلات" تعلق رکندڙ پريا جو اهم ڪارڪن آهي ۽ هر صنف تي طبع آزمائي ڪري چڪو آهي، سندس فن مان چونڊ پيش ڪجي ٿي:

## سينگار

اول نور آخر نور، ظاهر نور باطن نور،
نور اعليٰ نور هر جاءِ حاضر آ حضور،
آ آقا عربي عاليشان لجپال آ لامڪان،
جنهن تي ضعيفن جي آضمان، جنهن جو شاهي وڏو شان،
جنهن تي نازل ٿيو قرآن، تنهن تي عاشق رب غفور،
هر جاءِ حاضر آ حضور........

## سگهڙ شوڪت علي لاشاري:

شوڪت علي ولد الهه ورايو لاشاري ايرندڙ نوجوان سگهڙ آهي سندس جنم 6_2_1988ع تي ڳوٺ علي حسن لاشاري لڳ شهر ٿل ۾ ٿيو تازو ئي ميٽرڪ ڪرڻ بعد استاد محمد حسن هڪڙو جي شاگردي اختيار ڪئي اٿس. اميد ته اڳتي هلي سٺو سگهڙ ثابت ٿيندو:

## آجيان جو بيت

آيا آهن اڱڻ تي سجڻ ڪنهن سانگي
عجيبن جي اچڻ جو ڪالهه ٻڌايو ڪانگي
آءُ ليٽا پايان لاشاري ڇٽي وڇڙي ڪونج وانگي
پڪ تي ويٺي پرينءَ جي جڏهن بانگ ڏني بانگي
پيو تن تانگهي، سي شهنشاهه مليا شوڪت چوي

## سگهڙ نظر علي گوپانگ:

نظر علي "زخمي" گوپانگ ولد محمد رمضان گوپانگ 1959ع ۾ ڪمالديرو ۾ پيدا ٿيو. سندس تعليم صرف 5 درجا پرائمري آهي ۽ ڏنڏي جي لحاظ کان هاريو ڪندو آهي. هن هڪ ملاقات ۾ ٻڌايو ته سندس استاد

محمد يوسف ڪلهوڙو آهي ۽ ان جي فن کان متاثر ٿي سندس لاڙو سگهڙائپ ڏانهن ٿيو ۽ آهستي آهستي سندن فن ۾ نکار ايندو ويو. هينئر سندس شمار ضلعي جي سٺن سگهڙن ۾ ٿئي ٿو. هو سينگار ڏور بيت ۽ ٻين صنفن ۾ شاعري ڪري ٿو. سندس چونڊ شاعري هيٺ ڏجي ٿي.

**بيت**

ڪٿا ڪاهه ڪارائتا، جن ۾ ڪمي هجي نہ ڪا،
ٻوڪ تون ٻريت سان، جتي جنجهي هجي جاءِ،
فصل سهيڙ فضيلت سان، جتي گند نہ هجي گاهه،
ساوڪ هئي سڪي ويندءِ، جڏهن وصال جو لڳندو واءُ،
اهو ان اپاءُ جنهن ۾ نيڪي ٿئي "نظر" چوي.

## سگهڙ محمد عمر "جانب علي" راڄپر:

محمد عمر عرف جانب علي ولد ٽڳيل راڄپر 1947ع ۾ ڳوٺ مصري ٻاتو تعلقي ٻريا ۾ پيدا ٿيو سندس تعليم 5 درجا پرائمري پاس آهي، سندس استاد مشهور سگهڙ محمد حسن هڪڙو آهي. سندس شاعريءَ تي بہ سندس استاد جو رنگ نمايان آهي:

**سينگار**

سخي منهنجا سرور ٻرين منهنجا ٻرور،
دلي منهنجا دلبر، مديني جا منور،
راڄن جا رهبر، قسم آ خدا جو
تنهنجي ذات ٻلي آ، تنهنجي صفات ٻلي آ،
يتيمن جو يار تون آن، اڙين جو آڌار تون آن،
مڙين جو منٺار تون آن، دلين جو دلدار تون آن،
سهڻن جو سردار تون آن، تنهنجي حسن جي واهہ تجلي آ،
قسم آ خدا جو تنهنجي ذات ٻلي آ،
تنهنجي صفات ٻلي آ.......................

٢

# ضلعي نوشهري فيروز جا غير مسلم اديب

محمد عثمان عباسي

سنڌي ساهت پين ٻولين جي پيٽ ۾ هڪ عظيم شاندار تهذيب، تاريخ ۽ ثقافت جو وارث آهي.

ادب جي تخليق ڪندڙ ڪي اديب سڏيو ويندو آهي. انساني معاشري ۾ اديب کي ريڙهه جي هڏي واري حيثيت مليل آهي.

يونان جو مشهور فيلسوف ارسطو چوي ٿو تہ سڀئي لطيف فن فطرت جا محاڪات آهن. انسان کي نقل ڪرڻ ۾ مزو اچي ٿو تنهنڪري ڪاشيءِ جا مٿس اثر ڪري ٿي، تنهنڪي نقل ڪرڻ لڳي ٿو. اهو تقليدي مادو هن جي هر هڪ ترقيءَ جو بنياد آهي، هيءَ عجب جهڙي ڳالهہ آهي تہ انسان کي جيڪا شيءِ سهڻي لڳي ٿي. ان ڏي ٻين کي ڌيان ڏيڻ تي مجبور ڪري ٿو. جيتوڻيڪ ان ۾ ظاهري طرح ڪيس ڪو بہ فائدو ڪونهي. پين کي لذت وٺائڻ جي اها خواهش جيڪڏهن انسان ۾ نہ هجي ها تہ اڄ بہ ادبي قصي جو دنيا ۾ وجود نہ هجي ها، نہ رڳو ايترو پر سڄي ڪائنات جو ڪاروبار ڪمال بلنديءَ تي پهتل ڪو نہ ڏسجي ها.

وڪٽر هيوگو جو چوڻ آهي تہ: ”هرڪا شيءِ هڪ عنوان آهي. جا ڪنهن صاحب ڪمال جي انتظار ۾ آهي. اهي پراڻيون ڳالهيون، جن تي قلم کڻڻ ڪنهن زماني ۾ علميت جي خلاف سمجهيو ويندو هو اڄ علمي ۽ ادبي دنيا ۾ عظمت ڀريل نگاهن سان ڏٺو وڃي ٿو ۽ انهن تي روشني وجهڻ پنهنجي معراج ڪمال جو ثبوت ڏيڻو آهي.“

منهنجي هن مقالي ۾ ”ورهاڱي کان اڳ ضلعي نوشهري فيروز جي ”غير مسلم اديبن“ جو ذڪر آهي. مسلم ۽ غير مسلم اديبن جي ورهاست انڪري ڪئي آهي جو هڪ تہ مقالو تمام ڊگهو ٿي ويندو ۽ گڏ هئڻ سان نياءُ بہ صحيح نموني جلدي نہ ٿي سگهندو. ڪيترن مسلمانن جون ڇپيل تحريرون آهن ۽ ڪن جون اڃان بہ قلمي صورت ۾ شاهڪار

تحريرون ٽيل آهن. انشاءَالله انهن شخصيتن تي جدا لکڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

## اتم ديا رام هنگوراڻي:

هيءَ 12 جون 1923ع ۾ پريا ۾ ڄائو هو. سنڌي ۾ انگريزي ٻولين جو نهايت وڏو ماهر آهي. سنڌيءَ ۾ ٽيهارو سالن کان وٺي ڊراما لکندو رهي ٿو. سندس ڊراما سنڌي زبان ۾ ادب جا شاهڪار آهن. هن وقت ڀارت جي شهر احمد آباد ۾ رهي ٿو. سندس هي ڊراما سنڌي ادب جو سرمايو آهن:

(1) قاتل ڪير (2) چورن مٿان مور (3) رهجي ويا سين ڪنوارا.

## اندر ڪيو لراماڻي:

هي پريا جو رهندڙ آهي. ويهن سالن کان ادب جي جهول ڪي پريندو رهي ٿو. پاڻ هڪ بهترين ڊراما نويس آهي، سندس هيٺيان ڊراما مشهور آهن:

(1) ضرورت آهي جوءِ جي (2) ڍونگ ٿي ڍونگ (3) وڏا ماڻهو (4) وڏوا.

## ارجن تنواڻي، ارجن حاسد:

هن جي جنم جي تاريخ 7.1.1930ع ڳوٺ ڪنڊيارو ضلع نوابشاهه، سنڌ. تعليم مئٽرڪ ساهتڪ صفتون: شعر. اصلوڪا مجموعا: سواسن جي سرهاڻ ۾ پٽر پٽر ڪنڊا ڪنڊا. نوڪري: ڊسمبر 1948ع کان احمد آباد پوسٽ آفيس ۾۔ پتو: B/ 463 سردار نگرپو. آ. سنڌي ڪالوني، احمد آباد

## ارجن آسومل پمياڻي:

هي ٺارو شاهه جو وينل آهي. سنڌي راڳ ڳائڻ ۾ ڪيس چڱو ملڪو حاصل آهي، ڪيترن ڊرامن ۾ اداڪار ٿي ڪم ڪيو اٿائين. هن وقت ڀارت ۾ رهي ٿو.

## بهار مل سرڳواسي:

بهارمل ولد ريجهومل 1914ع ۾ 1915ع ۾ هن جي جنم جو هنڌ: ڳوٺ ابڙان، تعلقو نوشهرو فيروز آهي. هي هڪ سٺو استاد ٿي گذريو آهي. ترقيءَ

جون منزلون طئہ ڪنديءَ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد جي پرئڪٽسنگ اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيو. ڪيس سنڌي ادب سان پيار هئو ۽ ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيائين. ورهاڱي ڪانپوءِ هندستان لڏي ويو.

## تورمل ريلومل آسوداڻي:

هن جو جنم مورو سنڌ ضلعي نوابشاهہ ساهتيءَ ۾ ٿيو. ڪانگريس هلچل ۾ 1942ع ۾ ڪئٽ انڊيا جي يڌ ۾ آڪٽوبر ۾ گرفتار ڪري نوابشاهہ جي ڪليڪٽر راجواڙي ڪيس 3 مهينا سخت پورهئي جي سزا ڏني ۽ حيدرآباد جيل ۾ رهيو. سوشل ڪم ڪندڙ ۽ جذباتي آهي. سندس ائڊريس: مڪان نمبر 2133 لان چيترمل جي گلي خزاني والون ڪا راستہ چانڊپول بازار جئپور.

## جيوترام ويڙهو مل متائي:

ٺارو شاهہ جي متائي هندن جي پاڙي مان جيوترام ويڙهو مل هڪ صوفي ۽ درويش صفت انسان هو. 1885ع ڌاري ٺارو شاهہ ۾ ڄائو هو. شروعات ۾ حيدرآباد جي نووديالي ۾ ماستر ٿيو. سيد قطب علي شاهہ جهانيان واري جي عشق جي جهڙپ لڳس. جنهن سندس روح کي رڱي وڌو. پاڻ طالب علمي واري وقت کان وٺي سائين قطب شاهہ جي خدمت ۾ رهندي، فيض حاصل ڪندو رهيو. سنہ 1941ع ۾ "هڪ لڪل لعل" نالي سنڌي ۾ هڪ ننڍڙو ڪتاب ڇپايائين. هن ڪتاب ۾ جهانيان خاندان جي هڪ بزرگ سيد مير غلام عباس شاهہ ولد سيد روشن علي شاهہ جي سوانح حيات ۽ سندس زرين اقوال لکي، پنهنجي عقيدت جواظهار ڪيو اٿس. جيوترام 21 آگسٽ 1941ع تي 74 ورهين جي ڄمار ۾ ٽنڊي جهانيان ۾ لاڏاڻو ڪيو. صوفي قطب علي شاهہ جيوترام لاءِ هيٺيون بيت چيو:

سدا هجين جيئرو جيئن جيتارام،
وڏي هجيئي حياتي، سدا هجين سان نام،
پيهي ڏس پاڻ، تہ اندر ۾ اثبات ٿيئي.

## حشمتراءِ ٿهلرام ڪيولراماڻي:

ديوان حشمتراءِ عرف حشو ڪيولراماڻي سنڌ جي ترقي پسند قومي ڪارڪنن مان صحيح سمجهہ جو مالڪ، باهمت ۽ وڏيءَ دل وارو شخص

هو. پاڻ اصل ۾ پريا جو رهاڪو هو. سندس ڏاڏو ديوان ڪيومل زمينداري ڪندو هو. هن جو پيءُ ديوان ٿهلرام روينيو کاتي ۾ مختيار ڪار هو. حشمتراءِ 20 ڊسمبر 1914ع تي پريا ۾ ڄائو. مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ اعليٰ تعليم حاصل ڪيائين. 1935ع ۾ آءِ سي ايس پڙهڻ لاءِ انگلينڊ ويو پر پوءِ جلد ئي پڙهڻ ڇڏي ڏنائين. هندستان جي آزاديءَ لاءِ گهڻو ڪم ڪيائين. 1939ع ۾ سنڌ ۾ موٽي آيو ۽ آزاديءَ جي تحريڪن ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. پاڻ فرقيوارانه ذهنيت کان بالاتر هو. هن سياست سان گڏ سنڌي علم ادب جي به خدمت ڪئي آهي. ڪيترائي مضمون اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيل اٿس. سندس ننڍڙو ڪتاب "سنڌ جي ننڍين آکاڻين جو ڪتاب" انگريزيءَ ۾ موجود آهي.

## ديوان آتمارام تولارام ٿهلياڻي:

هي ڳوٺ ٺٽ يوجراج جي ديوان تولارام جو ٻيو نمبر پٽ هو. بي اي جو امتحان ڪراچيءَ مان پهريون نمبر پاس ڪرڻ تي "ارسڪن ميموريل انعام" مليو هوس. 1925ع تي هاءِ اسڪول ٺارو شاهه ۾ استاد ٿي آيو. 1928ع ۾ بي ٽي جو امتحان پاس ڪيائين. ديوان لوڪومل ڪانپوءِ پاڻ هاءِ اسڪول ٺارو شاهه جو هيڊ ماستر مقرر ٿيو ۽ پاڪستان ٺهڻ تائين هن تعليمي اداري کي نهايت ئي ڪاميابيءَ سان هلائيندو رهيو. ان ڪانسواءِ پاڻ "ساهتي ٽيچرس ايسوسيئيشن" ۽ "موٽومل هرچند مل ساهتي ٽورناميٽ" جو به صدر هو. هن پرڳڻي ۾ 1933ع کان 1946ع تائين ڪراچيءَ جا به رانديگر رانديون جي سلسلي ۾ ايندا رهندا هئا. سچي حياتي رانديون لاءِ پاڻ پتوڙيائين ۽ رانديون لاءِ چاهه پيدا ڪندو رهيو.

## ديوان چرنداس ٺاڪردار گرسهاڻي:

هي ساهتيءَ جي شهر پرين جو ويٺل هو ۽ ديوان ٺاڪر داس جو پٽ هو. پاڻ 24 جون 1905ع تي پريا ۾ ڄائو هو. سنڌي زبان ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي اٿائين. هن سنڌي ۾ مضمون، ڪهاڻيون، ناول ۽ سوانح حياتيون لکيون آهن. اٽڪل ستر سالن کان وٺي سنڌي ادب جي خدمت ڪندو رهي ٿو. ورهاڱي کان اڳ "ديوان ڪوڙو مل سنڌي ساهتيه منڊل" جو بنياد رکيائين. انهيءَ اداري طرفان ڪيترائي معياري ڪتاب شايع

ڪرايائين. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ پاڻ پارت لڏي ويو ۽ هن وقت باندرا بمبئيءَ ۾ رهي ٿو.

## ديوان ڪوڙو مل چندن مل:

ڪوڙومل اصل پريا جو ويٺل هو ۽ آڪٽوبر 1844ع ۾ ڄائو هو. اهو وقت انگريزن جي حڪومت جو آغاز هو ان وقت سرڪاري سنڌي اسڪول ڪين هئا. آخوندن جا مڪتب ڳوٺ ڳوٺ ۾ هوندا هئا، جتي هندو ۽ مسلمان گڏ تعليم وٺندا هئا. پريا جي پرسان ڳوٺ دريا خان جلباڻيءَ ۾ آخوند قاضي محمد سليمان جي مڪتب ۾ بهار دانش ۽ سڪندر نامي تائين پارسي تعليم ۽ سنڌي به سکيو. انهيءَ وقت ڪراچيءَ ۾ هڪ نارمل اسڪول ماسترن جي تربيت لاءِ کليو، جنهن ۾ ڪوڙو مل داخل ٿيو جتي انگريزي به پاڙهبي هئي. اتي مسٽر ڪوڙيمل پنهنجي شوق سان چڱي انگريزي پرائي ۽ بمبئيءَ ۾ ميٽرڪ امتحان لاءِ روانو ٿي ويو پر ناپاس ٿي پيو. پوءِ سنڌ ۾ موٽي اچي ڪمشنر جي آفيس ۾ ڪلارڪ ٿيو. انهيءَ وقت هن ڪي سنڌي ڪتابن لکڻ جو شوق پيدا ٿيو ۽ تحرير اقليدس (جاميٽريءِ ۽ ٻيا سنڌي درسي ڪتاب لکڻ شروع ڪيائين. جاميٽريءَ ۾ جيڪي سنڌي لفظ هن وقت موجود آهن، سي ڪوڙومل جا ايجاد ڪيل آهن. مستطيل ۽ ڪنڊون وغيره هن پارسي ڪتابن مان ڪڍي سنڌيءَ ۾ رائج ڪيا. جلد ئي کيس شڪارپور جي ائنگلو ورنيڪيولر اسڪول جو هيڊماسٽر ڪيائون. وري جڏهن سکر ۾ هيڊماسٽر مقرر ٿيو ته ان دوران تعليم نسوان (ناري و ديا) جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين ۽ هڪ ڪتاب ناري سکيا جي باري ۾ "پڪو پهه" لکيائين. جلدي حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج جو پرنسيپال مقرر ٿي آيو. ڪجهه وقت لاءِ تعليم کاتو ڇڏي، روينيو کاتي ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو پروري به موٽي تعليم کاتي ۾ آيو. تعليمي خدمتن ڪري سرڪار کيس "راءِ بهادر" جو خطاب ڏنو. هن پريا شهر ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ ڪوششون وٺي اسڪول کولرايو. 1855ع ۾ پريا ۾ نوشهري فيروز جي ڊپٽي ڪليڪٽر جيمس هڪ اسڪول کوليو. 1904ع ۾ ديوان ڪوڙومل جي ڪوشش سان نياڻين جو اسڪول کوليو ويو. 22 فيبروري 1915ع تي ضلعي نوابشاهه جي ڪليڪٽر مسٽر مٽڪي اسڪول جو افتتاح چانديءَ جي چاٻيءَ سان قلف کولي ڪيو.

ڪوڙي مل جي سنڌي شروعات ۾ پارسي عربي آميز هئي. جنهنجو اثر اهو ٿيو جو سنڌس ڪتابن کي هندو توڙي مسلمان چاهه سان پڙهندا هئا. انهن ڪتابن جي ٻوليءَ تي سڌو سنئون اثر آخوند سليمان جو هو جنهن کيس پارسي جي چڱي خاصي تعليم ڏني هئي، پر جڏهن هن پنهنجي هندو قوم جي شيواڪرڻ گهري ۽ انهنجي پنگتي حالت سڌارڻ لاءِ ڪتاب لکيائين تڏهن پنهنجي ٻولي ڦيرائي سنسڪرت ۽ هندي آميز ڪري ڇڏيائين ۽ 1886 ۾ "ڪوڙومل چندن مل اڪيڊمي" به قائم ڪئي هئائين.

هن جي تصنيفن جو تعداد ايترو گهڻو نه آهي، تنهن هوندي به جيڪي سندس ڪتاب لکيل آهن، انهن جو وچور هن طرح آهي:

(1) تاريخ ڪولمبس 1842ع، (2) پڪو پهه — زناني تعليم بابت 1865ع، (3) اصول علم طبعي نارمل اسڪول لاءِ 1868ع، (4) رتنا ولي، ڊرامو 1888ع، (5) ٻاراٽا گيت، (6) ٻاراٽيون آڪاڻيون، (7) ڪيتي، (8) ڦول مالا، (9) ساميءَ جا سلوڪ، (10) پچن مالا، (11) سنڌي ڳجهارتون، (12) ميرا ٻائي، (13) ساوتري، (14) درويڳت، (15) پهاڙي بابا، (16) هري درشن، (17) روهني، (18) سنڌ ستن ٿي درجن لاءِ نوان ڪتاب لکائين.

ديوان ڪوڙومل 1899ع 16 ڊسمبر 1916ع 73 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي.

## ديوان لوڪو مل:

هي هڪ صوفي منش انسان هو. حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح ۽ سچ سائين رح جو عقيدتمند پانڌيئڙو هوندو هو. هن وٽ هندو ۽ مسلمان سڀ هڪجهڙا انسان هوندا هئا. هي هاءِ اسڪول ٺارو شاهه جو هيڊ ماستر هو. علم ادب سان گهڻي دلچسپي رکندڙ هو. شاعريءَ سان به چاهه هوس. سندس هيڊ ماستريءَ واري دور ۾ 1937ع ۾ هاءِ اسڪول ٺارو شاهه مان انگريزيءَ ۾ "نولکي" نالي هڪ علمي ۽ ادبي رسالو نڪرندو هو. هن رسالي جو ايڊيٽر ايسرداس رائسنگهاڻي هوندو هو. "نو لکي" رسالو انهيءَ تعليمي اداري جي هڪ بهترين علمي ۽ ادبي سوکڙي هئي.

## ديوان منوهر داس:

ديوان منوهرداس، ديوان ڪوڙيمل جو پٽ آهي، هي پنهنجي پيءُ وانگر سنڌي زبان جو وڏو عالم ۽ اديب آهي. هن سنڌي زبان ۾ ڪيترائي

ناياب ڪتاب، ڪهاڻيون ۽ ناول لکيا آهن. پاڻ هن وقت ڀارت ۾ رهي ٿو ۽ علمي ادبي خدمتون سرانجام ڏيندو رهي ٿو.

## رام نارائڻداس ڀيلاڻي:

هي ڀهرين جولاءِ 1945ع ۾ ٺارو شاهه ۾ ڄائو هو. ٺارو شاهه جي هندو طبقي مان وڏو شاعر، اديب، اداڪار ناٽڪ نويس، ڪهاڻيڪار ۽ مضمون نگار ٿي گذريو آهي. ورهاڱي ڪانپوءِ ڀارت هليو ويو. سندس شايع ٿيل ڪتابن جو وچور هن طرح آهي:

(1) ڪجهه لڙڪ، ڪجهه مرڪ (شاعري)، (2) روپ بسنت (ناٽڪ)، (3) سسئي پنهون (ناٽڪ)، (4) دودو چنيسر (ناٽڪ)، (5) ليلا چنيسر (ناٽڪ)

## شري تلوڪچند گوپالداس:

شري تلوڪچند گوپالداس جو جنم 11 مارچ 1894ع تي ڀريا (ساهتيءَ) ۾ ٿيو هو. خلق جي خدمت جي اڪير جي ڪري سرڪاري نوڪري ڇڏي ڏنائين. نوابشاهه مان هفتيوار "هند سماچار" اخبار ڪيندو هو. ورهاڱي ڪانپوءِ اجمير ۾ اچڻ تي روزاني "هندو" اخبار شروع ڪيائين. جنهن ۾ ٻي ڏڀائيءَ سان قلم هلائيندو هو.

پرشاد ٿي پنچات جو بنياد وجهندڙ هو. ان ڪي ايترو تہ زور وٺايائين جو پنچات جي ٽڪيٽ تي ميونسپل ميمبر ۽ اسيمبلي ميمبر چونڊجي ويو. ڪيس ماڻهو پيار وچان "ڪاڪو" ڪري چوندا هئا. منجهس ڪنهن بہ ڪم کي آرگنائيز ڪرڻ جي عجيب طاقت هئي. هو ٻي ڏپو ۽ دلير مڙس هو. سختيون ڏسي منهن موڙڻ تہ سکيو ئي ڪو نہ هو. ٻين کي اسيمبليءَ تي چونڊرايائين. مگر پاڻ ڪڏهن بہ ڪرسيءَ جي تمنا نہ رکيائين.

## شري پريداس ويرواڻي:

شري پريداس ويرواڻي جو جنم هالاڻي ۾ 3 اپريل 1900ع ۾ ٿيو هو. پر پوءِ ڪنڊياري ۾ رهندو هو. اتي هاءِ اسڪول ۾ ماستر هو. پاڻ قومي خيالن جو هو ۽ قومي هلچلن ۾ خاموش ڪم ڪندڙ ٿي رهيو هو. اجمير ۾ اچڻ تي مهاتما گانڌي وديليہ ۾ ماستري ڪيائين. هن وقت رٽائر ٿيل آهي. تعليمي ۽ سماجي ڳالهين ۾ چاهہ اٿس. ڪجهه وقت سڌار سڀا جي بوڪ بئنڪ جو سيڪريٽري ۽ ڪستوربا ناري شالا اسڪول جو مئنيجر پڻ رهيو.

## شري ڏنو مل ميتارام:

هي نوشهري فيروز (ساهتيءَ) ۾ فيبروري 1904ع ۾ ڄائو هو. ڪجهه وقت شهدادپور ۾ رهيو ۽ پوءِ ڪوئيٽيا ۾ روزگار جي سانگي رهندو هو جتي بلوچستان جي گانڌي شري عبدالصمد خان سان گڏ قومي ڪم ڪندو هو.

نوشهري جي ٻال منڊلي، شيوا منڊلي خواه ڪانگريس ۾ چڱي دلچسپي وٺندو هو. ورهاڱي کان پوءِ اجمير ۾ آيو جتي ڪجهه وقت تائين ميونسپل ميمبر تي رهيو. "هندستان" هفتيوار اخبار ڪڍندو هو ۽ ڪجهه وقت "هندو" روزاني اخبار جو به ايڊيٽر تي رهيو. ڪجهه وقت شري سريچند ميوارام سان گڏ غريب بيمار سهائڪ سوسائٽيءَ ۾ ڪم ڪندو هو. هن وقت راشن جو دڪان اٿس.

## شري پريداس برهمچاري:

هن جو جنم 21 فيبروري 1904ع تي نوشهري فيروز سنڌ ۾ شري ميلو مل جي گهر ۾ ٿيو هو. شري پريداس برهمچاري پنهنجي سڄي حياتي عوام جي خدمت ۾ لڳائي آهي. هي هڪ پڪو ديس جي خدمت ڪندڙ آهي ۽ آزاديءَ جي هر هلچل ۾ سرگرم ڀهرو پئي ورتو اٿس. ٽي دفعا جيلن جا ڏکڙا ڏٺا اٿائين. هر طرح جي قرباني ڪرڻ کو هن درويش کان سکي. اوچ ڪوٽي جو ساهتيه اخلاقي سماجڪ، ڌارمڪ ۽ راجنيتي ۽ صحت بابت سنڌي سماج ۾ زبردست سجاڳي آندي آهي. نوشهري جي راشٽريا ڪنديا پاٺشالا جو مئنيجر هو. علم جو ڦهلاءُ زبردست سندس خدمت آهي. سندس لکيل ڪتابن ۾ روشن راهه (راقم جي قائم ڪيل عثمانيا لائبريري چنيهاڻي ۾ ڪتاب موجود آهي.) جڳت گرو وويڪانند، اشٽاوڪر گپتا ۽ ڪلياڻ مرگ (ٽي جلد) ڪتاب تہ نهايت پسند پيا آهن. ترجمو ڪيل ڪتابن ۾ مشهور اٿس شباس چندربوس، ڪانگريس ڪهاڻي، عورت سنسار وويڪ چوڙامڻي، راجپوت ڪهاڻيون، رکڙي ٻنڌن وغيره. ڏجيون ساهتيه منڊل طرفان ڪيترائي ڪتاب ظاهر ڪيا اٿس. شاعري لکڻ جو بہ ڪافي شوق اٿس. سندس ڪيترائي ڀڄن، شلوڪ ۽ راڳ ٺهيل ۽ ڇپيل آهن. ملڪ جي ورهاڱي بعد اجمير کي پنهنجو ڪاريہ ڪيتر بڻايو اٿس. شروعات کان شري رامڪرشن دواخانو هلائيندو اچي ٿو. هو حاذق حڪيم پڻ آهي. ڏکين جو ڏک سهي نہ سگهندو آهي. ڪين هڙان وڙان مدد ڪندو رهندو آهي. ڀارت جي

مشهور ڊارمڪ رسالي آتم درشن جو پڻ ايڊيٽر آهي. ڦولواري جو بہ ايڊيٽر آهي. ڪستور باناري شالا جو مئنيجر ۽ سدا سيا جو وائيس پريزيڊنٽ آهي. ٻارڙن جي ٻاريءَ جو بہ مکيہ ڪم ڪندڙ تي پئي رهيو آهي. هميشہ سادو نهٺو ۽ تياڳي (دنيا کي ترڪ ڪندڙ) زندگي اٿن. ائڊريس: نواب ڪا پيٽرا اجمير.

## گوبند مالهي:

هي 5 آگسٽ 1921ع تي ٺارو شاهہ ۾ ڄائو هو. شروعاتي تعليم ڪانپوءِ ۽ ڊي جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ مان بي اي ۽ پوءِ شاهاڻي ڪاليج ڪراچيءَ مان ايل ايل بي جو امتحان پاس ڪيائين. 1941ع ۾ شادي ڪيائن 1942/43ع ۾ سنڌي ادبي سنگت جو بنياد وڌائين. آزاديءَ جي هلچل سال 1942ع ڪانپوءِ سوشلسٽ يا ڪميونسٽ ويچار ڌار جي اثر هيٺ هارين، نارين، مزدورن جي ويجهو آيو. سندس پهرين ڪهاڻي "هاري حقدار" ان اثر هيٺ 1946ع ۾ لکيل آهي. هن جي ڪتابن جو وچور هن طرح آهي:

(1) آخري سفر (ڪرشن چندر) (2) تاج محل (ابراهيم جليس) (3) چتر ليکا (احمد نديم قاسمي)، (4) نيلم (خواجہ احمد عباس)، (5) نوراني ديوي (اردو ڪهاڻيون)، (6) زندگي (يشپال)، (7) انقلابي شاهراهہ (آنچل هندي تان)، (8) ڌرتي ماتا (تاراشنڪر)، (9) نيتا (جتيندرڪمار)، (10) تاني (تن يوتانگ)، (11) هيءَ بہ ڪا آکاڻي آهي، (12) اڳتي قدم (13) تروينين (14) دل ڏيءِ دل وٺ، (15) گهوٽ ڪنوار راضي، (16) گستاخي معاف، (17) سنڌوءَ جو سڳنڌ، (18) سنڌي ويا سنڌ ڌسڻ، (19) رهبر منهنجي راهہ جا، (20) انقلابي سپاهي، (21) آنسون، (22) زندگي جي راهہ تي، (23) جيون ساٿي (24) پکيئڙا ولر کان وڇڙيا (25) من جو ميت (26) للڪار (27) لوڪ آهي پوڪ (28) شرم ٻوٽي (29) چنچل نگاهون (30) ڏيهي پرڏيهي ٿيا. (31) عشق ناهي راند (32) ديسي سيڻ ڪجن (33) پيار جي شڪست (34) جن سوري پائين سيج (35) هڪ انسان، سو طوفان (36) پريتم ويو پرديس (37) سمگلر (38) محبت جي راهہ تي (39) پيار جي پياس (40) سونهن جا سوداگر (41) تون، مان، هوءَ (42) مسوريءَ جي راتي (43) پاپي (44) آتم ڪٿا (پنج جلد).

هنن ادبي خدمتن جي صلي طور ڪيترائي ايوارڊ حاصل ڪري چڪو آهي. 1947ع ۾ محنت ڪشن جي اخبار "صداقت" جو پبلشر بہ

رهيو. ان سان گڏ "نئين دنيا" مخزن شروع ڪيائين جيڪا اڄ تائين اي جي اتم هلائيندو اچي ٿو. (واضح رهي تہ راقم جي قائم ڪيل عثمانيہ لائبريري ۾ نئين دنيا مخزن جا 35 عدد پرچا موجود آهن.)

گوبند مالهيءَ کي بہ نياڻيون آهن. 1948ع ۾ "سنڌو ڪناري" سنڌي فلم بہ ٺاهيائين. ڀڳونتي ناواڻيءَ جي ياد ۾ "مرڪ" نالي رسالو جاري ڪيائين. هي فقط سنڌيءَ جو ڪهاڻيڪار نہ بلڪ ٻين ٻولين جي ڪهاڻيڪارن سان برميچيندڙ ڪهاڻيڪار آهي. سندس ڪيترائي مضمون ڪهاڻيون ۽ ناٽڪ مختلف رسالن ۾ ڇپيل آهن. پاڻ 80 ورهين جي ڄمار ۾ 10 فيبروري2001ع تي وفات ڪري ويو.

## ڪرشن کٽواڻي:

ڪرشن جو جنم 7 نومبر 1927ع ٺارو شاهہ (ضلعو نواب شاهہ) هاڻي ضلعو نوشهروفيروز رهائش ڪراچي. تعليم ٽئگور جي سانتينڪيتن مان حاصل ڪيل. سندس ڪتابن جو تفصيل هن طرح آهي:

(1) سياسي مدبر (جيون ڪهاڻيون)
(2) ٽٽل تارون (ڪهاڻيون)
(3) منهنجي منڙي سنڌ (ناول). هن ناول پڙهڻ ڪانپوءِ ورهاڱي کان پهرين واري سنڌ جي حالتن جي چڱي ڄاڻ ملي ٿي. ورهاڱي کان اڳ هلايل آزاديءَ واري تحريڪ, انهيءَ وقت ماڻهن جي سوچ, ماڻهن جا مسئلا, ڳوٺن ۽ شهرن ۾ سوچ جو فرق, ڪرشن کٽواڻيءَ سيني تي روشني وڌي آهي. هي ناول سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ طرفان ٻئي شايع ٿيندو رهيو آهي.
(4) امر پيار (ناول)
(5) آشيانو (ناٽڪ)
(6) منڙي تو نہ سجاتو (ڪهاڻيون)
(7) وٿرٽ زندگيون (ناول)
(8) اڪيلي (ڪهاڻيون)
(9) پرديسڻ (ڪهاڻيون)
(10) ياد هڪ پيار جي (ناول تي ساهت اڪاڊميءَ جو انعام)

23 جولاءِ 1981ع کان انڊور بنگلو 5/3 نيو پلاسيا ڪالوني ۾ رهائش اٿس.

## لوڪ نوتاڻي:

هي 31 آگسٽ 1920ع تي پيريا ۾ ڄائو هو. هن سنڌي زبان جي وڏي خدمت ڪئي آهي. ڪيس ڪهاڻي لکڻ ۾ وڏو ملڪو حاصل آهي. 35 سالن کان وٺي سنڌي ادب ۾ لکندو رهي ٿو. پاڻ ورهاڱي کانپوءِ ڀارت هليو ويو ۽ هن وقت بڙودي ۾ رهي ٿو. سندس هيٺيان ڪتاب ڇپايل آهن:

(1) ماڻهو ڇا چوندا (2) بونڊون (3) سنڌ جا درويش (4) سچ جي کوجنا.

## ڪانجي لال ماڪيجاڻي "قاصد":

ڪانجي لال ماڪيجاڻي 2 آڪٽوبر 1925ع تي ٺارو شاهه ۾ ڄائو. هن سنڌي زبان ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي. پاڻ هڪ بهترين ڪهاڻيڪار آهي. سنڌيءَ ۾ اعليٰ درجي جي شاعري به ڪندو آهي. شاعريءَ ۾ "قاصد" تخلص اٿس. ورهاڱي کانپوءِ ڀارت لڏي ويو.

## تولا رام:

ڏياريءَ جي ڏهاڙي جڏهن ماڻهو صفاين ڪرڻ ۽ خوشين ملهائڻ ۾ مگن هئا، تڏهن سال 1886ع تي سنڌ جي هڪ ننڍڙي پر تاريخي شهر نوشهري فيروز ۾ منشي مينگهراج ٻالاڻيءَ جي گهر هڪ اهو لعل پيدا ٿيو جنهن پنهنجي روشني سچ پچ ڏياريءَ جي ڏين کان وڌيڪ روشن نموني ۾ ڏني ۽ هڪ ڏياريءَ جو اڻ اجهائيندڙ ڏيو ٿي ويو.

هن لعل جو جنم جو نالو تولارام هو. ٻهرين انگريزيءَ کان چوٿين تائين تعليم ٺارو شاهه ۾ ورتائين. پنجون درجو پرين ۾ ۽ ڇهون درجو حيدرآباد جي نئڙ ودياليه ۾ پڙهيو. انگريزيءَ، سنڌي توڙي پارسيءَ جو چڱو محاورو حاصل ڪيائين. انگريزيءَ ۾ ايترو ته اڀياس هوس جو ڪن گريجوئيٽ کي مشڪل هوندو. سندس انگريزيءَ ۾ تحرير خواه تقرير عجب ۾ وجهندڙ هوندي هئي. هن کي سرڪاري نوڪريءَ لاءِ نفرت هئي ۽ ملڪ جي خدمت لاءِ اڪير هئي. هن کي ڪيتري قدر ملڪي لگن لڳل هئي سي اهي محسوس ڪري سگهندا جن سندس اخبارون پڙهيون هونديون. سوامي هيمراج جو اردو ڪتاب "گلزار معنيٰ" جو هن سنڌي ۾ ترجمو ڪيو هو ۽ جو پوءِ "آتم ڦلواڙي" جي نالي ۾ ٻهرين 1909ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هو.

1905ع ۾ بنگال جي ورهاڱي ٿيڻ ڪري ملڪ ۾ جيڪو تاءُ پيدا ٿيو ۽ هلچل هلي، تنهن ۾ هن خاص بهرو ورتو. هن ان وقت جڏهن ماڻهن ۾ انگريزن جو بلڪل ڊهڪاءُ هو ۽ سرڪار جي خلاف اکر ڪڇڻ تي جيلن جا دروازا ڏسڻا پوندا هئا. ان وقت هن جي اخبار نويسيءَ گهڻن جون اکيون کولي ڇڏيون هيون (Voice of Sindh) "صداءِ سنڌ" سنڌيءَ ۽ انگريزيءَ ۾ اخبار جاري ڪئي هئائين. هي اخبارون حڪومت ضبط ڪيس ته پوءِ "ديش ماتا" اخبار جاري ڪئي. هيءَ به پريسن ڇپي ڏيڻ کان انڪار ڪيس. پوءِ وقتي هٿ سان پئسي پئسي وارن نوٽبڪن تي لکي ظاهر ڪندو هو. پر پوءِ اها به ضبط ڪئي ويس. "سنڌ شيوڪ" نالي ماهوار رسالو پڻ جاري ڪيائين. جو پوءِ هفتيوار ڪيڻ لڳو. اهو به پوءِ پريسن ڇپي ڏيڻ کان انڪار ڪيس هن جي لکڻي بلڪل بي ڊپي هوندي هئي ۽ سچائي سندس مول متو هوندو هو.

نوشهري ۾ 1908ع ڌاري شيوڪ منڊلي نالي هڪ نوجوانن جي جماعت شهر جي خدمت ۽ پرچار لاءِ جاري ڪئي هئائين. جنهن ۾ ڍاڪو سچڻ سندس ساٿي هوندا هئا. نوشهري جي مشهور صوفي شاعر پير ڪمال الدين وٽ به چڱو ايندو ويندو هو. هن کي شاعريءَ ۾ قدرتي ڏات مليل هئي. هو اجوڪن ڪاغذ لکي تڪبندي ڪندڙ نقلي شاعرن مان نه هو. هن جو ڳالهائڻ ٻولهائڻ به شاعريءَ سان ڀرپور هوندو هو. هن جو تخلص "عاجز" هوندو هو. هن سنڌ جي شاعرن ۾ زندگي آڻڻ لاءِ مشاعرن جي شروعات ڪئي.

لکڻ جو به درياءُ هو. قدرت واري ڪيس لکڻ جي عجيب قوت ڏني هئي. سندس "جيءُ اندر جنگ" (هي ڪتاب راقم جي قائم ڪيل عثمانيا لائبريري چنيهاڻي ۾ موجود آهي) ڪتاب هر ڪنهن جي پڙهڻ ۽ هنئين سان هنڊائڻ لائق آهي. "گيان گلزاري" ڪتاب ۾ چڱي پلٽ ڪئي اٿس. هن انگريزيءَ ۾ به ڪيترو شعر لکيو هو. جنهن مان ڪو ٿورو هٿ اچي سگهيو آهي. پارسيءَ ۽ سرائڪي ٻوليءَ تي به چڱو قبضو هو. اردوءَ ۽ سرائڪي ٻولين ۾ ڪيترائي شعر چيل اٿس.

## ماستر سکرمل:

هي خانواهڻ جي هندن مان وڏي علم، ذهن ۽ ڏات وارو شخص هو. انشاءَ پردازيءَ ۾ سندس مٽ ڪو نه هو. نظم ۽ نثر ۾ خاص دسترس هوس.

اڪثر ڪري قومي نظم لکندو هو. برصغير جي آزاديءَ واري تحريڪ ۾ اڳرو هو. ورهاڱي کانپوءِ لڏي ڀارت ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.

## ليلارام ڏيونداس رچنداڻي:

هي 24 جولاءِ 1924ع تي ٺارو شاهه ۾ ڄائو هو. ڪهاڻيون ۽ تنقيدي مضمون لکي سنڌي ادب جي ڀرپور خدمت ڪيائين. صحافت ۾ به بيباڪيءَ سان ڪم ڪيائين. ورهاڱي کان اڳ ۾ سنڌ مان "سنسار سماچار"، "هندو سنسار" ۽ "آزاد" اخبارون نڪرنديون هيون. انهن جو هي ايڊيٽر تي رهيو. ان کانسواءِ هفتيوار اخبارن "پرڪاش"، "جهولي لال" ۽ "آشاواڻي" جو به ايڊيٽر تي رهيو. "فلمي دنيا" نالي هڪ ماهوار رسالو به ڪڍندو هو. سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿيل آهن:

(1) سنڌوءَ جي جهلڪ (2) سنڌو درشن (3) سنڌي ٻوليءَ جو وڪاس.

## ماسٽر چندر:

ماسٽر چندر 20 ڊسمبر 1909ع تي ٺارو شاهه ۾ ڄائو هو. هن جي پيءُ جو نالو آسنداس داني هو. ماسٽر چندر سنڌي راڳ جي آواز جي دنيا جو بادشاهه ۽ سنڌي موسيقيءَ ۾ پنهنجي نوعيت جو هڪ بهترين ڪلاڪار ٿي گذريو آهي. پاڻ اعليٰ درجي جو سنگيتڪار شاعر ۽ اداڪار به هو. هي پنجاهه سالن کان به مٿي راڳ جي دنيا تي ڇانيل رهيو. نوابشاهه شهر ۾ موهني بازار ۾ "چندر سنگيت" نالي سان موسيقيءَ جو اسڪول قائم ڪيو هيائين. جنهنڪري ڪيس "ماسٽر" سڏيو ويندو هو.

ماسٽر چندر بمبئيءَ ۾ 1984ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس پٽ مهيش چندر پڻ سنڌي گائڪ ۽ سنگيتڪار آهي. پنهنجي پيءُ وانگر سنڌي راڳ جو پنهنجو نوعيت جو ڳاڻ ڳڻيو ڪلاڪار آهي.

## ڪاڪو سچا نند ڦيرو مل ٽاٽواڻي:

هن جو جنم 9 آگسٽ 1888ع هالاڻي ضلعي نوابشاهه (هاڻي ضلعي نوشهروفيروز) ۾ ٿيو. سڄي زندگي ملڪ ۽ قوم کي ارپي ڇڏيائين. 1914ع کان ڪانگريس ۾ آهي. پريزيڊنٽ ڊسٽرڪٽ ڪانگريس ڪاميٽي ۽ وائيس پريزيڊينٽ پراونشنل ڪانگريس ڪاميٽي ۽ ميمبر آل انڊيا

ڪانگريس ڪاميٽي رهيو. 1961ع ۾ هڪ سال حيدرآباد ۽ سکر جيل ۾ ۽ سينٽرل آزاديءَ جي هلچلن ۾ جيل جون صعوبتون پوڳيون اٿائين. ساهتيءَ جو بزرگ اڳواڻ جنهنجو سڄي حياتي آزاديءَ جي هلچل ۾ سرگرم بهرو وٺڻ ڪري جيل ڪاٽيو. سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ هميشه سرگرم رهيو. هن پراونشل ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو وائيس پريزيڊينٽ رهي هر طرح جي خدمت ڪئي. ورهاڱي بعد ٿرواسين جي لاثاني خدمت ڪئي اٿس. آل انڊيا سنڌ ڪانگريس ورڪرس سمتيءَ جو پڻ مکيه باني آهي.

## جناب پيمنداس منواڻي:

جناب پيمنداس منواڻيءَ جوجنم چاچڪ ڳوٺ (ساهتيءَ) ۾ ٿيو هو. پڙهڻ ۾ گهڻو هوشيار هوندو هو. مئٽرڪ ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ پهريون نمبر آيو هو. بي.ايس.سي پاس ڪري ايل ايل بي پاس ڪيائين ۽ وڪالت اختيار ڪيائين. ساهتيءَ ۾ خواه اجمير ۾ هوشيار وڪيلن ۾ شمار ڪيو ويندو هو.

هتي اجمير اسيمبليءَ تي چونڊيو هو. تقرير ڪرڻ جو چڱو فن هوندو هوس. قومي خيالن جو هو ۽ ان سان گڏ يار ويس. آزاديءَ جي هلچل ۾ سڌو بهرو ڪو نه ورتائين، مگر مالي مدد ڪندو رهندو هو. هتي به مسڪينن کي مدد ڏيندو رهندو هو. سندس وفات 10 سيپٽمبر 1944ع تي ٿي.

## جناب سريچند ميوارام:

هي 29 سيپٽمبر 1904ع تي پڊعيدن ۾ عامل ڪٽنب ۾ ڄائو هو. قومي خيالن جو هو ۽ هميشه کاڌي پائيندو هو. خدمت چاڪري جي لڳن لڳل هئي. پڊعيدن ۾ ڪنيا پاٺشالا قائم ڪئي هئائين. جنهن تي پوءِ پنهنجيءَ مري ويل زال جو نالو "رڪمڻي بائي ڪنيا پاٺشالا" رکيو هئائين. جوانيءَ ۾ ئي جناب جئرامداس دولترام ۽ سندس ساٿين جي قائم ڪيل "ديش شيوا منڊل" جو ميمبر ٿي پنهنجي سڄي حياتي ارپيائين.

پڊعيدن کانپوءِ نوابشاه کي پنهنجي خدمت جو مرڪز بنايائين. اتي به اجمير جيان نوابشاه سول اسپتال جي مريضن جي سنڀال ڪندو رهندو هو. هريجن اُڌار جو به ڪم ڪندو هو. پوڙن جي ستايلن جي خوب مدد ڪيائين. هندستان ۾ اچڻ تي اجمير کي خدمت جو مرڪز بنايائين ۽ توڙ تائين ان ۾ لڳو رهيو.

غريب بيمار سهائتا سوسائٽي قائم ڪري بيمارن خواهه مسڪينن جي مدد ڪندو رهيو. شاگردن جي ڪتابن في وغيره جي به مدد ڪندو رهيو. ٻالڪن جي ٻاريءَ جو به ڪم ڪندڙ هو ۽ راجستان ٻارڙن جي ٻاريءَ کي به مدد ڪندو هو. سندس وفات اوچتو 24 مئي 1967 ۾ ٿي. ڪمن هلائڻ لاءِ هڪ ٽرسٽ ٺاهي ويو آهي.

## جناب چندر ڀان نرسنگهاڻي:

هن جو جنم 9 فيبروري تي 1928ع ڏيپارجن ضلعي نوشهري فيروز ۾ ٿيو هو. ننڍي هوندي ئي قومي ويچارن جي اثر هيٺ آيو. آزاديءَ جي هلچل ۾ جيل ۾ ويو هو. اجمير ۾ ايم اي بي ايڊ پاس ڪري سينيئر ٽيچر ٿي ويو 44ـ 1947ع تي ٽيچرس ايسوسيئيشن جناب ماڈو پر تحصيل جو صدر هو. هن وقت راڄيندر سيڪنڊري اسڪول جو هيڊ ماستر آهي. ٻارن ۽ اسڪول جي بهتري جو اونو اٿس. سياءَ جو نهنو آهي. ائڊريس: 279/25 آشاگنج اجمير.

## جناب شيامداس ڦتناڻي:

هن جو جنم 9 جون 1919ع تي مٺياڻي (ساهتي) ۾ ٿيو هو. شهدادپور ميونسپل هاءِ اسڪول ۾ ماستر هو. آزاديءَ جي هلچل ۾ جيل ۾ به ويو هو. قومي خيالن جو آهي. هن وقت باس ڪرپال نگر (ضلع الور) سيڪنڊري اسڪول جو هيڊ ماستر هو. ڪجهه وقت ٻالڪن جي ٻاري ڀڳوان گنج شاخ جو صدر ۽ ديانند سنڌي ڪالونيءَ جو سيڪريٽري هو. ائڊريس: ديانند سنڌي ڪالوني اجمير.

## جناب صوڀراج چوهڙمل موٽواڻي:

هن جو جنم 5 ڊسمبر 1909ع ملڪ تعلقي موري ۾ ٿيو هو. سرڪاري نوڪري ڇڏي آزاديءَ جي هلچل ۾ ٽپي پيو ۽ نوابشاهه ضلعي جو مکيه ڪانگريس ڪم ڪندڙ هو. ڪيترا ڀيرا جيل ۾ ويو. نوابشاهه ضلعي ڪانگريس ڪاميٽيءَ ۾ سيڪريٽري هو. ورهاڱي بعد اجمير ۾ نرواسين جي وسائڻ جي ڪم ۾ لڳي ويو. ڪانگريس سيوا سيمتيءَ جو ڪجهه وقت سيڪريٽري هو. چونڊن ۾ زبردست ڪانگريس ڪم ڪندو آهي. سنڌس ائڊريس: آدرش نگر اجمير.

## جناب گلابراءِ شيونداس:

هن جو جنم نوشهرو فيروز (ساهتيءَ) ۾ 20- مانگهہ (سنبت سنہ جو يارهون مهينو) 1953ع ۾ ٿيو هو. شهر جي ڪمن ۾ چڱو ڀهرو وٺندو هو. ٻار منڊليءَ ۾ ڪانگريس ڪمن ۾ خاص دلچسپي هئس. ڪجهہ وقت ٺٽي آدم اڪيڊميءَ ۾ ماستر هو ۽ ڪجهہ وقت ڪراچي ۾ پرنٽنگ پريس هئس. پوءِ پنهنجي زمينداري سنڀاليندو هو ۽ راشتريہ ڪنيا پاٺشالا جو آنرري هيڊ ماستر هو.

ملڪ جي ورهاڱي بعد اجمير ۾ مهاتما گانڌي ودياليہ ۾ حصيدار هو. هاڻي رٽائر آهي. ڪجهہ وقت ڪوڙو مل چندن مل (سڌار سڀا) جو سيڪريٽري هو.

## جناب نهالچند نرياڻي:

هن جو جنم 1914ع نوشهرو فيروز (ساهتيءَ) ۾ ٿيو هو. شاگرد ٿي ننڍي پڻ ڪان ئي قومي ڪمن ۾ شيوا منڊليءَ جي ڪم ڪار ۾ حصو وٺندو هو ۽ ڊرم لاءِ ٽيندڙ ناٽڪن ۾ پارٽ وٺندو هو. پوءِ مهاتما گانڌيءَ جي جوڙجڪ ڪمن ۾ ڀهرو وٺندو رهيو. ڪجهہ عرصو وارڌا ۾ رهي ٽريننگ ورتي هئائين. آزاديءَ جي هلچل ۾ پڻ سرگرم رهندو آيو آهي.

## محترمہ جانڪي ديوي موٽو مل ٿانواڻي:

هن جو جنم فيبروري 1914ع ٺارو شاهہ ضلعي نوشهروفيروز 1942ع ۾ ٻہ مهينا جيل بي ڪلاس حيدرآباد ۽ ڪراچي جيل ۾ 1943ع ۾ جيل ياترا ڪيائين. زالن ۾ ڪانگريس پرچار ۽ کاڌيءَ پرچار لاءِ زبردست ڪم ڪندي رهي. ائڊريس: ڪاملا ڪالوني ناگپور- 5.

## محترمہ شريمتي ڪملا روچيرام ٿانواڻي:

هن جو جنم 15 – نومبر 1923ع دربيلو ضلع نوشهرو فيروز سنڌ – ڪانگريس هلچل ۾ گهڻو ڀهرو ورتائين. 1942ع ۾ 4 مهينا جيل جي سزا جنهن ۾ ڏيڍ سال جو ننڍو ٻار بہ هوس جو جيل ۾ ڪٽي ويئي. ائڊريس: ڪاملا ڪالوني ناگپور نمبر – 5.

## ويسو مل جيوترام مٽائي:

هن جو جنم 1908ع ۾ ٿارو شاهہ ۾ ٿيو. سندس ابتدائي ۽ثانوي تعليم اباڻي شهر ۾ ٿي. مئٽرڪ بمبئي يونيورسٽيءَ مان 1924ع ۾ پاس ڪيائين. نوابشاهہ ضلعي جي هاءِ اسڪولن مان سنڌي مضمون ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيو. ڪاليج جا چار سال ڪراچيءَ ۽ پوني ۾ پڙهيو. 29ـ 1928ع ۾ بي ايس سي پاس ڪيائين ۽ تعليم کاتي ۾ گهڙيو پهرين مٽياريءَ ۾ سائنس ٽيچر ٿيو ۽ پوءِ ٽنبر هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيو جتان 1967ع ۾ رٽائر ڪيائين هيڊماستريءَ واري عرصي ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌيءَ ۾ ايم اي ڪيائين ۽ فرسٽ ڪلاس فرسٽ آيو.

سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب سان ڪيس گهڻو چاهہ هو. سنڌيءَ ۾ ايم اي ڪرڻ وقت ٿيسز طور پيش ڪيل "جهانيان خاندان" بابت هڪ جامع تصنيف آهي، جيڪا 1972ع ۾ سنڌالاجي ڄامشورو طرفان شايع ٿيل آهي. جنهن ۾ مصنف جي محنت ۽ عقيدت جو وڏو دخل آهي. ويسو مل 1947ع ۾ هندستان هليو ويو ۽ پنهنجو وقت تصنيف تاليف ۾ گذاري رهيو آهي. هن وقت ٻڙودي (گجرات) ۾ رهي ٿو.

## هاسانند پروفيسر:

پروفيسر هاسانند جادوءَ جو استاد ليکبو هو. شيرين زبان هئڻ ڪري سندس ليڪچر ۾ ماڻهو ڪيترو بہ وقت ويهي ويندا هئا. وڏيءَ عمر جو ٿي ويو تہ بہ سندس سياءُ اُهو ئي ڪلمک ۽ ڳڻتيءَ ڳاري ڪان پري. سندس جنم ڪنڊياري ۾ 1894 تي ڏياريءَ ڏينهن ٿيو هو. سندس پيءُ جو نالو ديوان چانڊو مل هو. سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ويجي جادوءَ جي فن جو مظاهرو ڪندو هو. هو نہ رڳو تقرير ۾ تکو هو پر تحرير ۾ بہ تيز هو. هن ڪيترائي ننڍا ڪتاب لکيا جن جي ٻولي چڪيندڙ آهي. سندس ڪتابنَ جو وچور هن ريت آهي: جواهر لعل جادوگر، چوچيءَ لڳي چانهہ، ٻاونجاهہ اکري ٻوڏ، چيلا چور ناڪر ٺڳ، آنند گايتري، هندو هوش ڏار، سئنيما جا گهاٽ نتيجا، تپ چڙهيو تماڪ، ڏيتي ليتي ڪين ڀوائتو ڀوت، پاڪنڊ ٽوڙ پو ٿي، هدايتن جو هار، ڏرم گروڪين ڏاڙيل وغيره ڪتاب سندس لکيل آهن.

هندستان جي ورهاڱي بعد اجمير ۾ اچي رهيو جتي 28 سيپٽمبر 1944ع ۾ 70 سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

## ڦڳڻ مل:

هي خانواهڻ جي هندن مان هڪ قابل استاد ٿي گذريو آهي. سنڌي نثر تي ڪافي عبور هوس. شروعات ۾ عربي ۽ فارسي به پڙهيو هو. وڏو جهان ديده ۽ تجربو رکندڙ شخص هو. ماهوار اخبار تعليم 1920ع ۾ هن جا ليک آيل آهن. هي 1923ع ۾ نائب ماستر تنيا ۾ به رهيو.

## نارائڻ شيام:

نارائڻ شيام نارائڻ داس گوڪلداس ناگواڻي ساهتيءَ جي ڳوٺ ڪاهي قاسم ضلعي نوشهري فيروز ۾ جولاءِ 1922ع تي ڄائو هو. ڊي جي سنڌ سائنس ڪاليج ڪراچيءَ مان بي اي پاس ڪيائين. ورهاڱي ڪانپوءِ هندستان ڏانهن لڏي ويو. جتي سندس شاعري جا نَوَ مجموعا شايع ٿيا. تازو ڪجهه سال اڳ سنڌ ۾ به نارايڻ شيام جي مڪمل غزلن جي عنوان سان هڪ ڪتاب شايع ٿيو هو. جنهن جو مون راقم (محمد عثمان عباسي) اپياس ڪرڻ ڪانپوءِ ڪتاب جي مرتب ڪندڙ نوجوان اديب کي چيو ته هن منهنجي ننيڊڙي لائبريري ۾ به ڪن رسالن ۾ اهڙا نارايڻ جا غزل آهن، جيڪي اوهان ڪتاب ۾ شامل نه ڪيا آهن. اچا ٻاهر ته علم ادب جي دنيا ڪشادي آهي. اهو نوجوان اديب ڪجهه رسالا وٺي ويو ته هي مواد اتاري ڪري واپس ڪندس جيڪي اڄا تائين واپس نه ڪيا اٿس ۽ هام اها هڻئي اٿس ته نارايڻ جي مڪمل غزلن جو ڪتاب.

نارائڻ شيام جي ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

ماڪ ڦڙا (1953ع)، پنکڙيون (1955ع)، رنگ تي لهر (1954)، روشن ڇانورو (1961ع)، ماڪ ڀنا رابيل (1964)، واريءَ ڀريو پلاند (1968)، آڇيندي لڄ مران (1972)، مهڪي ويل صبح جي (1983)، نکور غزل (1983) ڪان (1986) تائين ۽ بوند لهرون سمنڊ (غزل)، اپياس ڪندڙ: تنوير عباسي 1987ع.

**مددي ڪتاب:**


1) خانائي حامد علي ڊاڪٽر: نوابشاهہ ضلعو تاريخي شهر ۽ شخصيتون: 1987ع نوابشاهہ ڊسٽرڪٽ ڪلچرل سوسائٽي نوابشاهہ سنڌ.
2) ميمڻ محمد صديق خانبهادر: تاريخ سنڌي ادب جلد 2: 1940ع. آر ايڇ احمد ائنڊ برادرس شاهي بازار حيدرآباد
3) خاصخيلي جمال الدين "مومن": ساهتيءَ جا استاد: 2003ع. مومن پبليڪيشن جتوئي نوابشاهہ.
4) آڏواڻي پيرومل مهر چند: سنڌ جي هندن جي تاريخ جلد 2ـ 2003ع. گلشن پبليڪيشن حيدرآباد.
5) الانا غلام علي ڊاڪٽر: ببليو گرافي سنڌي ڪتابن جي: 1976ع. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو.
6) برهمچاري شري پرڀداس: چٽنچلداس ڪيئلداس سنچانڪ آدرش ساهتيا پرڪاشن حيدرآباد سنڌ.
7) ٻالاڻي سرڳواسي تولارا: جي اندر جنگ: 1947ع ڇاپو ٻيو ڪوڙو مل سنڌي ساهتيا منڊل سڌار سپا ڪاهي روڊ حيدرآباد
8) مهراج ڪٽلرام: پريم ڦلواڙي. 1940. حيدرآباد.
9) گوبند مالهي: پکيئڙا ولر کان وڇڙيا: 1973ع چوئنڊ پبليڪيشنز صدر حيدرآباد.
10) بلوچ عبدالستار: هڪ جلدي سنڌيڪا لغت: 2004ع. سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي.
11) مٽائي وي جي: جهانيان خاندان: 1972ع. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو.
12) نارائڻ شيام: بوند لهرون سمنڊ: 1987ع سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت حيدرآباد
13) ماهوار ڪونج جا مختلف پرچا انڊيا.
14) تماهي رچنا جا مختلف پرچا: ڪلڪتو هندستان.
15) تماهي سپون: بمبئي هندستان.
16) ساليانو رسالو رهاڻ: 1984ع راجستان سنڌي اڪيڊمي جئپور هندستان.
17) 15 روز سنڌي يوٿ: 1949ع. حيدرآباد دکن. هندستان.
18) سلسليوار سنڌ سماچار: 2003ع نوشهرو فيروز.
19) آرسي. جلد پنجون: 1984ع. آرسي پبليڪيشنز حيدرآباد سنڌ.
20) آڏواڻي پيرومل مهرچند: سنڌ جي هندن جي تاريخ. 2002ع. گلشن پبليڪيشنز حيدرآباد
21) ملڪاڻي منگهارام: سنڌي نثر جي تاريخ: 1993ع. روشني پبليڪيشنز ڪنڊيارو


ϒ

# سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر ضلعي نوشهري فيروز جا اسڪالر، اديب ۽ شاعر

رڪيل مورائي

سنڌ جي نقشي ۾ ضلعو نوشهروفيروز بلڪل وچ تي واقع آهي. تاريخ جي پنن ۾ اُن جي اهميت ڪيتري آهي، اهو ڄاڻڻ ۽ ڄاڻائڻ تاريخدانن جو ڪم آهي. منهنجي سامهون اها ڄاڃنا به غير اهم آهي ته ضلعي نوشهري فيروز ۽ ان جي چوڌطرف پکڙيل ڪجهه حصن کي "ساهتي پرڳڻو"، فيروز ويرڙ جي قبضي هيٺ آيل علائقي جي ڪري ڪوٺيو ٿو وڃي يا هن حصي جي ادب / ساهت ۾ اهم حصو هجڻ جي ڪري.

جيڪڏهن "ساهتي پرڳڻي" جو نالو انگريز سرڪار کان پوءِ جو آهي ته يقين سان چئي سگهجي ٿو ته، هن پرڳڻي جي اها سڃاڻپ "چانڊڪا پرڳڻي" وانگر قبضي هيٺ آيل پرڳڻي واري نه آهي، پر فقط ادب / ساهت سرجڻ ڪري، هن علائقي کي انگريز سرڪار جي دور ۾ "ساهتي پرڳڻو" ڪوٺيو ويو آهي. اها ڄاڃنا ڪرڻ به تاريخ نويسن جو ڪم آهي. آءُ ادب/ساهت جو هڪ پانڌ آهيان. ان ڪري فطري طور ادب/ساهت کي اهم سمجهان ٿو. شايد انگريز سرڪار جي عالمن ۽ اديبن به هن پرڳڻي جي ادب/ ساهت کي پڙهي/ڏسي، هن پرڳڻي جي ٻوليءَ کي معياري ٻولي ڄاڻائي. ان ۾ نصابي ڪتاب تيار ڪرايا هئا.

چا به هجي ساهتي پرڳڻي جو هيءَ اهم ضلعو نوشهرو فيروز ادبي/ ساهتي حوالي سان سنڌ جو اهم ترين ضلعو آهي. هن ضلعي، تاريخ ۾ وڏو مقام رکندڙ ادبي شخصيتون پيدا ڪيون آهن. ان ڳالهه ۾ ڪو به وڏاءُ ڪونهي.

برصغير جي ورهاڱي جيئن ٻين ڪيترن ئي حوالن سان سنڌ کي ڪٽ ۾ نه ايندڙ نقصان ڏنو اتي هڪ نقصان اهو به ٿيو جو ورهاڱي جي هوا هن ضلعي جي ڪيترن ئي اهڙن اديبن، شاعرن، اسڪالرن ۽ فنڪارن کي اُڏائي ڪڍي وئي، جن جو ضمير ۽ خمير هن مٽيءَ مان جڙيل هو. هُنن پنهنجي

مٽيءَ ڪان پري وڃي، ان کي وساريو تہ ڪو نہ. پر اتي رهي بہ هنن علم، ادب ۾ پين شعبن ۾ ايترو ڪم ڪيو جو تاريخ ۾ اڄ بہ انهيءَ ڪم تي سڄي سنڌ سان گڏ ضلعو نوشهرو فيروز بہ فخر ڪري ٿو. اُهي اسڪالر، اديب، شاعر ۽ فنڪار اڄ پلي دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ رهندا هجن، پر اهي اهو ڪڏهن بہ نہ وساري سگهندا تہ هو جنهن مٽيءَ مان جڙيل آهن، اها دنيا جي گولي تي هڪ ننڍڙي ملڪ سنڌ جي وچ واري ضلعي نوشهري فيروز جي سڀاڳي مٽي آهي.

جيتوڻيڪ ورهاڱو هنن کي ڪٿان ڪان ڪٿي ڪٽي ويو پر هر چوڏهينءَ جو اُپرندڙ چنڊ هنن کي نوشهري جي آڪاس ۾ اُپرندڙ چنڊ محسوس ٿيندو رهيو. ان نوشهري جي چنڊ جي سونهن جو اظهار اڄ دنيا جي الڳ حصن ۾ سرجندڙ سنڌي ادب ۾ ڏسي / پڙهي سگهجي ٿو جيڪو اُن ٻوليءَ ۾ سرجي رهيو آهي، جنهن کي پنجن هزارن سالن ڪان وٺي دنيا جا ڏاها سنڌي ٻولي چوندا آيا آهن - ۽ جنهن ئي ٻوليءَ ۾ منهنجي امڙ مون کي پنهنجي ٿڃ پياريندي لولي ڏني هئي. اسين اهو قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيون، تہ سرحدي تبديليون ماڻهوءَ جو من بہ تبديل ڪنديون آهن. اهي سڀ ماڻهو اسان جا ڀائر آهن، جيڪي دنيا جي گولي جي ڪهڙيءَ بہ لڪير جي وچ ۾ رهن ٿا، پر ٻولي اها ڳالهائين، جيڪا اسان جي ماءُ جي ٻولي سنڌي آهي، ان ڪان پوءِ نوشهري جي آهي. ضلعا ۽ تعلقا انتظامي حدن جي ننڍڙي سڃاڻپ لاءِ هوندا آهن. اڄ جي تاريخ ۾ تخليق ٿيندڙ ادب/ساهت جيڪو سنڌي ٻوليءَ ۾ تخليق ٿي رهيو آهي، اهو پلي ڪنهن بہ مٽيءَ تي ٿي رهيو هجي، اهو اسان جو آهي. دنيا جو ڪو بہ ادب/ساهت اول انهن ٻولين جو آهي، جن ۾ اهو تخليق ڪيو ٿو وڃي ۽ ان ڪان پوءِ اهو ساري انسان ذات جي گڏيل ميراث آهي. جيڪڏهن ان ۾ دنيا جي گولي تي رهندڙ انهن سيني انسانن جا ڏک، سور، اڌما، احساس، پيڙائون ۽ پڇتاءَ اظهاريل آهن تہ!

وڌيڪ ڪنهن بہ ڊگهي تمهيد ڪان پاسو ڪندي، آءٌ اِنهن اسڪالرن، اديبن ۽ شاعرن جي ذڪر تي اچان ٿو جيڪي نوشهري فيروز جي مٽيءَ مان نهيا، هتي جاوا ۽ پوءِ 1947ع جي ورهاڱي وقت دنيا جي الڳ حصن ۾ وڃي رهيا. انهن اتي پنهنجا آکيرا ضرور اڏيا، پر اڄ بہ انهن جي اصل سڃاڻپ سنڌ آهي ۽ ان ڪان پوءِ ضلعو نوشهروفيروز آهي.

مون پنهنجي ٿورڙي مطالعي جي آڌار تي هر ممڪن ڪوشش ڪئي آهي تہ اُنهن اديبن، عالمن ۽ شاعرن جي اڄ جي تاريخ تائين مليل معلومات

۽ سندن ڪيل خدمتن جي سموري ڄاڻ هنن صفحن ۾ ڏيان. تنهن هوندي به اهو احساس اٿم ته ايئن ڪري نه سگهندس ۽ ان ڪوتاهيءَ جو ڏوهه مون کان وڏيڪ انهن حالتن جو آهي، جن اسان کي هڪٻئي کان پري ڪري ڇڏيو آهي، اسين چاهيندي به هڪٻئي سان ملي نٿا سگهون. خيالن جي ڏي وٺ نه ٿا ڪري سگهون. ڪتابن جي مٽاسٽا ڪري نه ٿا سگهون. ان کان وڏيڪ ته هڪٻئي جي خوشين ۾ شريڪ نه ٿا ٿي سگهون ۽ هڪٻئي سان ڏک ۾ ڀاڱي ڀائيوار نٿا ٿي سگهون. پوءِ به اسين ٻوليءَ ۽ ادب جي ناتي هڪ آهيون ۽ هڪ قوم جو حصو هوندي، هڪٻئي سان جڙيل رهنداسين.

ها! مون کي اعتراف آهي ته مون کي اهو درست پتو نه آهي ته ذڪر هيٺ آيل اسڪالرن، اديبن، شاعرن ۽ فنڪارن مان ڪيترا زنده به آهن يا نه، جو ته مون هن مواد لاءِ ڪتابن جو سهارو ورتو آهي. پوءِ به انهن سڀني جو پنهنجي مقالي ۾ ذڪر اوس ڪرڻ چاهيندس، جيئن هنن ڪجهه لفظن ۾ جيڪي سياڻي جي ادبي تاريخ ٻڌجڻ وارا آهن. انهن جو حوالو ملي سگهي ته جيئن سياڻي جي تاريخ لکندڙ کي ڏکيائي نه ٿئي. ايئن به ٿيو آهي ته ڪن اهم نالن جي ڄاڻ لکت ۾ موجود نه هجڻ سبب اڻ پوري رهجي وئي آهي، مثال طور: حشو ڪيولراماڻي، سنڌي جاتيءَ جو ذهين ترين شخص جيڪو پڻ ضلعي نوشهري جو هو. هن دانشور شخص، جي ڄاڻ نه ملڻ جو اعتراف ٻين اديبن به ڪيو آهي. بهرحال هن شخص تي نوشهري ضلعي کي ناز رهندو.

مان جڏهن هنن نوشهري فيروز ضلعي ۾ جنم وٺندڙ شخصن جي نالن جي فهرست تي هڪ ڀيرو ٻيهر نظر وجهان ٿو ته اڻ ميو فخر ٿو محسوس ڪريان ته مان به هن مٽيءَ مان پيدا ٿيو آهيان.

(1) گوبند مالهي:

هند سنڌ جو هاڪارو اديب، دانشور ۽ الائي ڪيترين خوبين جو مالڪ گوبند مالهي، 5 آگسٽ 1921ع تي ساهتي پرڳڻي جي نهايت اهم، پراڻن وقت جي ننڍي شهر ٺارو شاهه ۾ جنم ورتو. هن سنڌ ۾ رهڻ دوران ئي ادبي ۽ سياسي حوالي سان لکڻ شروع ڪيو ۽ هند ۾ وڃي آخري عمر تائين لکندو رهيو. "ناول سمراٽ" جو خطاب ماڻيندڙ گوبند مالهي، هند ۾ رهندڙ سنڌي جاتي ۽ سنڌي اديبن جي مستقبل کي ٺاهيندڙ شخصيتن مان هڪ اهم شخصيت آهي، هن ڪيترا ناول لکيا، ڪيترين ڪهاڻين ۽ مختلف

موضوعن تي ڪيترائي ڪتاب لکيا ۽ ڪيترائي نوجوان اديب، ادب جي ميدان ۾ پنهنجي رهبريءَ هيٺ آندا.

گوبند مالهيءَ سنڌي "آوازي ڪلچر" کي هند ۾ متعارف ڪرائڻ لاءِ ڪيترن هنڌن جا چڪر لڳايا ۽ ڀارت ۾ وسندڙ سنڌين کي وسائڻ ۽ سنڌي ٻولي ۽ ڪلچر کي قائم رکڻ لاءِ سڄي زندگي ارپي ڇڏي ۽ ساڳئي وقت تخليقي ڪم به ڪندو رهيو.

گوبند مالهي هند جي سنڌين جي وڏي ۾ وڏي ادبي تنظيم "اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا" جو اڏيندڙ به آهي ته وڏو ناٽڪ نگار ۽ ناٽڪ ڊائريڪٽر به رهيو آهي. ڪيس سندس ناول "پيار جي پياس" تي ساهتہ اڪيڊميءَ 1973ع سال لاءِ انعام سان نوازيو ويو. هن ڪيترين ڪهاڻين، ناولن ناٽڪن ۽ ٻين موضوعن کان سواءِ پنهنجي، آتم ڪٿا به پنجن جلدن ۾ لکي آهي، جيڪا وڏي مڃتا ماڻي چڪي آهي ۽ ٻيهر سنڌ ۾ پڻ شايع ٿي آهي.

گوبند مالهي شايد پهريون سنڌي اديب آهي، جنهن تي "ڪونج" ۽ "سپون" رسالن، خاص نمبر ڪڍيا. ان کان سواءِ سندس شخصيت ۽ ادبي ڪارج تي ممبيءَ جي هڪ اديب، هولارام هنس هڪ ڪتاب "گوبند مالهيءَ جي سنڌي ناول ۾ ريگاني دين" نالي سان لکيو آهي. شايد هيءُ ئي اڪيلو اديب آهي، جنهن تي ممبئي يونيورسٽيءَ مان پي. ايچ. ڊي جي ڊگري ورتي وئي آهي ۽ ان ڪتاب کي يونيورسٽيءَ پاران 2002ع ۾ ڇپايو ويو آهي، جنهن جو نالو آهي: "گوبند مالهي، شخص ۽ اديب". هن ڪتاب جو ليکڪ آهي، ڊاڪٽر منوهر متلاڻي. اهو ممڪن آهي ته مون جهڙي ٿوري علم رکڻ واري ڀانڪ کان گوبند مالهيءَ جا ڪي ڪتاب ذڪر ڪرڻ کان رهجي ويا هجن. تنهن هوندي به سندس جيڪي ڪتاب مون کي ميسر ٿي سگهيا آهن، انهن جي لسٽ هيٺ ڏجي ٿي.. ها سندس آتم ڪٿا جا پنج ڪتاب الڳ آهن. جيڪي "ادب ۽ اديب" جي عنوان سان هند توڙي سنڌ ۾ مڃتا ماڻي چڪا آهن:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 1. | ساٿي | (ترجمو) | 1941ع | ڪراچي، سنڌ |
| 2. | انقلابي سپاهي | (ناول) | 1941ع | = = |
| 3. | چتر ليکا | (ترجمو) | 1946ع | = = |
| 4. | انقلابي شاهراهہ | (ترجمو) | 1947ع | = = |
| 5. | آنسو | (ناول) | 1952ع | ممبئي، هند |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 6. | زندگيءَ جي راهه تي | (ناول) | 1952ع | = | = |
| 7. | شرم پوتي | (ناول) | 1952ع | = | = |
| 8. | جيون ساٿي | (ناول) | 1952ع | = | = |
| 9. | پکيئڙا ولر کان وڇڙيا | (ناول) | 1952ع | = | = |
| 10. | من جو ميت | (ناول) | 1953ع | = | = |
| 11. | ڌرتي ماتا | (ترجمو) . | 1953ع | = | = |
| 12. | ماءُ (گورڪي: ترجمو) | (ناول) | 1953ع | = | = |
| 13. | للڪار | (ناول) | 1953ع | = | = |
| 14. | چنچل نگاهون | (ناول) | 1954ع | = | = |
| 15. | عشق ناهي راند | (ناول) | 1955ع | = | = |
| 16. | سُنيتا — 1 | (ترجمو ) | 1955ع | = | = |
| 17. | سُنيتا — 2 | (ترجمو ) | 1955ع | = | = |
| 18. | پهرين محبت | (ناول) | 1956ع | = | = |
| 19. | تاني — 1 | (ترجمو) | 1956ع | = | = |
| 20. | تاني — 2 | (ترجمو) | 1956ع | = | = |
| 21. | لوڪ آهي پوڪ | (ناول) | 1957ع | = | = |
| 22. | ديسي سيڻ ڪجن | (ناول) | 1958ع | = | = |
| 23. | جن سوري پائين سيج ـ1 | (ناول) | 1959ع | = | = |
| 24. | جن سوري پائين سيج ـ2 | (ناول) | 1959ع | = | = |
| 25. | ڏيهي پرڏيهي ٿيا | (ناول) | 1961ع | = | = |
| 26. | پيار جي شڪست ـ1 | (ناول) | 1961ع | = | = |
| 27. | پيار جي شڪست ـ 2 | (ناول) | 1961ع | = | = |
| 28. | پيار جي شڪست ـ3 | (ناول) | 1962ع | = | = |
| 29. | پيار جي شڪست ـ4 | (ناول) | 1962ع | = | = |
| 30. | پيار جي شڪست ـ5 | (ناول) | 1962ع | = | = |
| 31. | هڪ انسان سؤ طوفان | (ناول) | 1965ع | = | = |
| 32. | پريتم ويو پرديس | (ناول) | 1968ع | = | = |
| 33. | سمگلر | (ناول) | 1969ع | = | = |
| 34. | سنڌوءَ جي ڪناري | (ناول) | 1969ع | = | = |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 35. | سونهن جا سوداگر | (ناول) | 1972ع | = | = |
| 36. | پيار جي پياس | (ناول) | 1972ع | = | = |
| 37. | گهوٽ ڪنوار راضي | (ناول) | 1974ع | اُلهاس نگر، هند | |
| 38. | محبت جي راهه | (ناول) | 1975ع | ممبئي، هند | |
| 39. | تون، مان، هوءَ — 1 | (ناول) | 1975ع | = | = |
| 40. | تون، مان، هوءَ — 2 | (ناول) | 1975ع | = | = |
| 41. | ميسوريءَ جي راڻي | (ناول) | 1983ع | = | = |
| 42. | پهريون پيار ۽ ٻيون يادگيريون | (جيوني) | 1984ع | = | = |
| 43. | ميڪسم گورڪي شخص ۽ فنڪار | (جيوني) | 1984ع | اُلهاس نگر، هند | |
| 44. | اها به ڪا آکاڻي آهي | (ڪهاڻيون) | 1984ع | = | = |
| 45. | اڳتي قدم | (ڪهاڻيون) | 1986ع | = | = |
| 46. | گستاخي معاف | (ناٽڪ) | 1988ع | = | = |
| 47. | سنڌي ويا سنڌ ڏسڻ | (سفرنامو) | 1993ع | = | = |
| 48. | ترويڻي | (ناول) | 1993ع | ممبئي، هند | |
| 49. | پاپي | (ناول) | 1995ع | اُلهاس نگر، هند | |
| 50. | سنڌوءَ جو سوگنڌ | (ناول | 1996ع | ممبئي، هند | |
| 51. | رهبر منهنجي راهه جا | (مضمون) | 1996ع | = | =، هند |

## (2) نارايڻ گوڪلداس ناگواڻي "شيام":

سنڌي ٻوليءَ جو سدابهار شاعر نارايڻ شيام جنهن سنڌ کان پري رهي تبديل ٿيل حالتن کان مايوس ٿي لکيو ۽ رنو هو ته:

الا ائين مَ ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي،
ته هُئي سنڌ ۽، سنڌ وارن جي ٻولي.

جولاءِ 1922ع ۾ ڳوٺ ڪاهي قاسم ضلعي نوشهري فيروز ۾ گوڪلداس ناگواڻيءَ جي گهر جنم ورتو. نارايڻ شيام اياز کان پوءِ سنڌيءَ جو وڏو شاعر مڃيو ويو آهي، سنڌ ۾ اياز ۽ هند ۾ نارايڻ شيام، به اهڙا سنڌي شاعر هئا، جن هند ۾ سنڌ جي ادبي وايومنڊل کي ڳنڍي رکيو.

نارايڻ شيام ورهاڱي کان پوءِ دهليءَ ۾ وڃي رهيو ۽ آخري گهڙيءَ تائين سنڌ ڏسڻ لاءِ تڙپندو رهيو، جنهن جو اظهار هن پنهنجي هڪ شعر ۾ هيئن ڪيو آهي:

الائي ڪنهن گهڙيءَ ان مان شيام نڪتاسين،
وطن ورڻ تہ ڇا، سرحد ڏسڻ نصيب نہ ٿي.

هُن سنڌي شاعريءَ کي نئين نفاست ۽ نزاڪت ڏني، سندس شاعريءَ جا ڪيترائي ڪتاب، هند توڙي سنڌ ۾ ڇپيا آهن. مان ان ڇوڙ ۾ هُن جي ڪا بہ وڏائي بيان نہ ٿو ڪريان، پر اهو سچ آهي، تہ نارايڻ شيام تي سموري سنڌ سان گڏ نوشهري فيروز جي ادبي تاريخ فخر ڪندي تہ اُن هڪ غيرمعمولي شاعر کي جنم ڏنو. نارائڻ شيام کي سندس ڪيترن ئي ڪتابن تي اڻ ڳڻيا انعام ڏنا ويا. آءٌ تہ هوند ايئن چوان تہ هن انعام وٺي انهن انعامن کي عزت بخشي آهي، سندس ڪتاب "واريءَ ڀريو پلاند" تي کيس مرڪزي ساهتيہ اڪيڊميءَ 1970ع ۾ انعام ڏنو. نارايڻ شيام 10 جنوري 1989ع تي دهليءَ ۾ وفات ڪئي. سندس ڇپيل ڪتابن جي لسٽ هيٺ ڏجي ٿي:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | ماڪ ڦڙا | (شاعري) | 1953ع |
| 2. | پنکڙيون | (شاعري) | 1955ع |
| 3. | رنگ رتي لهر | (شاعري) | 1956ع |
| 4. | روشن ڇانورو | (شاعري) | 1962ع |
| 5. | ماڪ ڀنا رابيل | (شاعري) | 1964ع |
| 6. | واريءَ ڀريو پلاند | (شاعري) | 1968ع |
| 7. | آڇيندي لڄ مران | (شاعري) | 1982ع |
| 8. | مهڪي ويل صبح جي | (شاعري) | 1983ع |
| 9. | نہ سو رنگ نہ سا سرهاڻ | (شاعري) | 1987ع |
| 10. | بوند لهرون ۽ سمنڊ | (شاعري) | 1988ع |
| 11. | ذات ۽ حيات – 1 | (شاعري) | 1988ع |
| 12. | ذات ۽ حيات – 2 | (شاعري) | 1998ع |

## (3) ليلارام رُچنداڻي:

ليلا رام ڏيونداس رُچنداڻي، سنڌيءَ جو هڪ وڏو عالم، تاريخ نويس ٻوليءَ جو ڄاڻو صحافي، اديب ۽ ٻين ڪيترين خوبين جو مالڪ، سنڌ ۽ ان کان پوءِ نوشهري ضلعي جو تڏهوڪو ننڍڙو ڳوٺ ۽ هاڻوڪو ننڍو شهر ٺاروشاهہ، تاريخ ۾ فخر سان چوندو تہ ليلا رام رچنداڻي هتي پيدا ٿيو.

سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ عالم، 24 جولاءِ 1924ع تي ٺارو شاهہ ۾ پيدا ٿيو ۽ ورهاڱي کان پوءِ احمد آباد وڃي وسيو. هن سنڌي ٻوليءَ جي وڏي عالم جيڪو ڪم ڪيو آهي، اهو سنڌي ادب لاءِ اُملهہ خزانو آهي. مون جڏهن هن مضمون جي سلسلي ۾ سندس مطالعو ڪيو تہ حيرت جي حد تائين آءٌ هن عالم کان متاثر ٿيو آهيان، سندس ايياس خاص طور سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي حوالي ۾ نهايت اهميت ڀريو آهي. پاڻ ڪيترين اخبارن ۽ رسالن سان بہ جڙيو رهيو آهي. ڪيترا ڪتاب ترتيب ڏنا اٿائين، ڪيترا ترجمو ڪيا اٿس. پر سندس لکيل ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو سرمايو ٿي رهندا. پاڻ هڪ عالم ۽ لسانيات جي ماهر جي حيثيت سان اعليٰ اعزازن سان نوازيو ويو آهي. سندس ڪجهہ ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | سنڌوءَ جي جهلڪ | (تاريخ) | 1972ع |
| 2. | وديارٿي رهبر | (جيوني) | 1970ع |
| 3. | سنڌو درشن | (تاريخ) | 1972ع |
| 4. | سنڌي ٻوليءَ جو وڪاس | (ٻولي) | 1977ع |
| 5. | سنڌي لوڪ ڪهاڻيون ۽ اُنهن جو اتهاسڪ پسمنظر | (تحقيق) | 1979ع |
| 6. | سنڌي ٻولي: مختصر تاريخ ۽ وڪاس | (تحقيق) | 1989ع |
| 7. | سنڌي نظم جي تاريخ | (تحقيق) | 1988ع |
| 8. | آزاديءَ کان پوءِ گجرات ۾ سنڌي ساهت | (تحقيق) | 1991ع |
| 9. | آزاديءَ بعد سنڌي ساهت جو اتهاس | (تحقيق) | 1994ع |

## (4) ارجن سڪايل:

ڊاڪٽر ارجن ڍيٽارام ناٿاڻي، جنهن کي ادبي دنيا "ارجن سڪايل" جي نالي سان سڃاڻي ٿي، 5 نومبر 1919ع تي موري شهر لڳ ڳوٺ سڌو جا، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جائو ۽ هاڻ الهاس نگر ۾ رهي ٿو. هيءُ اسان جو بزرگ شاعر، اديب ۽ حڪيم/ڊاڪٽر ارجن سڪايل، انهن ٿورن لکندڙن مان آهي، جن سنڌ ۾ هوندي ئي لکڻ شروع ڪيو هو ۽ اڄ تائين سندن قلم ٿڪو نہ آهي ۽ نہ ئي اُن ساهي ڇڏي آهي. ارجن سڪايل جي قلم مان اڻ ڳڻين موضوعن تي لکڻيون ظاهر ٿيون آهن، سندس ڪيترائي ڪتاب آهن، جن جو سمورو ۽ پورو ڪٿي بہ ڇپيل صورت ميسر نہ ٿيو آهي. البت سندس ويجهڙائيءَ ۾ "سنڌ جو سفر" نالي هڪ ڪتاب ڇپيو آهي، جيڪو هڪ

عجيب ڪتاب آهي. هُن جو سنڌ جو سفرنامو ته لکيو آهي، پر هُن ڪڏهن به سنڌ جو سفر ڪيو ڪونهي ۽ اهو سفرنامو جهڙوڪر هُن جو خواب نامو ۽ روحاني سفر آهي، ارجن سڪايل وڏي ڄمار هوندي، به لکي رهيو آهي. ڏٺي ڪيس وڏي ڄمار ڏٺي ۽ مسلسل لکندو رهي. ڪيس ڪيترائي انعام مليل چڪا آهن، جن مان اهم آهي "سوويٽ لئنڊ نهرو امن انعام". ويهارو ڪن ڪتابن جي هن ليکڪ جا ڪجهه ڪتاب هي آهن:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | تندي آدم جو اتهاس | (تاريخ) | 1946ع |
| 2. | انارڪلي | (ڪٿا ڪاويه) | 1949ع |
| 3. | سنڌي ساهتيڪارن جو البم | ـ | 1968ع |
| 4. | اندرا گانڌي | (جيوني) | 1969ع |
| 5. | لينن جي جيوني | (سوانح) | 1968ع |
| 6. | منهنجي رڌٽي ۾ منهنجي اسپتال | (ڊاڪٽري) | 1984ع |
| 7. | سنڌ جو سفر | (سفر) | 2003ع |
| 8. | سنڌي ٻولي | ـ | 2003ع |

## (5) ارجن حاسد:

ارجن جينانند تنواڻي، جنهن کي سنڌي شاعريءَ جا پانڪ ارجن حاسد جي نالي سان سڃاڻن ٿا، سو 7 جنوري 1930ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڄائو پر سندس اصل گهر، ڪنڊيارو شهر آهي. سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ جديد شاعر، اڄڪلهه احمد آباد ۾ زندگي گذاري رهيو آهي، ۽ شاعري پڻ ڪري رهيو آهي، شاعري سندس اول ۽ آخري عشق آهي. ارجن حاسد شاعريءَ کي محبوبه سمجهندو آهي. سندس شاعريءَ ۾ اُهي سڀ ادائون موجود آهن، جيڪي ڪنهن به حسين ۽ نوجوان محبوبه ۾ هونديون آهن، هُن جي شاعريءَ ۾ ڪيترا اهڙا عڪس ۽ احساس آهن، جن کي ڪلندي پڙهبو آهي ۽ روئندي ڪتاب کي بند ڪبو آهي.

2004ع ۾ سنڌ جي دوري دوران ارجن حاسد، پنهنجو ڪنڊياري وارو گهر ڏٺو ته روئي پيو ۽ ڪيترن دوستن کي روئاري ڇڏيائين. سندس شاعريءَ جا ڇهه ڪتاب ڇپيل آهن، جن ۾ اڪثريت غزلن جي آهي، هونئن ته هو هڪ باڪمال شاعر آهي. پر غزل سان سندس لنءُ لڳل آهي، کيس سندس ڪتاب "ميرو سڄُ" تي مرڪزي ساهتيه اڪيڊميءَ پاران 1985ع لاءِ انعام

ڏنو ويو. ان کان سواءِ ٻيا ڪيترائي انعام سندس هٿن ۾ اچي عزت ماڻي چڪا آهن، سندس ڇپيل ڪتابن جا نالا هي آهن:

| | | |
|---|---|---|
| 1. سُواسن جي سرهاڻ | (شاعري) | 1966ع |
| 2. پٿر پٿر ڪنڊا | (شاعري) | 1974ع |
| 3. ميروسج | (شاعري) | 1984ع |
| 4. موڳو | (شاعري) | 1992ع |
| 5. اُڃ | (شاعري) | 1999ع |
| 6. ساهي پنڃي | (شاعري) | 2006ع |

ارجن حاسد جي شخصيت ۽ شاعريءَ بابت پڻ هڪ ڪتاب ڇپايو ويو آهي، جنهن جو نالو آهي. **"ارجن حاسد هڪ اپياس"** جنهن کي سهيڙيندڙ آهي: ڊاڪٽر پريم پرڪاش.

## (6) ايم. ڪمل:

مولچند منگهارام بندراڻي، جنهن کي اسان "ايم. ڪمل" جي نالي سان سڃاڻون ٿا. جڏهن به جديد سنڌي غزل جو ذڪر ڪريون ٿا ته سندس نالو ازخود زبان تي اچي ٿو وڃي. هن ڀارت جي ريلوي ڊپارٽمينٽ مان رٽائر ڪيو آهي، ايم. ڪمل ڪنڊياري جو رهندڙ آهي، جيتوڻيڪ هُن جو جنم به ڪراچيءَ ۾ ٿيو پر هو اصل ڪنڊياري شهر جو ٿي آهي، جنهن کي شاعريءَ ۾ هو بار بار ياد ڪندو آهي. سنڌي شاعريءَ ۾ شهري زندگيءَ جا عڪس جيئن ايم. ڪمل ڪم آندا آهن، تيئن شايد ئي ڪنهن سنڌي شاعر آندا آهن. ايم. ڪمل شاعريءَ سان گڏ ڪيترائي ناٽڪ پڻ لکيا آهن، جن ۾ به هو شهري زندگيءَ جي عذاب جو گهڻو ذڪر ڪري ٿو.

ايم. ڪمل 8 آگسٽ 1925ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو ۽ ورهاڱي کان پوءِ سنڌين جي شهر الهاس نگر ۾ وڃي رهيو. هو اڄ تائين لکي رهيو آهي، سندس لکڻيون ڪنهن به جديد سوسائٽيءَ جون نمائنده لکڻيون آهن. سندس ڪيترائي ڪتاب ڇپيا آهن. ڪيس "باهه جا وارث" ڪتاب تي مرڪزي ساهتيه اڪيڊميءَ پاران سال 1989ع لاءِ انعام ڏنو ويو. ان کان سواءِ پڻ هُن ڪيترائي انعام وٺي انهن انعامن کي اعزاز بخشيو آهي. هُن جا شعر پڙهڻ وٽان ۽ تهڪ ٻڌڻ وٽان آهن. مون کي اهو اعزاز حاصل آهي ته مون هُن جا شعر پڙهيا ۽ هُن جا تهڪ ٻڌا آهن. ايم. ڪمل جي ڇپيل ڪتابن جو

وچور هيٺ ڏجي ٿو هونئن سنڌس فن ۽ شخص بابت ڪونج جو نمبر ۾ هڪ ڪتاب"شخص ۽ فنڪار" پڻ نڪتل آهي:

| | | |
|---|---|---|
| 1. نند ۽ جاڳ | (شاعري) | 1965ع |
| 2. جُهريل جيءُ | (شاعري) | 77_1978ع |
| 3. ڳرندڙ برف جا نقش | (شاعري) | 1975ع |
| 4. روشن راهون ڏنڏلا ماڳ | (شاعري) | 1981ع |
| 5. پنجاهه غزل | (شاعري) | 1983ع |
| 6. باهه جا وارث | (شاعري) | 1986ع |
| 7. ميرانجهڙو ٽڪُ | (شاعري) | 1988ع |
| 8. سوچ جا پاڇا | (شاعري) | 1989ع |
| 9. اُڇايل لهر | (شاعري) | 1989ع |
| 10. ڪوسي رک | (شاعري) | 1990ع |
| 11. سهميل شام | (شاعري) | 1991ع |
| 12. سوجهرو شام جو | (شاعري) | 1992ع |
| 13. پنهي پاسي باهيون | (شاعري) | 1994ع |
| 14. مَنُ مُڙي نٿو | (شاعري) | 1995ع |
| 15. آخري اُڏام | (شاعري) | 1997ع |
| 16. لڪل اوجاڳا | (شاعري) | 1998ع |
| 17. هڪ ٻي رات | (شاعري) | 1999ع |
| 18. لهڪاريل لاٽ | (شاعري) | 1999ع |
| 19. ايم. ڪمل جو چونڊ ڪلام | (شاعري) | 2001ع |
| 20. روشنيءَ جي تلاش | (شاعري) | 2004ع |
| 21. ميونسپل ڪائونسلر | (ناٽڪ) | 1979ع |
| 22. ناٽڪ | (ناٽڪ) | 1980ع |
| 23. ماچيس ڪٿي آهي؟ | (ناٽڪ) | 1983ع |
| 24. ڪوٽو سڪو | (ناٽڪ) | 1987ع |
| 25. خوشخبري | (ناٽڪ) | 1990ع |
| 26. فريم ۾ مڙهيل شخص | (ناٽڪ) | 1991ع |
| 27. آل انڊيا پوليس اسٽيشن | (ناٽڪ) | 1997ع |

(7) لڇمڻ ڪومل:

سنڌي نثر جو بادشاھ ليکڪ لڇمڻ ڀاٽيا ڪومل، ڪيترن ئي ڪتابن جو ليکڪ، مرتب، مترجم ۽ حسين شاعر، 26، مارچ 1936ع تي ڪنڊياري ۾ ڄائو. سندن اصل ڳوٺ ته دربيلو آهي، جتي اڄ به سندن ڇڏيل گھر سلامت آهي ۽ اهڙيءَ طرح ڪنڊياري ۾ به سندس گھر سلامت آهي. اڃا سنڌ به سلامت آهي ۽ سنڌي ٻولي به سلامت آهي، جنهن جو ليکڪ لڇمڻ ڪومل آهي.

لڇمڻ ڪومل نثر سان گڏ نظم به لکيو آهي، ۽ اصل سندس سڃاڻپ شاعري آهي ۽ سندس آخري سڃاڻپ صحافت آهي. هُن زندگيءَ جا 33 سال هندستان جي وڏي ۾ وڏي اخبار "ٽائيمز آف انڊيا" سان گذاريا آهن. هو اُن ۾ لڳاتار هفتيوار ڪالم به لکندو رهيو آهي. تنهن هوندي به سندس پهرئين سڃاڻپ شاعري آهي، سندس هڪ غزل جو بند آهي ته:

ٽوهر جي ٽاريءَ تي گُل گلابن جا،
رات ڏٺاسون خوب ڪرشما خوابن جا.

شاعر هجڻ سان گڏ هو شاعريءَ جو اعليٰ نقاد به رهيو آهي. سندس ڪيترائي ادبي ليک ٽڙيل پکڙيل آهن، جيڪڏهن انهن کي ترتيب ڏئي ڇپايو وڃي ته هوند ڪيترائي ڪتاب جڙي پون، پر هو انهيءَ سموري ڪم کان پري رهي، اڄڪلھ دهليءَ ۾ پنهنجي آرام ده گھر ۾ پنهنجي آتم ڪٿا لکي رهيو آهي. ورهاڱي وقت هو هند جي مختلف شهرن ۾ رهيو ۽ آخر دهليءَ جي لاجواب شهر ۾ اچي رهيو. سندس نثر جنهن به پڙهيو آهي، اهو منهنجي هن راءِ سان سهمت ٿيندو ته، سندس نثر به شاعريءَ جهڙو مترنم آهي. هو ڪيترا ئي ڀيرا سنڌ آيو آهي، ۽ اڌ دنيا گهميو آهي. ڪتابن، موسيقيءَ ۽ گولڊ ليف سگريٽ جو عاشق لڇمڻ ڪومل سنڌي اڪيڊمي دهليءَ پاران نڪرندڙ ته ماهي مئگزين "سنڌو جوت" جو ايڊيٽر پڻ رهيو آهي. هيءُ رسالو انڊيا مان نڪرندڙ اڄ جي سيني رسالن جو نڪ آهي. لڇمڻ ڪومل ڪيترائي ناٽڪ به لکيا آهن ۽ ناٽڪن ۾ اداڪاري به ڪئي آهي، هو هڪ دانشور ليکڪ آهي ۽ منهنجو ساڻس اڻ ميو پيار آهي.

ڪيس سندس پهرئين ۽ اڄ تائين آخري شاعرانٽي ڪتاب "جيءَ جهروڪو" تي مرڪزي ساهتيه اڪيڊميءَ پاران 1976ع ۾ انعام ڏنو ويو. ٻيءَ طرح هو ڪيترن انعامن سان نوازيو ويو آهي. سچ ته، اُهي انعام به

خوشنصيب آهن، جيڪي لڇمڻ ڪومل صاحب جي نالي ٿيا آهن. سندس ڪجهه ڪتابن جا نالا هي آهن:

| | | | |
|---|---|---|---|
| .1 | جيءَ جهروڪو | (شاعري) | |
| .2 | ڪاڪ ڇڏي ويا ڪنڌيءَ تي (ترتيب) | (هيمر ناگواڻيءَ جي شخصيت بابت | |
| .3 | پن ڇڻ جو پڙلاءُ | قرةالعين حيدر جون ڪهاڻيون (ترجمو) | |
| .4 | بلاشاهه | (ترجمو) | |
| .5 | ميري چادر | راجندر سنگهه بيديءَ جو ناول (ترجمو) | |
| .6 | ميران ٻائي | ميران ٻائيءَ تي لکيل ڪتاب (ترجمو) | |
| .7 | نئون صبح | مايا ڪووسڪيءَ تي لکيل اصلي ڪتاب (ترجمو) | |
| .8 | فوڪ لٽريچر آف پاڪستان | ڪلاسيڪي شاعرن جي شاعري (ترجمو) | |
| .9 | وهي ڪاتي جا پنا | (آتم ڪٿا) | سنڌ ۾ ڇپيل |

## (8) آنند کيماڻي:

9 سيپٽمبر 1933ع تي سڏو جا ڳوٺ، تعلقي موري ۾ جنم وٺندڙ آنند چمنداس کيماڻي، جديد سنڌي ڪهاڻيڪار، ڪوتاڪار، ناول نگار ۽ نقاد آهي. آنند کيماڻي، عالمي ادب ۾ جديد ڪهاڻي لکندڙن جي قد جو ڪهاڻيڪار ۽ ناول نويس آهي ته هند ۾ شايد ڪجهه اديب ئي آهن جن جو عالمي جديد ادب جو مطالعو ايڏو وسيع هجي، جيڏو آنند کيماڻيءَ جو آهي، سچ اهو آهي ته آءٌ هي اکر لکندي فخر محسوس ڪري رهيو آهيان ته هو اسان جي نوشهري فيروز جو آهي. آءٌ جڏهن دهليءَ ۾ لڇمڻ ڪومل صاحب جي گهر ساڻس ڪجهه ڪلاڪن جي ڪچهري ڪري اٿيس ته ائين محسوس ڪيم، ڄڻ ڪيئي ڪتاب پڙهي ورتا هجنم. آنند بنهه نرالو ليکڪ آهي، جنهن هند ۾ ”اُلٽ ڪوِتا“ جو بنياد وڌو. سندس هر ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ سندس اپياس جو ۽ سندس غير معمولي تخليقي صلاحيتن جو اعتراف ڪرڻو پوي ٿو. سنڌي پڙهندڙن مان جن به عالمي ادب جو

سنجيدگيءَ سان مطالعو ڪيو آهي ۽ فڪري نظرين کان الڳ تخليقي ادب ۾ جن بہ لکندڙن کين متاثر ڪيو آهي، آنند انهن مان هڪ آهي، ليڪن هو فقط سنڌيءَ ۾ لکندڙ آهي، ان ڪري هُن کي اها ميجتا ڏيڻ، خود هڪ وڏو مسئلو آهي. هوئن سنڌي ادب جو دائرو جيترو آهي، آنند کيماڻي اوترو وڏو ليکڪ آهي. سندس تنقيدي ڪتاب بہ هڪ دور جو سرمايو آهي. هو لڳاتار لکي رهيو آهي، دعا آهي تہ لکندو رهي. سندس ڇپيل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | نومبر جي آخري رات | (ڪهاڻيون) | |
| 2. | هڪ شخص جي واسنا | (ناول) | 1970ع |
| 3. | بيمار پيڙهي | (اُلٿ ڪوتائون) | 1974ع |
| 4. | شمشان گهاٽ وٽان لنگهندي | (اُلٿ ڪوتائون) | 1985ع |
| 5. | بدلجندڙ دور ۾ تنقيد | (تنقيد) | 2000ع |
| 6. | انتر ياترا | (ناول) | 2002ع |
| 7. | رشتن جو ڏنڊ | (ناول) | 2003ع |
| 8. | اڻ لتاڙيل پيچرا | (ناول) | 2003ع |
| 9. | ڪنڊن جي سُڳنڌ | (تنقيد) | 2004ع |

## (9) ڪرشن کنواڻي:

سنڌي ناول ۽ ڪهاڻيءَ جي کيتر ۾ نهايت اهم نالو ڪرشن عيدنداس کنواڻي، 7 نومبر 1927ع تي ساهتيءَ جي اهم ادبي شهر نارو شاهہ ۾ ڄائو. سنڌ ۾ ٿي روشن خيال سياسي ۽ ادبي جماعتن سان جڙيو پر سندس اندر جو فنڪار رومانوادي ٿي رهيو ۽ اڄ بہ هو رومانوي ڪهاڻيڪار طور سڃاتو وڃي ٿو. سندس ناول ۽ ڪهاڻيون نہ رڳو هند ۾، پر سنڌ ۾ بہ ميجتا ماڻي چڪيون آهن. سچ تہ اها سموري ميجتا ڄڻ ضلعي نوشهري فيروز کي ٿي ملي رهي آهي. ڪرشن کنواڻي اڄڪلهہ انڌور ۾رهي ٿو ۽ پنهنجي ڪتنب سان خوش آهي. ڪيترائي ناول ۽ ڪهاڻيون لکيون اٿائين ۽ مسلسل لکي رهيو آهي، هو پنهنجي اسٽائيل جو ليکڪ آهي. شانتي نڪيتن ۾ پڙهيو آهي، ان ڪري ٽئگور کان اوس متاثر ٿيل ڏسجي ٿو. ڪيس سندس ناول "ياد هڪ پيار جي" تي مرڪزي ساهتيہ اڪيڊميءَ 1978ع ۾ انعام ڏنو. هوئن ڪيترائي انعام وٺي انهن کي عزت بخشي اٿائين. سندس شخصيت تي هڪ ڪتاب شايع ٿيل آهي: "هجن هوت حيات".

سندس ڇپيل ڪجهه ڪتاب، جيڪي منهنجي مطالعي هيٺ آيا آهن، اهي هن ريت آهن، پر ممڪن آهي ته ڪي ٻيا ڪتاب به سندس شايع ٿيا هجن:

1. تتل تارون (ڪهاڻيون)
2. منڙي تو نه سڄاتو (ڪهاڻيون)
3. هڪ هئي ڇوڪري (ڪهاڻيون)
4. منهنجي منڙي سنڌ (ناول)
5. وٿرت زندگيون (ناول)
6. امر پيار (ناوليٽ)
7. ياد هڪ پيار جي (ناول)
8. ست ڏينهن (ناول)
9. هڪ ڏکي سانت (ڪوتائون)
10. آشيانو (ناٽڪ)

## (10) ڪلا پرڪاش:

ڪلا پرڪاش سنڌي ٻوليءَ جي ڀهڳٽي ناول نگار ۽ ڪهاڻيڪار آهي، جنهن جو جنم ته ڪراچيءَ ۾ ٿيو پر هوءَ اصل خانواهڻ جي آهي، هن 2 جنوريءَ 1934ع تي جنم ورتو.

ورهاڱي جو وڍ سهي، ڪلا پرڪاش ممبئي وڃي وسائي. هُن پهرين نوڪري هند سرڪار جي آڊٽ ڊپارٽمينٽ ۾ ڪئي، جنهن کان پوءِ آر. ڪي تلريجا ڪاليج، الهاس نگر ۾ سنڌيءَ جي ليڪچرار ٿي ۽ 1980ع کان دبئيءَ جي هڪ اسڪول ۾ هيڊ مسٽريس رهي، اڄ ڪلهه سنڌين جي سڃاڻپ شهر آديپور ۾ رهي ٿي. هوءَ سنڌيءَ جي نامياري شاعر ۽ اسڪالر ڊاڪٽر موتي پرڪاش جي پتني آهي، ۽ منهنجي دوست، سنڌيءَ ٻوليءَ جي نوجوان شاعر شريڪانت صدف جي امڙ آهي. ڪلا پرڪاش جي لکڻين ۾ انسان جي معصوم دلين جي سُنائي ۽ پاڪائيءَ جو اولڙو نظر ايندو آهي. کيس هونئن ته ڪيترائي انعام مليا آهن، پر هند جو اهم ادبي انعام، جيڪو ڀارت جي مرڪزي سرڪار ڏيندي آهي، اهو آهي "مرڪزي ساهتيه اڪادمي انعام"، جيڪو کيس، سندس ناول "آر سيءَ آڏو" تي 1994ع ۾ ڏنو ويو. هند ۾ هن انعام کي اعليٰ انعام سمجهيو ويندو آهي. ڪلاپرڪاش جا ڇپيل ڪتاب هي آهن:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | ممتا جون لهرون | (نظماڻو نثر) | 1963ع 2006ع |
| 2. | هڪ دل هزار ارمان | (ناول) | 1957ع 1972ع |
| 3. | شيشي جي دل | (ناول) | 1960ع 1970ع |
| 4. | هڪ سپنو سکن جو | (ناول) | 1971ع |
| 5. | حياتي هوتن ريءَ | (ناول) | 1975ع 1980ع |
| 6. | وقت، وٿيون ۽ وڇوٽيون | (ناول) | 1988ع |
| 7. | آرسيءَ آڏو | (ناول) | 1992ع |
| 8. | پيار | (ناول) | 1997ع |
| 9. | پکن جي پريت | (ناول) | 2000ع |
| 10. | مرڪ ۽ ممتا | (ڪهاڻيون) | 1983ع |
| 11. | وارن ۾ گل | (ڪهاڻيون) | 1993ع |
| 12. | جي هينئڙي منجهه هُرن | (سنڌ جو سفرنامو) | 1987ع |

## (11) هري همٿاڻي:

هري همٿاڻي اسان جي سنڌي ٻوليءَ جو اهو ڪهاڻيڪار ۽ ناول نويس آهي، جنهن ويهارو کن ڪتاب لکيا آهن، ۽ سنڌي ڪهاڻيءَ ۽ ناول کي اوج رسايو آهي.

هري آسومل همٿاڻي، 13 فيبروريءَ 1933ع ۾ هيسب ڳوٺ تعلقي موري ۾ جنم ورتو ۽ ورهاڱي کان ڪجهه سال اڳ سندس خاندان موري شهر ۾ اچي رهيو. ورهاڱي کان پوءِ هري همٿاڻي اجمير ۾ وڃي اجهو اڏيو ۽ ريلوي ۾ ملازمت اختيار ڪئي، جنهن مان اسسٽنٽ اڪائونٽنٽ جي پد تان رٽائر ڪري، سمورو وقت ادب جي حوالي ڪري ڇڪو آهي. هيءَ ڪيترو ئي عرصو آل انڊيا ريڊيو جي سنڌي سروس سان پڻ لاڳاپيل رهيو. پاڻ ڪيترائي انعام ماڻيا اٿائين، جهڙوڪ:

سي ايچ ڊي پاران مليل انعام:

1. رچنا ـ ارچنا تي سال 1979ع لاءِ انعام
2. سڏ ۽ پڙاڏا تي سال 1983ع لاءِ انعام
3. پگهريل هٽ تي سال 1982ع لاءِ انعام

ـ ۽ راجستان سنڌي اڪيڊميءَ پاران مليل انعام:

1. "رچنا ـ ارچنا" تي سال 1980ع لاءِ انعام

2. ”سڏ ۽ پڙاڏا“ تي سال 1985ع لاءِ انعام
3. ”پگهريل هٿ“ تي سال 1989ع لاءِ انعام
4. اکل ڀارت سنڌ ٻولي ۽ ساهت سڀا پاران 1993ع لاءِ انعام
5. ڊاڪٽر هرومل سدا رنگاڻي گولڊ ميڊل دهلي 1995ع لاءِ انعام
6. راجستان سنڌي اڪاڊميءَ پاران سال 1996ع لاءِ انعام

هري همٿاڻيءَ جا لکيل/ ڇپيل ڪتاب هي آهن:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | اياڻ | (ناول) | 1954ع |
| 2. | سوني رات | (ناول) | 1955ع |
| 3. | آشا | (ناول) | 1955ع |
| 4. | آس نه آس | (ناول) | 1957ع |
| 5. | پروفيسر | (ناول) | 1958ع |
| 6. | پيار روئي ڏتو | (ناول) | 1960ع |
| 7. | ينگ جا رنگ | (ڪهاڻيون) | 1968ع |
| 8. | ڏنگيون ڦڏيون لڪيرون | (ناول) | 1972ع |
| 9. | رچنا - ارچنا | (ڪهاڻيون) | 1977ع |
| 10. | سڏ ۽ پڙاڏا | ڪهاڻيون | 1981ع |
| 11. | رات جو ٻيون پهر | (ناول) | 1982ع |
| 12. | گل جلن پيا | (ناول) | 1984ع |
| 13. | پگهريل هٿ | (ڪهاڻيون) | 1984ع |
| 14. | ڪجهه تتل تتل | (ڪهاڻيون) | 1985ع |
| 15. | گهتناڻن جو چڪر | (ڪهاڻيون) | 1987ع |
| 16. | ماضيءَ جا ڏنگ | (ناول) | 1991ع |
| 17. | اڇيتن | (ڪهاڻيون) | 1993ع |
| 18. | اڏامندڙ آرمان | (ڪهاڻيون) | 1998ع |
| 19. | سميه | (ناول) | 2000ع |
| 20. | ياد | (ڪهاڻيون) | 2006ع |

## (12) ڄيٺو لالواڻي:

سنڌي ٻوليءَ جو اسڪالر، ڪهاڻيڪار، ناٽڪ نگار ۽ مضمون نگار ڄيٺو مانڌو داس لالواڻي، 8 مارچ 1945ع تي ڪنڊياري شهر ۾ ڄائو. ٻن سالن جي عمر ۾ سنڌ مان هند ڏي هليو ويو. پوءِ به هُن امڙ سنڌ جي ٻوليءَ ۾ ڏنل لولي ياد رکي ۽ اڳتي هلي اُن جي واڌ ويجهه لاءِ پاڻ پتوڙيو.

پاڻ "ٻنيءَ جا لوڪ گيت" نالي ڪتاب لکي، ڊاڪٽريءَ جي ڊگري ورتي اٿائين. سندس هيءَ ڪتاب نهايت اهم آهي. سنڌي ادب ۾ ڄيٺي لالواڻيءَ جون خدمتون سدائين ياد رهنديون. هو اڄ تائين لڳاتار لکي رهيو آهي. "استيج" جي نالي هڪ رسالو به ڪڍي رهيو آهي. سنڌي اڪيڊمي دهليءَ جو سيڪريٽري رهي چڪو آهي ۽ هاڻ احمد آباد ۾ رهائش پذير آهي.

ڊاڪٽر ڄيٺي لالواڻيءَ، ڪهاڻي، ناٽڪ ۽ لوڪ ادب سان هڪ جيترو نڀايو آهي. هُن جا ڪهاڻي ڪتاب به آهن ته ناٽڪ جا ڪتاب به، تحقيق جا ڪتاب به آهن ته تنقيد جا ڪتاب به. اسان کي اميد آهي ته هو اڃا به سنڌي ادب کي گهڻو ڪجهه ڏيندو. کيس ادبي ميدان طور ڪيترن ئي انعامن سان نوازيو ويو آهي ۽ اڃا به ڪيترائي انعام سندس اوسيئڙي ۾ آهن. سندس ڇپيل ڪتاب آهن:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | ويچار | (مضمون) | 1976ع |
| 2. | ادبي سرهاڻ | (مضمون) | 1982ع |
| 3. | ماضيءَ جا ڌنڌلا عڪس | (ڪهاڻيون) | 1976ع |
| 4. | پوسٽ مارٽم | (ڪهاڻيون) | 1985ع |
| 5. | تنهنجا غم منهنجا آهن | (ناٽڪ) | 1980ع |
| 6. | آڪاشي ياترو گيان | (فلسفو) | 1982ع |
| 7. | ڪتنبي صحت | (فلسفو) | 1983ع |
| 8. | ٻنيءَ جو سنڌي لوڪ ادب | (تحقيق) | 1992ع |
| 9. | سنڌي فوڪ ڪٿائون | (تحقيق) | 2000ع |
| 10. | سنڌي لوڪ لور | (ترجمو) | 1998ع |
| 11. | ٻنيءَ جا سنڌي لوڪ گيت. | (ٿيسز) | 2002ع |

## (13) کيمن مولاڻي:

سنڌي غزل جو هيءَ خوبصورت شاعر، کيمن اُڌيرنومل مولاڻي، 10 جون 1944ع تي تعلقي موري جي درس ڳوٺ ۾ ڄائو. ٽن سالن جو هو جو هن ملڪ جو ورهاڱو ٿيو ۽ هن جي ماتٽن سنڌ ڇڏي ڀوپال پرسان سنڌين جي هڪ ڪالوني بيراڳڙهہ وڃي وسائي. مڌيہ پرديش، پي. ڊبليو ڊي مان هاڻ رٽائر ٿيو آهي. کيمن شاعر سان گڏ ڪهاڻيڪار ۽ ترجمي نگار بہ آهي، کيس "اُڌر اُڌر ڙي پوپٽڙا"، (ٻاراڻي شاعري) ۽ شاعريءَ جي ڪتاب "اڱڻ متي اوپرا" تي اين. سي. پي. ايس. ايل، ٻاران انعام ملي چڪا آهن. کيمن شعور

اچڻ کان اڄ تائين لکي رهيو آهي. شال سدائين سندس قلم ايئن هلندو رهي! سندس ڇپيل ڪتابن جو وچور هن طرح آهي:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | تارين جهليا ٻور | (شاعري) | 1987ع |
| 2. | اُڏرڻ پوپٽڙا | (ٻاراڻي شاعري) | 1989ع |
| 3. | پاڇو (مختلف ڪهاڻيون) | (ترجمو) | 1988ع |
| 4. | اگهڻ متي اوپرا | (شاعري) | 1995ع |
| 5. | اوسيئڙو | (ڪهاڻيون) | 1998ع |
| 6. | هل ڙي متڪا | (ٻاراڻيون ڪهاڻيون) | 2001ع |
| 7. | لِنوَ سنديون لاتيون | (شاعري) | 2003ع |
| 8. | سهڻا گلڙا پار | (ٻاراڻي شاعري) | 2005ع |

کيمن مٿين ڪتابن کان سواءِ ڪجهه ڪتاب سنڌيءَ مان هنديءَ ۾ ترجمو پڻ ڪيا آهن، جن جا نالا آهن:

| | | |
|---|---|---|
| 1. | سنڌ ڪا اتهاس | موهن ڪيماڻي |
| 2. | سنڌي لوڪ گاٿائين | مختلف ليکڪ |
| 3. | سانسڪرتڪ باءِ پاس سرجري | ڊاڪٽر ستيش روهڙا |

## (14) اُڏارام اڏهاسُ:

3 جنوريءَ 1914ع تي ڪنڊياري شهر ۾ جنم وٺندڙ اڏارام. ڪ. ناروائي "اڏهاسُ"، شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ مضمون نگار هو. ان سان گڏ پاڻ بهترين، اداڪاري پڻ ڪئي اٿس. ڪيترن ئي سالن کان ادب جي ميدان ۾ سرگرم رهيو، ڪيترين ئي ميگزينن ۽ اخبارن ۾ سندس تڙيل پکڙيل ليک ڇپيل آهن. سندس لکيل ڪتاب "سترنگي سرُور" ڪافي مانائتي مڃتا ماڻي چڪو آهي. هن جي بڙودا ۾ رهائش آهي.

## (15) بسنت ڪمار تياڳي:

بسنت ڪمار رائچنداڻي "تياڳي"، ڳوٺ سونهان تعلقي موري ۾ ڄائو ۽ ورهاڱي کان پوءِ ڀوپال پرسان سنڌين جي هڪ ڪالونيءَ، بئرا ڳڙهه ۾ وڃي وسيو. سندس جنم جي تاريخ 27 مارچ 1940ع آهي، پاڻ شاعر آهي، سندس ڪيترائي شعر مختلف اخبارن ۽ رسالن ڇپيل آهن. هڪ ڪتاب شاعريءَ جو شايع ٿيل اٿس، جنهن جو نالو آهي "ٻوندون ٿيون برسن" (1972ع).

### (16) پُورن ڪتواڻي سمايل:

پورن ڪتواڻي پڊعيدن شهر ۾ جنم ورتو. افسوس جو سندس جنم سال ۽ تاريخ ملي نہ سگهي آهي.

هي اديب، شاعر، ڪهاڻيڪار ناٽڪ نگار ۽ ساڳئي وقت هڪ سهڻو اداڪار بہ رهيو آهي. سندس ڪافي ڪتاب شايع ٿيل آهن ۽ڪجھ لکڻيون اڻ ڇپيل آهن. پاڻ هن وقت اندور ۾ رهائش پذير آهي. سندس ڪجھ ڪتاب هن ريت آهن:

1. سهاڳڻ ڪملا 1965ع
2. پٿر يا پاڻي 1965ع
3. هڪ ڏوهاري 1970ع
4. قيمتي ڪهاڻيون 1975ع
5. عاشقي اشارا 1975ع

### (17) پيُوان نردوش:

سنڌي ٻوليءَ جو شاعر، ڪهاڻيڪار ۽مضمون نگار پڳوان نردوش، 13 آڪٽوبر 1942ع تي ڳوٺ دريا خان مريءَ ضلعي نوشهري فيرز ۾ ڄائو. ڪيترين اخبارن ۽ ميگزينن سان جڙيل رهيو. جنهي انداز ۾ تخليقي ڪم ڪيو اٿائين ۽ آخر تائين سندس قلم ٿڪو نہ آهي. اڄڪلھ احمد آباد جو رهواسي آهي، سندس ڇپيل ڪتاب آهن:

1. گل گلاب جا (مضمون) 1974ع
2. سوني مڇي (ڪهاڻيون) 1976ع
3. چنڊ ڪٿي چانڊاڻ (شاعري) 1977ع

### (18) يوڄراج وڇاڻي:

اسان جو هيءَ ڪهاڻيڪار ۽ ناول نويس بنھ ٿورو لکندڙ آهي، پر سٺو لکندڙ آهي. پاڻ 25 آگسٽ 1937ع تي ڏيري تعلقي ڪنڊياري ۾ ڄائو. ورهاڱي کان پوءِ ممبئيءَ جھڙي مهانگر ۾ رهيو. سندس ڪيتريون ڪهاڻيون، مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپيون آهن، پر سندس ڪتاب اڃاتائين ڪو بہ نہ آيو آهي:

### (19) ٽيڪم 'آفتاب':

7 جون 1938ع تي محبت ديري جتوئي، تعلقي ڪنڊياري، ۾ جنم ورتو. ٽيڪم ميٺارام آسوداڻي "آفتاب"، اول آخر شاعر آهي. هن گهڻو لکيو آهي، پر سندس ڪو به ڪتاب نه آيو آهي. پاڻ هڪ ٽماهي رسالي "مشعال" جو ايڊيٽر به رهيو آهي. اڄڪلهه بئراڳڙهه، ڀوپال ۾ رهي ٿو.

### (20) ٺاڪر داس ٺاڪر:

اسان جو هيءُ شاعر 20 جنوري 1928ع تي ڳوٺ ڀلاڻي تعلقي ڪنڊياري ۾ ڄائو. پاڻ شاعر آهي. ڪيترن ئي رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس شاعري شايع ٿي آهي، پر اڃا تائين سندس ڪو به ڪتاب اڇي نه سگهيو آهي.

پاڻ نوشهري فيروز کان سوين ميل پري رائپور ۾ رهي ٿو پوءِ به پنهنجي جنم ڀوميءَ کي وساري نه سگهيو آهي، ڇو ته هو اڃا پوءِ سنڌ جي مٽيءَ سان ئي جڙيل آهي.

### (21) چرن داس سهاڻي:

پريا شهر ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتڙ چرنداس ٺاڪرداس سهاڻي جي ڄمر جي تاريخ 26 جون 1905ع آهي. هو ڪهاڻيڪار، ناول نگار، مضمون نگار ۽ سوانح نگار رهيو آهي. ڪيترائي مضمون، مقالا ۽ ڪهاڻيون لکيون اٿائين. پرين کان ورهاڱي جي واءُ ڪيس ڪٽي وڃي ممبئيءَ وسايو. 15 کن ڪتاب لکيا اٿائين. سندس پهريون ڪتاب ديوان ڪوڙي مل چندن مل ڪلناڻيءَ جي جيوني آهي. سندس ڪجهه ڇپيل ڪتاب هي آهن:

| | | | |
|---|---|---|---|
| .1 | سنڌي ساهتيه جو ابو: ديوان ڪوڙو مل چندن مل | (جيوني) | 1927 ۽ 1962ع |
| .2 | جيون مُڪت، ڀڳت واڌورام | (جيوني) | 1923 ۽ 1966ع |
| .3 | نانڪ نرنڪاري | (جيوني) | 1969ع |
| .4 | شري رادا ۽ شري ڪرشن جا پريم آلاپ | (جيوني) | 1971ع |
| .5 | يوگ وششٽ | | 1979ع |
| .6 | سندر سوکڙي | | 1953ع |

۽ ٻيا ڪيترائي ڪتاب، جيڪي نصاب ۾ به شامل آهن:

## (22) چيجنداس رائسنگهاڻي:

3 مارچ 1911ع تي هالاڻي شهر ۾ جنم وٺندڙ چيجنداس هاسارام رائسنگهاڻيءَ انگريزيءَ ۾ لکيو آهي. هو انگريزيءَ جو ودوان رهيو آهي. هن سيڪسالاجيءَ تي سي. ايچ. راءِ جي نالي سان 15 کن ڪتاب لکيا ۽ ساڳئي وقت هن ڪيترين ئي ڪهاڻيون پڻ انگريزيءَ ۾ لکيون. هو هالاڻيءَ مان لڏي هند جي خوبصورت شهر پوني ۾ وڃي رهيو.

## (23) خوشيرام خوشي:

هيءُ اسان جو خوبصورت شاعر خوشيرام چيجنداس جيسراڻي "خوشي"، ڪلاپرڪاش جي ڳوٺ خانواهڻ ۾ ڄائو. 22_ آڪٽوبر 1922ع تي جنم وٺندڙ هيءُ شاعر، ڪافي وقت شاعري ڪندو رهيو پر سندس ڪو بہ ڪتاب ڪو نہ ڇپيو. سندس شعر ڪيترين ئي اخبارن ۽ مئگزنن ۾ ڇپيل آهن. ورهاڱي بعد خانواهڻ کي خيرآباد چئي وڃي ناگپور جي واسي ٿيو.

## (24) ديو ناڻاڻي:

سنڌيءَ جو هيءُ ناول نويس ۽ مضمون نويس، 10 جنوري 1924ع تي موجوده نوان جتوئي (تعلقي موري) لڳ نوڙهن ۾ ڄائو. ديو اُدارام ناڻاڻيءَ ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن. هو هڪ اعليٰ سوانح نگار بہ رهيو آهي. نوڙهن جي مٽيءَ کي ڇڏي هُن ناگپور وڃي وسائي، پر ڪڏهن بہ نوڙهن کي وساري نہ سگهيو. مون کي خوشي آهي تہ نوڙهن جي شهر، ديو ناڻاڻيءَ جي هلئي وڃڻ کان وري هڪ اعليٰ، اديب ۽ سوانح نگار پيدا ڪيو آهي، جيڪو آهي ادريس جتوئي. ڪاش هڪ پيرو ٻئي هڪ ٻئي سان ملي سگهن. ديو ناڻاڻيءَ سنڌ ۾ لکڻ شروع ڪيو هو. سندس ڪتابن جو وچور هن طرح آهي:

1. مولانا آزاد جي جيون ڪٿا 1945ع
2. ويٺل ڀائي پٽيل جي جيون ڪٿا 1945ع
3. انقلابي 1946ع
4. اسٽوڊنٽس آن دي مارچ 1946ع

(25) رام "خمار":

شاعر، ناٽڪ نگار، اداڪار ۽ الاٽي چا چا، پر اول آخر شاعر، رام نارائڻداس ٻيلاٽي "خمار"، 1 جولاءِ (؟) تي ٺارو شاھ ۾ ڄائو. هن ڪيترائي شعر، مضمون ۽ ناٽڪ لکيا. هدايتڪاري ڪئي. اداڪاري ڪئي ۽ ڪافي مڃتا ماڻي. سندس لکڻيون گهڻي انداز ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن. جن کي گڏبو تہ ڪيترائي ڪتاب جڙي پوندا. تنهن هوندي بہ سندس ڪوتائن جو هڪ ڪتاب ڇپيل ملي ٿو جنهن مان هن جي تخليقي قوت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو جنهن جو نالو آهي:

"ڪجھ لڙڪ — ڪُجھ مرڪ — 1965ع".

(26) رام گيانچنداڻي:

رام گيانچنداڻي، 18 فيبروري 1933ع تي ٺارو شاھ ۾ ڄائو. هن ڪيترائي ناٽڪ، مضمون ۽ ڪهاڻيون لکيون آهن، ڪيترن ناٽڪن جي هدايتڪاري ڪئي آهي. سنگيتڪار بہ آهي. بئنسري لاجواب وڄائي ڄاڻي، جنهن سبب وڏي شهرت ماڻي اٿائين. سندس هڪ ڪتاب ڇپيل آهي:

"مون کي صرف ڪم کپي" (ناٽڪ)

(27) رجني پنجابي:

پڊعيدن ۾ جنم ورتل رجنيءَ جو جنم سال ۽ ڏينهن تہ هٿ نہ اچي سگهيو آهي، پر پڊعيدن جي ڄائي آهي ۽ ڪيترا مضمون ۽ ڪهاڻيون لکيائين. احمد آباد مان "مارئيءَ" نالي هڪ مئگزين جي ايڊيٽر رهي آهي، خوبصورت آواز جي مالڪياڻي رهي آهي. پڊعيدن جا پڊ ڇڏي احمد آباد ۾ وڃي آباد ٿي آهي. سندس ڪو بہ ڪتاب نہ ڇپيو آهي.

(28) سنتداس "سنتل":

سنڌيءَ جو ناميارو شاعر، مترجم ۽ محقق، سنتداس پنهون مل ڪشناڻي "سنتل"، نوشهري شهر ۾ 29، فيبروري 1902ع ۾ ڄائو. هيءَ ودوان سنڌ ۾ ڪافي مشهور ٿيو. سياسي ماحول جي ڪري ورهاڱي کان اڳ چار ڀيرا جيل ياترا ڪري آيو. سندس دلچسپي سنڌي ڀاڪا ۽ چوٽيون گڏ

ڪرڻ ۾ هئي. پاڻ ججهي شاعري به ڪئي اٿائين، پر سندس اصل سڃاڻپ مترجم جي آهي. هُن ڪيترائي ڪتاب ترجمو ڪيا، جيڪي بار بار سنڌ ۾ ڇپبا رهيا ۽ ڪافي مڃتا ماڻيائون. سندس اصل لکيل ڪيترائي مضمون الڳ الڳ اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل آهن. سندس ترجمو ڪيل ڪتاب ڪجهه هن ريت آهن:

1. يوگ آسڻ — 1935 کان 1975ع تائين پنج ڇاپا
2. ڪاري پاڻيءَ جي ڪهاڻي — 1938ع
3. آزاديءَ جي يُڌ ۾ مهاتما گانڌيءَ جي اسهيوگ هلچل — 1921ع
4. ستياگرهه هلچل — 1930ع

هن جو وڏي ۾ وڏو پورهيو ”سنڌي پهاڪا ۽ محاورا“ جهڙو ضخيم ڪتاب آهي، جنهن تي ڊاڪٽر مرليڌر جيٽليءَ جو لکيل عالماڻو مهاڳ خود ڪتابي صورت ۾ ڇپيل آهي. هن ڪتاب ۾ 12000 پهاڪا ۽ محاورا آهن.

### (29) سندر ”مجرم“:

سنڌي شاعريءَ جو هيءُ اهم نالو سُندر مينگهراج جڳواڻي ”مجرم“، 5 جنوري 1925ع تي پريا شهر ۾ ڄائو ۽ ٻن سالن کان پوءِ جلاوطن ٿيو.

مجرم ڪيترائي جرم ڪيا آهن، جن ۾ شعر ۽ ڪهاڻيون تخليق ڪرڻ جهڙا جُرم شامل آهن. هُن جا ڪيترائي شعر الڳ الڳ هنڌن تي ڇپيا آهن. ۽ ساڳئي وقت اهي نصاب ۾ پڻ شامل ڪيل آهن. هو پڪو پختو شاعر آهي ۽ ”سنجي“، ”ڦلواڙي“، ۽ ”گلشن“، رسالن جو اسسٽنٽ ايڊيٽر به رهي چڪو آهي. پريا ڇڏي هُن احمد آباد ۾ وڃي آکيرو ڪيو. سندس ڪجهه شعرن جا ڪتاب، جيڪي ميسر ٿي سگهيا آهن، اُهي هي آهن:

1. نيڻ وهايو نير (شاعري) 1976ع
2. ڪليون ۽ گل (شاعري) 1978ع

### (30) فتحچند پروس:

سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ بزرگ شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ سنگيتڪار فتحچند. جي. شرما ”پروس“، 14 آگسٽ 1906ع تي ڀلاڙي ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. هُن سنڌ ۾ ئي لکڻ شروع ڪيو ۽ هڪ ناٽڪ ”پرت

پوڄارڻ" تي ڪي.سي اڪيڊمي پريا پاران چانديءَ جو ٻلو انعام ڪٽيل اٿس. ڪيترين ئي اخبارن ۽ رسالن ۾ سندس لکيون ڇپيون رهيون. ڪيترن ئي گيتن کي سنگيت ڏنائين ۽ نالو ڪمايائين. سنڌ توڙي هند جي رسالن ۾ هڪ ئي وقت ڇپبو رهيو آهي. هو آخر ۾ ڪلڪتي وڃي رهيو. پروس جا ڪجھ ڪتاب شايع ٿيل آهن، جيڪي هن ريت آهن.

1. پروس جي پڪار 1972ع
2. انمول موتي 1976ع
3. گيان ديپ(هندي دوها) 1976ع
4. رهاڻيون راحت ڀريون 1980ع

## (31) ڪانجي لعل قاصد:

اسان جو هيءُ شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ سنگيتڪار ٻه ٿارو شاهه جي مٽيءَ مان جڙيل آهي. هن ڪيترائي شعر لکيا ۽ ساڳئي وقت ڪهاڻيون به لکيون، جن کيس گهڻي شهرت بخشي. پر ماستر چندر وانگر قاصد جي اصل سڃاڻپ سندس سنگيت آهي. 2 آڪٽوبر 1925ع تي ٿارو شاهه ۾ جنميل هيءُ شاعر، الڳ الڳ رسالن ۽ اخبارن ۾ گهڻو ڇپيو آهي. پر هن جن گيتن پرين ڪهاڻين کي سنگيت ڏنو آهي، انهن ڪافي مڃتا ماڻي آهي. قاصد ٿارو شاهه کي ڇڏي سنڌ جي سرحد سان لڳو لڳ ڪڇ واري علائقي جي هڪ ننڍڙي شهر گوپالپوريءَ کي وڃي، پنهنجو ٺڪاڻو بڻايو ۽ هوا جي لهرن تي دنيا ۾ سنڌي سنگيت جا سُر پکيڙيندو رهيو.

## (32) ڪمار تيجواڻي:

خانواهڻ شهر تعلقي ڪنڊياري ۾ 15 آگسٽ 1937ع تي جنم وٺندڙ ڪرمچند ڪوٽو مل "ڪمار" تيجواڻي، ڪهاڻيڪار، مضمون نگار ۽ صحافي آهي، جهولي لال، ڪوئل، جهاز راني ۽ ڪجھ ٻين اخبارن ۽ رسالن ۾ سندس چڱيون ئي لکڻيون ڇپيون آهن. سندس ڪو به ڪتاب نه ڇپيو آهي، پر هوندي به ڪيترن ڪتابن جا مهاڳ ضرور لکيا اٿيائين. ڪمار خانواهڻ ڇڏي هند جي هڪ ننڍڙيءَ سنڌ الهاس نگر ۾ وڃي رهيو ۽ سنڌ کي ياد ڪندو رهيو.

### (33) ڪشنچند خوبچنداڻي:

پريا شهر ضلعي نوشهري ۾ جاول ڪشنچند ايسرداس خوبچنداڻي شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ مضمون نگار آهي. سندس درسي نوعيت جا ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن. ناٽڪ به لکيا اٿس ته هدايتڪاري به ڪئي اٿائين. "جهرمر" رسالي جو ايڊيٽر به رهيو آهي ته تعليم سان به ناتو نڀايو اٿائين. ڪيترائي انعام ماڻيا اٿائين. سندس جنم 1 جنوري 1934ع تي پريا شهر ۾ ٿيو. ورهاڱي جي واءُ ڪيترائي آکيرا اجاڙيا، جن مان هڪ ڪشنچند خوبچنداڻيءَ جو به هو. هو پريا ڇڏي، احمدآباد ۾ وڃي رهيو. سندس هڪ ناول ڇپيل ملي ٿو جنهن جو نالو آهي: "سجاتا" (1963ع).

### (34) ڪيرت مهرچنداڻي:

سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ ڪهاڻيڪار، ناول نگار ۽ ناٽڪ نگار ڪيرت ڪيولرام مهرچنداڻي 22 جون 1933ع تي ڳوٺ دريا خان مريءَ ۾ ڄائو. هيءُ ليکڪ ٽن ڪتابن جو ليکڪ ڄاڻايو ويو آهي، ڪيرت ناٽڪ به لکيا آهن. جيڪي سندس ئي هدايتڪاريءَ ۾ اسٽيج تي پڙ اچي چڪا آهن. هي صاحب احمد آباد ۾ رهي ٿو ۽ اتان جي اهم ليکڪن ۾ شمار جي ٿو.

### (35) ڪيئلداس آڏواڻي:

ڳوٺ چنيجا ۾ 15 آڪٽوبر 1918ع تي جنم وٺندڙ اسان جو هيءُ شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ مضمون نگار ڪيئلداس ويڙهو مل آڏواڻي، سنڌي توڙي انگريزيءَ ۾ هڪ جهڙو ئي مقبول ليکڪ رهيو آهي. هندُ واسي، جاڳرتي، مومل، سڳنڌ ۽ گلشن، اخبارن ۽ رسالن ۾ سندس ڪيترين ئي لکڻين شايع ٿيل آهن. سندس ڪنهن به ڪتاب جو ڏس نه ٿو ملي. پاڻ سنڌ کان جدا ٿي ممبئيءَ ۾ وڃي وسيو.

### (36) گوپي موٽواڻي:

16 جنوريءَ 1926ع تي نوشهري شهر ۾ جنم وٺندڙ گوپي جيوترام موٽواڻي، ڪهاڻيڪار، ناٽڪ نگار ۽ ڪالم نگار آهي، چاليهن سالن جو سندس پورهيو ڪتابي صورت ۾ نه اچي سگهيو آهي، يا مون کي ميسر ٿي نه

سگهيو آهي، البت سندس ڪيترين لکڻين مختلف رسالن ۽ اخبارن جي سونهن بڻيل آهن. گوپي، هندواسي اخبار ۾ ڪيترائي سال مسلسل عورتن لاءِ ڪالم "اوري آءُ ته اوريون حال" جي نالي سان لکندي رهي ۽ خوب مڃتا ماڻيائين. نوشهري مان ورهاڱي جو وڏ ڪٽي وڃي ممبئيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين، پر وطن نه وساريائين ۽ نه ئي پنهنجي ٻوليءَ کي ڇڏيائين.

## (37) گو وردن ناتاڻي:

اسان جو خوبصورت شاعر گو وردن رامچند ناتاڻي، 8 جولاءِ 1925ع تي سڌو جن ۾ پيدا ٿيو.

اول ۽ آخر شاعر گوردن ڪيترائي شعر لکيا آهن ۽ ساهتي پرڳڻي جي پت رکي آهي. ڪيترن رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس شاعري شايع ٿي آهي. سنڌي نالو سنڌي شاعريءَ ۾ ذڪر هيٺ ايندڙ نالو آهي. پاڻ ممبئي وڃي وساياٽين ۽ سڌو جن کي ساريندو رهيو. هن جا ڪجهه ڪتاب ڇپيل آهن، جهڙوڪ:

1. روگ نوارڻي گنگا — 1976 کان 1979ع تائين (ٿي ڇاپا)
2. ڇم ڇم آئي بهار — 1979ع (شاعري).

## (38) هيمر ناگواڻي:

سنڌيءَ جو خوبصورت شاعر، ناٽڪ نگار ۽ اداڪار هيمراج گوڪلداس ناگواڻي، 3، فيبروري 1931ع تي نوشهري ۾ ڄائو. هيمر- نارايڻ شيام جو ننڍو ڀاءُ هُو.

هن ڪيترائي ناٽڪ لکيا، انهن جي هدايتڪاري ۽ انهن ۾ اداڪاري پڻ ڪئي.

ڀارت سطح تي ناٽڪ جي حوالي ۾ وڏي مڃتا ماڻيائين، ڪيترائي انعام کٽيائين. افسوس جو هُو نوجوانيءَ ۾ ئي گذاري ويو. هُن نوشهري کان جُدا ٿي هند جي راڄڌاني دهلي وڃي وسائي، سندس اڻ ڳڻيون لکڻيون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيل آهن. هن جي وفات تي سندس دوستن ياران ييتا طور "ڪاڪ ڇڏي ويا ڪنڌيءَ" نالي هڪ ڪتاب شايع ڪيو ويو جنهن جو سهيڙيندڙ لڇمڻ ڪومل اهي، هيمر ناگواڻيءَ جو هڪ ڪتاب ڇپيل آهي، جنهن جو نالو آهي: **سرل ريکائون** (ڪوتائون)

### (39) لوڪ نوتاڻي:

پريا شهر ۾ جنم وٺندڙ اسان جو هيءُ ڪهاڻيڪار 31 آگسٽ 1920ع تي ڄائو. ڪيترين ڪهاڻيون ۽ ناٽڪ لکيائين ۽ چڱو نالو ڪڍيائين. ڪيترن رسالن ۽ اخبارن سندس ليک ڇپيا آهن. هو پرين کي ڇڏي ورهاڱي جا ود سهي. وڃي بڙودا پيڙو ٿيو پر پرين کي ياد ڪندو رهيو جو اصل مٽي ته اتان جيءَ مان جڙيل هو. سندس ڪجهه ڪتابن جا نالا هي آهن:

1. ماڻهو ڇا چوندا؟
2. بوندون
3. سنڌ جا درويش
4. سچ جي کوجنا
5. شراب جي بوتل

### (40) منوهر بيدي "عاجز":

منوهر بيدي، 22 نومبر 1937ع تي ڪنڊياري ۾ پيدا ٿيو. جديد ڪهاڻيڪار ۽ ڪوتاڪار منوهر بيديءَ، شعرن ۽ ڪهاڻين کان سواءِ ڊاڪٽر جڳديش لڇاڻيءَ سان گڏ سنڌ ۽ هند جي ڪيترن اديبن ۽ شاعرن جا ٽيلي اسڪرپٽ به لکيا آهن، جن هند ۽ سنڌ ۾ ڪافي مڃتا ماڻي آهي ۽ اهي سڀ ڪتابي صورت ۾ ڇپيل آهن. منوهر جي شاعريءَ جا ٻه ڪتاب ڇپيل آهن ۽ سندس ڪهاڻين جو هڪ ڪتاب پڻ ڇپيل آهي. سندس ڪتابن جو وچُور هيٺين ريت آهي:

1. رات رهندي نه سدا (شاعري) 1962ع
2. سراپيل يُگ (ڪوتائون) 1974ع
3. هراسيل پيڙهي (ڪهاڻيون) 1975ع

هو الهاس نگر ۾ رهندڙ هو ۽ ڪجهه سال اڳ هيءُ جهان ڇڏي ويو آهي.

### (41) ميلها رام "پتنگ":

سنڌيءَ جو برک تاريخدان، سوانح نگار،مترجم ۽ شاعر ميلهارام رنگومل مائيداساڻي "پتنگ"، 13، آڪٽوبر 1911ع ۾ اُبجي تعلقي ۽ ضلعي

نوشهري ۾ جنم ورتو. هن صاحب صحافت ۾ ڪئي ۽ ڏهاڪو کن اخبارن جو ايڊيٽر به رهيو. انقلابي خيال رکندڙ ۽ پنهنجي تخلص سان نيائيندڙ پتنگ، ڪيترائي ڪتاب لکيا، جيڪي ورهاڱي کان اڳ ۾ سنڌ ۾ به شايع ٿيا. هيءَ صاحب مستقل لکندڙ هو ۽ ڪافي ميڊتا ماڻيائين ۽ انعام کٽيائين. سندس هٿ آيل ڪتابن جا نالا آهن:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | سچ به پاڇا | (تاريخ) | 1944ع |
| 2. | ڪلنگيڊر معراج | (جيوني) | 1944ع |
| 3. | نيتاجي سباش چندر بوس ۽ سوامي ديانند | (جيوني) | 1945ع |
| 4. | ست سورما | (جيوني) | 1946ع |
| 5. | مظلوم سنڌ | (تاريخ) | 1947ع |
| 6. | ٻچي رمضان | (ٻاراڻيون ڪهاڻيون) | – |
| 7. | بغاوت | (ترجمو: "ناول") | 1943ع |
| 8. | بکايل | (ترجمو: "ڪهاڻيون") | 1943ع |

پاڻ ابجي کان ڏار ٿي، ناگپور ۾ وڃي رهيو ۽ سنڌ کي ياد ڪندو رهيو.

## (42) ديو جهوڙاڻي:

شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ سنڌي ٻوليءَ جو عاشق ديو جُهوڙاڻي، ٺارو شاهه ۾ ڄائو. سندس ڄم جو سال ۽ ڏينهن ملي نه سگهيو آهي. هو ماهوار رسالي "امن هند" جو ايڊيٽر رهيو آهي. سندس ڪيتريون لکڻيون ٽڙيل پکڙيل آهن ۽ هڪ هنڌ گڏ ٿيڻ جي اوسيئڙي ۾ آهن. ديو ڀوپال ۾ رهي ٿو. شال خوش هجي.

## (43) ماسٽر چندر:

ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ سنڌي ماڻهن جي وڏي حصي جي دلين تي راڄ ڪندڙ شاعر گهڻ، گائڪ وڏيڪ، ماسٽر چندر آسنداس، 20-ڊسمبر 1909ع تي ٺارو شاهه جهڙي ادبي ۽ علمي شهر ۾ جنم ورتو. ماسٽر چندر، سنڌ جو اهڙو راڳي هو جهڙو هن کان اڳ سنڌ ۾ شايد ئي ڪو ايڏي مشهوري ماڻي چڪو هجي.

ماسٽر چندر، ورهاڱي کان پوءِ ٺارو شاهه ڇڏي، مهانگيءَ ممبئي وڃي وسائي، پر هُن ٺارو شاهه کي وساريو ڪونه. هند ۾ به هن سنڌي راڳ کي

زندهہ رکيو. جنهن جي ميجتا طور کيس "سنگيت آچاريہ" جو خطاب مليو. چندر جا ٻئي پٽ گوپ چندر ۽ مهيش چندر پڻ سنڌي توڙي اردوءَ جا اعليٰ گائڪ مڃيا ويا آهن. ماستر چندر پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪيترن ئي ملڪن ۾ سنڌي راڳ کي متعارف ڪرايو ۽ اعزاز ماڻيا. هن گائڪ جي حيثيت ۾ ڪجهہ فلمن ۽ ناٽڪن ۾ اداڪاري بہ ڪئي. هُن ممبئيءَ ۾ ئي وفات ڪئي. جيتوڻيڪ ماستر چندر جي اول سڃاڻپ گائڪ واري آهي، پر هُن شاعري بہ ڪئي آهي، هن جا ٽي ڪتاب شايع ٿيل آهن، سندس ڪتابن جا نالا آهن:

(1) چندر سان رهاڻيون، 1_ 1953ع

(2) چندر سان رهاڻيون 2_ 1965ع

(3) سچو صوفي 1965ع.

## (44) منوهر نهالاڻي:

9_ جنوري 1940ع تي مٺياڻيءَ ۾ جنم وٺندڙ منوهر جئڪرشن داس نهالاڻي، سنڌي ٻوليءَ جو اهو اديب آهي، جنهن ڪهاڻيون بہ لکيون آهن ۽ ٻارن لاءِ بہ لکيو آهي، الڳ الڳ موضوعن تي مضمون مقالا بہ لکيا آهن تہ جيونيون بہ لکيون آهن. هندي ۽ سنڌيءَ جي هن ليکڪ، نہ رڳو اصلوڪو ساهت رچيو آهي، پر سنڌي ادب کي خوبصورت ترجما بہ ڏنا آهن. منوهر نهالاڻيءَ مٺياڻي ڇڏي، احمد آباد وڃي وسائي آهي. منوهر سوانح نگار اعليٰ پائي جو آهي. جنهن بہ سندس ڪتاب "سنڌيءَ جا اعليٰ اديب" پڙهيو آهي، اهو اهڙي شاهدي ڏئي سگهي ٿو. هو جتي بہ هجي ادب سان وابستہ آهي ۽ ڪجهہ نہ ڪجهہ رچيندو رهي ٿو سندس ساهت ۾ ڇپيل ڪتاب هي آهن:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | وير ٻالڪ | (جيون چرتر) | 1981ع |
| 2. | توبن زندگي اڌوري اڌوري | (ناٽڪ) | 1982ع |
| 3. | سنڌي ساهت جا ستارا | (مضمون) | 1984ع |
| 4. | وچترا ڪماري | (ٻاراڻيون ڪهاڻيون) | 1986ع |
| 5. | شمع جلندي رهي | (ڪهاڻيون) | 1986ع |
| 6. | پڪڙيل گل | (مضمون) | 1991ع |
| 7. | سنڌيءَ جا اعليٰ اديب | (مضمون ۽ خاڪا) | 1998ع |
| 8. | پيار ۽ پوليس چونڪي | (ترجمو: ايڪانڪيون) | 1983ع |
| 9. | هوءَ مڃي ويئي | (ٽہ فصلو ناٽڪ) | 1986ع |

10. بهترين ڪهاڻيون (ڪهاڻيون) 1987ع
11. پنهنجي پنهنجي زندگي (ايڪانڪيون) 1991ع

اديبن، شاعرن ۽ ليکڪن کان سواءِ زندگيءَ جي الڳ الڳ پيچرن تي هلندڙ ۽ وڏو نالو ڪمائيندڙ ضلعي نوشهري فيروز جون ڪيتريون شخصيتون آهن، جيڪي سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر رهن ٿيون، پر صفحن جي محدودگيءَ ۽ موضوع جي دائري کان الڳ هجڻ ڪري، مون انهن کي ڪنهن ٻئي طويل پيپر لاءِ بچائي رکيو آهي. مان سمجهان ٿو ته ضلعي نوشهري فيروز جي شخصي تاريخ انهن شخصيتن جي داخلا کان سواءِ اڻپوري رهندي، جيڪڏهن اهو مجيبو وجي ته تاريخ شخصيتون ٺاهيندي آهي ته پوءِ اهو سچ آهي ته ڪي شخصيتون خود به تاريخ ساز ٿينديون آهن ۽ انهن جو تاريخ جوڙڻ ۾ اهم ڪردار هوندو آهي. بلڪل شيخ اياز جي هنن سٽن جيان ته:

ڪي ماڻهو تاريخ ٿين ٿا،
گهايل ڌرتيءَ جي سيني جي،
اهڙي گهري چيخ ٿين ٿا،
جا ماڻهن کي جاڳائي ٿي،
۽ دنيا کي بدلائي ٿي.

۽ اهڙن ماڻهن کي ياد رکڻ اسان جي تاريخي فرض ۾ شمار ٿئي ٿو. ساڳئي وقت تاريخ ۽ رڪارڊ کي درست رکڻ لاءِ پڻ آءٌ ضروري سمجهان ٿو ته انهن جو تفصيل نه سهي، پر سندن داخلا هن پيپر ۾ ضرور هجڻ گهرجي، ڇو ته هيءَ لکيت سياڻي جي ادبي تاريخ بڻجندي ۽ ان ۾ سندن نه هجڻ تاريخ سان انصاف نه ٿيندو. اهي شخصيتون آهن:

1. اندر ڪيولراماڻي (اداڪار) پريا
2. اُتم هنگوراڻي (اداڪار) پريا
3. پنجومل رگهواڻي (چترڪار) ڪنڊيارو
4. ارجن ڀمڀاڻي (اداڪار) ٺارو شاهه
5. پيرومل ڀمڀاڻي (اداڪار ۽ راڳي) هالاڻي
6. ٽلسي نرياڻي (اداڪار ۽ راڳي) مورو
7. ماسٽر چندر (راڳي) ٺارو شاهه
8. رام تنواڻي (راڳي) درياخان مري

| | | | |
|---|---|---|---|
| 9. | رميش ڪرناڻي | (اداڪار) | پڊعيدن |
| 10. | ڪنيالال منواڻي | (اداڪار ۽ هدايتڪار) | دولتپور |
| 11. | ڪنعيو روپاڻي | (اداڪار) | ٺارو شاهه |
| 12. | منگهو ڏرمداساڻي | (اداڪار) | ڪنڊيارو |
| 13. | موهن مهر چنداڻي | (هدايتڪار) | درياخان مري |
| 14 | مهيش چندر | (راڳي) | ٺارو شاهه |
| 15. | هري ميراڻي | (اداڪار) | ٺارو شاهه |

هن مقالي جي تياريءَ لاءِ هيٺين ڪتابن مان مدد ورتي ويئي آهي:

| | | |
|---|---|---|
| 1. | آزاديءَ کان پوءِ گجرات ۾ سنڌي ادب | ليلا رام چنداڻي |
| 2. | ورهاڱي بعد هند ۾ سنڌي ساهت | ليلا رام چنداڻي |
| 3. | ساهتيه ڪلادرسني | هر تنواڻي نماڻو |
| 4. | وهي کاتي جا پنا | لڇمڻ ڪومل |
| 5. | ضلعي نوابشاهه جي تاريخ | ڊاڪٽر محمد لائق زرداري |
| 6. | رچنا (شاعري نمبر) | لکمي کلاڻي |
| 7. | گوبند مالهي، اديب ۽ شخص | ڊاڪٽر منوهر متلاڻي |
| 8. | سنڌي ناول ۾ مالهيءَ جي يگاني دين | هولارام هنس |
| 9. | رچنا (الڳ الڳ پرچا) | لکمي کلاڻي |
| 10. | ڪونج (الڳ الڳ پرچا) | هري موٽواڻي |

11. Preservers & Promoters of Sindhiat

٢

# ضلعي نوشهري فيروز جا پي. ايڇ. ڊي اسڪالر

ڊاڪٽر رفيق احمد مگريو

ضلعو نوشهرو فيروز سنڌ جي دل هجڻ سان گڏ ساهتي پرڳڻي جو مرڪز پڻ آهي. ساهت معنيٰ علم ادب سو علم ادب ۾ شاهوڪار هجڻ ڪري مٿس ساهتي پرڳڻو نالو پيو. ڇو ته قديم دور کان وٺي هي خطو علمي ادبي حوالي سان گهڻو آسودو رهيو آهي. سنڌي ادب جي لکت جو بنياد پڻ هن علائقي جي ٻوليءَ تي رکيو ويو ۽ اڄ تائين نصابي ڪتابن ۾ هن پرڳڻي جي ٻولي لکي ۽ پڙهي وڃي ٿي. باقي ائين ته سنڌ جو هر علائقو ۽ پرڳڻو الڳ الڳ اهميت ۽ سڃاڻپ رکي ٿو ۽ پر هي سنڌ جي وچ وارو نوشهرو فيروز ضلعو هن ڪري به وڏيڪ حيثيت وارو ٿو جو هتان وڏا وڏا علماءِ، صلحاءِ، مخاديم، علمي خاندان ۽ علم ادب جي دنيا ۾ وڏيون قدآور ۽ بلند ترين شخصيتون پيدا ٿيون، جن دنيا ۾ پنهنجو نانءُ روشن ڪيو.

نوشهرو فيروز ضلعي جتي مذهبي ۽ ديني ادب ۾ پنهنجي حيثيت تسليم ڪرائي آهي ته ان سان گڏوگڏ هي ضلعو عام علوم ۾ به گهٽ نه رهيو آهي. هن ئي ضلعي ڪيترا اديب، ليکڪ، قلمڪار، ٻوليءَ جا ماهر، تعليمدان وڪيل، دانشور، سياستدان، اسڪالر ۽ پي. ايڇ. ڊي ڊاڪٽر پڻ پيدا ڪيا آهن. هونئن ته نوشهرو فيروز جا ڪيترا ئي پي ايڇ ڊي ڊاڪٽر هوندا، پر هن وقت تائين اسان کي جن اسڪالرن جو ڪجهه تفصيل ۽ نالا مليا آهن، تن جو هت تذڪرو ڪري رهيا آهيون.

## ڊاڪٽر محمد ادريس سومرو:

ڊاڪٽر سومر صاحب علمي ۽ ادبي حوالي سان تمام قدآور شخصيت آهي (پاڻ نه رڳو سنڌ پر پرڏيهي عالمن ۽ اديبن وٽ پڻ مڃيل ۽ مقبول محقق آهي) ٿورڙي عمر ۾ ايترو ڪم ڪري ڏيکاريو اٿس، جو ڪو ادارو به ورلي

ڪري سگهندو. حقيقت ۾ ڊاڪٽر صاحب هڪ فرد جي صورت ۾ انجمن ۽ ادارو آهي. ڪيس ڪنهن به رسمي تعارف جي ضرورت نه آهي جو وٽي يادگار ٿاهيندو ۽ تختين تي نالا لکرائيندو. بس! سندس خدمتون ۽ ڪم ئي آهي، جي ڪيس سدائين امر ڪري سگهن ٿا.

ڊاڪٽر صاحب علم جو پهاڙ نهايت فياض، روادار ۽ اخلاق جو مثالي مجسمو آهي. گڏوگڏ هر مڪتبه فڪر وٽ مقبول ۽ محبوب شخصيت آهي. آخر شاگرد به ته علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جو آهي. ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر غلام محمد لاکو ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو ۽ ٻيا ڪيترا ڏيهي پرڏيهي اديب سندس تحسين خواه آهن. ڪتابي دنيا ۾ ته سندس انت ئي ڪونهي. پنهنجو مٽ پاڻ آهي. اڄا به هن فقير وٽ گهمڻ ڦرڻ ۽ ڪتابن جي تلاش جا ذريعا ۽ وسيلا نه آهن.

ڊاڪٽر صاحب جي ولادت 27 سيپٽمبر 1961ع تي ڳوٺ چنيهاڻي[1] تعلقو ڪنڊيارو ۾ ٿي. سنه 1982ع ۾ جامع ارشاد العلوم ميرڪ (هڱورجا — خيرپور ميرس) مان درس نظامي ڪيائون. تنهن ڪانپوءِ شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد مان علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ کان شاهه ولي الله ۽ حضرت مولانا عبيدالله جو فلسفو پڙهيا، سال 1991ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان پي ايچ ڊي ڊگري حاصل ڪيائون. هن وقت پاڻ جامع انوار العلوم ڪنڊيارو ۾ شيخ الحديث آهن. ان سان گڏ ڪيترن ئي ادارن جا ميمبر به آهن جيئن: ميمبر مجلس عامله (مرڪزي ورڪنگ ڪاميٽي) وفاق المدارس العربيه پاڪستان، ميمبر مرڪزي مجلس فقهي، پاڪستان، ميمبر اڪيوئيزيشن ڪاميٽي، سنڌ آرڪائيوز ڪراچي، ميمبر علامه قاسمي چيئر، سنڌيونيورسٽي ڄامشورو. ڊاڪٽر صاحب جن ڪيترين ئي خوبين ۽ صلاحيتن سان گڏ بهترين مصنف به آهن هن وقت تائين اٽڪل ويهارو ڪن (ٻچيل اڻ ڇپيل) ڪتاب ۽ ٻلهي ليکي 38 تحقيقي مقالا لکيا اٿس، جي سنڌ جي معياري رسالن ۾ شايع ٿيل آهن، ان ڪانسواءِ اندازاً 23 ڪتابن تي سنڌن عالمانه مقدمه مهاڳ ۽ تقريظون لکيل آهن. پاڻ وڏي جاکوڙ ۽ جفاڪشي سان سنڌ جي مختلف ڪتب خانن مان قلمي نسخن جي ميڙا چونڊي ڪري هڪ فهرست ترتيب ڏناٺون، جنهن جو پهريون جلد "خزينة المخطوطات" جي نالي سان سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي ۽ ان جو ٻيو

[1] ڪنڊيارو شهر ڪان اتر طرف، سنڌو درياهه جي ڀر ۾ هي ڳوٺ واقع آهي.

جُلد بہ سُٽت ٿي منظر عام تي اچڻ وارو آهي. حقيقت ۾ ڊاڪٽر صاحب هي علمي ڪم ڪري نہ رڳو سنڌي عالمن جي خدمتن کي اُجاگر ڪيو آهي، پر ان سان گڏوگڏ مخطوطات جي شائقين لاءِ پڻ وڏي آساني پيدا ڪئي آهي.

## ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي:

ڊاڪٽر خانائي صاحب جو سنڌي ادب ۾ وڏو نالو آهي. (پاڻ بهترين ليکڪ، تعليمي ماهر، تنقيد نگار ۽ اعليٰ پائي جو محقق آهي. پاڻ 26 جنوري 1934ع تي حڪيم قاضي محمد يعقوب جي گهر ۾ پيدا ٿيو. سندس جنم ڀومي خانواهڻ[①] آهي. خانائي صاحب کي ابتدا ۾ ئي علمي ماحول مليو. سندس والد صاحب علائقي جو وڏو حڪيم ۽ فارسيءَ جو ڄاڻو هو جنهن پنهنجي هن نونهال فرزند جي خوب تربيت ڪئي، ننڍڙي حامد علي، پرائمري تعليم پنهنجي ئي اباڻي شهر خانواهڻ ۾ حاصل ڪئي. ميٽرڪ جو امتحان لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول نوابشاهہ مان 1954ع ۾ پاس ڪري، ساڳي ئي سال سيڪنڊري اسڪول ٽيچر مقرر ٿيو. ملازمت جي دوران پاڻ بي اي گورنمينٽ ڪاليج نواب شاهہ مان 1958ع ۾ استادن جي تدريسي ٽريننگ بي ايڊ، سنڌيونيورسٽي ڄامشورو کان 1959ع ۾ ۽ ايم اي (سنڌي ادب ۾) سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو کان 1965ع ۾ ڪيائين. پاڻ سنہ 1975ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهہ ۾ سنڌي ادب جو ليڪچرار مقرر ٿيو. ان عرصي ۾ خانائي صاحب "ساهتيءَ جا قديم علمي مرڪز" جي عنوان تحت سنڌ يونيورسٽي مان پي ايچ ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي. لکڻ پڙهڻ سان سندس وڏو عشق آهي، هن وقت تائين ڪيترائي مضمون ۽ مقالا لکيا اٿس، تازو سندس لکيل مقالن جو مجموعو "مقالات خانائي" جي نالي سان سنڌي ادبي بورڊ ڇپايو آهي. ان کانسواءِ هيٺ ذڪر ڪيل ڪتاب سندس قلمي پورهيي جو زنده ثبوت آهن:

1. تذڪره ڪوٽائي سادات روهڙي

---

① ڪوٽڙي محمد ڪبير کان اڀائي ڪوهن جي پنڌ تي سنڌوندي جي ڪپ ۾ هڪ پر رونق شهر آهي، جو سهتا قوم جي هڪ بااثر زميندار "خان سهتي" جو بڌايل آهي. اوائل ۾ هي شهر "خان جو واهڻ" يا "خان جا پاڻ" ڪري سڏبو هو پر پوءِ وقت گذرندي ان جي نالي ۾ ڦير ڦار اچي ويو ۽ خان "خان جو واهڻ" مان بدلجي "خانواهڻ" سڏجڻ لڳو ۽ اڄ سوڌو انهيءَ نالي سان مشهور آهي. ڪوٽڙي محمد ڪبير هالاڻي ۽ ڪنڊيارو سان لاري رستي ڳانڍاپو اٿس.

2. تذڪره پوراڻي سادات سکر.
3. ايڇ ايم خواجہ هڪ مثالي استاد
4. زليخا (ناول نگار پير حسام الدين راشدي) مرتب خاناڻي.

خاناڻي صاحب 25 جنوري 1994ع تي اسسٽنٽ پروفيسر جي عهدي تان رٽائر ڪيو آهي ۽ مستقل طور نوابشاهہ ۾ رهي ٿو.

## ڊاڪٽر محمود احمد ميمڻ:

ڊاڪٽر ميمڻ صاحب جو سائنس ۽ حرفت ۾ وڏو نالو آهي. پاڻ مهران يونيورسٽي انجنيئرنگ اينڊ ٽڪنالوجي ڄامشورو ۾ پروفيسر هجڻ سان گڏ علماءِ دين جو قدر دان ۽ بزرگن ۽ صالحن جو صحبتي بہ آهي. عام طور ڪيس حاجي محمود ميمڻ طور ڄاتو ۽ سڃاتو وڃي ٿو. حاجي صاحب جي ولادت 29 جولاءِ سنہ 1930ع ۾ پڙيا شهر ۾ ٿي. سندس والد حاجي محمد ميمڻ پڻ باشرع ۽ نيڪ نمازي هو. جنهن پنهنجي هن فرزند کي ديندارن طرف راغب ڪيو. اهو ئي سبب آهي، جو حاجي صاحب انگريزي ماحول ۽ وڏن وڏن عهدن تي رهڻ باوجود بزرگن ۽ صالحن سان سلهاڙيل رهيو. پاڻ ابتدائي تعليم پڙيا شهر ۾ حاصل ڪيائين. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول جيڪب آباد مان ڄڏهن تہ ڪاليجي تعليم سي اينڊ ايس ڪاليج شڪارپور[1] کان شروع ڪيائين. انٽر گورنمينٽ ڪاليج (ڪاري موري) حيدرآباد مان ڪيائين. انجنيئرنگ ۾ گريجوئيشن وارو چار سالہ ڪورس بي اي (B.E) اين اي ڊي يونيورسٽي ڪراچي مان 1963ع ۾ ڪيائين، ساڳي ئي سال پاڻ انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشورو[2] ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو.

ملازمت جي دوران ڪيس اعليٰ تعليم لاءِ انگلينڊ موڪليو ويو جتان امپيريل ڪاليج آف سائنس اينڊ ٽيڪنالوجي لنڊن مان پوسٽ گريجوئيٽ ڊپلوما (P.G.D) ڪيائين. ڪجهہ سالن کانپوءِ ڪيس پي ايڇ ڊي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ ٻيهر ولايت موڪليو ويو. هاڻي بہ ساڳي ايمپريل ڪاليج آف سائنس اينڊ ٽيڪنالوجي لنڊن مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪيائين.

[1] هي ڪاليج ٻن هندو ڀائرن چيلارام ۽ سيتلداس ٺهرايو هو انهن جي نسبت هاڻي مخفف طور سي اينڊ ايس ڪاليج سڏجي ٿو.
[2] ان وقت اڃا مهراڻ يونيورسٽي نہ ٿي هئي.

1990ع کان 1995ع تائين يونيورسٽي آف طرابلس، ليبيا ۾ بطور پروفيسر ڪم ڪيائين. 1996ع ۾ ڏيھہ واپس اچي وري مهراڻ يونيورسٽي ۾ دخلڪار ٿيو. ان عرصي ۾ پاڻ ڪيترن عهدن تي رهيو جهڙوڪ، انچارج هائيڊرولڪس ڪميشن آف پاڪستان، ڊين فيڪلٽي آف ايريگيشن مهراڻ يونيورسٽي، ڊائريڪٽر هائيڊرولڪس ايريگيشن مهراڻ يونيورسٽي ڄامشورو. آخر 28 جولاءِ 2000ع ۾ سٺ سالن جي ڄمار پوري ڪري ملازمت تان رٽائر ڪيائين هاڻي حيدرآباد ۾ مستقل رهائش پذير آهي. سندس خدمتن جي مڃتا طور کيس مهراڻ يونيورسٽي ۾ تاحيات اعزازي پروفيسر ۽ وائيس چانسلر جو صلاحڪار مقرر ڪيو ويو . اڄا تائين اهي خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

## ڊاڪٽر نياز احمد مگّريو:

ڊاڪٽر مگّريو صاحب سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ۾ ڪيمسٽري جو پروفيسر آهي. هن وقت تائين سائنس جي مختلف موضوعن تي ڪيئي تحقيقي مقالا لکي چڪو آهي. ڊاڪٽر صاحب جو والد غلام علي خان مگّريو اصل بازيد پور[①] جو هو پر آبپاشي کاتي ۾ آفيسر هجڻ ڪري ڪڏهن سکر تہ ڪڏهن حيدرآباد تہ وري ڪڏهن ڪراچيءَ ۾ رهيو. ڊاڪٽر نياز احمد جي ولادت بہ 2 جون 1948ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿي ٿي. پاڻ ابتدائي تعليم اين جي وي اسڪول ڪراچي ۽ ميٽرڪ سينٽ ميري هاءِ اسڪول سکر مان 1966ع ۾ ڪيائين. انٽر سائنس ۽ بي ايس سي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج اينڊ پوسٽ گريجوئيٽ اسٽڊي سينٽر سکر ۾ ڪيائين. 1982ع ۾ ڪيمسٽري ڊپارٽمينٽ ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. ملازمت جي دوران کيس پي ايچ ڊي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ انگلينڊ موڪليو ويو جتان "سنڌن جي سور لاءِ ٽامي جو استعمال" جي عنوان تحت اسٽريڊ ڪلائيڊ يونيورسٽيءَ مان پي ايچ ڊي ڪيائين. پاڻ هن وقت سنڌيونيورسٽي جي ڪيمسٽري ڊپارٽمينٽ

---

① هي ڳوٺ، ڪنڊيارو کان 12 ڪلوميٽر جي فاصلي تي ڏکڻ طرف واقع آهي، بازِيدپور، حضرت بايزيد بسطامي رح جي نالي سان منسوب آهي، انگريزن جي دور ۾ پڻ بايزيد پور سڏبو هو پر پوءِ عام زبان تي اچڻ ڪري "بايزيد پور" مان ڦري "بازيد پور" ٿي ويو ان سلسلي ۾ راقم "بازيد پور جو تاريخي جائزو" جي عنوان سان ڪتاب لکي رهيو آهي.

۾ بطور پروفيسر ڪم ڪري رهيو آهي. ان کان اڳ سال 2000 کان 2004 تائين ڪنٽرولر آف ايگزمينيشن به رهي چڪو آهي.

## ڊاڪٽر عبدالرزاق گهانگهرو:

محمد آچر گهانگهرو جو هي پٽ 5 فيبروري 1959ع تي ڳوٺ ڄام نورالله (لڳ ڪنڊيارو) ۾ پيدا ٿيو سندس والد صاحب هاءِ اسڪول ڪنڊياريو ۾ پٽيوالو هو جنهن جدوجهد ڪري پنهنجي اولاد کي تعليم جي زيور سان سينگاريو. اهو سندس محنتن جو ئي نتيجو آهي، جو اڄ سندس فرزند ڊاڪٽر عبدالرزاق گهانگهرو جي ناليِ سان 48 سالن جي مختصر عمر ۾ وچي 21 گريڊ تي رسيو آهي. ڊاڪٽر گهانگهرو صاحب پرائمري تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ ڄام نورالله ۾ 1971ع ۾ مڪمل ڪري هاءِ اسڪول ڪنڊيارو ۾ داخل ٿيو جتان 1975ع ۾ ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. انٽر گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهه مان 1977ع ۾ ۽ بي اي 1980ع ۾ گورنمينٽ مهراڻ ڪاليج مورو مان ڪيائين. تنهن کانپوءِ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان ايم اي (اسلامڪ ڪلچر) 1982ع ۾ پاس ڪيائين. سن 1993ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ئي سنڌي زبان ۾ قرآن پاڪ جي ترجمن ۽ تفسيرن جو تحقيقي جائزو جي عنوان تحت پي ايچ ڊي ڪيائين.

سنه 1984ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري گورنمينٽ ڊگري ڪاليج عمر ڪوٽ ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو اٽڪل هڪ سال بعد عمر ڪوٽ کان گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهه آيو جتي 1985ع کان 1991ع تائين ليڪچرار رهيو ان بعد مهراڻ يونيورسٽي آف انجنيئرنگ اينڊ ٽيڪنالوجي ڄامشورو ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو جتان ترقيءَ جون منزلون طئه ڪندو وڃي پروفيسر بڻيو. 1992ع کان تاحال اتي ڪم ڪري رهيو آهي. پاڻ هن وقت تائين اٽڪل 15 کن تحقيقي مقالا ۽ هيٺيان ڪتاب لکي چڪو آهي:

1. قرآن پاڪ جا سنڌي ترجما ۽ تفسير.
2. تذڪيرُالمؤمنين في تفسير سوره يٰسين. (ترتيب)
3. اسلام جي دعوت ۽ تبليغ جو نبوي طريقو. (ترجمو) زير طبع.
4. تفسير محمدي تصنيف مخدوم محمد ٺٽوي (ترتيب).

## ڊاڪٽر نثار احمد ميمڻ:

ڊاڪٽر ميمڻ صاحب، سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام ۾ پروفيسر آهي. سندس والد صاحب ڏٺي بخش ميمڻ اصل ٻهارو ملان (لڳ خانواهڻ) جو آهي. پهرين اپريل 1948ع تي کيس هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو نثار احمد رکيائين. هي ڇوڪر شروعات کان ئي ڏاڍو ذهين هو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ٻهارو ملان ۾ ميٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ماتلي کان ڪيائين. انٽر زرعي ڪاليج ٽنڊو ڄام ۾ بي ايس سي (ايگريڪلچر) پڻ زرعي ڪاليج ٽنڊو ڄام مان ڪيائين. پر کيس گريجوئيشن جي ڊگري سنڌيونورسٽي ڄامشورو جي مليل آهي. ڇو ته ان وقت زرعي ڪاليج ٽنڊو ڄام ڪاليجي حيثيت ۾ هجڻ ڪري ۾ ڊگري جاري نه ڪندو هو. مذڪوره امتحانن جي پاس ڪرڻ ڪانپوءِ پاڻ زرعي ڪاليج ٽنڊو ڄام ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو انهيءَ دوران کيس ڪئناڊا موڪليو ويو. جتان پي ايچ ڊي ڊگري حاصل ڪري وطن وريو. پاڻ تدريس ڪانسواءِ ٻين به ڪيترن ئي ادارن جهڙوڪ ورلڊ بئنڪ، ايشين ڊولپمينٽ بئنڪ، سنڌ ايريگيشن ڊولپمينٽ اٿارٽي (SIDA) ۽ ٻين گهڻن غير سرڪاري تنظيمن (NGO) ۾ ڪري چڪو آهي.

## ڊاڪٽر سيد مدد علي شاهه:

سيد ميران شاهه جو هي فرزند آگسٽ 1968ع تي هالاڻي ۾ پيدا ٿيو. پرائمري ۽ ميٽرڪ هالاڻي مان، جڏهن ته انٽر سائنس گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪنڊيارو مان ڪيائين. بي اي (B.E) ڪمپيوٽر سسٽم انجنيئرنگ) مهراڻ يونيورسٽي ڄامشورو مان (فرسٽ ڪلاس فرسٽ ۾) ڪيائين. ان ڪانپوءِ پولي مائوٽ يونيورسٽي انگلينڊ مان ايم فل ۽ برونل يونيورسٽي انگلينڊ مان سيٽ لائيٽ ڪميونيڪيشن ۾ پي ايچ ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. شاهه صاحب 39 سالن جي ڄمار ۾ گهڻو ڪجهه ڪيو آهي. کيس به دفعا سونا پلا به مليا آهن. پاڻ هن وقت انسٽيٽيوٽ آف بزنس ايڊمنسٽريشن سکر ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي.

## ڊاڪٽر خان محمد لاڙڪ:

ڊاڪٽر صاحب، محمد اسماعيل لاڙڪ جو فرزند آهي. پاڻ 20 مارچ 1945ع تي ڳوٺ موليڏنو لاڙڪ ۾ ڄائو. پرائمري تعليم ڳوٺ مان ئي مليس (سنہ 1962ع ۾ ڊي سي هاءِ اسڪول نوابشاهہ مان ميٽرڪ ۽ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد مان سال 1964ع ۾ انٽر پاس ڪيائين. بي اي (آنرز) سنڌيونيورسٽي ڄامشورو مان 1967ع ۾ ايم پڻ 1968ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان ئي ڪيائين سال 1989ع ۾ "پير راشد روضي ڌڻي جون علمي، ادبي ۽ روحاني ۽ "خدمتون" جي عنوان تحت سنڌيونيورسٽي مان پي ايڇ ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. ملازمت جي شروعات ليڪچرار کان شروع ڪري آخر پروفيسر جي منصب تان 19 مارچ 2005ع تي رٽائر ڪيو اٿس.

## ڊاڪٽر غلام قادر سومرو:

غلام قادر صاحب، نبي بخش سومرو جي گهر ۾ 15 جنوري 1933ع تي ڳوٺ ڏيتا (تعلقو ڪنڊيارو) ۾ پيدا ٿيو. پي ايڇ ڊي سنڌيونيورسٽي مان سنڌي ادب ۾ طنز و مزاح" جي عنوان سان ڪيائين سنہ 1968ع کان 1973ع تائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول نارو شاهہ جو هيڊ ماسٽر هيو. تنهن بعد مهراڻ انجنيئرنگ ڪاليج نواب شاهہ جو ائڊمسٽريٽو آفيسر ۽ سنڌ مدرسة السلام ڪراچي جو پرنسپال بہ رهيو. پاڻ 9 آڪٽوبر 2005ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. هيٺ ذڪر ڪيل ڪتاب سندس يادگار آهن:

1. ۽ ڏوڙيا پنڇي ويا 2. سهڻا توهہ 3. سنڌي پٽن لفظن جي لغت، 4. سنڌي ٻوليءَ ۾ انگن جو ادبي ڪارج، 5. ور چڙهي وڃڻ جي پيڙا (آفريڪي ناول The un desirable element جو ترجمو).

## ڊاڪٽر غلام حيدر ٻرڙو:

ڊاڪٽر ٻرڙو برک اديب ۽ ليکڪ آهي. پاڻ جڏهن قائداعظم يونيورسٽي اسلام آباد ۾ پروفيسر هو تہ اُتي عام طور کيس ڊاڪٽر حيدر سنڌي ڪري پڪاريو ويندو هو. ٻرڙو صاحب 5 آڪٽوبر سنہ 1939ع تي مبارڪ ٻرڙو (تعلقو مورو) ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم سومر خان چانڊيو. ميٽرڪ لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول نوابشاهہ ۽ بي اي پڻ سچلو سرمست ڪاليج نوابشاهہ مان ئي ڪيائين. درس و تدريس کان سواءِ سنڌي ادبي

سنگت، سنڌ سجاڳ سنگت جهڙين ادبي تنظيمن سان واڳيل رهيو. حيدر سنڌي لکڻ پڙهڻ سان گڏ صحافت به ڪئي. سندس ٿي سرواڻيءَ ۾ پرڀات، قلواڙي ۽ وطن اخبارون جاري ٿيون. 4 آڪٽوبر 1999ع ۾ پروفيسر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. هيٺيان ڪتاب سندس علمي ادبي سرمايو آهن:
1. سنڌي ادب جي ارتقا، 2. سنڌ جون چند ذاتيون، 3. ٻولين جا سرچشما، 4.پاڪستاني ٻوليون، 5.شاهه آفاقي شاعر، 6.ٽه زباني لغت وغيره.

## ڊاڪٽر عبدالرحمان ميمڻ:

ڊاڪٽر ميمڻ صاحب 15 مارچ سال 1934ع تي عبدالمجيد ميمڻ جي گهر ۾ پيدا ٿيو. سندس جنم ڀومي ميمڻ محله ڪنڊيارو آهي. سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان بايو ڪيمسٽري ۾ ايم ايس سي ڪرڻ ڪانپوءِ اتي ئي ليڪچرار مقرر ٿيو. وري جلد ئي کيس اسڪالر ڏئي ولائت موڪليو ويو. سنه 1974ع ۾ اسٽريٽ ڪلائيڊ يونيورسٽي گلاسگو انگلينڊ مان پي ايچ ڊي جي ڊگري حاصل ڪري وطن وريو. 14 مارچ 1994ع يعني رٽائرمينٽ تائين سنڌ يونيورسٽي جو پروفيسر رهيو.مورخه 26 آگسٽ 2004ع تي 70 ورهين جي ڄمار ۾ هن فاني دنيا مان رحلت ڪري ويو.

## ڊاڪٽر صائمه ميمڻ:

مس صائمه اکين جي ماهر ڊاڪٽر محمد صالح ميمڻ جي پاٽتي ۽ ڊاڪٽر عبدالقيوم ميمڻ جي نياڻي آهي. پاڻ 1 مئي 1974 تي ميمڻ محلو ڪنڊيارو ۾ پيدا ٿي. ابتدائي ۽ ثانوي تعليم ڪنڊيارو مان حاصل ڪيائين. ايم ايس سي (ڪيمسٽري) سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان ۽ گذريل سال 2006ع ۾ پي ايچ ڊي پڻ اتان ئي ڪيائين. ٿورڙو وقت اڳ پاڻ سنڌ يونيورسٽي ۾ ليڪچرار مقرر ٿي ۽ هاڻي پوسٽ ڊاڪٽريٽ ڊگري جي حاصل ڪرڻ لاءِ برسٽول يونيورسٽي لنڊن ويل آهي.

## ڊاڪٽر شادي خان لاڙڪ:

جناب شادي خان، حاجي الهه ڏنو لاڙڪ جو فرزند آهي. پاڻ 13 سيپٽمبر 1938ع تي موليڏنو لاڙڪ (ٺارو شاهه) ۾ جنم ورتائين. سنه 1955ع ۾ ميٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٺارو شاهه مان، سنه 1962ع ۾ انٽر ۽ 1964ع ۾ بي اي ڪيائين. (ايم اي انگريزي ادب ۾) سنڌ يونيورسٽي

جامشورو مان ۾ سال 1992ع ۾ (Religious Policy Of Kalhora) جي عنوان هيٺ سنڌ يونيورسٽي مان پي ايچ ڊي ڪيائين (ملازمت ليڪچرار کان شروع ڪيائين ۽ 12 سيپٽمبر 1998ع تي بطور پروفيسر، گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهه مان رٽائر ڪيائين.

## ڊاڪٽر محمد لائق زرداري:

احمد خان زرداري جو هيءُ فرزند 23 آگسٽ 1943ع تي ڳوٺ محمد موسيٰ زرداري (تعلقو مورو) ۾ پيدا ٿيو لکڻ، پڙهڻ ۽ تاريخي تحقيق ۾ سندس نالو گهڻو مڃاهون آهي. هن وقت تائين تاريخ تي ڪيترائي ڪتاب لکي سنڌ ۽ سنڌ واسين جي وڏي خدمت ڪئي اٿس. سندس تصنيفات جو تفصيل هن ريت آهي:

1. سنڌ جي سياسي جدوجهد 2. تحريڪ پاڪستان ۾ سنڌ جو حصو 3. واليءَ سنڌ ميان نور محمد خان ڪلهوڙو 4. غدار سنڌ 5. مجذوب حافظ علي مراد زرداري 6. سنڌ جي تاريخ (انگريزي) ٻه حصا 7. لنڊڪيءَ کان لنڊن تائين (سفرنامو) 8. تاريخ ضلعو نوابشاهه وغيره.

ڊاڪٽر زرداري صاحب 22 آگسٽ سنه 2003ع ۾ مهراڻ ڊگري ڪاليج مورو مان پرنسپال جي عهدي تان رٽائر ڪيو آهي.

## ڊاڪٽر محمد ابراهيم پنهور:

ڊاڪٽر پنهور صاحب 1 جنوري 1952ع تي ڳوٺ موسيٰ خان پنهور (تعلقو پڊيا) ۾ پيدا ٿيو انجنيئرنگ ۾ بيچلر ڊگري 1975ع ۾ ڪيائين. اٽڪل هڪ سال بعد سنه 1986ع ۾ انجنيئرنگ ڪاليج جامشورو ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. نوڪري دوران کيس پي ايچ ڊي لاءِ انگلينڊ موڪليو ويو. اتان تحقيق مڪمل ڪري ڪانپوءِ وطن وريو ۽ ملازمت جون منزلون طئي ڪندو مهراڻ يونيورسٽي ۾ فيڪلٽي آف ٽيڪنالوجي سائنس اينڊ هيومنٽي ۾ ڊين جي عهدي تائين پهتو ۽ هن وقت پڻ انهيءَ عهدي تي ڪم ڪري رهيو آهي.

## ڊاڪٽر انورالدين تانوري:

تانوري صاحب 1 مارچ 1958ع تي ڳوٺ الله بخش تانوري (تعلقو ڪنڊيارو) ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ مان، ميٽرڪ هاءِ اسڪول محبت ديرو جتوئي ۽ سنه 1986ع ۾ انٽر سپريئر سائنس

ڪاليج خيرپور مان ڪيائين. سال 1982ع ۾ مهراڻ يونيورسٽي ڄامشورو مان بي اي (B.E) ڪرڻ ڪانپوءِ اتي لڪچرار مقرر ٿيو. انهيءَ عرصي ۾ براڊ فورڊ يونيورسٽي انگلينڊ مان پي ايچ ڊي پڻ ڪيائين. هن وقت مهراڻ يونيورسٽي آف انجنيئرنگ اينڊ ٽڪنالوجي ڄامشورو ۾ پروفيسر طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

## ڊاڪٽر سيف الله جويو:

هيءُ دين محمد جويو جو فرزند آهي. جو 15 اپريل 1967ع تي پڊعيدن شهر ۾ ڄائو. پرائمري تعليم پڊعيدن مان حاصل ڪيائين. ميٽرڪ ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو بي اي شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۽ ايم ايس سي (بين الاقوامي تعلقات) قائد اعظم يونيورسٽي اسلام آباد مان ڪيائين. تنهن ڪانپوءِ پشاور يونيورسٽيءَ ۾ "روس جي ٽٽڻ ڪانپوءِ ازبڪستان" جي عنوان سان تحقيقي مقالو لکي پي ايچ ڊي جي ڊگري ورتائين.

جويو صاحب 1993ع ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ هن وقت گورنمينٽ ڊگري ڪاليج نوشهرو فيروز ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي. (پاڻ هيل تائين 15 کن تحقيقي مقالا ۽ هيٺ ذڪر ڪيل ڪتاب لکي چڪو آهي:

1. افغان مهاجرن جو مسئلو (زير طباعت).
2. ازبڪستان روس جي ٽٽڻ ڪانپوءِ (پي ايچ ڊي واري مقالي جو اختصار)

## ڊاڪٽر غوث بخش خاصخيلي:

صوبو خان خاصخيليءَ جو هيءُ فرزند 5 جنوري 1957ع تي سومر خان خاصخيلي (تعلقو محرابپور) ۾ ڄائو. پرائمري تعليم ڳوٺ مان ئي مليس. ميٽرڪ هاءِ اسڪو ل محرابپور مان ڪيائين. مهراڻ يونيورسٽي ڄامشورو مان بي اي (B.E) ڪرڻ ڪانپوءِ اتي ئي ليڪچرار مقرر ٿيو. انهيءَ دوران کيس اسڪالر شپ ڏئي انگلينڊ موڪليو ويو. جتان ايم اي (M.E) شيفرڊ يونيورسٽي ۽ پي ايچ ڊي گلاسگو يونيورسٽي مان حاصل ڪري وطن واپس آيو.

پاڻ هن وقت مهراڻ يونيورسٽي ۾ پروفيسر آهي. (اٽڪل 18 کن تحقيقي مقالا لکيا اٿس. جي ڏيهي پرڏيهي رسالن ۾ ڇپيل آهن.

## ڊاڪٽر محمد صديق ڪلهوڙو:

ڊاڪٽر صاحب، محمد پنجل ڪلهوڙو جو فرزند آهي. جو سنه 1963ع تي ڳوٺ ڏتي بخش ڪلهوڙو (تعلقو پريا) ۾ پيدا ٿيو. سنڌي پنج درجا پرائمري اسڪول ڪُوڙو خان اجڻ، ميٽرڪ هاءِ اسڪول ٺارو شاهه مان. بي ايس سي (آنرز) ۽ ايم ايس سي سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان ڪرڻ ڪانپوءِ اتي ئي ليڪچرار مقرر ڪيو ويو. جتان ڪيس پي ايڇ ڊي لاءِ اسڪالرشپ ملي ۽ برونل يونيورسٽي لنڊن مان مذڪوره ڊگري حاصل ڪري ڏيهه وريو. علمي ميدان ۾ اٽڪل 25 ڪن تحقيقي مقالا لکيل اٿس. ڪلهوڙو صاحب فزڪس ڊپارٽمينٽ ۾ پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي. ان ڪان علاوه ڊائريڪٽر انسٽيٽيوٽ آف فزڪس ۽ پرووسٽ بوائز هاسٽل جون به مٿس ذميواريون آهن.

## ڊاڪٽر غلام سرور لاڙڪ:

سندس ولادت موليڏنو لاڙڪ (ٺارو شاهه) ۾ ٿي ۽ پيءُ جو نالو محمد عمر لاڙڪ اٿس/ پرڏيهه مان پي ايڇ ڊي ڪيائين ۽ هن وقت انسٽيٽيوٽ آف بزنس ايڊمنسٽريشن سکر ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر آهي. ان ڪان وڌيڪ ڪو به تفصيل نه ملي سگهيو. ڊاڪٽر صاحب سان ڪافي دفعا رابطو ڪيو ويو پر پاڻ اهو چئي انڪار ڪيائين ته سندس لاءِ اهڙو ڪو سرڪاري ليٽر ڏيکاريو وڃي. ورنه هو پنهنجي باري ۾ ڪجهه به ٻڌائڻ ڪان لاچار آهي.

## ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ:

ڊاڪٽر صاحب، حاجي خان گوپانگ جو فرزند آهي، جو 12 نومبر 1932ع تي سندس والد جي نالي سان قائم ٿيل ڳوٺ حاجي خان گوپانگ (ٺارو شاهه) ۾ ڄائو. پاڻ 1938ع ڪان پرائمري استاد طور ملازمت جي ابتدا ڪيائين، تنهن ڪانپوءِ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر آف اسڪولس ٿيو. اتان ترقي جا ڏاڪا چڙهندو وڃي ايڊيشنل سيڪريٽري تعليم جي عهدي تي پهتو. نوڪري دوران چيئرمين ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ڄامشورو ۽ ڊائريڪٽر بيورو آف ڪريڪيوليم ڪانسواءِ ڪيترن ضلعن ۾ ضلعي تعليمي آفيسر طور

خدمتون انجام ڏنائين. پاڻ ايم اي انگريزي ۽ ايم اي سنڌي ادب ۾ ڪيائين. استادن جي تربيتي ادارن بابت پي ايڇ ڊي جو مقالو لکيو هئائين. تنهن ڪانسواءِ برطانيا جي ڪاليج آف موري ايڊمبرگ مان ائڊمنسٽريشن ۽ مينيجمينٽ بابت ڪورس ڪيائين. 11 نومبر 1992ع ۾ نوڪري تان رٽائر ٿيڻ ڪانپوءِ ڪجهہ وقت سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت ڪيائين. ان ڪانسواءِ ابراهيم باواني ميموريل هاءِ اسڪول شيخ پرڪيو ۾ پرنسپال رهيو. مورخہ 24 فيبروري 2005ع تي هن جهان مان چالاڻو ڪري ويو.

## ڊاڪٽر اُم ڪلثوم شاهہ:

ميڊم صاحبہ ساهتي پرڳڻي جي مشهور تعليمي ماهر، منتظم ۽ حڪيم سيد جلال الدين شاهہ جي نياڻي آهي. سندس ولادت 15 مارچ 1954ع تي نوشهرو فيروز ۾ ٿي. پاڻ ايم اي (سنڌي ادب) سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان 1978ع ۾ ۽ پي ايڇ ڊي پڻ سنڌيونيورسٽي مان 2002ع ۾ ڪيائين. پاڻ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جوامتحان پاس ڪري 1990ع ۾ ليڪچرار ٿي ۽ هاڻي گورنمينٽ گرلز ڊگري ڪاليج نوابشاهہ ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر طور ڪم ڪري رهي آهي.

## ڊاڪٽر خير محمد لاڙڪ:

پاڻ حافظ نور محمدلاڙڪ جو فرزند آهي. سندس ولادت ڳوٺ موليڏنو لاڙڪ ۾ ٿي. ايم اي (انگريزي ادب) سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان ۽ پي ايڇ ڊي پڻ سنڌ يونيورسٽي مان ئي ڪيائين. لاڙڪ صاحب هن وقت اداره ڪريم شهاب الدين ڪراچي ۾ پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي.

## ڊاڪٽر منور علي مخدوم:

ڊاڪٽر صاحب، مخدوم عبدالعليم دربيلائي جو فرزند آهي. پاڻ 1 جنوري 1938ع تي دربيلو ۾ ڄائو. سنڌيونيورسٽي ڄامشورو مان مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي ڪتاب "مظهرالانوار" تي تحقيقي ڪم ڪري 1993ع ۾ پي ايڇ ڊي ڊگري حاصل ڪيائين. مخدوم صاحب هن وقت نوشهرو فيروز ڊگري ڪاليج جو پرنسپال آهي.

## ڊاڪٽر اسدالله لاڙڪ:

محمد ايوب لاڙڪ جو هي فرزند. موليڏنو لاڙڪ (ٺارو شاهه) ۾ پيدا ٿيو. انگريزي ادب ۾ ايم اي ڪيائين. هڪ سنڌيونيورسٽي مان ۽ ٻي آمريڪا مان. اهڙي طرح پي ايچ ڊي جي ڊگري پڻ آمريڪا مان حاصل ڪيائين. لاڙڪ صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ادب جو پروفيسر آهي ۽ هن وقت آمريڪا جي رياست نيوجرسي ۾ ملازمت سان لاڳاپيل آهي.

## ڊاڪٽر سيد صابن شاهه:

پاڻ سيد بخشل شاهه جو فرزند آهي. تاريخ 14 مئي 1958ع تي محبت ديرو جتوئي ۾ پيدا ٿيو. بي ايس سي (آنرز) ۽ ايم ايس سي زرعي ڪاليج ٽنڊوڄام مان ڪري سنه 1981ع ۾ اتي ئي ليڪچرار ٿيو. تنهن کان پوءِ پاڻ آو ڪا اسٽيٽ يونيورسٽي آمريڪا مان پي ايڇ ڊي، اوڪلاهوما اسٽيٽ يونيورسٽي آمريڪا مان پوسٽ ڊاڪٽريٽ ۽ يونيورسٽي آف مينيسوڊا آمريڪا مان ٻي پوسٽ ڊاڪٽريٽ پڻ ڪيائين. شاهه صاحب هن وقت سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊوڄام ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر آهي.

## ڊاڪٽر سيد ماهتاب علي شاهه:

پاڻ سيد غلام نبي شاهه جو فرزند آهي، 15 مارچ 1951ع تي دادو ۾ جنم ورتائين. سندس اباڻو ڳوٺ جوڻالو (تعلقو مورو) آهي. سنه 1972ع ۾ بين الاقوامي تعلقات ۾ ايم اي سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان جڏهن ته ساڳيءَ مضمون ۾ ٻي ايم اي وارو ڪ يونيورسٽي انگلينڊ ۽ پي ايچ ڊي، جي ڊگري پڻ انگلينڊ مان ورتائين. وري ڪيس پوسٽ ڊاڪٽريٽ لاءِ آڪسفورڊ موڪليو ويو اتي The Emergence of M.Q.M (ايم ڪيو ايم جو وجود ۾ اچڻ) جي عنوان سان تحقيقي مقالو لکي پيش ڪيائين. ڊاڪٽر ماهتاب علي شاهه هن وقت سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ۾ بين الاقوامي تعلقات ڊپارٽمينٽ ۾ پروفيسر آهي. سندس هن حوالي سان به سڃاڻپ آهي ته هو اڪثر ڪري وائيس چانسلر ۽ يونيورسٽي جي پاليسين خلاف اختياري ڪالم لکندو رهندو آهي.

## ڊاڪٽر شمشاد اختر ڏيٿو:

ميڊم شمشاد، منير اختر ڏيٿو جي نياڻي آهي. (ڄاڻ 1949ع ۾ ڪراچي ۾ پيدا ٿي. سندس والد ۽ ڏاڏي غلام محمد اختر جو آبائي ڳوٺ ننڊ ڏيٿو (لڳ نوشهرو فيروز) آهي ۽ پاڻ مدرسا هاءِ اسڪول نوشهرو ۾ پڙهيا. سندس ڏاڏو غلام محمد اختر پهريون سنڌي انجنيئر هو جنهن بمبئي يونيورسٽي مان انجنيئرنگ پاس ڪئي. شمشاد جو والد منير اختر پي آءِ ڊي سي جو چيئرمين، وفاقي سيڪريٽري فارين افيئرس ۽ وفاقي سيڪريٽري فنانس به رهيو.

ڊاڪٽر شمشاد صاحبه سموري تعليم ڪراچي مان ورتي. ايم اي (ايڪنامڪس) پڻ ڪراچي يونيورسٽي مان ڪرڻ کانپوءِ لنڊن وٺي ۽ اڪائونٽنگ ۾ پي ايچ ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. جيئن ته پاڻ مشهور بئنڪ ڪار آهي. تنهنڪري ايشن ڊولپمينٽ بئنڪ اسلام آباد ۾ اعليٰ آفيسر رهي ۽ ايشن ڊولپمينٽ بئنڪ منيلا ۾ ڇهن ستن ملڪن جي سربراهه به رهي چڪي آهي. ڊاڪٽر صاحبه هن وقت اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي گورنر آهي. موجوده وقت ۾ پاڪستاني ڪرنسي جا نوٽ سندس دستخط سان جاري ٿين ٿا.

## ڊاڪٽر راشد اختر ڏيٿو:

راشد صاحب مٿي ذڪر ڪيل شمشاد اختر جو ڀاءُ ۽ منير اختر ڏيٿو جو پٽ آهي. سندس جنم ڪراچي ۾ ٿيو. اين اي ڊي يونيورسٽي ڪراچي مان ايم اي (M.E) ڪرڻ کانپوءِ انجنيئرنگ جي شعبي ۾ لنڊن مان پي ايچ ڊي ڪيائين. اڄ کان ڏهه ورهيه اڳ سنه 1997ع ۾ وفات ڪري ويو.

## ڊاڪٽر عبدالقوي ميمڻ:

عبدالحي ميمڻ جو هي فرزند 1942ع ڌاري ڪاهي راهو (لڳ نوشهرو فيروز) ۾ پيدا ٿيو. سنڌ فائينل پرائمري اسڪول ڪاهي راهو مان ڪيائين. ميٽرڪ ڪراچي ۽ ايم اي (M.E) پڻ اين اي ڊي يونيورسٽي ڪراچيءَ مان پاس ڪيائين. سندس ذهانت ۽ ڏاهپ جي آڌار تي ڪيس اتي ئي ليڪچرار مقرر ڪيو ويو ۽ پوءِ جلد ئي لنڊن ۾ اسڪالرشپ مليس. جتان انجنيئرنگ

۾ پي ايڇ ڊي جي ڊگري ورتائين. انگلينڊ مان واپسيءَ ڪانپوءِ اين اي ڊي جو وائيس چانسلر ٿيو. بعد ۾ قائد عوام يونيورسٽي نوابشاهہ جو وائيس چانسلر رهيو ۽ سنہ 2002ع ۾ اتان ئي رٽائر ڪيائين.

## ڊاڪٽر سيد انور علي شاهہ:

ڊاڪٽر صاحب، سيد غلام شاهہ لڪياريءَ جو فرزند آهي. 1 جنوري 1953ع تي سندس ولادت ڳوٺ اُبريو شاهہ لڳ نوان جتوئي (تعلقو مورو) ۾ ٿي. ميٽرڪ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هاءِ اسڪول نوان جتوئي مان. بي ڪام ۽ ايم ڪام سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان ڪيائين. سنہ 1977ع ڌاري سنڌ يونيورسٽي ۾ ڪامرس جو ليڪچرار مقرر ٿيو. ملازمت دوران انگلينڊ مان ايم بي اي ۽ پي ايڇ ڊي جون ڊگريون حاصل ڪيائين. لکڻ جي حوالي سان واپار و تجارت ۽ بئنڪاري بابت 15 کن تحقيقي مقالا ۽ ڪجهہ ڪتاب لکي چڪو آهي. پاڻ هن وقت فيڪلٽي آف ڪامرس اينڊ بزنيس ايڊمنسٽريشن جو ڊين آهي.

## ڊاڪٽر عبدالجبار آڳرو:

هي محمد بچل آڳرو جو فرزند آهي. پاڻ سنہ 1930ع ڌاري ڳوٺ محمد خان آڳرو لڳ محبت ديرو جتوئي. (تعلقو ڪنڊيارو) ۾ پيدا ٿيو. آڳرو صاحب عام طور ڊاڪٽر عبدالجبار "مغل" جي نالي سان مشهور آهي. جو تہ ڪجهہ آڳرا مغل بہ سڏائيندا آهن. جبار صاحب سنڌي فائينل پنهنجي اباڻي ڳوٺ محمد خان آڳرو. ميٽرڪ حيدرآباد ۽ سنڌي ادب ۾ اديب، عالم، فاضل جا امتحان پڻ حيدرآباد مان ڏنا. ايم اي سنڌي ادب ۽ پي ايڇ ڊي سنڌ يونيورسٽي مان ڪيائين. ڪجھ ورهيہ اڳ ايليمينٽري ڪاليج آف ايجوڪيشن (مين) حيدرآباد مان جاري ٿيندڙ "اخبارِ تعليم" جوايڊيٽر رهيو. سندس ڪافي ادبي شهہ پاره اخبارِ تعليم ۽ ٻين رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. پاڻ مذڪوره ڪاليج ۾ استاد هو. 1990ع ۾ اتان رٽائر ڪري اسلام آباد ۾ رهڻ لڳو ۽ 2005ع ۾ اتي ئي وفات ڪري ويو.

## ڊاڪٽر عبداللطيف تنيو:

فقير مولا بخش جو هي فرزند 10 سيپٽمبر 1952ع تي ڳوٺ محمد عثمان تنيو (تعلقو پڍيا) ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ محمد

عثمان تنيو ميٽرڪ ڊي سي اسڪول ٺارو شاهه مان ڪيائين. جڏهن ته بي اي (آنرز) ۽ ايم اي بين الاقوامي تعلقات سنڌ يونيورسٽيءَ ڄامشورو مان ڪيائين. سنه 1978ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. ان عرصي ۾ قائد اعظم يونيورسٽي اسلام آباد مان پي ايڇ ڊي ڪيائين. هاڻ هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي.

## ڊاڪٽر رفيق احمد مڱريو:

هن مقالي جو لکندڙ ڊاڪٽر رفيق احمد مڱريو بازيد پور (تعلقو ڪنڊيارو) ۾ 31 آگسٽ 1962ع تي ڄائو. جڏهن ته اسڪولي رڪارڊ ۾ 16 آڪٽوبر 1962 لکيل آهي.. 1973ع ۾ پرائمري تعليم مڪمل ڪري، انگريزي پڙهڻ لاءِ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڊيارو ۾ داخلا ورتي، جتان ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو. بعد ۾ بي اي ۽ ايم اي ڪري، سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي ايڇ ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي. ان لاءِ "شيخ محمد حيات سنڌيءَ جي سوانح حيات، مذهبي خدمتون ۽ تصنيفات جو تحقيقي جائزو" عنوان سان مقالو لکيو ويو. ٻه ڏڙن ڪن تحقيقي مقالا ڇپيل آهن. ٽي ڪتاب تياري ۽ اشاعت ۾ آهن. مقالا نگار هن وقت گورنمينٽ مسلم سائنس ڪاليج حيدرآباد ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي.

Ƴ

# ضلع نوشهري فيروز جا مشهور ملهہ پهلوان

## عظيم سنڌي

سنڌ جي ٻين ضلعن وانگر نوشهري فيروز ضلعي پڻ مَلهہ جي ميدان ۾ پاڻ ملهايو آهي. هن ضلعي ۾ گذريل دور توڙي موجوده دور ۾ وڏا ملهہ پهلوان ٿي گذريا آهن. هن مضمون ۾ انهن جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو:

### پهلوان در محمد عالماڻي:

شير مير بحر جي فخر لائق شاگردن مان سينگار سنڌ پهلوان در محمد عالماڻي تمام زبردست ملهہ پهلوان ٿي گذريو آهي.

پهلوان در محمد عالماڻي جو ڳوٺ سمندر خان عالماڻي پورڻ پرسان تعلقي موري ۾ آهي. ڪيس دفن بہ اتي ئي ڳوٺ جي قبرستان ۾ ڪيو ويو.

عالماڻي پهلوان جو ڀريون استاد ٻڌو ڏکڻ هو. اٽڪل ٻہ سال ٻئي جوڙ ۾ وڙهڻ کان پوءِ عالماڻي پهلوان شير محمد مير بحر کان پهلوانيءَ جو ڏاڪو ٻڌرائي ڀرئين جوڙ ۾ پهتو. هاڻي سندس ڀرئين جوڙ جي هر ملهہ سان مقابلو ٿيو. ڏاڍا زبردست مقابلا بکر شيدي، دوست علي ولاڻي متر شيدي، عبدالڪريم ميربحر، قاضي بروهي، جمعدار محمد رحيم سان ڪيائين، جن عالماڻي پهلوان کي شهريت جي افق تي پهچائي ڇڏيو.

پهلوان عالماڻي، پهلوان هٽڻ، سان ڳڏ قدآور، سهڻو ۽ طاقتور پهلوان ٿي گذريو آهي، سندس ملهہ سهڻي ۽ صفائيءَ واري هوندي هئي. هن پهلوان ڀرئين جوڙ جي تقريبن سيني پهلوانن سان مقابلا ڪيا.

ڀرئين جوڙ ۾ تقريبن 12_13 سال لڳاتار سنڌ جي هر وڏي ميلي ۾ ملاکڙي جو سينگار ٿي رهيو. اهوئي سبب هيو جو "سينگار سنڌ" پهلوان جي نالي سان اڄ ملهہ جي پارکو شوقينن کي ياد آهي ۽ هميشہ ياد رهندو. هن پهلوان ملهہ جي ميدان ۾ پنهنجا ڪوڙ سارا شاگرد پيدا ڪيا. جن ۾ پهلوان غلام شبير چانڊيو ۽ پهلوان غلام حيدر عالماڻي گل شير راهو تمام سٺا نالي

وارا پهلوان ٿي گذريا آهن. سندس پٽ غلام عباس بہ سٺو ملھ هو. هن وقت ملھ ڇڏي پوليس جي نوڪري ڪري ٿو.

پهلوان در محمد عالماڻي ملھ پهلوان هئڻ سان گڏ ملاکڙن جو منتظم بہ ٿي رهيو آهي. هر سال حج واري عيد جي موقعي تي بچل ملاح سان گڏ يادگار ملاکڙن لڳائڻ جو مرڻ گهڙيءَ تائين انتظام ڪندو رهيو. جنهن ۾ پهرئين جوڙ جا يادگار مقابلا، اڄ بہ ملھ جي پارکن کي ياد آهن. جڏهن تہ عيدالفطر جي موقعي تي وري محرم علي يٽي يادگار ملاکڙا لڳرائيندو رهيو. سنڌ ۾ موري ۾ جتوئي صاحب جي مشهور ڪوٽ ۾ حج جي عيد جي موقعي تي ۽ نواب شاھہ شهر ۾ عيدالفطر جي موقعي تي محرم علي يٽي جي ملاکڙن سنڌ ۾ تمام گهڻي شهريت حاصل ڪئي. سڄي سنڌ جا شوقين، امير نواب، زميندارن هنن ملاکڙن ڏسڻ لاءِ پري پري کان اچي حاضر ٿيندا هئا. اڄ سينگار سنڌ پهلوان در محمد عالماڻي نہ پاڻ موجود آهي نہ سندس ٻاريل مشعل. حج وارن ملاکڙن کي ڪير برقرار رکي سگهيو آهي، پر هن پهلوان جي يادگار ملاکڙن کي اڄ شوقين وڏي قدر ۽ عزت جي نگاھہ سان ياد ڪندا رهن ٿا.

ضلعي نوشهري جي هن پهلوان ملھ جي ميدان ۾ شير محمد مير بحر کان پوءِ جيڪا عزت ۽ شهرت ماڻي، ان کي اڄ ڏينهن تائين ڪوبہ پهلوان حاصل ڪري نہ سگهيو آهي. پهلوان در محمد عالماڻي جو لاڙ ۾ وڏو قدر هيو. اهو ان ڪري جو هن پهلوان جا لاڙ جي شيدين سان ڏاڍا دلچسپيءَ وارا مقابلا ٿيندا هئا. شيدي پهلوانن سان در محمد عالماڻي جا مقابلا شوقينن لاءِ وڏي اثاثي جي حيثيت رکن ٿا. جن ۾ بکر شيدي، ملان شيدي، صديق شيدي، شير شيدي، دادلو شيدي، جمعدار محمد رحيم، نواز علي رند ۽ محمد رمضان وغيره اچي وڃن ٿا.

## پهلوان شير مير بحر:

ملهن جو مهندار ملھ پهلوان شير محمد ميربحر 21 جنوري 1924ع ۾ ڪنڊيارو تعلقي ۾ جنم ورتو. تعليم جي لحاظ کان پنج درجا پاس هيو. هي سنڌ جي سيني ملهن کان وڏيڪ معتبر، انگ، اکر، هڏ ڪاٺ، سونهن ۽ طاقت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيو. تمام وڏي نالي وارو پهلوان ٿي گذريو آهي.

پهلوان شير ميربحر 30 سالن تائين ملھ جي ميدان ۾ ناقابل شڪست ۽ چانيل رهيو. سندس پهريون استاد سندس ئي تعلقي جو مشهور

پهلوان لقمان خان خشڪ هيو جنهن بعد هن پهلوان محمد اسماعيل ٻڙديءَ کان ملهه جي تربيت ورتي. ان بعد شير ميربحر شڪارپور جي مشهور پهلوان لالا نواز علي خان پٺاڻ جو باقاعده شاگرد ٿي رهيو. شير ميربحر ننڍي عمر ۾ ملاکڙن جي سونهن بڻجي شهرت جي افق تي پهچي، وقت جي مڃيل ناميارن پهلوانن سان سندس زبردست مقابلا ٿيا جنهن ۾ پهلوان شير ميربحر جي هر ميدان تي سرسِي ٿيندي هئي. پهوان شير مير بحر جو چوڻ هيو ته دنيا جو ڪو طاقتور پهلوان اسان کي ملهه ۾ شڪست نه ڏئي سگهي. ان چئلينج جي موٽ ۾ پولو برادران سندس چئلينج قبول ڪيو. ميرپورخاص ۾ ان وقت جي ڪمشنر ڪيپٽن عثمان علي عيساڻي جي سرپرستيءَ ۾ شير ميربحر سندس مقابلو يڪي خاصخيليءَ سان هيئن چئي ڪرايو ته هنن پولو پهلوانن لاءِ ته منهنجو يڪو ئي ڪافي آهي. واقعي ٿيو به ائين. پهلوان يڪي خاصخلي پولو برادران کي هميشه لاءِ ملهه جي ميدان کان پٺڀاڻي ڇڏيو. ان بعد بين الاقوامي ليول تي شير ميربحر جو مقابلو هندستان جي مشهور پهلوان گرنام سنگهه سان ٿيو. سال 1966ع ۾ حيدرآباد نياز اسٽيڊيم ۾ ٿيو ۽ يوگوسلاويا جي مشهور پهلوان زسبيڪو سان هالا ۾ مخدوم طالب الموليٰ جي سرپرستيءَ ۾ ٿيو جنهن ۾ سنڌ جي هڪ ٻئي پهلوان قطب علي خان جو مقابلو جپان جي پهلوان رابرٽ سان ٿيو. شير ميربحر زبردست ڪاميابي حاصل ڪئي، ان بعد مخدوم طالب الموليٰ جي سرپرستيءَ ۾ سال 1968ع ۾ هالا دنگل جي نالي سان پهلوان شير جو مقابلو يوگوسلاويه جي مشهور پهلوان زيبسڪو سان ٿيو جنهن ۾ شير ميربحر زبردست ڪاميابي حاصل ڪئي. هز هائينيس مير علي مراد خان واليءِ رياست خيرپور جي تاج پوشيءَ جي موقعي تي پهلوان شير انب شيدي، هوشو شيدي ۽ پهلوان هينڊل مڪرانيءَ کي دسي، وزيراعظم لياقت علي خان ۽ سندس اهليه رعنا لياقت علي ۽ صدر ايوب خان کان انعام حاصل ڪيو. هي مقابلو سال 1951ع ۾ خيرپور ۾ ٿيو.

پهلوان شير ميربحر سچ پچ ته ملهن جي سونهن ۽ ملاکڙن جو سينگار هيو. عمر جي آخري حصي ۾ اپرنڊڙ پهلوان الهه جڙئي سمي سان خيرپور ۾ ڪمشنر اسلم باجوا جي سرپرستي ۾ چئلينج مقابلو ٿيو جنهن ۾ ٻئي پهلوان نبري نه سگهيا. شير جو رستم سنڌ وارو لقب برقرار رهيو جڏهن ته الهه جڙيو سمون کي فخر سنڌ جو لقب مليو.

پهلوان شير ميربحر ملهن جو نيشنل ڪوچ پهلوان ٿي رهيو آخر ۾ ٻُڪين جي تڪليف سبب ڪسمپرسيءَ ۾ 28 مارچ 1985ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس شاگردن جو ملهه جي ميدان ۾ وسيع حلقو اڄ به موجود آهي، جن ۾ محمد بخش ٻڙدي پهلوان، سينگار سنڌ پهلوان در محمد عالماڻي، شير گوپانگ، رستم دادو پهلوان غلام قادر لغاري، وغيره قابل ذڪر آهن. ماڻهن جهڙو سندس نانءُ رکيو قدرت اهڙو ئي ڪيس شير بنايو. سندس پوشاڪ، ملهه وڙهڻ جو انداز هلڻ گهمڻ، ناٽ ڪي سنڌ جا ماڻهو هميشه ياد رکندا اچن. مڙني ملهن ۾ وڏي عزت ۽ شهرت ماڻيائين. ڪيس محبت ديري پرسان پنهنجي ڳوٺ شير ميربحر ۾ دفن ڪيو ويو جتي هر سال سندس ورسي ملهائي ويندي آهي، ملاکڙو به لڳندو آهي. پهلوان شير پنهنجن پٽن تي وڏي محنت ڪئي پر هو سڀ ملهه نه ٿي سگهيا. شير ميربحر پنهنجي مدِ مقابل پهلوان کان اتفاقاً پهرين ملهه ڪري پوندو هيو ته هو بي ملهه تائين جوش ۾ ميدان تي ڦرندو رهندو هيو جڏهن پوئين ملهه شير دسي سرسي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. شير تمام وڏو ملهه ۽ انگن اکرن جو بادشاهه طاقتور پهلوان هو. هڪ دفعو صدر ايوب جي زماني ۾ B.D ميمبر به ٿيو. هن صدر ايوب ۽ گورنر موسيٰ خان کان به انعام حاصل ڪيا، هي ملهن جو نيشنل ڪوچ پهلوان هيو.

## پهلوان الهڏنو مبيجو:

هي پهلوان پڊعيدن پرسان ديهه ڳوٺ تيتري ۾ ڄائو. هيءُ ماضيءَ جو تمام قدآور وزندار پهلوان ٿي گذريو آهي. ڪيس ڳچيءَ ۾ ساڄي پاسي کان 12 انچ ڊگهو 15 انچ ويڪرو ڇسو ڏاڍو وڏنڊڙ هيو جنهن جو آخر دم تائين آپريشن نه ڪرايائين. هي پهلوان هوشو شيدي، محمد بخش مهر، لالا نواز علي خان پٺاڻ، هادو ڪاسائي، پهلوان احمد لوهر وارن جي جوڙ جو پهلوان هيو. انگن اکرن کان وڌيڪ قدرت ڪيس طاقت ڏني هئي، جنهن ڪري هن پهلوان کي ڪيرائڻ ملهن لاءِ ڏاڍو مشڪل هيو. عبدالڪريم ميربحر ۽ صابن بگو سندس شاگرد هئا. ماضي جي سدابهار اترادي توڙي لاڙي سيني ملهن سان سندس زبردست مقابلا ٿيندا رهيا. ان کان علاوه ضلعي نوشهري فيروز جي ماضي جي پهلوانن ۾ يوسف شيدي، پهلوان مولا بخش جمالي، صابن بگو عمر ٻگهيو خان ٻالو لقمان خشڪ، يارو صابقي، اسماعيل ٻڙدي، پهلوان الهه يار پهلوان ايوب، عمر چانڊيو غوثو چانڊيو سومر پنگر وڏا

پهلوان ٿي گذريا آهن. افسوس جو اهڙڻ مانجهي مرد پهلوانن جو ڪوبہ رڪارڊ نہ رکيو ويو. البت سنڌ ۾ ملهہ جي شوقين حضرات وٽ اڄ بہ سندن يادون محفوظ آهن.

## پهلوان مياںداد لُنڊ:

هي پهلوان پهرئين جوڙ جو بهترين پهلوان ٿي گذريو آهي. الهڏنو مبيجو جو نالي وارو شاگرد هو. هن جا سمن شاهہ، غلام قادر لغاري، بکر شيدي ۽ حاجي خشڪ وغيره سان زبردست مقابلا ٿيا.

هڪ دفعي نوابشاهہ ملاکڙي ۾ 4 پهلوانن کي دسي ميڊل حاصل ڪيائين. انهيءَ کان اڳ بئي جوڙ ۾ ڪراچي نيشنل اسٽيڊيم ۾ سرڪاري ملاکڙي ۾ سيد سمن شاهہ کي دسي انعام حاصل ڪيائين. شڪار جو حد کان وڌيڪ شوقين هيو. شڪار دوران ڍُبي جو پاڻي پيئڻ سان بيمار ٿيو جنهن سبب انتقال ڪري ويو. سندس مزار مهراڻ ڪاليج مورو جي هاسٽل پرساڻ اوير پاسي سندس ڳوٺ مياںداد لنڊ ۾ آهي، حج واري عيد تي مورو ۾ هن جو چئمپين پهلوان غلام سرور جتوئي سان چئلينج مقابلو ٿيو جنهن ۾ غلام سرور جتوئي کيس 4 ملهون دسي ويو.

## پهلوان محمد بخش ٻڙدي:

هي پهلوان دربيلي ضلعي نوشهري جو مشهور پهلوان ٿي گذريو آهي. هي پهلوان رستم سنڌ پهلوان شير ميربحر جو شاگرد ٿي رهيو آهي. پهرئين جوڙ جو بهترين ملهہ هئڻ سان گڏ "سنڌ ملهہ ايسوسيئيشن" جو ضلعو نوشهروفيروز جو 10 سالن کان صدر رهندو اچي، سنڌ ۾ هر درگاهہ تي لڳندڙ ملاکڙي ۾ حاضري ضرور ڀريندو آهي. هن وقت هي پهلوان رٽائرڊ آهي. ان هوندي بہ ملهہ جي ميدان ۾ ڪوڙ سارا شاگرد پيدا ڪيا اٿس. اڄ ڪلهہ سندس پٽ پهلوان غلام عباس ٻئي جوڙ جو بهترين ملهہ آهي. محمد بخش سواءِ شير ميربحر جي سيني ملهن سان مقابلا ڪيا ۽ ملهون بہ ورتيون، قداور سهڻو پهلوان آهي.

## پهلوان غلام حيدر عالماڻي:

هي پهلوان در محمد عالماڻي جو سڳو ڀاڄ ۽ ساڳئي ڳوٺ مورو پرسان سمندر عالماڻي جو رهندڙ آهي. ٻئي جوڙ جو تمام سگهارو ۽ سرس

ملھ آهي. ٻن ٽن سالن کان پٺاڻي ۾ قلندر جي ملاکڙن ۾ ٻئي جوڙ جو انعام اکرام حاصل ڪندو رهي ٿو. پهلوان غلام حيدر عالماڻيءَ جا ٻئي جوڙ جي سيني ضلعن جي پهلوانن سان چئلينج مقابلا ٿي گذريا آهن. جن ۾ ڪيس سوڀ حاصل ٿي آهي. هن پهلوان سچ پچ تہ سينگار سنڌ پهلوان در محمد عالماڻي جي نالي کي زنده ڪري ورتو آهي. اڄڪلھ پوئين جوڙ ۾ اچڻ لاءِ سانباها پيو ڪري، ان ڪري بہ جو هاڻي ٻئي جوڙ جا ملھ هن سان وڙهڻ لاءِ تيار ناهن.

## پهلوان سومر عطار:

هن پهلوان جو ڳوٺ سڏوجا تعلقو مورو آهي. ڪجھ وقت لاءِ ضلعي دادوءَ ۾ رهي وري پنهنجي اصل ڳوٺ سڏوجا ۾ رهيو. ملھ جو شوق پنهنجي وڏي ڀاءُ غلام حسين عطار کي ڏسندي ٿي ويس. اڳتي هلي شاگرديءَ جو ڏاڳو پهلوان غلام محمد ڳچل کان ٻڌارايائين. پهرئين جوڙ ۾ پهچڻ بعد پنهنجي استاد شير ميربحر کان باقاعده شاگرديءَ جو ڏاڳو ٻڌارائي ملاکڙن ۾ وڙهندو رهيو. هي پهلوان قدبت، شڪل شبيھ ۾ بيهڪ ۾ تمام سهڻو پهلوان ٿي گذريو آهي.

پهرئين جوڙ ۾سندس مقابلا پهرئين جوڙ جي سيني ملهن سان ڏاڍا ضد وارا ٿيندا رهيا. هن پهلوان کي ملھ وڙهڻ ۾ پهلوان بنجڻ جو تمام گهڻو جُنون جي حد تائين عشق رهيو. سندس حال بہ غريبيءَ وارو هيو. ملهن لاءِ گهربل خوراڪ لاءِ سندس گهر خوشحال هجي، ائين نہ هيو. ان هوندي بہ ملھ مان مليندڙ انعام اکرام پنهنجي جان تي ۽ خوراڪ وغيره تي خرچ ڪندو رهيو. پهلوان عطار طبيعت جو مانيٺو بنھ گهٽ ڳالهائو پهلوان هُيو. ٻين ملهن جيان، اميرن نوابن وٽ رهي تياري ڪرڻ کي عيب سمجهندو هو. ميلن ملاکڙن کان باقي وقت هارپي جو ڪم ڪندو هيو. ملھ جو سيبتو ۽ هٿ وجهڻ جو ڏاڍو سخي ملھ هيو. هيءُ ملھ پنهنجي اوج ۾ ميلو متو ڇڏجي رنگ رتو ڇڏجي واري اصول موجب رٽائرڊ ڪري ويو. ڪوڏيءَ ڪوڏيءَ جو بہ بهترين رانديگر ٿي گذريو. زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ زمين تي پنهنجي ڳوٺ سخت محنت ڪري ٻچن جو گذران ڪندو رهيو. سندس پڇاڙي تمام ڪسمپرسيءَ ۾ گذري. اٽڪل 6_7 سال ٿيندا تہ گمنامي جي عالم ۾ پنهنجي ڳوٺ سڏوجا ۾ گذاري ويو. عطار قدبت سونهن پوشاڪ ۾ ڏاڍو سهڻو لڳندو هيو.

## پهلوان غلام محمد مشوري:

هي پهلوان ضلعي نوشهري فيروز ملهہ ايسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري آهي. هيءُ گل محمد مشوري ڳوٺ لڳ نوان جتوئي جو وينل آهي. ڏاڍو سهڻو داءُ ڪندڙ پهلوان آهي، سندس وڙهڻ جو انداز بہ ڏاڍو پيارو ۽ وڻندڙ آهي.

پهلوان غلام محمد مشوري 1952ع ۾ پنهنجي والد محمد سومر جي گهر ۾ اک کولي. ملهہ ۾ استاد سندس والد صاحب آهي. سال 1976ع ۾ ملهہ وڙهڻ شروع ڪئي. ڇهہ سال ٻئي جوڙ ۾ وڙهي 1982ع ۾ پهرئين جوڙ ۾ شامل ٿيو. پيءُ کان پوءِ سندس استاد امام بخش ڪنير آهي، جو هميشہ ميلن ملاکڙن تي هن سان گڏ هوندو هو.

ٻئي جوڙ جو يادگار وڏو انعام S.M عباسيءُ سنڌ جي گورنر کان ساجن ڪوريجو پهلوان، علي گوهر گوپانگ پهلوان ۽ ساهت علي جوکيءَ کي دسي حاصل ڪيائين.

پهرئين جوڙ ۾ سندس مقابلا پهلوان خدا بخش هالي، پهلوان عارف راهو پهلوان يوسف ڏاهري وغيره سان ٿي چڪا آهن.

هن پهلوان جي ملهہ وڙهڻ جو انداز ڏاڍو منفرد، پيارو ۽ وڻندڙ آهي. سندس دلچسپ ۽ مزيدار جوڙ پهلوان غلام شبير چانڊيو سان ٿيندو آهي. ٻئي ڄڻا هڪجهڙي طاقت رکندڙ ۽ هڪٻئي جي داءَ کي سمجهندڙ پهلوان آهن، هنن ٻنهي پهلوانن جي هٺ وجهڻ سان عوام هنن ڏانهن پاڻمرادو متوجہ ٿي ويندو آهي.

٢

# ضلعي نوشهرو فيروز جون لائبريريون

جبار ملاح

ضلعو نوشهروفيروز علمي ۽ ادبي لحاظ کان ڪافي زرخيز علائقو رهيو آهي. هتي لائبريري جوڙڻ ۽ ڪتاب پڙهڻ جو شوق بہ تمام گهڻو نظر اچي ٿو. جيتوڻيڪ اڄ ڪلهہ جي ڍش ۽ ڪيبل ڪلچر انهيءَ شوق کي تمام گهڻو ڇيهو رسايو آهي، پر پوءِ بہ ڪي ادب جا عاشق انهيءَ ادبي پورهيئي کي سنڀاليندا پيا اچن. لائبريرين تي ڪجهہ لکڻ لاءِ جڏهن سوچيم تہ شهر شهر، واهڻ واهڻ وڃڻو پيو ۽ جيڪو ڪجهہ حاصل ٿيو اهو مهربانن جي اڳيان پيش ڪيان ٿو.

اسانجي سڄي ضلعي اندر ڪيترين ئي لائبريريون آهن، جن ۾ ڪي سرڪاري، ڪي خانگي تہ ڪي وري ذاتي نوعيت جون آهن. جن مان ڪجهہ ظاهري طرح عام ماڻهن لاءِ تہ لاپاتيون ناهن، پر آس پاس ۽ خاص تعلق وارن ماڻهن لاءِ ضرور فائديمند آهن. ممڪن آهي تہ ڪجهہ ذاتي لائبريرين جو ذڪر هن مقالي ۾ نہ ڪري سگهجي ۽ ڪجهہ رهجي وڃن.

## تاج اسلامڪ لائبريري مورو:

هيءَ لائبريري انجمن مدرسہ دارالعلوم رحمانيہ مورو جي طرفان مدرسي ۾ قائم ڪئي وئي آهي. هن مدرسي جو قيام 1950ع ۾ عمل ۾ آيو. هي مدرسو رجسٽرڊ آهي، جنهن جو نمبر آهي Sk 332. هن مدرسي جا باني حضرت مولانا محمد عثمان ميمڻ صاحب جن آهن. گذريل 15 (پندرهن) سالن کان هن مدرسي کي سندس فرزند مولوي گل محمد ميمڻ سنڀالي رهيو آهي. مدرسي طرفان قائم لائبريريءَ ۾ تقريباً 1000 هڪ هزار ڪتاب ٿيندا. هن لائبريريءَ ۾ اسلامي فقہ، تفسير عربي ادب ۽ ان کان علاوه سنڌي، اردو عربي، فارسي، انگريزي زبان ۾ ادبي ۽ تاريخي ڪتاب موجوڌ آهن. هن

لائبريريءَ جو انچارج مولوي زين العابدين ميمڻ آهن. پاڻ جامعہ نظاميہ رضويہ لاهور جا فارغ التحصيل آهن.

## گورنمينٽ مهراڻ ڊگري ڪاليج مورو (لائبريري):

گورنمينٽ مهراڻ ڊگري ڪاليج مورو جو بنياد 1964ع ۾ پيو. پهريان مهراڻ آرٽس ڪاليج مورو جي نالي سان مشهور هو پوءِ اڳتي هلي سائنس جا ڪلاس بہ هلڻ لڳا تہ پوءِ ڊگري ڪاليج بہ ٿيو. ان سان گڏ لائبريري بہ 1964ع ۾ قائم ٿي. جنهن ۾ سنڌي اردو انگريزيءَ ۾ 5000 پنج هزار ڪتاب آهن. ان ڪانسواءِ هر مهيني سنڌي، اردو، رسالا ايندا آهن ۽ اخبارون پڻ شاگردن جي پڙهڻ لاءِ اينديون آهن.

## دانش گاهہ بوتراب امام بارگاه لائبريري مورو:

هن لائبريريءَ جو قيام 1419هہ ۾ عمل ۾ آيو. هي لائبريري سرهيہ محلي جي امام بارگاه ۾ آهي، جيڪا انجمن حسيني مورو پاران قائم ڪئي وئي آهي. هن کي پروفيسر علي بخش شاهہ سابق پرنسپال مهراڻ ڪاليج مورو ذاتي ڪتبخاني جا ٽي هزار ڪتاب تحفو ڪري ڏنا. هتي ستر کن قرآن مجيد جا قلمي نسخا بہ موجود آهن. چئن هزارن ڪتابن تي مشتمل هن ڪتبخاني ۾ هڪ سؤ کن آڊيو وڊيو ڪيسٽون بہ موجود آهن.

## رفيعي لائبريري ڳوٺ گچيرو تعلقو مورو:

هي لائبريري سنڌ جي تاريخي شهر گچيرو ۾ آهي. هن لائبريريءَ جو قيام تقريباً 1970 ڌاري عمل ۾ آيو. هن لائبريريءَ ۾ تقريباً (2000) بہ هزار کن ادبي، تاريخي ۽ تحقيقي، سنڌي، اردو، انگريزي، فارسي ۽ عربي ڪتاب موجود آهن. هن لائبريريءَ کي قائم ڪرڻ وارو اديب محقق رسول بخش ٻگهيو گچيرائي آهي.

## ڊاڪٽر محمد لائق زرداري لائبريري مورو:

هن لائبريريءَ جو باني پروفيسر ڊاڪٽر محمد لائق زرداري صاحب آهي، سندس چوڻ آهي تہ مون ڊاڪٽريٽ جي ڊگري وٺڻ لاءِ ڪم شروع ڪيو تڏهن کان ڪتاب پڻ گڏ ڪرڻ شروع ڪيم. هن وقت سندس

ڪتبخاني ۾ ٽي هزار ڪن ڪتاب موجود آهن، جتي ڪي رسالا به ايندا رهن ٿا. ڊاڪٽر صاحب ڏهن کن تاريخي ڪتاب پڻ لکيا ۽ ڇپرايا آهن.

## شاهه لطيف لائبريري مورو:

هيءَ لائبريري 1978ع ۾ سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن (سگا) مورو برانچ جي طرفان قائم ڪئي وئي. هن لائبريريءَ کي مورو شهر جي علمي ۽ ادبي شخصيت عظيم سنڌي پنهنجي لائبريريءَ مان تقريباً هڪ هزار ڪن ڪتاب ڏنا هئا. 2000ع تائين هي لائبريري تمام بهترين نموني هلندي رهي. تنظيم جا عهديدار تبديل ٿيندا رهيا ۽ ائين 2000ع کانپوءِ لائبريري مان ڪتاب گم ٿيندا ويا. پڙهندڙ ڪتاب کڻي ويا ته وري واپس نه ٿيا ۽ ايئن لائبريريءَ ۾ ڪتاب وڌڻ بدران گُهٽڻ شروع ٿيا. هن وقت به هن لائبريريءَ ۾ چند سؤ ڪتاب موجود آهن. اُن کان اڳ ۾ لائبريريءَ ۾ 3000 ٽي هزار ڪن ڪتاب هوندا هئا.

## مومن لائبريري نوان جتوئي:

هيءَ لائبريري خاصخيلي جمال الدين مومن 1979ع ۾ نوان جتوئيءَ تعلقو مورو ضلعو شهرو فيروز ۾ قائم ڪئي. جمال الدين جي پيءُ جو نالو هوت خان هو. پاڻ 8 اپريل 1932ع ۾ ڳوٺ نوان جتوئيءَ ۾ پيدا ٿيو. 1947ع ۾ سنڌي فائينل پاس ڪيائين. 1948ع ۾ پرائمري استاد طور تعليم کاتي ۾ پرتي ٿيو. پاڻ سپروائيزر جي عهدي تان 28 فيبروري 1982ع ۾ رٽائرڊ ٿيو. ان بعد پاڻ نوان جتوئيءَ ۾ سندس قائم ڪيل مصطفيٰ اورينٽل اينڊ ڊگري ڪاليج جو پرنسپال ٿيو. جتي باقي عمر تعليم جي واڌاري ۾ مشغول رهيو. مومن، لائبريريءَ ۾ پنهنجي مدد پاڻ تحت ڪتاب گڏ ڪندو ويو ۽ ايئن ڪتابن جو هڪ ذخيرو جڙي پيو. پاڻ پنهنجي تخلص جي پنيان هن لائبريريءَ جو نالو به مومن لائبريري رکيائين. هن وقت هن لائبريريءَ ۾ سنڌي، اردو عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ ۾ تقريباً پنج هزار ڪتاب موجود آهن.

## چشتي لائبريري مورو:

چشتي لائبريري سنڌ ڪالوني مورو ۾ 1990ع ۾ قائم ڪئي وئي. حڪيم حاجي محمد يونس سولنگيءَ خواجه معين الدين چشتيءَ سان

عقيدت منديءَ جي ڪري هن لائبريريءَ کي ان نالي سان منسوب ڪيو آهي. هن لائبريريءَ ۾ تقريباً 950 کن ڪتاب موجود آهن. هن لائبريريءَ ۾ سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ڪتاب موجود آهن.

## مهراڻ طبيه ڪاليج مورو لائبريري:

مورو شهر ۾ حڪيم حاجي شفيع محمد ميمڻ جي ڪوشش سان 1980ع ۾ مهراڻ طبي ايسوسيئيشن مورو جو بنياد پيو. جنهن جو پهريون صدر به پاڻ ٿيو. جنرل سيڪريٽري حڪيم غلام الرسول لاڪو ٿيو. جيڪو اڳتي هلي قومي طبي ڪائونسل پاڪستان جو ميمبر ٿيو جنهن جي ڪوشش سان 1988ع ۾ مهراڻ طبيه ڪاليج مورو شروع ٿيو. ان وقت کان وٺي هن ڪاليج ۾ لائبريري پڻ قائم ڪئي وئي آهي. جنهن ۾ قديم ۽ جديد طبي، سائنسي ۽ ادبي ڪتاب موجود آهن، جن جو تعداد به هزار کن ٿيندو.

هن لائبريريءَ ۾ هندي زبان جا ڪجهه طبي ڪتاب به موجود آهن. ان کان علاوه قديم ناياب قلمي ۽ عڪسي ڪتابن جا نسخا عربي فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ موجود آهن. هن لائبريري ۾ انگريزيءَ ۾ پڻ طبي ۽ سائنسي ڪتاب موجود آهن، جنهن مان طبي تعليم لاءِ ايندڙ شاگرد فائدو حاصل ڪن ٿا.

## شهيد نور محمد جيسر لائبريري لليه (تعلقو مورو):

موري شهر کان اولهه طرف دادو روڊ تي موري کان 12 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي مورو دادو پل تي هڪ تاريخي ڳوٺ آباد آهي. جنهن جو نالو لليه آهي.

ڳوٺ لليه ۾ عبدالله جيسر نالي هڪ مهمان نواز سريلو جوان رهندو آهي، جيڪو تمام سلجهيل ۽ ساڃاهه وند ماڻهو آهي. عبدالله جيسر 1992ع کان ڪتاب گڏ ڪرڻ شروع ڪيا ۽ ايئن هينئر تائين سنڌي، اردو انگريزي، عربي ۽ فارسي ادب، لغات، تاريخ تي 19000 (اڻويهه هزار) ڪتاب هن لائبريريءَ ۾ موجود آهن. هن لائبريريءَ جو نالو پنهنجي وڏي ڀاءُ نور محمد جيسر جي نسبت سان رکيو ويو.

هندستان کان سنڌي رسالا "ڪونج" جيڪو بمبئيءَ مان هري موٽواڻي ڪيندو هو جيڪو تازو ئي وفات ڪري ويو آهي، ٻيو "رچنا" جيڪو آديپور ڪڇ مان لکمي کلاڻي ڪيندو آهي. ٽيون "سپون" جيڪو بمبئيءَ

مان ٺاڪر چاولا ۽ پارو چاولا ڪيندا آهن. هفتيوار رسالو "سنڌي سمراٽ"، جنهن جو مينيجر دليپ لعلچندائڻي آهي ۽ احمد آباد انڊيا مان نڪرندو آهي. هي لائبريري وڏن ٽن ڪمرن تي مشتمل آهي، جنهن جي ديوارن تي بهترين قسم جون تصويرون پڻ آهن. لائبريريءَ ۾ آڊيو وڊيو سيڪشن پڻ آهي. جنهن ۾ ٽي سؤ (300) آڊيو ڪيسٽون آهن، جن ۾ دنيا جي ڏيڍ سؤ ڳويا جون ڪيسٽون موجود آهن ۽ دنيا جو بهترين بانسري نواز استاد پنڊت هري پرساد چوراسيا جيڪو انڊيا جو آهي، ان جي آڊيو ڪيسٽ پڻ هن لائبريري ۾ موجود آهي. دنيا جي بهترين شرناءِ نواز استاد بسم الله خان جون آڊيون وڊيو ڪيسٽيون پڻ موجود آهن.

## گورنمينٽ ماروي گرلس ڪاليج لائبريري مورو:

هيءَ ڪاليج مورو جي رهواسي ۽ باشعور انسان پروفيسر سيد علي بخش شاهه ۽ ٻين شهرين جي ڪوشش سان منظور ڪرايو ويو. هي ڪاليج باقائده 1993ع کان شروع ٿيو ۽ ان کي پنهنجي بلڊنگ ملي. ان وقت پروفيسر سريا سولنگي پرنسپال مقرر ٿي. ان کان اڳ ۾ گورنمينٽ ڊگري مهراڻ ڪاليج مورو جو پرنسپال پروفيسر گل حسن ٻرڙو انچارج هيو. 1993ع ۾ جيئن بلڊنگ جڙي راس ٿي ته هن ڪاليج کي مهراڻ ڪاليج موري مان منتقل ڪيو ويو. ان نئين بلڊنگ ۾ هڪ لائبريري به قائم ڪئي وئي جنهن ۾ 1000 کن ڪتاب ٿيندا. اڪثر ڪتاب ڪورس جا آهن

## سچل سرمست لائبريري مورو:

هيءَ لائبريري خليق مورائي اڪيڊمي مورو طرفان قائم ڪئي وئي آهي. لائبريريءَ جو باقاعده افتتاح 21 فيبروريءَ 1999ع تي سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي چيئرمين غلام علي الانا ڪيو. هن لائبريريءَ ۾ تقريباً 8 هزار ڪتاب آهن. عربي فارسيءَ جا چند قلمي نسخا پڻ هن لائبريريءَ ۾ موجود آهن. هتي سنڌي، اردو عربي، انگريزي ۽ فارسي زبانن ۾ ڪتاب موجود آهن. هن لائبريريءَ ۾ هر مهيني تقريباً 50 کن رسالا اچن ٿا. اردو ۾ ماهوار نگار ڪراچي، ماهوار قومي زبان ڪراچي، بياض لاهور اخبار اردو اسلام آباد وغيره. سنڌي ۾ الصادق، بيداري، نئين زندگي، ته ماهي مهراڻ ۽ الفاروق وغيره شامل آهن. طب، زراعت، هوميوپيٿڪ، اسلامي، اردو سنڌي ۽ انگريزي رسالا ايندا رهن ٿا. پاڪستان کان ٻاهران به هن لائبريريءَ ۾

رسالا ۽ ڪتاب ايندا رهن ٿا، انهن ملڪن ۾ آمريڪا، برطانيه، سائوٿ آفريڪا، هندستان، ايران ۽ ترڪي وغيره شامل آهن. لائبريريءَ جو ڊائريڪٽر پروفيسر شمشاد سومرو آهي ۽ لائبريرين سندس ڀاءُ الطاف احمد سومرو آهي.

## شهيد شمس لائبريري مورو:

حڪيم صوفي غلام مصطفيٰ ڪانڊڙو جو نالو طب ۽ حڪمت ۾ مشهور آهي. 2000ع ۾ هن لائبريريءَ جو قيام عمل ۾ آيو. ان کان اڳ سندن والد صاحب جي لائبريري هوندي هئي، جيڪا هن وقت ڪجهه ڪتابن جي صورت ۾ سندس ڀاءُ وٽ موجود آهي. پوءِ پاڻ پنهنجي نوجوان شهيد پٽ شمس جي نالي سان لائبريري سال 2000ع ۾ قائم ڪئي، جنهن ۾ اٽڪل 500 کن ڪتاب آهن.

## ايليمينٽري ڪاليج لائبريري منياٽي:

هيءَ ڪاليج سنڌ جي پراڻن ڪاليجن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن ڪاليج ۾ پي. ٽي. سي ۽ سي. ٽيءَ جي ٽريننگ ڏني ويندي آهي. هي ڪاليج سنڌونديءَ جي ايرندي ڪناري تي آباد منڙن ماڻهن جو شهر منياٽي ۾ اڄ به وڏي آب ۽ تاب سان قائم دائم آهي. هي ڪاليج 26 مئي 1950ع ۾ قائم ٿيو ۽ ان وقت درسگاهه ۾ علم جي اُڃ اجهائيندڙن جي لاءِ هڪ لائبريري به قائم ڪئي وئي، جنهن ۾ ڪورس جي ڪتابن کان سواءِ علم و ادب، تاريخ ۽ لغت تي مبني ڪيترائي ڪتاب رکيا ويا. هن وقت لائبريريءَ ۾ 3000 ٽي هزار کن ڪتاب موجود آهن.

## ڊگري ڪاليج نوشهروفيروز لائبريري:

گورنمينٽ ڊگري ڪاليج نوشهروفيروز 1963ع ۾ قائم ٿيو جيڪو سڀ کان اول عباسي ڪاليج جي نالي سان، جيڪو سنڌ اسيمبلي جي ميمبر مرحوم حاجي عبدالرحيم عباسي جوڙايو هو. ان وقت لائبريري به قائم ڪئي وئي هئي. ان وقت ڪوبه لائبريرين نه هئو ان ڪري اتان جي هڪ پروفيسر عاشق حسين راڄپر کي لائبريريءَ جو انچارج ڪيو ويو. هن وقت لائبريريءَ ۾ هر موضوع تي سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ 15000 (پندرهن هزار)

ڪتاب موجود آهن. ان کان علاوه سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ رسالا پڻ ايندا رهن ٿا. ڪجهه اخبارون بہ هن لائبريريءَ ۾ ايندڙيون آهن.

## لطيف لائبريري مٺياڻي:

مٺياڻيءَ جو شهر سنڌودرياءَ جي ايرندي ڪناري تي واقع آهي. هي تمام پراڻو شهر آهي. هتي عبداللطيف آصف مٺياڻوي جيڪو ذات جو سومرو آهي، ان 1976ع ۾ لطيف لائبريريءَ جي نالي سان هڪ لائبريري قائم ڪئي. هن وقت ان لائبريريءَ ۾ تقريباً پندرنهن سؤ کن ڪتاب ٿيندا. جيڪي سنڌي، اردو ۽ انگريزي ٻولين ۾ آهن. ان کان علاوه گهڻا رسالا پڻ هن لائبريريءَ ۾ موجود آهن. انهن رسالن ۾ٽماهي مهراڻ، ماهوار نئين زندگي، گل ڦل، سنڌ روبي امرتا ۽ سوجهرو وغيره شامل آهن.

## عزيزالله ٻوهيو لائبريري ڳوٺ خير محمد ٻوهيو:

نوشهروفيروز جي اولهہ طرف ۾ مٺياڻي روڊ تي اٽڪل پنج ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڳوٺ خير محمد ٻوهيو موجود آهي، جتي سنڌ جو نالي وارو سياستدان ۽ دانشور، قلمڪار ۽ اديب محترم عزيزالله ٻوهيو پڻ رهندو آهي. پاڻ سنڌ ساگر پارٽيءَ جو چيئرمين آهي. پونم سنڌ جو جنرل سيڪريٽري آهي. پاڻ 1984ع ۾ هڪ لائبريري قائم ڪيائون، جنهن ۾ هن وقت 1500 کن ڪتاب موجود آهن. انهن ۾ قرآن پاڪ جا تفسير اردو سنڌي، عربي ۽ فارسي، تاريخ اسلام، تاريخ سنڌ ۽ ادبي ڪتاب موجود آهن. اهي ڪتاب عزيزالله ٻوهيو صاحب پاڻ ٿورا ٿورا ڪري خريد ڪيا آهن.

## شاهہ لطيف لائبريري ڦل تعلقو نوشهروفيروز:

هن لائبريري جو بنياد 1988ع ۾ پروفيسر علي نواز ڦل ۽ گل محمد ڦل جن وڌو. لائبريري ۾ موجود ڪتابن جو تعداد 2000 (ٻہ هزار) کن آهي. هيءَ لائبريري هڪ ڪمري تي مشتمل آهي. هن لائبريريءَ ۾ سنڌي، اردو انگريزي ۽ عربي ٻولين ۾ ڪتاب موجود آهن. هن لائبريريءَ کي هلائڻ لاءِ هڪ لائبررين نظير احمد چانڊيو آهي جيڪو صبح جو نائين وڳي لائبريري کوليندو آهي ۽ وري شام جو ڇئين وڳي کان رات نائين وڳي تائين لائبريري کليل رهندي آهي.

هن لائبريريءَ ۾ روزانه اخبارون پڻ ايندیون آهن جيڪي سنڌي ۽ اردو زبان ۾ آهن. ان کانسواءِ سنڌي ۽ اردو رسالا پڻ هن لائبريريءَ ۾ پابنديءَ سان ايندا آهن.

## شاهه عبداللطيف لائبريري نوشهروفيروز:

هن لائبريريءَ جو بنياد 5 نومبر 1989ع تي پيو. شهر جي چند پڙهيل لکيل نوجوانن گڏجي هن لائبريري جو قيام عمل ۾ آندو. هن لائبريريءَ ۾ هن وقت تقريباً 10000 (ڏهه هزار) ڪتاب موجود آهن. اهي سنڌي، اردو ۽ انگريزي ۾ موجود آهن. ان کان علاوه 1993ع کان 1997ع تائين CSS جو مڪمل سيٽ موجود آهي. فارسي ۽ عربي زبانن ۾ پڻ ڪجهه ڪتاب موجود آهن. هن لائبريريءَ جا ميمبر 150 آهن. هر ميمبر کان 20 روپيه ماهوار فيس ورتي ويندي آهي. هن لائبريريءَ ۾ روزانو تقريباً 20 اخبارون، مختلف صحافي دوستن ۽ سرنديءَ وارن دوستن جي تعاون سان ايندیون آهن. ان کان علاوه رسالا پڻ ايندا آهن. روزانو پڙهندڙ جو حاضري ڪتاب رکيل آهي. هيءَ هڪ پبلڪ لائبريري آهي. جنهن مان عام شهري به فائدو حاصل ڪري رهيا آهن.

## شاهه لطيف لائبريري ڪلهوڙا اسٽيشن:

هي لائبريري مارچ 2007ع ۾ يونين ڪائونسل گهيڙ گجوءَ جي ناظم محترم محمد نواز عباسيءَ جي ڪاوشن سان وجود ۾ آئي آهي، جنهن ۾ هن وقت هڪ هزار کان وڌيڪ مفيد ڪتاب، نوجوانن جي علمي اُڃ اجهائڻ لاءِ موجود آهن.

## حُسين لائبريري جلباڻي ڳوٺ تعلقو پڍيا:

پڍيا سٽيءَ جي اوڀر ۾ پڍيا روڊ رستي تي هڪ تاريخي ڳوٺ آهي. ڳوٺ جلباڻي جتي پروفيسر غلام حسين جلباڻي جي قائم ڪيل حسين لائبريري موجود آهي، جنهن ۾ هن وقت به اٽڪل 1200 (ٻارنهن سؤ) کن ڪتاب موجود آهن. هن لائبريريءَ کي ناميارو شاعر، سنڌي ادبي سنگت شاخ جلباڻي جي سيڪريٽري حاجي عبدالله خان شاد جلباڻي صاحب

سنڀاليندو اچي ٿو. لائبريريءَ ۾ اردو، سنڌي، عربي ۽ فارسي ڪتاب موجود آهن جتي قرآن شريف جا قلمي نسخه پڻ موجود آهن.

## عرشي لائبريري پريا:

حڪيم غلام محمد عرشي سنڌ جو بهترين شاعر ٿي گذريو آهي. سڀ کان پهريان سندن ننڍڙي لائبريري سندس اباڻي ڳوٺ تڳر پراڻا تعلقي ڪنڊيارو ۾ هئي. 1930ع ۾ سندن ڳوٺ ٻوڏ سبب تباه ٿي ويو ته پاڻ پريا ۾ اچي مقيم ٿيا ۽ پنهنجي لائبريري به منتقل ڪيائين. هينئر سنڌي، فارسي، اردو ۽ عربي ڪتابن تي مشتمل 2000 (ٻه هزار) کن ڪتاب موجود آهن، جنهن کي سندن فرزند ماجد علي سومرو صاحب سنڀالي ٿو.

## الغزالي لائبريري ڳوٺ ساند تعلقو پريا:

پريا سٽيءَ کان ٿارو شاه رستي تي ٿارو شاه کان اٽڪل ٽي ڪلوميٽر اوڀر طرف ڳوٺ ساند جي نالي سان وسندي آهي جنهن ۾ 1983ع ۾ نعمت الله سومرو هن لائبريريءَ جو بنياد وڌو. لائبريريءَ جو نالو وقت جي جيد عالم ۽ مفڪر امام محمد غزاليءَ جي نالي سان منسوب ڪيل آهي. هن لائبريريءَ ۾ 8000 (اٺ هزار) کن ڪتاب موجود آهن. لائبريريءَ ۾ هر قسم جي موضوع تي ڪتاب موجود آهن. سنڌي، اردو عربي، فارسي ۽ انگريزي زبان ۾ ڪتاب موجود آهن. انگريزي ٻولي ۽ ادب تي جججهي تعداد ۾ ڪتاب پيل آهن. ان جو وڏو سبب اهو آهي جو محترم نعمت الله سومرو صاحب انگريزيءَ جو ليڪچرار آهي. ان کان علاوه شاعري، غير افسانوي ادب، افسانوي ادب، اسلامي تاريخ، تصوف، تفسير وغيره تي به ڪتاب موجود آهن.

## عثمانيه لائبريري چنيهاڻي:

چنيهاڻي ڳوٺ ڪنڊيارو تعلقي جو پراڻو ۽ قديمي ڳوٺ آهي. اتي موجود هيءَ لائبريري 1973ع ۾ قائم ڪئي وئي. هن جو باني محترم محمد عثماني عباسي آهي. پاڻ پرائمري استاد آهي ۽ کيس ڪتابن سان جنون جي حد تائين پيار آهي. هن وقت هن لائبريري ۾ 10200 (ڏه هزار ٻه سئو) ڪتاب موجود آهن. گهڻي ۾ گهڻا ڪتاب سنڌ جي تاريخ، ادب ۽ اسلامي

عنوانن تي آهن. هتي اردو، انگريزي، عربي ۽ فارسيءَ ۾ ڪتاب موجود آهن. هن لائبريري ۾ هڪ قرآن مجيد جو قلمي نسخو آهي، جيڪو تقريباً 250 سال پراڻو آهي. هن لائبريريءَ مان تمام گهڻا ادب جا چاهڻو شاگرد، مقالا نگار ۽ اسڪالر فائدو وٺي چڪا آهن. چو ته هي لائبريري هڪ ڪمري جي وڏي حال ۾ گهر کان ٻاهر موجود آهي. ورنه اڪثر لائبريريون گهرن ۾ هجڻ ڪري عام ماڻهو فائدو حاصل نه ڪري سگهندا آهن.

## قاسميه لائبريري ڪنڊيارو:

هن لائبريريءَ جو بنياد 1960ع ۾ پيو. بنياد وجهندڙ حضرت مولانا محمد قاسم سومرو جن آهن. سندن ڪيترين ئي تصنيفات شايع ٿيل آهن. هن لائبريريءَ ۾ هن وقت تقريباً 50 هزار ڪتاب موجود آهن. هن لائبريريءَ ۾ مولانا محمد قاسم سومرو جي ڏاڏي آخوند محمد عالم جا هٿ اکر هڪ ڪتابي صورت ۾ محفوظ آهن (آخوند محمد عالم جي مخدوم محمد دائود درٻيلوي سان ويجهڙائي هئي، هو جيڪا به واقعاتي شاعري ڪندو هو ته آخوند محمد عالم ان کي لکندو هو). آخوند جو چاچو محمد عثمان به سٺو ڪاتب هو. محمد هاشم ٺٽويءَ جو ڪتاب "عقائد الاسلام" سندس هٿ اکر به لائبريري ۾ موجود آهي، جنهن تي سنِ ڪتابت 1257هجري لکيل آهي. لائبريريءَ ۾ سڀ کان وڌيڪ ڪتاب سنڌي ۾ آهن. ان کان پوءِ عربي، اردو، فارسي ۽ انگريزي ڪتاب آهن. لائبريري ۾ ڪجهه رسالن جا سيٽ ٺاهي انهن تي جلدبندي ڪئي وئي آهي. انهن ۾ الصادق، شريعت، المدينه، السنڌ، بيداري، نصيحت وغيره کان سواءِ نئين زندگي، نه ماهي مهراڻ، اخبار تعليم، توحيد ۽ سهڻي وغيره گهڻي تعداد ۾ موجود آهن. هيءَ لائبريري پهريان ڪنڊيارو کان اولهه طرف ستن اٺن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڳوٺ چنيهاڻي ۾ هوندي هئي. مولانا محمد قاسم سومرو جو خاندان جدي پشتي اتي جو رهاڪو هو مگر سنڌ ۾ بدامني ۽ ڌاڙيل ڪلچر سنڌ جي ڳوٺن کي ويران ڪري ڇڏيو ۽ هن خاندان کي مسلسل ستائيندا رهيا. جنهن ڪري 1991ع ڌاري هي خاندان ڪنڊيارو لڏي آيو. هونءَ ته هيءَ ذاتي لائبريري آهي پر تنهن هوندي به هن مان ڪيترن ئي ماڻهن پري پري کان اچي فائدو حاصل ڪيو آهي.

## محبت ديرو سيال لائبريري تعلقو ڪنڊيارو:

محبت ديرو سيال، خانواهڻ کان اولهه ۾ خشڪن جي ڳوٺ وٽ هڪ قديم ڳوٺ آهي، جيڪو علمي ادبي مرڪز رهيو آهي. اتي هڪ لائبريري حڪيم مولانا مير محمد سيال جي مدرسي ۾ هوندي هئي، جنهن ۾ 3000 کان وڌيڪ ڪتاب هوندا هئا. مولانا حڪيم مير محمد سيال 1940ع ۾ وفات ڪري ويو. بعد ۾ آهستي آهستي هي لائبريري ڦٽي وئي. هن وقت رفيق سيال بچي ويل ڪتاب سنڀالي ٿو. رفيق سٺو شاعر به آهي.

## بخشيه لائبريري درگاهه الله آباد شريف ڪنڊيارو:

حضرت الحاج الله بخش عرف سهڻا سائين 1973ع ۾ درگاهه الله آباد شريف ڪنڊيارو ۾ اچي هڪ مدرسو جامعيه عربيه غفاريه قائم ڪيو. اتي ئي 1974ع ۾ پنهنجي نالي جي پٺيان بخشيه لائبريري قائم ڪئي. هن وقت هن لائبريري ۾ ڪافي ڪتاب موجود آهن. هي ڪتاب ڪيٽلاگ ۾ درج ٿيل آهن. ان کان علاوه به ڪيترائي ڪتاب موجود آهن، جيڪي فهرست ۾ موجود نه آهن. هن اسلامي طرز جي لائبريريءَ ۾ قرآن ڪريم جا قلمي نسخه حديثن جا، فقه جا، تفسير، فتوحات ۽ علم جا قلمي نسخه موجود آهن. هن لائبريري ۾ تاريخ، تصوف، طب، علم الڪلام، علم بلاغه جا عربي، فارسي، سنڌي، اردو ۽ انگريزي ۾ ڪتاب موجود آهن، جن جو تعداد ست هزار کن ٿيندو.

## دارالمطالعه مجدديه نقشبنديه ڪتب خانو ديهات شريف، تعلقو ڪنڊيارو:

هيءَ لائبريري 1907ع ۾ مولانا قاضي نظر محمد ديهاتي قائم ڪئي. حڪيم قاضي نظر محمد سومرو ديهاتي هڪ بلند پايي جو عالم، اديب ۽ شاعر، علم جو بحر، درويش صفت، مردِ ڪامل، عالم فاضل سرزمين سنڌ لاءِ هڪ املهه گوهر هو. هن لائبريري ۾ مولوي حڪيم قاضي نظر محمد جا تصنيف ڪيل ڪتاب (قلمي نسخا) ۽ سندس ڪجهه ڇپيل ڪتابن سميت اٽڪل 10 هزارن کان مٿي ڪتاب موجود آهن. قرآن مجيد جا قلمي

نسخ، عربي ۽ فارسي تفسير ۽ ڪجهه سنڌي تصنيفات هن لائبريريءَ جي زينت بڻيل آهن. هن اداري پاران ڪجهه ڪتاب به ڇپرايا ويا آهن.

## ساهتي لائبريري خانواهڻ:

هيءَ لائبريري 15 سيپٽمبر 1984ع تي سنڌي ادبي سنگت شاخ خانواهڻ طرفان، امان الله عباسي جي مدد سان شروع ڪئي وئي. لائبريريءَ لاءِ جڳهه امان الله عباسيءَ نهرائي ڏني. پهريون لائبريرين شيخ جمال هو جنهن کي لائبريريءَ طرفان 400 روپيه ماهوار امداد طور ڏنا ويندا هئا. هن لائبريريءَ جي طرفان ساهتي ٽيوشن سينٽر جي نالي شهر ۽ آس پاس جي ٻارڙن لاءِ مفت شام جو ٽيوشن شروع ڪئي وئي جيڪا 5 سالن تائين جاري رهي. هن لائبريريءَ جا 42 ميمبر هئا. جن کان هر مهيني 5 روپيا ورتا ويندا هئا. سيد غلام علي شاهه چيئرمين يونين ڪائونسل خانواهڻ جيڪو سنڌي ادبي سنگت خانواهڻ جو ميمبر پڻ هو هر مهيني 20 روپيه يونين ڪائونسل طرفان ڏيندو هو. هن لائبريريءَ کي گهٽي ۾ گهڻا ڪتاب امداد طور ڊاڪٽر نجم عباسيءَ ڏنا هئا. غلام نبي ناشاد ۽ امان الله عباسي (ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو سوٽ رٽائرڊ ميجر) پڻ لائبريري کي هلائڻ ۾ تمام گهڻي مدد ڪئي. هن لائبريري ۾ سنڌي، اردو ۽ انگريزي جا تقريباً 5 هزار ڪتاب موجود آهن. هن لائبريري ۾ روزانيون اخبارون ۽ ماهوار رسالا پڻ ايندا هئا. پڙهندڙن لاءِ ڪرسيون ۽ ٽيبلون رکيل هيون. ڪجهه سالن کان هي لائبريري بند پئي آهي ۽ ڪتاب غلام نبي ناشاد جي تحويل ۾ محفوظ آهن. هن لائبريريءَ جو افتتاح 18 آڪٽوبر 1985ع تي ڊاڪٽر نجم عباسي ڪيو.

## جامعه عربيه اسلاميه دارالفضل لائبريري هالاڻي تعلقو محرابپور:

هي مدرسو 1961ع ۾ سيد غلام دستگير شاهه نقشبندي مجددي ڪوششون وٺي قائم ڪيو ان سان گڏ لائبريريءَ کي به قائم ڪيو. هن مدرسي ۾ اٽڪل 8 هزار (8000) ڪتاب موجود آهن. عربي، علم ادب، تفسير، گرامر، تاريخ، سنڌي شاعري، تاريخ، سوانح حيات، تفسير، علم و ادب، فارسي ۽ انگريزيءَ ۾ پڻ ڪثرت سان ڪتاب موجود آهن. هن لائبريريءَ کي سيد غلام دستگير شاهه جي وفات کان پوءِ ڊاڪٽر سيد نثار

احمد شاھہ تمام سٺي انداز ۾ سنڀاليو آهي. هن لائبريريءَ ۾ ڪيترائي اسلامي، ادبي، سنڌي ۽ اردو رسالا ايندا رهن ٿا. هن لائبريريءَ کي ڪوڪا ڪولا بوتلن جي فيڪٽري ڪراچي جي مالڪ حبيب الله گهٽي ڪان گهڻا ڪتاب تحفي ۾ ڏنا آهن.

## الڪبير اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير تعلقو محرابپور:

ڪوٽڙي ڪبير محرابپور تعلقي جو قديم ڳوٺ ڪراچيءَ لاهور ويندڙ نيشنل هاءِ وي جي اوڀر ۾ آباد آهي. هن شهر ۾ قديم ڪتب خانو موجود آهي، جنهن لاءِ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ ڪتاب منظوم سنڌي تفسير جي پيش لفظ ۾ صفحي نمبر 11 تي لکندي چويو تہ "الڪبير اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير جو قديم ڪتب خانو هڪ اهڙي ڪليل هيرن جي کاڻ آهي جنهن جي جرڪندڙ هيرن جي جڳمڳ کي ڏکيو نہ ويو آهي. پر اهي جهلڪا ۽ جرڪا هر ڪنهن عالم آڏو روشن آهن. هي اهڙو کوهہ آهي جنهن مان هر علم جو پياسو پنهنجي اُڃ اجهائي سگهي ٿو."

هي اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير جي بزرگ محمد ڪبير جي نالي سان منسوب ڪئي وئي آهي. هن اڪيڊميءَ جو سرپرست شاعر، محقق ۽ دانشور محترم غوث محمد گوهر صاحب آهي. هيءَ اڪيڊمي 1984ع ۾ قائم ڪئي وئي. فقير غوث محمد گوهر صاحب ٻڌايو تہ ڪتاب ۽ قلمي نسخا تہ وڏڙن کان وٺي اسان وٽ موجود هئا، پر باقائده انهن کي اڪيڊميءَ جي صورت ۾ 1984ع کان منظرعام تي آندو ويو. هن اڪيڊميءَ طرفان ڪجهہ ڪتاب بہ ڇپرايا ويا آهن. هن اڪيڊمي ۾ موجود ڪتب خاني ۾ 7 ستن هزارن کان وڌيڪ ڪتاب موجود آهن. تن ۾ 405 قرآن مجيد جا ڪجهہ مڪمل ۽ ڪجهہ حصن ۾ قلمي نسخہ موجود آهن. ان کان علاوه عربي، فارسي، اردو، اردو گجروي، سنڌي ۾ 990 قديمي قلمي نسخہ موجود آهن. مان سمجهان ٿو تہ اهڙو ناياب ڪتب خانو شايد ئي ڪنهن وٽ موجود هجي.

## مهراڻ لائبريري هالاڻي:

30 سيپٽمبر 1995ع تي سنڌي ادبي سنگت شاخ هالاڻي پاران ان وقت جي نوجوان شاعر جبار ملاح جي ڪوشش سان هڪ لائبريري قائم ڪئي وئي، جنهن جو افتتاح ان وقت جي سب ڊويزن ڪنڊيارو جي ايس.ڊي.ايم شفيق احمد مهيسر ڪيو. ان وقت لائبريريءَ ۾ چار سؤ کن

ڪتاب موجود هئا. هن وقت لائبريريءَ ۾ 1500 ڪتاب موجود آهن. لائبريريءَ ۾ تي اخبارون ريگيولر ايندیون آهن. ان کان سواءِ اردو ۽ سنڌي رسالا بہ اچن ٿا. شروع شروع ۾ ضلعي نوشهروفيروز جي ڊي.سي عرفان علي شيخ يونين ڪائونسل هالاڻي ۾ هڪ ننڍڙو ڪمرو ۽ ٽي ڪرسيون ڏنيون هيون، پر هن سالن کان پوءِ يونين ڪائونسل جي عملدارن اهو ڪمرو خالي ڪرايو ۽ ڪتاب شفٽ ڪري مسواڙي جاءِ ۾ رکيا ويا. هن لائبريريءَ جو هڪ بئنڪ اڪائونٽ خزانچي ۽ لائبريرين گڏجي کولايو. ڊي.سي عرفان شيخ ان وقت 5000 روپين جو چيڪ پڻ ڏنو هيو جنهن جا ڪتاب ورتا ويا هئا. هن لائبريريءَ جو لائبريرين جبار ملاح آهي.

۲

# ضلعي نوشهروفيروز جا تڙ پتڻ ۽ بندر

عبدالله جيسر

درياءَ جي ڪناري تي جتي ٻيڙيون مال لاهين ۽ چاڙهين ان کي تڙ چوندا آهن. تڙ وهنجڻ کي بہ چئبو آهي. کوهن جي گهاٽن يا نهرن ۾ وهنجڻ وارين جاين کي بہ تڙ چئبو آهي. لطيف سائين سُر مومل راڻي ۾ وهنجڻ واري جاءِ کي تڙ چيو آهي.

جنهن تڙِ ڏوڙون، ڏون، چوتا چَندَنَ چِڪ ڪِيو،
آچِنِ پوئَر پنيوليا، پاڻيءَ تِنهين پُونِ،
رَاوَلِ رَتو رُون، ڪو وَهمُ لَڳو وَاسُئين.

درياءَ کي بہ ڪنارا هوندا آهن. ڪناري کي پر يا ڪنڌي بہ چئبو آهي. ٻيڙين جو آرپار اچڻ يعنيٰ هڪ ڪناري کان ٻئي ڪناري ڏي ماڻهو مال، اُٺ، ڍڳا ۽ اناج وغيره جو هِن پر کان هُن پر ڏي ٻيڙين ۾ ڪٽي وڃڻ کي پتڻ چئبو آهي. انهن ٻيڙين کي پتڻ جون ٻيڙيون چئبو آهي ۽ ٻيڙين جي مالڪن کي پاتڻي چئبو آهي.

درياءَ جي ڪناري تي پر وارا شهر اڪثر ڪري بندر سڏبا هئا، جتي واپار جون ڪوٺيون هونديون هيون. اُتان اُنن تي مال يا بار ڪجي ٻيڙين جي تڙ تي ايندو هو ۽ ٻيڙين مان لاٿل مال بندر تي اُنن ذريعي ايندو هو. لَبِ درياءَ کان ڪاري چاڙهِ، شاهہ بندر ۽ ڪيٽي بندر تائين ٻيڙين تي مال ايندو ويندو هو. سنڌو درياءَ تي پتڻ ٻن قسمن جا آهن، هڪڙا سرڪاري پتڻ ٻيا راڄوٽي پتڻ. سرڪاري پتڻ سرڪاري طور نيلام ٿيندا آهن ۽ راڄوٽي راڄ وارن ماڻهن جي سهوليت لاءِ درياءَ تي وڏيرن جي چوڻ سان مقرر ٿيندا هئا، ۽ اُهي نيلام نہ ٿيندا هئا.

## پتڻ آباد:

هي پتڻ درياءَ جي اوير ۾ڪنڊياري تعلقي ۾ هو. ڊاڙيلن واري دور ۾ سنڌو درياءَ جا سڀ پتڻ پوليس بند ڪرايا هئا. پتڻ آباد، ڪنڊياري شهر جي بندر جو تڙ هو. هي پتڻ به وڏو پتڻ هو. تڙ آباد جي مٿان شِوَ جو مندر هو. هن تڙ تي پُلن جي مڏي به هوندي هئي. ڪوٽڙي بئراج کان اڳ درياءَ جي پنهي پاسن تي پلن جون مڏيون هيون، جن تي ٺيڪيدارن طرفان مُنشي رکيل هئا. هو انهن مُنشين کي سوپڙيو چوندا هئا.

## پتڻ تگر:

هي پتڻ سنڌو درياءَ جي اولهه ۾ هو جيڪو سنڌو جي بندرن مان هڪ سهڻو بندر هو. انگريزن جي دور ۾ به هي پتڻ هو جنهن کي باغبان تگر به چوندا هئا. جڏهن دادو ضلعو ڪونه ٺيو هو تڏهن تگر باغبان لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هو. 1857ع ۾ تِگر شهر، بندر ۽ تڙ درياءَ پاتو. پوءِ سنڌو درياءَ جي اوير ۾ تگر، شهر ٻڌي ويٺا.

## مجٺ پتڻ:

هي پتڻ ٺارو شاهه بندر جو تڙُ هو. هي پتڻ سنڌو جي اوير ۾ هو. مجٺ ڳوٺ مان مجٺ جي ڪاٺين سان ڳاڙهو ڪيل سِرنهن جو تيل، ٺٽي ننگر ڏانهن ٻيڙين ذريعي ويندو هو. مجٺ تڙ تاريخي بندر هو. مجٺ تڙ تي مجٺائي ملاحن جون ٻيڙيون هيون. مجٺ تڙ تي ٺارو شاهه شهر مان مال اُٺن تي کڄي ايندو هو.

## سيتا پتڻ:

سيتا پتڻ سنڌوءَ جو قديم بندر، تڙ ۽ پتڻ هو. سيتا سنڌ جي قديم شهرن مان هڪ آهي. هتان جا ملاح وڏ ٻيڙائتا هئا. جڏهن سنڌو درياءَ تي ٽي هزار مڻ بار کڻڻ وارين ٻيڙين مان هڪ ٻيڙي بچي هئي جنهن کي محفل چوندا هئا. ان وقت سيتائي ملاحن جي هڪ وڏي ٻيڙي هئي جا سڻ، ستر خَرار کڻندي هئي. ٻن هزار مڻن تائين بار کڻندڙ ان ٻيڙي جو

نالو ”ڪراچي“ رکيل هو. انهن ملاحن مان چار ملاح سيتا پتڻ جو پاڻڻي هو. سندس ٻيا ٻائٽر ”ڪراچي“ ٻيڙي هلائيندا هئا.

## پتڻ ناصراڻي:

هي پتڻ اصل پاٽِ جو پتڻ هو پوءِ ناصراڻي پتڻ سڏجڻ ۾ آيو. ناصراڻي پاٽِ بندر جو درياهي تڙ هو. هن ڳوٺ تي نالو سيد ناصر شاهه جي ڪري پيو جنهن جو روضو پاٽِ پُراڻي جي پرسان آهي. ناصراڻي ڳوٺ ۾ سيد جان محمد شاهه جي حويلي هئي. جان محمد شاهه ڪچي ڪنڊيءَ جو مڙس ماڻهو زميندار هو. باقي هن ڳوٺ ۾ چانڊيه قوم جا ماڻهو ويٺل آهن. پورتي ڳوٺ جي لاءِ به ناصراڻي پتڻ هو. سيد ناصر شاهه سيد صدرالدين شاهه لڪياريءَ جي خاندان مان هو جو هت دفن ٿيل آهي. انهن پتڻن تان چوپايو مال،اناج ۽ تيلي ٻج، درياءَ جي هن پاسي اوير کان ڳڙ، مٺائي به پتڻ کان آرپار نيڻ لاءِ ٻيڙين تي آندو ويندو هو.

## پتڻ رڪڻ:

هي پتڻ سنڌو درياءَ جو مشهور ۽ تاريخي پتڻ هو ۽ انهيءَ دور ۾ سنڌ جو وڏو شهر هو. رڪڻ شهر کي سنڌو درياءَ ست ڀيرا پاتو هو پر هر دفعي پاڻجڻ کان پوءِ وري به سنڌو درياءَ جي ڪناري سان اڳئين کان اڳرو شهر ٻڌرايو ويندو هو. پهريون رڪڻ سنڌو درياءَ جي اوير ۾ هو. منياڻي ۽ نٿِ ڳوراهي کان اولهه ۾ وچ تي هو. چوٿون نمبر رڪڻ تمام وڏو شهر ۽ وڏو بندر هو. هن بندر جا ٻيڙياٽا ٻاهرين ملڪن سان واپار ڪندا هئا. لبِ درياءَ تي رڪڻ ۾ ملاح سڏريل ۽ وڏا ٻيڙياٽا هئا. انهن جا سامونڊي ٻيڙا جن کي غوراب، واهڻ يا واڻ چوندا هئا، اهي سنڌ جي ٽن بندرن تي تيار ٿيندا هئا. رڪڻ، مانجهو ۽ شاهه بندر جي تڙن تي ٺهندا هئا. رڪڻ بندر، مُهين بندر جيترو پراڻو بندر هو. اهي غوراب دنگيءَ جي نموني هوندا هئا، جو ان قسم جي نموني وارا ٻيڙا سمنڊ جي چولين جو زور جهلي سگهندا هئا. سنڌو درياءَ به ان زماني ۾ پاڻي جي لحاظ کان سمنڊ لڳندو هو. آرڪيالاجي جا ماهر چون ٿا ته سنڌ ۾ پنجن ميلن کان وڏو ڏرتي جو ٽُڪر نه ملندو جنهن کي سنڌو درياءَ نه اٿلايو هجي. ڪيرٿر جبل کان راجستان تائين سنڌو پنهنجا وهڪرا بدلايا آهن. منڇر ڍنڍ به درياءَ جو پيٽ آهي.

## پراڻ:

سنڌو درياءَ جڏهن وهڪرو بدلائيندو هو تہ وچ ۾ ٻيٽ ڇڏي ۾ ڪيترن سالن تائين بہ دريائيءَ جي ٿيندو هو. پتڻ تمام وڏو هو. ڪيڙن جي ڪيٽي درياءَ جي اولهہ ۾ دادو ضلعي جي حد ۾ هئي. خشڪ ۾ شاهاڻي وڏو راڄ هئا، اهي هن پتڻ تان ٽپندا هئا. ڏيپارجا، صالح پور، جوٽالو پرڻ ۾ چنيجا ڳوٺن جا ماڻهو ملڪ پتڻ تان ٽپندا هئا. ملڪ بندر بہ سنڌوءَ جو مشهور بندر رهيو آهي. جنهن زماني ۾ گهنگهڻ بندر هو جتي پراڻا جتوئي جا ماڻهو لڏي ويا هئا، ان قديم شهر کي گهنگهڻ چوندا هئا. اڄ دڙي واري ڳوٺ کي گهنگهڻ جو دڙو سڏين ٿا. گهنگهڻ ديهہ نقشي تي بہ آهي.

## لَليا پتڻ:

لَليا سنڌ جو مشهور بندر ۽ حسين شهر هو. لَلِيا پتڻ دادو موري شهرن جي ڳانڍاپي جو اهڃاڻ هو. آمدني جي لحاظ کان لَلِيا پتڻ سنڌوءَ درياءَ جي سيني پتڻن ۾ وڏو پتڻ هو. لَلِيا لفظ جي معنيٰ لَلَ وارا، هِمٿ وارا، باقائدي مرد. جيئن محاوري ۾ ايندو آهي تہ فلاڻي ۾ لَلُ ئي ڪونهي، ڏيٽپو ئي ڪونهيس. لَلي لفظ جي معنيٰ آهي سهڻو. اڳئين دور ۾ هي نالو مردن تي عام رکندا هئا. لَلِيا تاريخي ۽ هندو دور جو قديم شهر آهي. لَلِيا صدين کان سنڌو درياءَ جو حسين بندر هو. ڪيترا ڀيرا سنڌو درياءَ پاتو هوندو. تر جا ماڻهو ٻڌائين ٿا تہ اهو ٽيون شهر هو جو پل ٺاهڻ وقت ڊاٺو ويو. موجوده لَلِيا شهر ميان غلام حيدر جيسر جي زمين ۾ آهي. اڳيون شهر لَلِيا انگريزن جي دور حڪومت کان اڳي سٺو واپاري مرڪز هو. شهر ۾ بازارون هيون. ڪلهوڙن جي دور ۾ شهر جي اوير ۾ ڪي سرڪاري جايون هيون. انهن کي چاوڙي چوندا هئا. لَلِيا شهر اصل ۾ ڪنهن جو هو..؟ اِن لاءِ چئي نہ ٿو سگهجي پر روايتن مطابق ميرن جي حڪومت ۾ موندر شهر جي ملاحن جو لَلِيا پتڻ تي قبضو هو. موندر جي ملاحن ۾ شادي نالي هڪ پاٽڻي هو ۽ پتڻ ۾ احسان ملاح ۽ ٻين جا بہ حصا هئا. سال 1955ع۔1956ع ۾ لَلِيا شهر جي محمد اِبراهيم ولد جمعو جاڳيو جنهن موندر جي ملاحن (جن جو پاڙو پکيار هو) کان پتڻ جو ڇهہ آنا حصو ورتو ۽ لَلِيائي ملاح پتڻ تي حاوي هئا ڇو تہ اُهي لَلِيا شهر جا هئا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هي پتڻ ڳوٺ جي صورت ۾ ٿي ويو. اهو ڳوٺ 1982ع ۾ دادو مورو پُل ٺهڻ تائين ٻسون هلنديون هيون ۽ دادوءَ کان اُٺ، ٽانگا ۽ فور ويل

(وليز) جيپون هلنديون هيون. درياءَ جي ٻنهي ڪنارن تي ٽڙن وٽ هوٽلون هونديون هيون. ٻيڙن ۾ جيپن ۽ ڪارن ڪڻڻ واريون ٻيڙيون به هونديون هيون. محمد ابراهيم ملاح پاٽڻي هو. ناڪئي محمد ابراهيم کان پوءِ ناڪئو الهه اوباهيو پتڻ سنڀاليندو هو. پرڪيار ملاح پتڻ سنڀالي نہ سگهيا، ان ڪري 1960ع تائين انهن جو حصو ختم ٿي ويو. بلاول پُل (دادو مورو پُل) ٺهڻ کان پوءِ لَليا پتڻ جو تاريخي دور هميشہ لاءِ ختم ٿي ويو. سنڌو درياءَ جي مستي ختم ٿيڻ سان لَليا پتڻ جو اوج پڄاڻي تي پهتو. لَليا جو نئون ڳوٺ سائين سوَل پير جي پاڙي ۾ ٻڌو ويو آهي. هن ڳوٺ ۾ چڱ مڙسيءَ جي پڳ جيسر وڏيرن تي آهي. ڳوٺ ۾ جيسر، ملاح ۽ قاضي ويٺل آهن. هن ڳوٺ ۾ شهيد نور محمد لائبرري آهي جيڪا سنڌ جي وڏين لائبريرين مان هڪ آهي.

**پتڻ خيرو ديرو:**

هي پتڻ هاٽي ڄامشوري ضلعي ۾ اچي ويو آهي. هن دور ۾ درياءَ تي به پتڻ کُليل آهن. هڪ رُڪڻ پتڻ، ٻيو پراٽو ديرو. هي پتڻ غلام مصطفيٰ خان جتوئي صاحب کولايا. درياءَ جي ٻنهي ڪنارن کان جتوئي صاحبن جي ڪيٽي آهي.

ϒ

# ساهتي پرڳڻي ۾ تصنيف ۽ تاليف جو جائزو
(عربي ۽ فارسي)

ڊاڪٽر محمد ادريس السندي

سنڌ جي مشهور تاريخدان پير حسام الدين راشدي صاحب جوهڪ مقالو "ننگر ٺٽي ۾ تصنيف ۽ تاليف جو جائزو" جي عنوان سان ٽه ماهي "مهراڻ" 1980ع ۾ شايع ٿيو هو جنهن ۾ ٺٽي جي عالمن ۽ فاضلن جون علمي، ادبي، تصنيفي ۽ تاليفي خدمتون حاڪماڻي دورن جي ورڇ سان پيش ڪيون ويون هيون. ان مقالي ۾ پير صاحب لکيو آهي ته:

"هيءُ جائزو سنڌ جي فقط هڪ شهر جو آهي. حالانڪ عروج ۽ وسنديءَ وارن زمانن ۾ سنڌ جا ڪيترا شهر علمي ۽ ثقافتي حيثيت ۾ برک ۽ برتر هئا. جهڙوڪ: حيدرآباد، مٽياري، هالا، ملاڪاتيار، نوشهرو دربيلو ڪوٽڙي ڪبير، روهڙي، سکر، بکر، لکي غلام شاهہ، شڪارپور، ڳڙهي ياسين، شهدادڪوٽ، سيوهڻ، بوبڪ، لکي شاهہ صدر وغيره. اهي اهڙا شهر هئا، جتي سوين جيد عالم ۽بلند مرتبي جا اصحابِ علم ۽ فن هئا، جن ڪيئي قلمي آثار ڇڏيا هوندا. جن جي جيڪڏهن فهرست ٺهي سگهي ته هوند ڪنهن به صورت ۾ ٺٽي کان گهٽ ڪا نه ٿيندي. جيڪڏهن ڪي علم دوست، پيش ڪيل ترتيب تي انهن شهرن متعلق فهرستون تيار ڪن، ته هوند سنڌ جي علمي تاريخ تمام آسانيءَ سان مرتب ٿي وڃي."

راشدي صاحب جي ان مقالي کي پوريا 27 سال گذري چڪا آهن، پر سنڌ جي تمنا مطابق اڃ تائين ڪنهن به دوست ان ۾ دلچسپي نه ورتي آهي ۽ نه ذڪر ڪيل شهرن جي علمي تاريخ مرتب ڪئي آهي. سوچيم ته علمي سڳند سان واسيل پنهنجي پياري ساهتي پرڳڻي، (جنهن ۾ نوشهرو دربيلو ڪوٽڙي ڪبير، ۽ ٻيا ڪيترا علمي شهر اچي وڃن ٿا) جي اهڙي ريت علمي تاريخ مرتب ڪريان." مالا يُدرَڪُ ڪُله'، لا يُترَڪُ ڪُله" (جنهن شيءِ جو ڪل نه ٿو حاصل ڪري سگهجي، ته پلا سڀ ڪجهه ڇڏي به ناهي ڏيڻو. ڪجهه ٿي ڪار) جيئن پير صاحب جي تمنا ڪجهه في صد ته پوري ٿئي ۽

ممڪن آهي تہ هن مضمون کان پوءِ ان پاسي ڏانهن دڳ کلي پوي ۽ ٻيا احباب بہ پنهنجن پنهنجن علائقن/ شهرن جون اهڙي طرح علمي، ۽ادبي تاريخون مرتب ڪن.

بهرحال راشدي پير حسام الدين صاحب جن، انهيءَ سلسلي جي خِشت اول رکي گوءِ کٽي ويا۔ بقول شاعر:

فَلَو قَبلَ مبكَا هَا بَكَيتُ صَبَا بَةَ
بِسُعدي شَفَيتُ النّفسَ قَبلَ التّنَدم
وَلكن بَكَت قَبلي فَهَيّجَ لي البُكَا
بُكَا هَا فَقُلتُ الفَضلُ لِلمُتَقَدم

ترجمو: (پنهنجي محبوب) سُعديٰ سان محبت ۾ جيڪر سندس روئڻ کان اڳ مان روئان ها، تہ (هاڻوڪي) پشيماني کان اڳ ئي پنهنجي نفس کي تسلي ڏيئي سگهان ها. پر هوءَ تہ مونکان اڳ (منهنجي محبت ۾) روئي ويئي، ان جي روئڻ سبب منهنجو روئڻ هيڪر وڌي ويو. نيٺ (مجيندي) چئي وينس تہ: اهڙو ڪريڊيٽ، اڳيرائي ڪندڙ کي ئي ملڻ گهرجي.

اسانجو ساهتي پرڳڻو ڪنهن بہ لحاظ کان ٺٽي کان گهٽ ڪين آهي. جيتوڻيڪ ٺٽي شهر کي اهي علمي مواقع، دارالحڪومت هئڻ سبب مليا. هو هڪ مرڪزي شهر هو. بقول رچرڊ برٽن جي: هڪ ئي وقت اتي 400 مدرسا تعليمي ڪم ڪندا هئا.

اسانجي ساهتي پرڳڻي ۾ ٺارو شاهہ، دربيلو خانواهڻ، ڪُنڊا ڪاهي، ڪوٽڙي محمد ڪبير، ڪنڊيارو، ڪاهي راهو، گچيرو، محبت ديرو، مورو، نوشهرو فيروز، هالاڻي ۽ ٻيا شهر، واهڻ ۽ وستيون، علمي مرڪز رهيا آهن. اڄ انهن شهرن ۽ ڳوٺن جي علمي تاريخ لکنداسون ۽ انهن شهرن ۾ تصنيف ۽ تاليف جو جائزو وٺنداسون، تہ اسان کي پاڻ سڃاڻڻ جو موقعو ملندو ۽ پنهنجي اباڻي ورثي جو پتو پوندو. نہ تہ اسانجو ايندڙ نسل اونداهي ۾ رهندو.

راقم الحروف، هن مقالي کي حاڪماڻي دورن ۾ ورهائڻ نہ ٿو چاهي. بلڪ ساهتي پرڳڻي جي هر علمي شهر/ ڳوٺ جو علمي ڪم الڳ الڳ بيان ڪرڻ گهري ٿو.

ياد رهي تہ "ساهتي پرڳڻو" هن وقت ضلع نوشهرفيروز جي پنجن تعلقن تي مشتمل آهي: نوشهروفيروز، مورو، ڪنڊيارو، ڀريا ۽ محرابپور.

اسان انهن علائقن جي علمي ڪم جوجائزو پيش ڪريون ٿا. جيتوڻيڪ ڪنهن دور ۾ ساهتي پرڳڻي جون حدون بقول ڪن محققن جي، گمبٽ تائين هيون، پر هاڻي اهوعلائقو ضلعي خيرپور ۾ شامل آهي. ياد رهي تہ هن مقالي ۾ صرف عربي ۽ فارسي تصنيفات جو ذڪر ڪيو ويو آهي. البتہ سنڌي ۽ اردو ڪتابن مان چند ناياب خطي تصنيفن جي ڄاڻ بہ ڏني وئي آهي، جيئن انهن جو تذڪرو محفوظ رهي. ڇاپي ڪتاب تہ هونئن ئي محفوظ آهن.

## بگو دڙو:

1. مولانا الله بخش سيٺر (وفات 1385هہ)

1. مدح نامہ منظوم شاهہ مردان شاهہ (فارسي)
2. ڪتاب الشفاء (طبي نسخہ جات) (سنڌي)
3. مجموعہ اوراد و وظائف (فارسي)
4. مجموعہ ڪلام (سنڌي)
5. بياض اڪبر (مناجات، قطعهاي تاريخي ۽ وظائف وغيره)
6. ڪلام مسجدي (ابيات عربي، سنڌي ۽ فارسي)
7. بياض ڪبير در اوراد و وظائف و ڪلام منظوم
8. مجموعہ عجيب و غريب (1318هہ) (1)

## ٺارو شاهہ:

2. محدث محمد عيسي ساندائي ٺارو شاهي (وفات 1294 هہ)

1. رسالة في اثبات الجهة والفوقية والا ستقرار للهِ تعاليٰ (عربي) (2)

3. مولانا فيض الڪريم بن محمد عيسي ساندائي، ٺارو شاهي، (وفات 1953ع، 1372هہ)

1. حواشي شرح الهمداني علي مختصر الميزان (عربي) (3)
2. مخزن الصيغة منظوم (فارسي) (4)
3. ڪشف الحجاب عن اعتراض اولي الالباب (فارسي) (5)
4. نيل المراد (فارسي)
5. ضميمہ نيل المراد (فارسي) (6)
6. رسالہ در جواز اختضاب بسواد (فارسي)

7. جواب الجواب (فارسي) (7)
8. شڏيءَ جو شور (سنڌي) (8)

## دربيلو (ڏيرو):

4. مخدوم قاضي عبدالله بن ابراهيم دربيلي

1ـ التحفة الفاكهية بثمار الصلوات النبوية (عربي) (9)

5. شيخ رحمت الله بن قاضي عبدالله دربيلي (وفات 993هـ)

1. المنسڪ الصغير (عربي) (10)
2. المنسڪ المتوسط (عربي) (11)
3. المنسڪ الڪبير (عربي) (12)
4. غاية التحقيق في اقتداءِ المخالف في المذهب (عربي) (13)
5. تلخيص تنزيهہ الشريعة المرفوعة (عربي) (14)
6. رسالة في ڪراهة تڪرار الجماعة في المسجد (عربي) (15)
7. رسالة في تائيد القول بالعصر الثاني (عربي)
8. رسالة في الاقتداءِ بالمخالف (عربي) (16)

6. مخدوم حميد بن قاضي عبدالله دربيلي (وفات 1009هـ)

1. القول الحسن في جواز الاقتداء بالامام الشافعي في النوافل والسنن (عربي) (17)

7. مخدوم عبدالله متقي بن سعد دربيلي (وفات 996هـ)

1ـ حواشي مشڪوة المصابيح (عربي) (18)

8. مخدوم نعمة الله دربيلي

1. ديوان نعمو (فارسي) (19)

9. مخدوم محمد عيسي دربيلي (خواهرزاده وداماد مخدوم عثمان دربيلي) (وفات 1035هـ)

1ـ فتوي در ردّ مهدي جونپوري (فارسي) (20الف)
2ـ حل المشڪلات (20ـب)

10. ميان فاضل دربيلي

1. حواشي "شرح الجامي" (عربي) (21)

11. مخدوم عبداللطيف بن محمد عثمان دربيلي (وفات 1024هـ)

1. شرح "الفوائد الضيائيه" (عربي) (22)
2. منقح العوامل شرح "مائة عامل" (عربي) (23)
3. رسالة في النهي عن الاشارة في التشهد (24)

12. مخدوم محمد جان بن عبداللطيف دربيلي

1. صلوة دربيلي (فارسي) (25)
2. حاشيه بر "شرح جامي" (عربي) (26)
3. حاشيه علي رسالة الزوراء و شرحها (عربي) (27)
4. شرح "قصيده بانت سعاد" (عربي) (28)
5. رسالة في تحقيق الاشارة و البشارة (عربي) (29)
6. حاشية مشكوة المصابيح (عربي) (30)
7. حاشيه ضريري (عربي) (31)
8. رسالة في العقائد (عربي) (32)
9. ترجمه كلمات كفريه (فارسي) (33)

13. مخدوم عبدالملك بن عبداللطيف دربيلي (وفات 1057هـ)

1. رسالة في بيان الكلمات الكفرية علي السنة الناس في معاملا تهم و مكالما تهم (عربي) (34)
2. حواشي الفوائد الضيائية (عربي) (35)

14. مخدوم محمد سعيد بن عبداللطيف دربيلي

1ـ حواشي "الفوائد الضيائيه" (شرح جامي) (عربي) (36)

15. مخدوم مير محمد بن محمد صادق بن عبدالجليل بن مخدوم عثمان دربيلي

1. ملحقات صلوة دربيلي (فارسي) (37)

16. مخدوم نظام الدين بن عبدالرزاق بن سكندر دربيلي

1ـ چشم چراغ (فارسي) (38)
2ـ انيس انجمن (فارسي) (39)
3ـ شمع انجمن (فارسي) (40)
4ـ هفت كواكب (فارسي) (41)

17. قاضي خير محمد بن حيدر علي دربيلي
1. شجره مخدومان دربيلہ (فارسي) (42)

18. مخدوم علي گوهر بن مخدوم محمد جعفر دربيلي
1. شرح شجره مخدومان دربيلہ (فارسي) (43)

19. مخدوم عبدالعليم بن عبدالنبي دربيلي
1. شجره مخدومان دربيلہ (فارسي) (44)

20. مخدوم غلام محمد دربيلي
1. بياض مخدوم غلام محمد دربيلي (45)

## خانواهڻ:

21۔ قاضي قطب الدين قريشي خانائي
1. تذڪرهء خاندان قريش (فارسي) (46 الف)

22۔ قاضي ميان محمد بن قاضي ميان محمد اشرف خانائي
1. طب محمدي (فارسي) (46 ب)

## چاچڪ:

23۔ استاد عبدالخالق پيرزادو (وفات 1977ع)
1۔ صراط مستقيم (سنڌي)
2۔ پنج منزلون (سنڌي)
3۔ عاقل انسان (سنڌي)
4۔ امتحان الهي (سنڌي)
5۔ وصيت رسول صلي الله عليہ وسلم (سنڌي)
6۔ انسان اشرف المخلوقات (سنڌي) (46 ج)

## سيدو باغ:

24۔ مولانا محمد عالم بن محمد عمر سومرو (وفات 1942/ 1361ھ)
1۔ بياض صغير (اول) در اشعار و طب و متفرقات (فارسي)
2۔ بياض صغير (دوم) در اشعار و طب و متفرقات (فارسي)
3۔ بياض متوسط (اول) در اشعار و طب و متفرقات (فارسي)

4ـ بياض متوسط (ثاني) دراشعار وطب و متفرقات (فارسي)
5ـ . بياض ڪبير درمسائل فقهيه و اشعار و متفرقات (فارسي) (46 د)

## شاهپور جهانيان:

25. سيد فتح الدين شاهہ بن سيد ويڏل شاهہ
1. ديوان فارسي اشعار

26. سيد قطب علي شاهہ بن فتح الدين شاهہ (1229ـ1328هہ)
1ـ ڪلام قطب (سنڌي سرائڪي)

27. سيد روشن علي شاهہ بن سيد قطب علي شاهہ (1270ـ 1350هہ)
1ـ ڪلام روشن (سنڌي سرائڪي)

28. سيد شمس الدين شاهہ بن سيد قطب علي شاهہ (1879ـ 1920ع)
1ـ ڪلام شمن (سنڌي سرائڪي)

29. سيد غلام شاهہ بن شير محمد شاهہ بن ويڏل شاهہ (1840ـ 1928ع)
1ـ ڪلام غلام شاهہ (سنڌي سرائڪي)

30. سيد هادي بخش شاهہ مسڪين بن سيد روشن شاهہ (1297ـ 1360هہ)
1. ڪلام مسڪين (سنڌي سرائڪي) (46هہ)

## ڪُنڊا ڪاهي:

31. سيد نور محمد شاهہ ڪنڊائي (وفات 1270هہ)
1. قواعد المعرفة (سنڌي)
2. تڪميل المعرفة (فارسي) (47)
3. قوت قلبي (سنڌي) (48ـ الف)

32. علامہ مفتي غلام قادر ميمڻ (وفات 2007ع)
1. شجرة النحو (سنڌي)
2. القول الظهير شرح "نحو مير" (اردو)
3. حاشيہ "شرح جامي" (عربي)
4. تقرير "ڪافيہ" (سنڌي)
5. شرح "ايسا غوجي" (سنڌي)

6. شرح "سراجي" (سنڌي)
7. حاشيه "هدايه اخيرين" (عربي)
8. رساله درعفت زليخا (عربي)
9. تحرير درجواز قضاء و امارت نساء (اردو)
10. رساله در مسائل عشر و زڪواة (اردو)
11. مجموعه ابيات درحل مشڪلاتِ منطق و نحو (فارسي)
12. فارسي گرامر (سنڌي)
13. حاشيه "شرح نخبة الفڪر" (عربي)
14. مثنوي در انگلش گرامر (فارسي)
15. مجموعه فتاوي فقهيه
16. شرح "جامع ترمذي" (اردو)
17. بياض قادري (فارسي، عربي، سنڌي) (48 ب)

## ڪنڊيارو:

33. مخدوم ابو طالب بن علي الحڪيم ڪنڊياروي

1_ الحجة البالغة في تحريم الدخان (عربي) (49)
2_ البرهان في تحريم الدخان (عربي) (50)
3_ رساله درڪيميا (فارسي) (51)

34. مخدوم محمد عالم بن ابي طالب ڪنڊياروي

1_ عادات النبي صلي الله عليه وسلم (فارسي) (52)

35. مخدوم محمد هاشم سومرو ڪنڊياروي

1_ استناد شرح "قصيدهء بانت سعاد" (فارسي) (53)

36. مخدوم محمد حسين ڀهنڪري ڪنڊياروي

1_ حواشي "شرح الجامي" (الفوائد الضيائية) (54 الف)

37. آخوند عبدالرحمان بن عبداللطيف (وفات بعد از 1259هه)

1_ شرح "ڪريما" سعدي (فارسي) (54 ب)

## ڪوٽڙي محمد ڪبير:

38. مخدوم محمد ڪبير گنبذي

1_ حواشي "شرح الجامي" (عربي) (55)

39. مخدوم وجه الدين بن محمد قاسم بن محمد ڪبير
1ـ بياض وجه الدين (56)

## ڪاهي راهو:

40. ابو سراج الدين محمد، عرف: نصير الدين بن سلطان لانگاه
1ـ جنت الفردوس (سنڌي نثر) (57ـ الف)

41. مخدوم عبدالڪريم
1ـ رساله سلوڪ (فارسي) (57ـ ب)

## گچيرو:

42. مخدوم محمد صادق گچيرائي
1ـ منبع المسائل يا التحقيق الڪامل في شرح مائة العوامل يا بحر السعة في شرح المائة (عربي) (58)

## محبت ديرو:

43. مولانا فضل بن محمد قائماڻي "طالب" (وفات 1961)
1ـ شجرهء خاندان قريش (فارسي) (59)

## مورو:

44. مخدوم عبدالرئوف مورائي (وفات 1306هه)
1. تنزيهه از تشبيه (فارسي)
2. الا ستدلال القوي لا ذلال الحشوي (عربي) (60)
3. ارشاد آراء الاعتقاد الحق لا فساد اهواءِ الباطل المطلق (61)
4. مجموعهءِ فتاوي علماءِ سند (62)
5. ردالوهابيه (سنڌي) (63)
6. ازالة الغين من العين لاثبات الانتقاض بالخارج من غير السبيلين (64)
7. تحرير در فرضيت علم باطن (فارسي) در رد مخدوم مسعود چوٽياروي (65)
8. تحريرات المسائل علي حسب النوازل (66ـ الف)
9. خطبات جمعه (عربي) (66ـ ب)

45. محمد صادق بن عبدالرئوف مورائي (وفات 1968ع)
1. فتوي وجهي ملن بابت (سنڌي) (67)
2. ڪلام محمد صادق (68)
3. مجموعہ تحريرات وفتاوي (69)

46. قاضي نبي بخش مورائي (وفات 1938ع)
1. شمشير مورائي بگردن عبدالواحد ڦلائي (70)

## نوشهرو فيروز:

47. قاضي ابوالمعالي بن محمد عثمان نوشهرائي (1099ـ 1180هہ)
1. ڪتاب الصلوة (فارسي)
2. فضائل الصلوة (فارسي) (71)

48. مخدوم عبدالڪريم بن عبدالملڪ نوشهرائي
1. اجازة علمية لعبدالمنعم بن عبدالرحيم (عربي) (72)

49. مخدوم عبدالحي نوشهرائي
1. بياض فقهي (عربي فارسي) (73)

50. محمد ڪبير (؟) نوشهرائي
1. انشاء بهار (فارسي) (74)

51. عبدالخالق نوشهرائي
1. وصفون فقيريءَ جون (سنڌي) (75)

## هالاڻي:

52. مخدوم سيد عاقل شاهہ حسيني
1. ترجمہ فارسي "بناء الاسلام" سنڌي از نثوي (تاليف درسال 1233هہ) (فارسي) (76).

**حوالا ۽ سمجهاڻيون:**

(1) مولانا الله بخش سينئر تخلص "مشفق" يا "مسجدي"، وڏو عالم ٿي گذريو آهي. مولانا عبدالغفور همايوني جو شاگرد هو. سندس تصنيفات ۽ ڪلام مخطوطات جي شڪل ۾ جناب امام بخش قادري حنفي، پڪاچانگ (خيرپورميرس) وٽ محفوظ آهن. سندس فرزند مولانا عبدالباقي بن الله بخش به اڃان حال حيات آهي، جنهن جي عمر هن وقت 90 سال آهي.

(2) اهو رسالو ته هٽ ڪو نه اچي سگهيو البته مخدوم عبدالمجيد متعلويءَ جيڪو ان تي رد لکيو آهي، سو مڪتبه معروفيه متياريءَ ۾ موجود آهي.

(3) راقم الحروف وٽ "حواشي شرح الهمداني" جو مخطوطو موجود آهي.

(4) "مخزن الصيغ" جو خطي نسخو ڪتبخانه پير ميان محمدي قريشي "ابجي" منياڻي ۾ آهي.

(5) راقم الحروف وٽ "ڪشف الحجاب" جو فوٽو اسٽيٽ موجود آهي.

(6) "نيل المراد" ۽ "ضميمه نيل المراد" جو ذڪر، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پنهنجي فارسي رسالي (جيڪو مولانا فيض الڪريم جي رد ۾ لکيل آهي) "اظهار الافراط" ۾ ڪيو آهي.

(7) پنهي رسالن جو ذڪر، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، پنهنجي فارسي رسالي"اصلاح المفاسد بترديد هفوات الباغض الحاسد" ۾ ڪيو آهي، جيڪو مولانا فيض الڪريم جي رسالي "جواب الجواب" جي ترديد ۾ لکيل آهي. اهو "جواب الجواب" وري حڪيم فتح محمد جي "رساله در جواز اختضاب بسواد" جي ترديد ۾ آهي. اهي سڀ رسالا، فارسي ۾ آهن. ترديد جي لحاظ کان رسالن جي ترتيب هن ريت بيهي ٿي:

1. " رساله در جواز اختضاب بسواد" ازمولانا فيض الڪريم.
2. "جواب لاجواب" از حڪيم فتح محمد سيوهاڻي.
3. "جواب الجواب" از مولانا فيض الڪريم.
4. "اصلاح المفاسد بترديد هفوات الباغض الحاسد" از سيوهاڻي.

(8) راقم الحروف وٽ ان جو فوٽو اسٽيٽ موجود آهي.

(9) مڪتبة محموديه مدينة المنورة ۽ مڪتبه ميان محمدي قريشي "ابجي" منياڻيءَ ۾ انجا خطي نسخا موجود آهن.

(10) "منسڪ صغير" جا خطي نسخا، مڪتبه محموديه مدينة المنورة ۽ ٻين ڪتبخانن ۾ موجود آهن.

(11) "منسڪ متوسط" جو قلمي نسخو مڪتبة الملڪ عبدالعزيز مدينة المنوره ۾ موجود آهي ۽ اهو ڪتاب 1283هه ۾ قاهره / مصر مان شايع به ٿيو هو.

(12) "منسڪ ڪبير" جو خطي نسخو مڪتبة الحرم المڪي ۾ موجود آهي ۽ اهو ڪتاب 1289هه ۾ مطبع محموديه قسطنطنيه مان شايع ٿيو هو.
(13) "غاية التحقيق" جو قلمي نسخو الڪبير اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير ۾ ۽ ٻيا 5 قلمي نسخا، مڪتبة الملڪ عبدالعزيز مدينة المنوره ۾ موجود آهن.
(14) "نزهة الخواطر" عبدالحي الحسني ج 99/4 ص.
(15) "المختصر من ڪتاب نشرالنور و الزهر" ج ا ص 154.
(16) ڀنهي لاءِ حوالو ساڳيو.
(17) "القول الحسن" جو خطي نسخو مڪتبة راشديه پير ڳوٺ ۾ موجود آهي.
(18) "زادالمتقين" ازعبدالحق دهلوي، اردو ترجمو از عبدالحليم چشتي، الرحيم اڪيڊمي ڪراچي ص 360.
(19) "شرح شجره مخدومان دربيلہ" فارسي ازعلي گوهر دربيلي ص 36
(20–الف): انهي فتوي جو قلمي نسخو مڪتبہ محموديہ مدينة المنوره ۾ موجود آهي.
(20_ ب): ڏسو "تمام العناية" مخدوم ٺٽوي جو مقدمو از راقم الحروف صہ 13.
(21) ان جا ڪجهہ حاشيا، الڪبيراڪيڊمي ۾ موجود "شرح الجامي" جي هڪ خطي نسخي جي هوامش تي لکيل آهن.
(22) ان جو قلمي نسخو قرانئي (عمرڪوٽ) ۾ موجود آهي.

a. "منقح العوامل" جو خطي نسخو مولانا عبدالوهاب چاچڙ، روهڙي وٽ موجود آهي.
b. اشارة في التشهد بابت لکيل انهيءَ رسالي جو خطي نسخو مڪتبہ محموديہ مدينة المنوره ۽ همدرد يونيورسٽيءَ جي لائبريري ۾ موجود آهي.
c. "شجره مخدومان دربيلہ" از عبدالعليم دربيلي قلمي (فارسي) ص 5 ۽ "شرح شجره مخدومان دربيلہ" ازعلي گوهر دربيلي قلمي ص 32 .
d. "شرح شجره مخدومان دربيلي" قلمي صہ 32.
e. راقم الحروف وٽ "حاشية علي رسالة الزوراءِ" جو نسخو موجود آهي.
f. "بياض عثمان"، درگاهہ الله آباد ڪنڊيارو ۾ ان جو حوالو آيل آهي. نيز "بياض عبدالحي نوشهرائي" ۾ انهيءَ "شرح قصيده بانت سعاد" جو ذڪر ملي ٿو.
g. "رسالہ في تحقيق الاشارة و البشارة" جا خطي نسخا، مڪتبہ محموديہ مدينة المنورة، درگاهہ الہ آباد ڪنڊيارو ۽ همدرديونيورسٽي لائبريري ڪراچي ۾ موجود آهن.
h. الڪبير اڪيڊمي ۾ موجود "مشڪوة المصابيح" جي قلمي نسخي جي هوامش تي، مخدوم محمد جان جا حاشيا آيل آهن.
i. مولانا عبدالوهاب چاچڙ وٽ موجود "منقح العوامل" جي آخر ۾ آيل "ضريري" جي هوامش تي مخدوم محمدجان جون تعليقات ڏٺل آهن.

j. "رسالة في العقائد" جو خطي نسخو مڪتبه محموديه مدينة المنورة ۾ موجود آهي.
k. حوالو ساڳيو.
l. حوالو ساڳيو.
m. الڪبير اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير ۾ موجود "الفوائد الضيائية" (شرح الجامي)جي هوامش تي مخدوم عبدالملڪ جا حاشيا به نقل ٿيل آهن ۽ انهيءَ حواشي جو ذڪر مخدوم علي گوهر "شرح شجره مخدومان دربيلہ" فارسي قلمي ۾ صہ 32 تي به ڪيو آهي.
n. الڪبير اڪيڊمي واري "شرح الجامي" جي قلمي نسخي جي هوامش تي مخدوم محمد سعيد جا حاشيا به لڳل آهن.
o. "شرح شجره مخدومان دربيلہ" از علي گوهر دربيلي صہ 34 ۽ "شجره مخدومان دربيلہ" از مخدوم عبدالعليم دربيلي صہ 6
p. "چشم چراغ" جا قلمي نسخا, قاسميه لائبرري ۽ الڪبير اڪيڊمي ۾ موجود آهن.
q. "انيس انجمن" جو قلمي نسخو الڪبير اڪيڊمي, ڪوٽڙي محمد ڪبير ۾ موجود آهي.
r. قاسميه لائبرري ڪنڊيارو ۾ "شمع انجمن" جو خطي نسخو موجود آهي.
s. ڊاڪٽر حامد علي خانائي, "ساهتيءَ جا قديم علمي مرڪز" ص 330.
t. راقم الحروف وٽ ان جو عڪس موجود آهي.
u. راقم الحروف وٽ ان جو عڪس موجود آهي.
v. راقم الحروف وٽ ان جو عڪس موجود آهي.
w. سنڌالاجي جي لائبرريءَ ۾ اهو بياض محفوظ آهي (ڏسو خزينۃالمخطوطات ج ا ص 27.

(46–الف): ڊاڪٽر حامد علي خانائي "ساهتيءَ جا قديم علمي مرڪز" پي ايچ ڊي ٿيسز ص 375.

(46_ب): حوالو ساڳيو ص 283

(46_ج): استاد عبدالخالق جا اهي سمورا ڪتاب, سندس هٿ اکري, قلمي صورت ۾ قاسميہ لائبرري ڪنڊيارو ۾ محفوظ آهن. سمورا رسالا سنڌيءَ ۾ آهن. هن مقالي ۾ درج ڪري ڇڏيم, جيئن استاد عبدالخالق جي انهيءَ ڪاوش ڪي زندگي ملي ۽ شائقين ڪي خبر پوي تہ اهي رسالا ڪٿي محفوظ آهن.

(46_د): مولانا محمد عالم جا اهي مخطوطات, سندس پونئيرن وٽ محفوظ آهن.

(46_هہ): ڪتاب "جهانيان خاندان" (طبع: سنڌالاجي 1972) ۾ جهانيان خاندان جي انهن سمورن بزرگن جي ديوانن ۽ ڪلامن جو انتخاب ڏنل آهي ۽ اصل نسخا سندن خاندان وٽ محفوظ آهن.

(47) عالميه لائبرري ڪنڊيارو ۾ "تڪميل المعرفة" ۽ "قواعد المعرفة" جا خطي نسخا، راقم الحروف جي پڙڏاڏي جي چاچي مولانا محمد عثمان سومرو جي هٿ اکري موجود آهن. ادريس.

(48– الف): ڏسو "فهرست مخطوطات ڪتبخانہ پير ميان محمد قريشي از محمد شريف قريشي" ص 32.

(48_ب): مفتي اعظم سنڌ، سنڌ جو مشهور محدث ۽ فقيہ، جيڪو دارالهدي ٺيڙهيءَ ۾ تقريباً 60 سال علمي فيض ونڊيندو رهيو سو تازو 14 ربيع الاول 1428هہ تي، 90 سالن جي ڄمار ۾ فوت ٿيو. سندن تصنيفون، يونٿيرن ۽ شاگردن وٽ، خطي صورت ۾ محفوظ آهن.

(49) "الحجة البالغة" جو هڪ قلمي نسخو "مڪتبہ محموديہ" مدينة المنورة ۽ ٻيو نسخو "مڪتبہ ساقزلي" مدينة المنورة ۾ موجود آهي.

(50) "البرهلن" جو ڏس خود مولف، "الحجة البالغة" جي آخر ۾ ڏنو آهي. ادريس.

(51) "رسالہ ڪيميا" جو قلمي نسخو استاد محمد حسن قريشي وٽ (ڳوٺ شيخ احمد، نزد ڪنڊيارو) موجود آهي.

a. "عادات النبي صلي الله عليہ وسلم" جو خطي نسخو استاد محمد حسن قريشيءَ وٽ موجود آهي.

b. "استناد" جو قلمي نسخو نيشنل ميوزم ڪراچي ۾ سال 1120هہ جو ڪتابت ٿيل موجود آهي.

i. ـ الف) حمد حسين ڪنڊياروي‌ءَ جا چند حاشيا، الڪبيرا ڪيڊمي ۾ موجود شرح الجامي جي هڪ نادر نسخي جي هوا مش تي لکيل آهن.

(54ـ ب) راقم الحروف وٽ موجود آهي.

(55) مخدوم محمد ڪبير جا اهي حاشيا "الڪبير اڪيڊمي"۾ موجود "شرح الجامي" جي هڪ نادر نسخي جي هوا مش تي لکيل آهن

a. "الڪبيرا اڪيڊمي"، ڪوٽڙي ڪبير ۾ انهيءَ بياض جو قلمي نسخو 1115 هہ جو ڪتابت ٿيل موجود آهي.

(57–الف): "جنت الفردوس" جي هڪ قلمي نسخي (ڪتابت شده 1155هہ) جو ذڪر، خانائي صاحب، پنهنجي پي ايچ ڊي ٿيسز "ساهتيءَ جا قديم علمي مرڪز" ص 54 ۾ ڪيو آهي.

(57_ب): "رسالہ سلوڪ" جو خطي نسخو راقم الحروف وٽ موجود آهي.

(58) "منبع المسائل" جا قلمي نسخا، درگاهہ الهہ آباد ڪنڊيارو، قاسميہ لائبرري ڪنڊيارو ۽ مڪتبہ معروفيہ مٽياري ۾ موجود آهن.

i. ڊاڪٽر حامد علي خانائي. "ساهتيءَ جا قديم علمي مرڪز" پي ايچ ڊي ٿيسز ص 827.

ii. راقم الحروف وٽ "تنزيه از تشبيه" ۽ "الاستدلال القوي" جا نسخا موجود آهن.
iii. "ارشاد آراءِ الاعتقاد الحق" جو ذڪر، مولانا عبدالقادر پنهواري وارن "لطائف العلوم" ص 166 ۾ ڪيو آهي.
iv. "مجموعہ فتاوي علماءِ سند" جو ڪجهه حصو الڪبير اڪيڊمي ۾ ۽ ڪجهه سنڌالاجي ۾ موجود آهي.
v. "ردالوهابيہ" جو قلمي نسخو سنڌالاجي ۾ موجود آهي. ڏسو "خزينة المخطوطات ج ا ص 28.
vi. "ازالة الغين" سنڌالاجي ۾ موجود آهي. ڏسو خزينة المخطوطات ج ا ص 28.
vii. ٽہ ماهي "مهراڻ" سوانح نمبر 3_4/ 1957ص 170.

(66-الف): "تحريرات المسائل" سنڌالاجي ۾ موجود آهي. ڏسو خزينة المخطوطات ج ا ص 25. ان ۾ غلطي سان ان جي نسبت مخدوم سيوستاني ڏانهن ڪيل آهي.
(66_ ب): اهڙن عربي خطبن مان هڪ خطبو مولانا الله بخش سيلر جي هڪ بياض ۾ راقم ڏٺو.
(67) اها فتويٰ سنڌالاجي ۾ موجود آهي.
(68) محمد صادق جي ڪلام ڪي، اسان جي دوست پروفيسر شمشاد احمد سومرو صاحب، "نينهن ڪيم نروار" جي نالي سان ترتيب ڏنو آهي.
(69) سنڌالاجي ۾ اهي تحريرات موجود آهن. ڏسو خزينة المخطوطات ج ا ص 58 ص 59 ۽ ص 60.
(70) شمشاد احمد سومرو مقالو "موري جا مور"ماهوار "نئين زندگي" ڊسمبر 1997 ص 30.
(71) پنهي ڪتابن لاءِ ڏسو "ساهتيءَ جا قديمي علمي مرڪز" ص 772 ۽ 773
(72) ان اجازة جو قلمي نسخو "عجالة الطالبين" جعفر بوبڪاني سان گڏ، مڪتبة دارالعلوم مجدديه ملير، ڪراچي ۾ موجود آهي.
(73) ان "بياض فقهي" جو خطي نسخو آدم بن احمد بن آدم نوشهرائي جو دستخط دار الهدي نيڙهي (خيرپور ميرس) ۾ محفوظ آهي.
(74) "انشاءَ بهار" جو واحد نسخو راقم الحروف وٽ محفوظ آهي.
(75) "وصفون فقيريءَ جون" راقم الحروف وٽ قلمي صورت ۾ محفوظ آهي.
(76) فارسي "بناءِ الاسلام" جو خطي نسخو مڪتبة دارالعلوم مجدديه، ملير ڪراچي ۾ موجود آهي.

Υ

# ساهتيءَ جو لهجو ۽ ان جو صوتياتي اڀياس

الطاف حسين جوکيو

موجوده ضلعي نوشهري فيروز جي حدن کي 'ساهتي پرڳڻي' جي نالي سان سڏبو پئي رهيو آهي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جي وچولي لهجي ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. تاريخي اعتبار کان علم و ادب ۾ هڪ نرالو مقام رکي ٿو پر وقت جي ويرن ان جو ڪافي مواد محفوظ ڪرڻ نه ڏنو، پر تنهن هوندي به هتان جي ٻولي سپڪ سوادي ۽ ٻين لهجن کان صاف چٽي هجڻ سبب ساهت واري ٻولي يا ادبي ٻولي سڏبي پئي رهي آهي. لفظ "ساهت" ادب لاءِ به هن خطي سان ئي وابسته رهيو آهي. پر سرڪاري پنيرائپ نه هجڻ سبب هي علائقو جهڙوڪر نظر انداز ٿيل آهي. ڊاڪٽر حامد علي خانائي ساهتي پرڳڻي جي حيثيت ڄاڻائيندي لکي ٿو ته : "ساهتي پرڳڻو اوائلي دور کان علم، تهذيب ۽ تمدن جو اهم مرڪز هو. چچ نامي جي احوالن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته قديم هندو دور ۾ ساهتي پرڳڻو موجود هو. لوهاڻو ان قديم هندو دور ۾ سنڌ جو هڪ اهم صوبو هو جنهن جو حاڪم راءِ گهراڻي جي زوال وقت "اگهم" هو. انهيءَ لوهاڻي صوبي ۾ لاکا، سما ۽ سهتا قوم قديم بستيون هيون. لوهاڻو صوبو مکيه ٽن ننڍن پرڳڻن ۾ ورهايل هو جهڙوڪ: لاکاٽ، لوهاڻو ۽ ساهتي. هن علائقي مان وهندڙ درياهه کي اڪثر ڪريَ "لوهاڻو درياهه" ڪري سڏيو ويندو هو.(1)

ساهتيءَ ۾: ڪنڊيارو، نوشهرو فيروز، مورو ۽ هاڻوڪا تعلقا محراب پور ۽ پڊيا.

لاکاٽ ۾: هالا ۽ حيدرآباد تعلقي جا ڪجهه حصا اچي وڃن ٿا.

لوهاڻي ۾: شهدادپور ۽ سنجهوري تعلقي جي ايراضي اچي وڃي ٿي.

ڪن تاريخي واقعن جي چند ڄاڻ مان اِيترو معلوم ٿيو آهي ته ڪنهن سمي "هاڪڙي" درياهه جي هڪ شاخ جو وهڪرو ساهتيءَ مان وهندو هو جنهن کي ساهتيءَ ۾ "لوهاڻو درياهه" به ڪري سڏيندا هئا. اهو ئي

درياهہ ساهتي پرڳڻي جو وچ ڏيندو. ڪوٽڙي ڪبير، هالاڻي، گهيڙ گجو ياڻي خان جي پنڊ، هالا ۾ شهدادپور کان سهڻي ۾ ميهار جي قبرن جو وچ ڏيندو رحمڪي بازار کان وجي سمنڊ ۾ پوندو هو. "راور" وارو قديم رستو جنهن کي اڳئين جڳ جا ماڻهو "تار وارو رستو" (قومي شاهراهہ) سڏيندا هئا، اهو ساڳيو "راءِ گهراڻي" جي دور ۾ ساهتيءَ وارا "راور" وارو رستو لاکاٽ ۾ لوهاڻي پرڳڻي وارا "اگهم" واري رستي جي نالي سان سڏيندا هئا. انهن احوالن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ هاڪڙي درياهہ جي هڪ شاخ روهڙيءَ کان وهندي هئي، جيڪا "ساهتي پرڳڻي" کي سيراب ڪندي هئي.

سن 711ع ۾ عربن سنڌ تي حملو ڪيو. ان وقت بہ سنڌ جو ساهتي پرڳڻو لوهاڻي صوبي جو هڪ حصو هو ۽ ان وقت سنڌ جي حاڪم راجا ڏاهر جي پاران ان تي هڪ هندو راجا راڄ ڪندو هو. محمّد بن قاسم جڏهن سيوهڻ جو علائقو فتح ڪيو تڏهن لوهاڻي صوبي جو حاڪم "اگهم"، جنهن جي هٿ هيٺ لاکاٽ، لوهاڻو ۽ ساهتي پرڳڻا هئا، فرمان موڪلي تابعداريءَ جي گهر ڪئي. (2)

مقصد تہ هر دور ۾ تاريخي لحاظ کان ساهتي پرڳڻو وڏي اهميت جو حامل رهيو آهي، پر بدقسمتيءَ سان مورخن هن خطي کي نظر انداز ڪيو آهي. ڊاڪٽر خانائي، سنڌي ٻوليءَ جي معياري لهجي بابت ڄاڻائيندي لکي ٿو تہ: "انگريزن جي دور حڪومت ۾ سنڌي صورتخطيءَ جي باقاعدي تشڪيل ۽ شروعات ٿي. سنڌي ٻوليءَ جي نثر لاءِ "ساهتي پرڳڻي" جي "سنڌي لهجي" کي سرڪاري طرح "معياري لهجو" مقرر ڪيو ويو جو اڄ سوڌو نصابي ڪتابن ۾ رائج آهي ۽ اهو ئي لهجو "ادبي ٻوليءَ" جو درجو رکي ٿو." (3)

ميرن جي دور بعد انگريزن جو توجہ حيدرآباد تي هجڻ سبب اتان جي ٻولي معياري لهجي جو درجو ماڻي ورتو. پر چند ڪمين سبب ٻوليءَ جي صوتياتي نفاست کي برقرار نہ رکي سگهيو. اهو ئي سبب آهي جو دور حاضر جا لسانياتي ماهر اهڙي دانهوڙ ڪندا رهيا، ليڪن صاحبِ حيثيت ماهرن ڪن لاتار کان ڪم ورتو.

استاد شيخ محمّد فاضل موجوده معياري لهجي جو جائزو وٺندي ان جي حيثيت تي تنقيد ڪندي لکي ٿو تہ: "سنڌي ٻوليءَ جي رائج تحريري محاوري کي موجوده حيثيت بلڪل اتفاقي طور تي ملي آهي، جنهن کي سياسي ضرورت ۽ ناگهاني حالت جي پيداوار چئي سگهجي ٿو. ورنہ موجوده

تحريري محاوري کي جيڪڏهن ٻوليءَ جي قاعدن قانونن واري ڪسوٽيءَ تي پرکبو تہ پنهنجو معيار وڃائي ويهندو.

موجوده تحريري محاوري کي جن سياسي مجبورين ۽ اتفاقي حالتن جنم ڏنو تن جو ذڪر هن ريت ڪري سگهجي ٿو تہ اقتدار جي واڳ جڏهن ٽالپر اميرن جي هٿن مان ڪسجي وئي ۽ سنڌ ۾ برطانوي راڄ قائم ٿي ويو تڏهن حيدرآباد ۽ ان جي آس پاس کي سياسي طور مرڪزي حيثيت حاصل ٿي." (4)

سنڌي ٻوليءَ جي لهجن تي بنيادي طور گهڻو تڻو ڪم مشرقي عالمن جو ڪيل آهي، جن ۾ گريئرسن جو نالو نمايان رهيو آهي. پنهنجي ڪتاب "برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو" جلد اٺين جي پهرئين ڀاڱي ۾ ڄاڻائي ٿو تہ: "سنڌ ٽن حصن ۾ ورهايل آهي:"لاڙ" يا هيٺين سنڌ، "وچولو" يا مرڪزي سنڌ ۽ "سرو" يا مٿين سنڌ. سنڌيءَ جو معياري لهجو جنهن کي وچولو چئجي ٿو سنڌ جي وچولي ۾ ڳالهائبي آهي، جيڪو اندازاً حيدرآباد جي چؤگرد وارو علائقو آهي. اهو ئي سنڌي لهجو آهي، جيڪو ادب ۾ استعمال ٿيندو آهيءِ سنڌ جا سڀ پڙهيل ماڻهو اهو ڪتب آڻيندا آهن." (5)

گريئرسن اترادي لهجي کي معياريءَ کان واضع ۽ چٽن اچارن سبب ان کي وچولي جو روپ چوڻ تي لاچاري ڏيکاري، حالانڪ اترادي لهجي جي پنهنجي هڪ نرالي حيثيت آهي. هو صاحب لکي ٿو تہ: "جيتريقدر سرائڪي (اترادي) سنڌيءَ جو تعلق آهي، مختلف نمونن جي چند چاڻ ڏيکاري ٿي تہ اها وچولي جي معياري سنڌي کان واضح صاف ۽ چٽي اچار سبب مختلف آهي ۽ ڪجهہ لفظن ۾ بہ فرق آهي. انهيءَ سبب جي ڪري اهو ڌار لهجو ڪو نہ چئبو ۽ آءٌ تہ سرائڪي (اترادي) سنڌيءَ کي وچولي جو هڪ روپ چوندس." (6)

گريئرسن اترادي لهجي کي وچولي جو روپ ڀانئي ٿو حالانڪ اترادي لهجو وسيع هجڻ سبب ان تي سرائڪي، براهوي، راجستاني ۽ بلوچي زبانن جو اثر نمايان هجڻ گهرجي. ساڳي نموني حيدرآباد سان لاڙ ٿر ۽ ڪوهستان جو اثر هجڻ بہ ناگزير آهي. گريئرسن جي سروي کي جهڙوڪر صدي گذري چڪي آهي، ان کان علاوه ان جي ڏنل معلومات ڪافي هنڌن تي مونجهارو پڻ پيدا ڪندڙ آهي. ڊاڪٽر الانا صاحب جي توسل سان تہ: "هن سلسلي ۾ يارت جي مشهور سماجي لسانيات جي ماهرن

ڊاڪٽر داسواڻي ۽ سندس ڌرم پتني ڊاڪٽر سندري پرچاڻيءَ پنهنجي تحقيقي پروجيڪٽ ۾ گريئرسن طرفان لاڙي، وچولي ۽ ڪڇي لهجن جي لفظن ۽ انهن جي اچار جي داخلا کي گمراهه ڪندڙ سڏيو آهي. هو اڳتي لکن ٿا ته گريئرسن پاڻ ته سڄي برصغير جون ٻوليون ڪو نه ڄاڻندو هو پر هن جي تحقيقي پروجيڪٽ جي مواد گڏ ڪرڻ لاءِ هن جا اطلاع ڏيندڙ ٻيا هئا. اهي هئا هند سرڪار جا ضلعي ڪامورا، عيسائي پادري ۽ ڪي الهڙ نوجوان." (7)

گريئرسن سنڌي ٻوليءَ جي لهجن تي جيڪو ڪم ڪيو ان کي لڳ ڀڳ صدي ٿي چڪي آهي، ان وقت سنڌ جي حيثيت هڪ ڊويزن جي هئي، هي جديد دور آهي، هن وقت لهجاتي جائزي لاءِ جديد اصول سامهون رکي لهجن تي نئين سر ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي. جن لهجن تي مختلف ٻولين جو اثر نمايان هوندو انهن کي به معياري يا وچولي لهجي جي زمري ۾ آڻڻ ڏکيو ٿي پوندو آهي. گريئرسن جي اهڙي راءِ کي سامهون رکي ڊاڪٽر هدايت پريم بغير ڪنهن ڇنڊڇاڻ جي ڄاڻائي ٿو ته "اترادي لهجو سنڌي ٻوليءَ جو اهم لهجو آهي، جيڪو اپر سنڌ جي هڪ وسيع علائقي ۾ ڳالهايو پيو وڃي، جنهن جا اثرات سنڌ کان ٻاهر پنجاب جي ماڇڪي علائقي ۽ بلوچستان جي سبي ۽ ڪيتراڻ جي علائقي تائين ڦهليل آهن. هي لهجو سنڌي ٻوليءَ جي معياري لهجي جي تمام قريب آهي ۽ ايڏي هڪجهڙائپ رکي ٿو جو گريئرسن هن لهجي کي معياري لهجي جو ئي هڪ روپ سمجهي ٿو." (8)

لسانيات جي ماهرن مان آنجهاني پيرومل آڏواڻي معياري لهجي بابت نرالي راءِ رکندڙ هو ته: "سيوهڻ ۽ دادو سنڌو نديءَ جي هڪ ڪپ تي آهن ۽ ٻئي ڪپ تي ساهتي پرڳڻو آهي. سنڌ جي انهيءَ سڄي وچولي ڀاڱي جي ٻولي اڄ به سڄيءَ سنڌ ۾ ٺيٺ ليکجي ٿي. پر درسي ڪتابن ۾ رڳو حيدرآباد ۽ ان جي پسگردائيءَ جي ٻولي ڪم اچي ٿي." (9)

حقيقت اها آهي ته درسي توڙي ادبي ڪتابن ۾ به سالم حيدرآباد جي ٻولي ڪم ڪو نه ٿي اچي، ڇو ته حيدرآباد تي لاڙ جو اثر نمايان هجڻ سبب "ر" جا آميزشي صوتيه ته ٺهيو پر وسرڳي صوتين جو استعمال به پورو سارو آهي. جڏهن ته ڪتابي ٻوليءَ تي 'هايئہ اصوات' يعني وسرڳي صوتين جي پوري گرفت آهي. اها به ان صورت ۾ جو 1925ع ۾ صوتياتي علمن جي ٻي بين الاقوامي ڪانفرنس منعقده لنڊن ۾ اهو طئي ٿيو هو ته اهي وسرڳ،

مفرد صوتيه آهن، ٻي صورت ۾ قديم ماهرن جي خيال مطابق اهي مرڪب ۽ مخلوط صوتيه هئا.

وسرڳي صوتين جي حوالي سان پيرومل، گريئرسن جي توسل سان بحث ڪندي ڄاڻائي ٿو ته: "ڪشمير طرف داردڪ ٻولين ۾ نرم وسرڳ اکرن گهه، جهه، ڍ، ڌ ۽ ڀ کي اوسرڳ ڪندا آهن، يعني منجهائن 'هه' جو اچار ڪڍي ڇڏيندا آهن. لاڙي ٻولي به انهيءَ ڳالهه ۾ داردڪ ٻولين سان مشابهت رکي ٿي." (10)

اصل ۾ حقيقت اها آهي ته ساهتيءَ وارو لهجو ڪتابن توڙي لکت ۾ ڪم اچي ٿو پر ان کي ڳڻپ ۾ نه ٿو آندو وڃي، چند صوتين جي کوٽ سبب ان کي حيدرآبادي لهجي جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو جڏهن ته ان لهجي ۾ 'هه' وارا وسرڳ جهڙوڪر آهن ئي ڪو نه! جيئن: ڙهه، لهه، مهه، ٺهه، نهه ۽ ڀڻ ڇهه. اهڙن وسرڳي صوتين لاءِ اکرن جو تعين آخوند گل محمّد گل هالائيءَ ڀڻ 1858ع تي پنهنجي ترتيب ڏنل 55 اکري (جنهن ۾ 'ء' اکر ۽ 'مهه' صوتيو ڄاڻايل ڪونهي) پٽيءَ ۾ ڪيو هو. ان کان علاوه مرزا قليچ بيگ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڀڻ اها سفارش ڪئي آهي ته اهي اکر پٽيءَ ۾ ضميمي طور وڌايا وڃن. ظاهر آهي ته سفارش ڪئي آهي ته اهي اکر پٽيءَ ۾ ضميمي طور وڌايا وڃن. ظاهر آهي ته مسٽر بٺرو ايلس واري ڪاميٽيءَ ۾ مڙني لهجن جا ماهر موجود ڪو نه هئا، جنهن سبب "هه" وارن وسرڳي صوتين سان اهو هاڃو ٿيو.

گريئرسن سنڌي ٻوليءَ جو صوتياتي جائزو وٺندي وچولي يا معياري لهجي جي "ر" آميزشي اچار جي گهٽ وڌائيءَ بابت لکي ٿو: "داردي ٻولين ۾ ٻين سرن (حرف علتن) جي وچ واري "ر" اڪثر ڪري حذف ڪئي ويندي آهي. ان ڪري "پشائيءَ" ۾ اسين "ڪرم" (معنيٰ آءٌ ڪم ڪيان ٿو) ٻئي ڏسون ٿا، ۽ بنگاليءَ ۾ "دائو" ۽ سنسڪرت ۾ "دارو" آهي (معنيٰ ڪاٺ). معياري سنڌيءَ ۾ اهڙا مثال ڪو نه ٿا ملن پر ڪڇي لهجي ۾ ڪي مثال آهن، جيئن: "چارڻ لا" جي بدران "چايڻ لا"، "ڪرڻ لڳا" جي بدران "ڪيڻ لڳا" وغيره. اهڙيءَ طرح "ر" حذف ڪرڻ جي سلسلي ۾ اهو به نوٽ ڪري سگهجي ٿو ته معياري لهجي وارا "تر" ۽ "ڊر" لاڙي لهجي ۾ "ٽ" ۽ ڊ اچاريا وڃن ٿا. اهڙيءَ ريت معياري لهجي وارو پٽر لاڙيءَ ۾ پٽ ٿئي ٿو ۽ "منڊر" ڦري منڊ ٿئي ٿو."

گريئرسن "ر" جي آميزشي صوتين جي لکت واري کوٽ هيئن ٻڌائي ٿو: "سنڌيءَ ۾ "ر"جڏهن "ٽ"، "ڊ"، "ڏ" سان ملندي آهي ته اها لکڻ ۾ نظر انداز ڪري ڇڏيندا آهن يا ان جي ابتڙ به ٿئي ٿو ته "ٽ"، "ڊ"، يا "ڏ" ۾ "ر" اڪثر ملائي ويندي آهي، جڏهن ته لکبي ڪانهي." (11)

وسرڳي صوتين واري ساڳي ويڌن سنڌي ٻوليءَ توڙي ساهتي لهجي ۾ ڪثير التعداد ڪتب ايندڙ صوتين"ٽر"، "ڊر" ۽ "ڏر" سان ڪيل آهي، جنهن جو اڄ تائين ڪو جوڳو حل نه ٿي سگهيو آهي، جنهن ڪري لسانيات جي ماهرن allophone چئي پنهنجو فرض پورو ڪري ڇڏيو آهي، حالانڪه اهو هڪ صوتيو ٿي آهي. پر جيئن ته لسانيات جا ماهر حيدرآبادي لهجي سان منسلڪ رهيا آهن، ان سببان اهو مسئلو اڄ سوڌو ٽنگيو پيو آهي. ان جو حل به تڏهن نڪري سگهي ٿو يا صاحبِ حيثيت حيدرآبادي لسانيات جي ماهرن کي تڏهن سمجهه ۾ اچي سگهي ٿو جڏهن اهو معاملو وسرڳي صوتين وانگر بين الاقوامي طور تي انگلستان جي معتبر ادارن جي معرفت طئي ٿئي. پر مشڪل اها ته خود انگريز به ظاهر ظهور "ر" جي اچار کي حذف ڪرڻ ۾ اڳرا آهن. ان حوالي سان پروفيسر محمّد عمر چنڊ ٻڌائي ٿو ته: "اول ته هي "ٽر" ۽ "ڊر" جو مسئلو انگريزيءَ ۾ "اسٽار"، "واٽر" يا "هارڊ" (star, water, hard) ڪان مختلف آهي، جنهن ۾ "ر" فونين (صوتيو) هارڊ، واٽر يا اسٽار جهڙن لفظن ۾ اصلئون موجود آهي، پر اچارڻ وقت انگريزن جي ڪن لهجن ۾ حذق ٿئي ٿي ۽ انهن لفظن جو اچار "اسٽار"، "واٽ" ۽ "هاڊ" (sta: wata: and had)"ر" ڪانسواءِ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. دراصل انهن لفظن ۾ "ر" اصلئون فونيم جي حيثيت ۾ موجود آهي ۽ فونيم جي حيثيت ۾ حذف ٿي ٻڌڻ ۾ نه ٿي اچي." (12)

مزي جي ڳالهه اها ته پروفيسر چنڊ صاحب به مذڪوره صوتين کي صوتيو نه بلڪ عيوضي آواز ڪوٺي ٿو. ان لاءِ بهتر ٿيندو ته لسانيات جي علم موجب صوتئي ۽ آواز کي سمجهڻ لاءِ ماهرن جي وضاحتن کي آڏو رکي ڪا راءِ قائم ڪجي.

پروفيسر علي نواز جتوئي صوتئي جي وصف ٻڌائي ٿو ته: "جيتوڻيڪ ٻڌڻ جي لحاظ کان ٻولين جي آوازن جو تعداد محدود آهي، پر باريڪين جي لحاظ کان هر آواز جا ڪيئي قسم آهن. مثلاً: ڪِنو ۽ ڪُنو ۾ (ڪ) جو آواز هوبهو ساڳيو ناهي. ڪِنو ۾ (ڪ) آواز نرم تارونءِ جي پڇاڙيءَ کان ظاهر ٿئي ٿو. وري مرد ماڻهوءَ جو (ڪ) آواز اهڙو ناهي جهڙو زال

ماٺهوءَ يا ٻار جو (ڪ) آواز. جيڪڏهن اهڙن باريڪ تفاوتن کي ڌيان ۾ رکبو تہ پوءِ ڏسبو تہ هر ٻوليءَ جي آوازن جو تعداد سوَ کان مٿي چڙهي ويندو. ٻوليءَ جي عملي ڪارروائيءَ ۾ آوازن جي اهڙن تفاوتن کي ڪا بہ اهميت ڪا نہ آهي، ڇو تہ مردن، زالن ۽ ٻارن جي اچاريل "ڪنو" ۾ ڪو بہ معنوي فرق ڪونهي. مگر اهي آواز جيڪي معنوي تبديلي پيدا ڪن ٿا تن کي "صوتيہ" (Phoneme) سڏجي ٿو. مٿين ٻن لفظن "ڪِنو" ۽ "ڪُنو" ۾ معنوي فرق آهي. "ڪُنو" ۾ اڳئين ڇوٽي سوڙهي سُر بجاءِ پوين ڇوٽو سوڙهو سُر آهي. ۽ باقي آواز ساڳيا آهن. انهيءَ هڪڙي آواز جي تبديليءَ سببان لفظ جي معنيٰ ۾ ڦير اچي وڃي ٿو. تنهنڪري سنڌي زبان ۾ "اِ" ۽ "اُ" بہ صوتيہ آهن. انهن ٻن صوتين جي آوازن بجاءِ "آ" آواز استعمال ڪبو تہ لفظ "ڪنو" تي پوندو جنهن جي معنيٰ بہ ڦريل آهي. تنهنڪري سنڌي زبان ۾ "آ" بہ صوتيو آهي. انهيءَ مان اصول اهو نڪتو تہ جيڪڏهن ڪنهن ٻوليءَ جي ڪنهن لفظ مان هڪ آواز ڪڍي، ان جي جاءِ تي ٻيو آواز آڻجي ۽ اهو ڦري ٻي معنيٰ وارو لفظ ٿي پوي تہ پوءِ اهو آواز ان ٻوليءَ ۾ 'صوتيو' سڏبو. (13)

پروفيسر علي نواز وڏيڪ لکي ٿو تہ: "آوازن جي تبديليءَ سان معنيٰ ڦري ويندي، پر معنيٰ نہ ڦري تہ پوءِ مٿيل آواز صوتيو نہ سڏبو. مثلاً: ڪوٽ (Coat) انگريزي لفظ آهي. جنهن جو صحيح اچار کوٽ آهي. ڪو بہ انگريز ڪوٽ ڪو نہ چوندو پر جي ڪو سنڌي انگريز سان گفتگو ڪندي ان کي ڪوٽ چوندو تہ انگريز ان کي کوٽ ڪري سمجهندو ڇو تہ سندس زبان ۾ (ک) ۽ (ڪ) هڪ ئي صوتئي جا بہ آواز يا آوازن جو گروهہ آهي جو ٻوليءَ جي لفظن ۾ معنوي فرق پيدا ڪري ٿو. انهيءَ ڪري بلوم فيلڊ (Bloomfield) صوتئي کي معنوي فرق پيدا ڪندڙ آوازي نوعيت جو ايڪو سڏي ٿو.

ان ڳالهہ مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ هڪ صوتئي جا ٻہ ٽي آواز ٿي سگهن ٿا. ان هڪ صوتئي سان لاڳاپيل سيني آوازن کي لسانيات ۾ عيوضي آواز (Allophones) يا بدل آواز (Variants) سڏبو آهي." (14)

ڊاڪٽر هدايت پريم صوتئي ۽ آواز جي سنڌي/فرق کي آسان ڪندي هيئن سمجهايو آهي، "سنڌي زبان ۾ 'گ' ۽ 'ڳ' بہ صوتيا آهن، جيئن هيٺين لفظن مان ظاهر آهي.

"سنگ" ۽ "سنڳ"

مگر ڪڏهن هڪ صوتئي جا ٻہ آواز "گ" ۽ "ڳ" بہ آهن، مثلاً:

"منگتو" ۽ "منگتو"
هت 'گ' آواز عيوضي آواز (Allophone) آهي. (15)

مٿين حوالن مان اهو واضح ٿئي ٿو تہ: صوتيو اهو آواز يا آوازن جو گروه آهي، جو ٻوليءَ جي لفظن ۾ معنوي فرق پيدا ڪري ٿو ۽ ٻوليءَ ۾ هڪ صوتئي جا ٻہ ٽي آواز اهڙا بہ ٿيندا آهن، جن جي بدل سان لفظن ۾ معنوي فرق نہ ٿيندو آهي، جيئن:

1. ماڻهو ______________ ماڙهو ماڙو

معياري لهجي موجب "ڻ" جي جڳهہ تي لاڙي لهجي موجب "ڙ" آواز ڪم آيو ان صورت ۾ "ڻ" جو "ڙ" allophone ٿيو.

2. ڳالهہ ______________ ڳال

"لهہ" جو "ل" allophone ٿيو.

3. مڇي ______________ مشي

"ڇ" جو "ش" allophone ٿيو.

4. شينهن ______________ ڇينهن

"ش" جو "ڇ" allophone ٿيو.

ڇو تہ انهن صوتين جي مٽ سان لفظ جي معنيٰ ۽ مفهوم ۾ مونجهارو نہ ٿيو ليڪن ان جڳهہ تي جيڪو اهم اختلافي نڪتو سامهون اچي ٿو سو آهي، "ٽر"، "ڊر" ۽ "ڍر" ڪي "ٽ"، "ڊ" ۽ "ڍ" جو allophone يعني جهُٽ آواز سمجهڻ! جنهن لاءِ ماهرن عيوضي يا پيچي آواز وارا اصطلاح استعمال ڪيا آهن.

ايتريقدر جو سنڌي ٻوليءَ جي "اترادي لهجي" جي نمائندگي ڪندڙ ڊاڪٽر هدايت پريم بہ هيئن لکي ٿو تہ: "اترادي لهجي ۾ پڻ "ٽر"، "ڊر"، "ٽر" ۽ "ڍر" موجود آهن، پر عيوضي آواز طور ڪم اچن ٿا. منجهن معنوي تبديلي آڻڻ جي سگهہ ڪا نہ آهي، مڪمل صوتين جي حيثيت ڪو نہ ٿا رکن. تنهنڪري ٿي ڪين الف بي ۾ شامل ڪري نہ ٿو سگهجي. صوتياتي اعتبار کان "ٽر"، "ڊر"، "ڍر" ۽ "ٽر" بندشي لرزيدار آواز اترادي لهجي م هڪ مکيہ خصوصيت طور موجود آهن." (16)

حالانڪ معنوي فرق جي بنياد تي وثوق سان چئي سگهجي ٿو تہ مذڪوره آواز allophone جي زمري ۾ نہ ٿا اچن، بلڪ اهي صوتيہ آهن، ڇو تہ انهن جي استعمالي مَٽَ سان لفظن جي معنيٰ ۽ مفهوم توڙي ڪيفيتن ۾ مونجهارا ممڪن آهن، مثال:

| لفظ | ساهتي/اترادي لهجي موجب | حيدرآبادي/لاڙي موجب |
| --- | --- | --- |
| مِٽَ | ڳنتو يا ڳل جو اندريون پاسو | ڳنتو ۽ رشتيدار(ٻئي معنائون) |
| مِٽرَ | عزيز رشتيدار | فرق ئي ڪونهي |
| ٽِڪَ | منڊيءَ جو پڙو يڪجا بيهڪ | پڙو ۽ چالاڪي(ٻئي معنائون) |
| ٽِرڪَ | اٽڪل، چالاڪي | فرق ئي ڪونهي |
| ٽِڪو | زائفاٽو زيور داغ | زيور نشان ۽ وجت جو انگ |
| ٽِرڪو | وجت جو انگ، ٽن جو مجموعو | فرق ئي ڪونهي |
| ڪنڊُ | گهارو يراعظم | گهارو ۽ داڻيدار مناڻ (ٻئي) |
| ڪنڊرُ | داڻيدار مناڻ | فرق ئي ڪونهي |
| ٺنڊُ | لنگڙائپ | لنگڙائپ ۽ ٽوٽو ڦيٽو (ٻئي) |
| ٺنڊرُ | منتر، جهاڙ ڦيٽو | فرق ئي ڪونهي |
| واڍِ | ڪٽائي يا وڍڻ جو عمل | ڪٽائي ۽ رسو (ٻئي) |
| واڍِرِ | رَسو | فرق ئي ڪونهي |
| وڍَ | ٽُڪ، ڏڪ، گهاوَ | گهاوَ ۽ هلڪا نشان (ٻئي) |
| وڍرَ | هلڪا نشان | فرق ئي ڪونهي |
| ڏڍَ | دلاسو آسرو ٽيڪ | آسرو ۽ چمڙيءَ جي بيماري |
| ڏڍرُ | چمڙيءَ جي بيماري | فرق ئي ڪونهي |

چوڻ جو مقصد اهو تہ هڪ صوتئي جا معنوي فرق جي لحاظ کان ٻہ ٽي آواز ٿي سگهن ٿا. ان ۾ هر هڪ آواز صوتئي جي حيثيت رکي ٿو ۽ جتي ٻہ صوتيہ الڳ آواز رکندي بہ معنوي فرق نہ ٿا رکن. ان مان هڪ جي ٻئي پيچي آواز کي لسانيات موجب allophone چئبو. ان حوالي سان مذڪوره 'ٽر'، 'ڊر' ۽ 'ڍر' جا آواز معنوي فرق جي بنياد تي allophone جي زمري ۾ نہ ٿا اچن. بلڪ اسان تہ عرض ڪنداسين تہ انهن کي عيوضي آواز allophone چوڻ کان پرهيز ڪندي، بغير ڪنهن مت ڀيد جي انهن کي باقاعده صوتيو تسليم ڪيو وڃي. پر جيڪڏهن ڪنهن ڦرٽي ۾ ڦرن بہ ٿا تہ ان ڦرٽي کي هٿو هٿ ڪري روڪيو وڃي، ڇو تہ ان سان ٻوليءَ جي نفاست ۽ وسعت کي ڌڪ ٿو لڳي.

ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو صاحب دورِ حاضر ۾ وچولي لهجي جي آوازي ڦرٽن تي تحقيق ڪندي اهو اخذ ڪيو آهي تہ: "گريئرسن کان پنجاهہ سال بعد ڊاڪٽر بلوچ (1965) ۽ ڊاڪٽر الانا (1967) جي تجزئي مطابق تہ

اها "ر" صرف سريلي محاوري جا ڳالهائيندڙ "ٺي، کنڊ ۽ ڏڍ" وغيره لفظن ۾ استعمال ڪو نہ ٿا ڪن. مٿين حاصل ڪيل معلومات مان چٽيءَ طرح اخذ ڪري سگهون ٿا تہ وقت سان گڏ سنڌيءَ ۾ اهم لسانياتي تبديلي رونما ٿي چڪي آهي، جنهن مطابق "ر" جو مقامي/ فطري اچار نٿين "نہ اچارڻ" واري ڙرٽي ۾ تبديل ٿي چڪو آهي." (17)

اصل ۾ ڊاڪٽر ٻگهيو صاحب گريئرسن جي هن اپياسي راءِ تہ : لاڙي لهجي ۾ "ٽر"، "ڊر"۽ "ڍر" جي آوازن مان "ر" جو آواز ڪيرايو وڃي ٿو يعني اچاريو نہ ٿو وڃي. جڏهن تہ سريلي ۽ وچولي لهجي ۾ "ر" جو آواز اهڙن مڙني لفظن جهڙوڪ: ٽي، کنڊ ۽ ڏڍ وغيره ۾ اچاريو وڃي ٿو. کي بنياد بڻائيندي وچولي لهجي جي حيدرآباد ۽ هالا واري تحقيقي ايريا جو تعين ڪندي مٿين راءِ قائم ڪئي.

ڊاڪٽر صاحب کي اهو ثابت ڪرڻو هو تہ گريئرسن جي جائزي مطابق "مذڪوره آواز ۾ "ر" جو اچار وچولي لهجي وارا ڪيندا آهن." واري ڳالهہ کي پنجاهہ سال گذري چڪا آهن، هن وقت اهو آواز ڊاڪٽر بلوچ ۽ ڊاڪٽر الانا جي تجزئي مطابق پنهنجو سفر طئي ڪري پورو ٿي چڪو آهي ۽ "نہ اچارڻ واري ڙرٽي" ۾ تبديل ٿي چڪو آهي.

ڊاڪٽر ٻگهيو صاحب نتيجتاً ڄاڻائي ٿو تہ "مٿين بحث جي روشنيءَ ۾ اسين چئي سگهون ٿا تہ اسان جي تحقيقي ايريا ۾ اپياس هيٺ لسانياتي برادرين ۾ پڙهيل لکيل ۽ نون مواصلاتي اثرن هيٺ آيل ماڻهو "ر" جو اُچار مذڪوره لفظن ۾ ڪو نہ ڪيندا آهن. جڏهن تہ اڻ پڙهيل ۽ وڏي عمر جا ماڻهو جيڪي مواصلاتي رابطن جي اثر ۾ گهٽ هوندا اهي "ر" جو اچار ڪيندا هوندا." (18)

مٿين حوالن مان جيڪا اهم ڳالهہ سامهون اچي ٿي سا آهي "وچولي لهجي" جي تعين جي! ڊاڪٽر صاحب جيڪا ايريا وچولي لهجي ڳڻپ ۾ آندي آهي، تنهن ۾ بہ اختلاف رهيا آهن. "آنجهاني پيرومل آڏواڻيءَ جي لکڻ موجب سيوهڻ ۽ دادو سريلي ٻولين ۾ شامل آهن. پر پاڻ ٿي اڳتي هلي دادو تعلقي کي وچولي ٻوليءَ ۾ شمار ڪري ٿو سندس چوڻ آهي تہ سري ۽ لاڙ جي وچ وارو ڀاڱو وچولو سڏجي ٿو. جنهن جون حدون ڪنڊياري ۽ دادو تعلقي جي اتر واري ڀاڱي کان وٺي هيٺ ڪوٽڙيءَ تائين آهن." (19)

پر ٻي جڳهہ تي لکي ٿو تہ "وچولي ۾ ساهتي پرڳڻو يعني نوشهرو فيروز ۽ ڪنڊيارو اچي وڃن ٿا." (20)

حڪيم فتح محمّد سيوهاڻي وچولي لهجي جو احاطو ڪندي لکي ٿو تہ: "وچولي ٻولي وڌيڪ وزنائتي ۽ زياده فصيح آهي. وچولي ٻولي، لاڙ توڙي سري ۾ آسانيءَ سان سمجهي سگهجي ٿي ۽ اها ئي علمي ۽ ادبي ٻولي سمجهي وڃي ٿي. وچولي سنڌ جون حدون، طول (ڊيگهہ) ۾ گهٽو ڪري لاڙڪاڻو ۽ ان جي آسپاس کان وٺي حيدرآباد ۽ ان جي ويجهي پسگردائيءَ تائين آهن، عرض (موڪر) ۾ درياهہ جو اولهہ پاسو جبل کانسواءِ ۽ درياهہ جي اوڀرين پر ساهتي پرڳڻو سڄو." (21)

حڪيم سيوهاڻيءَ جون ڄاڻايل حدون، سواءِ ساهتي پرڳڻي جي، منڍل آهن، ڇو تہ لاڙڪاڻو ۽ ان جي آسپاس نرالي حيثيت سان سري جو حصو آهي. ڪنهن بہ لهجي تي ٻين لهجن جي اثر ٿيڻ جا سبب مواصلاتي، اچ وڃ، مٽي مائٽي، وڻج واپارين ڏنڏن جا موقعا اهم ليکيا ويندا آهن، ان ليکي سان حيدرآباد جي پسگردائي تہ نهيو پر حيدرآباد تي ئي لاڙ جو چڱو ڀلو اثر آهي.

جديد لسانياتي اصولن موجب سڄو ساهتي پرڳڻو وچولي ۽ معياري لهجي ماڻ ۾ پورو لهي ٿو. دور حاضر جو واحد لاڙي محقق ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو صاحب ساهتيءَ جي حد بابت ٿورڙي غلطيءَ سان ساهتيءَ کي وچولي لهجي جو پائيندي اهڙي تصديق ڪندي لکي ٿو تہ "هن علائقي کي ۽ خاص طور نواب شاهہ ضلعي کي ساهتي پرڳڻو بہ چئجي ٿو. وچ ۾ هجڻ ڪري هتان جي زبان ۾ هڪ قسم جو توازن آهي. اتر ۽ لاڙ جا ٿورا ٿورا اثر آهن. سيوهڻ ۽ نوشهري جهڙا علمي مرڪز هن محاوري جي ٽيڪ رهيا. لاڙ ۾ چون "ڇيو آهيس"، اتر ۾ چون "ڇيو اٿس" ۽ وچولي ۾ چوندا "ڇيو اٿائين". وچولي جي ٻوليءَ کي ٺيٺ ٻولي بہ ڇيو ويو آهي، ڇو جو ان جي لفظن ۽ جملن ۾ توازن آهي. هيٺيان چند جملا مون وچولي جي رهاڪن جي زباني ٻڌا آهن:

* باغ وٽان لنگهندي مون ڏٺو تہ ڪيترا وڻ سڪي ويا هئا، سار سنڀال نہ هئي، سڄو باغ اجڙيو پيو هو.
* پنهنجي پاءُ کي چئجو تہ سپاڻي مون وٽ اچي.
* هو ڪالهہ هيڏي آيو هو." (22)

اسان بہ پنهنجي سوچ آهر خاص وچولو "ساهتي پرڳڻو" ئي ڪيون وينا آهيون، ڇڙو سرڪاري پنيرائپ ۽ ڳٽپ ۾ نہ ٿو اچي. جڏهن تہ آزاديءَ

کان اڳ توڙي پوءِ ادب لاءِ لفظ "ساهت" جو باقاعده استعمال بہ ساهتيءَ مان ٿي ٿو لڳائي ۽ ان جو اهم سبب بہ معياري ۽ ڪري ٻولي ٿي هوندو.

ان بنياد تي هالا جو علائقو جهروڪر وچولي ۽ حيدرآباد جو سنگم ٿي چئجي، حيدرآباد ۽ ان جي پسگردائي جهڙوڪر وچولي ۽ لاڙ جي امتزاج وارو لهجو آهي، جنهن کي وچولي جي دفعي ۾ آڻڻ لاءِ بہ اختلاف رکي سگهجي ٿو. اهڙو اظهار پيرومل بہ ڪيو آهي تہ: "حيدرآباد ۽ پسگردائي جي ٻولي ٺيٺ ۽ ڪري ٻولي ليکجي ٿي، ان جو سبب 1853ع ۾ تعليم کاتي وارن درسي ڪتابن جوڙائڻ جو ڪم حيدرآباد جي معزز هندن ۽ مسلمانن تي رکيو ۽ هنن اهائي ٻولي ڪم آندي، ايئن حيدرآباد وارن جي ٻوليءَ کي شرف مليو پر انهيءَ تي ڪو ڊار نالو رکيل ڪونهي، تنهنڪري وچولي جي دفعي ۾ ليکجي ٿي. (23)

ڊاڪٽر هدايت پريم ان خيال کي شيخ محمّد فاضل جي توسل سان هيئن لکي ٿو تہ : "1853ع ۾ تعليم کاتي وارن درسي ڪتابن جو ڪم حيدرآباد جي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن جي سپرد ڪيو پر جيڪڏهن اهو ڪم خيرپور يا سکر جي دانشورن کان ورتو وڃي ها، تہ لا محالا اترادي محاورو ٿي معياري درجو ماڻي ها!" (24)

هاڻي وري بہ اهوئي سوال ٿو اڀري تہ معياري لهجو ڪهڙو ۽ ڪهڙن بنيادن تي هئڻ گهرجي؟ ماهرن جي راين جي ڇنڊڇاڻ مان اهو ٿي اخذ ٿئي ٿو تہ معياري لهجو اهوئي هئڻ کپي، جنهن ۾ ٻوليءَ جي سيني لهجن جا صوتيا، آواز لفظ ۽ جملا آسانيءَ سان استعمال ۾ ايندا هجن ۽ جاتا سڃاتا وڃن ۽ اهو حصو سيني لهجن جو جهروڪر مرڪز هجي.

ان حساب سان حيدرآباد ۽ ان جي پسگردائيءَ کي وچولي لهجي جي دفعي ۾ آڻڻ ڏکيو ٿي پيو آهي. هڪ تہ حيدرآبادي لهجي ۾ وسرڳن جو استعمال ڪجي قدر گهٽ آهي، ٻيو تہ اتي "ر" جي آميزش وارن صوتين جو استعمال ڏُرئون نہ هجڻ جي برابر رهيو آهي. جيڪڏهن آهي بہ، تہ اهو ٻاهران آيل برادرين ۽ رهاڪن جي مقيم ٿيڻ سبب!

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو تہ حيدرآباد کي لاڙ جو حصو سمجهندي لکي ٿو تہ: "حيدرآباد ۽ ٺٽو ضلعو عام طور لاڙ جا علائقا آهن ۽ بدين ضلعو حيدرآباد ضلعي مان ٺهيو آهي." (25)

منهنجي خيال مطابق حيدرآباد کي معياري لهجي ۾ آڻڻ وارا جواز تہ سمجهہ ۾ اچن ٿا، البتہ وچولي لهجي ۾ آڻڻ تي اختلاف رکي سگهجي ٿو. ٻي

صورت ۾ ساهتي پرڳڻي کي هالا تائين ڇڪي وچولي جي زمري ۾ آڻي سگهجي ٿو سو به ان صورت ۾ جڏهن سنڌي ٻوليءَ جي اهم صوتين جو وجود کي قدر برقرار هجي. ورنه هالا جي قريب علائقن شهدادپور يا ٽنڊو آدم وغيره ۾ "ر" جو آميزشي آواز جهڙو ڪر آهي ئي ڪو نه!

ان بحث بعد ڊاڪٽر قاسم ٻگٽي صاحب واري لسانياتي قرڻن جي حاصل ڪيل معلوماتي تحقيق حيدرآبادي لهجي ته سمجهي وڃي، جنهن ۾ خاص 'ٽر'، 'ڊر' ۽ 'ڍر' جا صوتيه نه جي برابر رهيا آهن. جيڪڏهن حيدرآباد لهجي ۾ اهي موجود هجن ها ته هينئر تائين انهن صوتين جون اکري صورتون آئيوينا/ پٽيءَ جي سونهن بڻيل هجن ها!

ها اڃا به جيڪڏهن ڊاڪٽر صاحب ساهتيءَ کان وٺي هالا ۽ اتان حيدرآباد واري ايريا متعين ڪري،ها ۽ تقابلي جائزي بعد تحقيقي بنياد تي نتيجتاً راءِ ڏئي ها ته وچولي ۾ "ٽر"، "ڊر" ۽ "ڍر" جو استعمال گهٽبو ٿو وڃي، ته ان صورت ۾ ان کي وچولي لهجي جي تحقيق سمجهڻ ۾ ڪو به حرج ڪو نه هيو.

"ر" جي آميزشي آواز وارن صوتين بابت پيرو مل آڏواڻي پڻ تقابلي واضح اشارا ڏيندي لکي ٿو ته: "اچارن جي باري ۾ ٻيو مکيہ تفاوت "ٽ"، "ڊ" ۽ "ڍ" اکرن جي اچارن ۾ آهي. انهن اکرن ۾ 'ر' جو ٿورڙو اچار سمايل آهي، پر لاڙ جا ماڻهو اهو ڪو نه ڪن. جيئن "پٽر" بدران "پٽ"، "چنڊر" بدران "چنڊ" ۽ "ڏيڍر" بدران "ڏيڍ" چون. وچولي وارا انهن اکرن جا اچار بلڪل صحيح ڪيندا آهن. سري وارا ته انهناکرن جا اچار هيڪاري وڌيڪ چٽو ڪيندا آهن، ڪي ته اهو اچار لکندا به آهن، جيئن 'ٽيڪمداس' بدران 'ٽريڪمداس'، اهڙيءَ طرح سري جي ماڻهن جا اچار بنهہ چٽا ۽ صحيح آهن. (26)

پروفيسر علي نواز جتوئي پنهنجي ڪتاب "علم لسان ۽ سنڌي زبان" ۾ معياري لهجي جي حوالي سان "ٽر" ۽ "ڊر" جي صوتين کي تسليم ڪندي لکي ٿو ته : "دنيا جي ڪن ٻولين ۾ ڪي وينجن مرڪب معلوم ٿيا آهن، جن ۾ پهريون وينجن بندشي هوندو آهي ۽ ٻيو گهسڪيدار. معياري سنڌيءَ ۾ اهڙي نموني جا به آواز آهن: هڪ "ٽ ر" جو مرڪب آواز "پٽ" ۾، ۽ ٻيو "ڊ ر" جو "ڊڪ" ۾. انهن آوازن کي بندشي لرزيدار سڏڻ بهتر آهي، ڇو ته منجهن گهسڪيدار آواز جي بجاءِ "ر" جو لرزيدار آواز سمايل آهي. لاڙي سنڌيءَ ۾ اهو مرڪب آواز ڪو نه ٿو اچارجي." (27)

ڊاڪٽر هدايت پريم پڻ "ٽر"، "ڊر" ۽ "ڍر" صوتياتي جائزو وٺندي لکي ٿو ته: "خيرپوري لهجي ۾ اترادي‌ءَ جيان "ٽ"، "ٺ"، "ڊ" ۽ "ڍ" صوتين جا

عيوضي آواز "ٽر"، "ٺر"، "ٻر" ۽ "ڍر" استعمال ٿيندا آهن. خيرپوري لهجي ۾ "پٽ، ڊيل، ڍؤ ۽ سنو" لفظن ۾ 'ر' جو آواز شامل هوندو آهي، يعني تہ "پٽر، ڊريل، ڍرؤ ۽ سنرو" ڪري اچاريندا آهن. "ٽ، ڊ ۽ ڍ" سان گڏيل "ر" جو آواز سنڌي ٻوليءَ جي قدامت جي نشاندهي ڪري ٿو سنسڪرت ۾ "جنڊ، چنڊ، پاٽ، پٽ" لفظن کي "جندر، چندر، پاتر ۽ پتر" چيو ويندو آهي. اهي لفظ جيڪڏهن سنسڪرت مان سنڌيءَ ۾ آيا آهن تہ بہ انهن جي اچارن ۾ "ر" هٽڻ وڌيڪ درست آهي، پر جيڪڏهن سنڌيءَ مان سنسڪرت ۾ ويا آهن تہ ايئن چئي سگهجي ٿو تہ اصل ۾ ئي انهن لفظن ۾ "ر" آواز موجود هو. ايئن ڪٿي چئجي تہ اهي لفظ سنسڪرت ۽ سنڌي ٻنهي ۾ هڪجهڙا آهن، ڇو تہ ٻئي همسر ۽ پينر ٻوليون آهن. تہ بہ "ر" جو آواز ٻنهي ۾ هٽڻ گهرجي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي راءِ ۾ "ٽ" ۽ "ڊ" سان "ر" آواز گڏيل هٽڻ وارا لفظ سنڌي ٻوليءَ جي ڪڇي لهجي ۾ پڻ موجود آهن." (28)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي راءِ مطابق "ر" جو ادغام سنسڪرت مان آيل لفظن ۾ موجود آهي. اهي لفظ اڄ تائين سڄي سنڌ ۾ ايئن ڳالهائجن ٿا ۽ ايئن ئي لکڻ کپن. حقيقت ۾ 'ٽ' ۽ 'ٽر' يا 'ڊ' ۽ 'ڊر' جدا جدا صوتيہ آهن ۽ ٻوليءَ ۾ هر هڪ جي پنهنجي جاءِ آهي، مثلاً: پَٽُ = ميدان ۽ پٽُر = لوهو پٽر، ٺنڊُ = پيرُ يا ٺنگ جو ٺنڊُر = ٽوٽي ڦيٽي جو." (29)

لکت جي ڏس ۾ ميين عيسيٰ جي سنڌي بيتن واري قلمي نسخي ۾ پڻ 'ر' جي آميزشي آواز جي لکت ملي ٿي، جنهن لاءِ ممتاز مرزا صاحب مقدمي ۾ پڻ ڄاڻايو آهي تہ: "ڪتابت توڙي صورتخطيءَ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءُ قلمي نسخو گهٽ ۾ گهٽ ياڳي ان دور ۾ قلمبند ٿيو جنهن ۾ سنڌي صورتخطي ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين مڪمل ٿي چڪي هئي." ميين عيسيٰ جي بيتن واري لکت جون سٽون اجهو هيئن آهن:

* جي هيڪاندا هوت مون، تہ هڏهين ٺنڊ حرام (اصل ۾ ٺنڊر حرام)
* جٽان جهريل پائيين، پاٽان ٽِمي پاٽان ٽِمي تت (اصل ۾ ٽرمي تت)
* جيئن ڇڳا ڊاک انگور، تيئن مجمع موچارن جو (اصل ۾ ڊارک انگور)
* ڪيم ڪان نهار، نيڻ هيرايم ٺنڊسين (اصل ۾ ٺنڊر)
* تيترو ڊجي ڏٽي پر، جهلين جي لانگون (اصل ۾ ڊرجي)
* جيئن جيئن پسن پرينءَ کي، تيئن ڍايون نہ ڍاپن (اصل ۾ ڍراپن) (30)

مذڪوره بيتن جي سٽن ۾ اسان کي اصل آواز کي لکت ۾ ڄاڻائڻ مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ ڪاتب لکڻ مهل 'ر' جي آميزشي واڀن صوتين کي

جنسي "ر" ڏئي مستعمل آواز کي اهميت ڏني آهي، ڇو تہ اسان جي موجوده آئيوپٽا اهڙي صوتئي جي شڪل /اکر رکڻ ۾ لاچار آهي.

اهڙي آميزشي "ر" لاءِ تازو ڊاڪٽر بلوچ صاحب پڻ ڪوشش ورتي آهي ۽ طالب المولي ڏانهن هڪ ادبي خط ۾ شاعريءَ تي طبع آزمائي ڪندي ڏر ۽ ڊر جي استعمال جا مثال ڏنا آهن. انهن مان ٻن تي اڪتفا ڪجي ٿو:

ع ـ نئون نينهن تنهنجو لڳو آهي نئڙ،
سو مون لئہ ڳهڻو ٻين لاءِ ڳتر،

ع ـ پيا پل پيائن ۾ پيٽا ۽ پيلهہ،
اسين ٿر هُجون پاڻ ۾ کير کنڊر. (31)

ڊاڪٽر بلوچ جي ڪوشش وقتائتي ضرور آهي، ليڪن ٻوليءَ جي وسعت ۽ نفاست سببان نا مناسب ۽ غير موزون آهي، ڇو تہ سڌو سنئون "ر" ڏيڻ سان بہ ڪافي لفظن جي سڃاڻپ ۾ مونجهارا پيدا ٿيڻ ممڪن آهن. جهڙي نموني موجوده "ڊ" جو اکر ٻتا صوتيہ سنڀاليندي مونجهارا ڪيون وينو آهي:

* کنڊُ = کي نون زبر کن، ڊي پيشُ ڊُ = کنڊُ
لاڙي / حيدرآبادي لهجي موجب – کنڊُ = داٽيدار منارڻ ۾ درياهہ جو گهارو (ٻٽي)
ساهتي / اترادي لهجي موجب ـ کنڊُ = درياهہ جو گهارو يا براعظم.
پر جيڪڏهن ڊاڪٽر بلوچ جي ڪيل عمل موجب جنسي "ر" ڏجي تہ کنڊُر ڪري لکبو جنهن سان پڻ ٽي لفظ ڏِک ڏيندا، جيئن:
(1) کنڊر = پراٽو جنهر يا جهنر
* کنڊر = وکريل يا ڦهليل واري صورت.

ڇو تہ اسان وٽ اعرابن ڏيڻ جو رواج قلمي توڙي ڪتابي تہ آهي ڪو نہ! پر جيڪڏهن کنڊر کي اعرابون ڏبيون بہ، تہ بہ ان جي هِجي درست نہ بيهندي، ڇو تہ اگر "ر" کي جزم اچي، تہ اهو پوءِ بہ هڪ ساڪن صوتيو ٿي بيهندو جڏهن تہ اسان کي هڪ صوتئي "ڊر" جو آواز بيهارڻو آهي. ها البت، جيڪڏهن "ڊ" کي ساڪن بڻائي ۽ "ر" کي پيش ڏبو تہ پوءِ ڪي قدر درست بيهندو مثلاً: کنڊر = کي نون زبر کن، ڊي ري پيش ڊرُ. مترُ = (ميم کي ٽي سان نہ ملائبو) ميم زير مِ، ٽي ري پيش ٽُر.

پر جيئن تہ اعرابن جو رواج گهٽ هجڻ ۽ ان سان بہ مونجهارا پيدا ٿيڻ ۽ وري اسان جو استاد علم لسان يا صوتيات جي بنيادن کان اڻ

واقف هجڻ سبب عام لاءِ خاصو مونجهارو ٿيندو. ان لاءِ اهڙي راءِ بہ رد ٿيڻ جوڳي آهي.

ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ الڳ اکر متعين ڪرڻ بہ پڪي گهڙي ۾ ڪنا وجهڻ برابر آهي. منهنجي راءِ آهر مختلف پٽين جي اڀياس مان اهڙو نشان متعين ڪري سگهجي ٿو جنهن سان اهو مونجهارو حل ٿي سگهي.

اصل ۾ سنڌي ٻوليءَ لاءِ جيڪو پراڻو رسم الخط استعمال ٿيندو هو سو ديوناگري يا اردناگري هو. ان آئيوٽا موجب "ر" آواز لاءِ ٽي صورتون آهن:

(1) متحرڪ (2) ساڪن (3) آميزشي / ادغامي.

(1) متحرڪ لاءِ سڌو "ر"، " र " جيئن: ڀورل ———— भूरल

(2) ساڪن لاءِ ايندڙ اکر مٿان ڪنڊيءَ جو نشان، جيئن: ڌرم ـــ धर्म

(3) آميزشي "ر" لاءِ اڳئين اکر هيٺان ترڇي ليڪ جيئن: پرڪاش ـــ प्रकाश

ان کان علاوه مخدوم ابوالحسن ٺٽويءَ پڻ اهڙي آميزشي اچار لاءِ پنهنجي تشڪيل ڏنل آئيوٽا / پٽيءَ ۾ "تر" ۽ "در" جا اکر متعين ڪيا، پر مسٽر بٽرو ايلس جي اٽ رکني ڪاميٽي ابوالحسن جي پٽيءَ مان استفادو وٺندي بہ مذڪوره صوتين جا اکر نہ رکي سگهي. ان جو واحد سبب سنڌن لهجن ۾ اهو اچار نہ هجڻ هو.

ڊاڪٽر ٽرمپ پڻ ايلس واري پٽيءَ سان سهمت نہ ٿيندي 1866ع ۾ پنهنجي آئيوٽا/ پٽي ترتيب ڏني، جنهن ۾ اختلافي اکر هيٺ ڄاڻائجن ٿا (32):

| هاٽوڪي پٽي | ٽرمپ واري | هاٽوڪي پٽي | ٽرمپ واري | هاٽوڪي پٽي | ٽرمپ واري |
|---|---|---|---|---|---|
| ٻ | ٻھ | ڏ | دھ | ک | کھ |
| ٿ | ٿھ | ڌ | ڌ | ڳ | گ |
| ٽ | ٽ | ڊ | ڌ | گ | نگ |
| ٺ | ٽھ | ڍ | ڏھ | م | م |
| ڃ | نج | ڦ | پھ | ڻ | ن |
| ڄ | چھ | ڪ | ک | ۾ | مين |

ڊاڪٽر ٽرمپ واري آئيوٽا ۾ جيڪا خاص ڳالھ توجھ طلب آهي، اها آهي ٺيٺ سنڌي چوسٽي/اڌوڪٽي صوتئي "ڳ" جي، جنهن ۾ "گ" جي ٻن ليڪن مان هيٺين ليڪ جي منڍي ۾ ٻڙيءَ يا ڪنڍيءَ جو نشان ڏنل آهي،

اهڙي انداز سان جيئن ”ف“ يا ”ڦ“ ۾ ڏنل آهي، جنهن بابت ڪا به وضاحت يا سبب معلوم نٿو ٿئي. ممڪن آهي ته اها ٻڙيءَ يا ڪنڊيءَ جي نشاني سنسڪرت جي ساڪن ”ر“ واري خيال کان ورتل هجي يا ”ڳ“ ۾ ”ر“ جي ضم ٿيڻ واري تصور کان رکيل هجي، ڇو ته اڏو ڪٽن/ ڇوسٽن صوتين ۾ ”ر“ جي ضم ٿيڻ وارو عمل ڪافي لفظن مان واضح ٿئي ٿو.

ڀيرومل آڏواڻيءَ ٻوليءَ جي لفظن واري تبديل جا مثال پڻ ڏنا آهن، جيڪي هيئن ڄاڻايل آهن(33):

| سنسڪرت | سنڌي | تبديل |
|---|---|---|
| ورڌ | برڌ ـ ٻڍو | ب + ر = ٻ |
| درشن | ڏسڻ | د + ر = ڏ |
| گرڀ | ڳڀ | گ + ر = ڳ |

اهڙا اشارا اسٽئڪ، برٽن، ٽرمپ ۽ گريئرسن کان به ملن ٿا، جيڪي انهن اڏو ڪٽن صوتين کا مخصوص، مرڪب، اونهان اچاريل ڄاڻائين ٿا. ٽرمپ ڄاڻائي ٿو ته ”اڏوڪٽا علم صرف جي لحاظ کان ٻٽا سڪ ٻند آهن.“ گريئرسن چوي ٿو ته ”اهي اهڙي ريت اچاريا وڃن ٿا، جهڙيءَ ريت هندستان جي ٻين ڀاڱن ۾ ٻٽا اکر اچاريا ويندا آهن، پر اهي ڪن لفظن جي منڍ ۾ به ايندا آهن..... درحقيقت، سنڌيءَ ۾ ٻٽا اکر اهي ئي آهن.“(34)

ان صورت ۾ اهو خيال ٺاهي سگهجي ٿو ته ”گ“ ۾ ٻڙي يا ڪنڍي جو فالتو نشان ”ر“جي نمائندگي ڪري ٿو. اهڙي ليکي تحت ”ر“ جي آميزشي آواز لاءِ ٻڙي يا ڪنڍو ملائي، ’ٽر‘، ’ڊر‘ ۽ ’ڍر‘ جو صوتيو مقرر ڪري سگهجي ٿو. جيئن پشتو ـ عربي آئيوٽا ۾ ”ر“ مان ”ڙ“ جي صوتئي جو اکر ٺاهڻ لاءِ ”ر“ ۾ ٻڙيءَ يا گولڙيءَ جو اضافو ڪندا آهن، جيئن: ” ڑ “

بهرحال هيٺيون صورتون بيهاري لسانياتي ماهرن آڏو عرض رکجي ٿو:

| موجوده | مقرره شڪل | شروعاتي | وچين | پڇاڙڪي |
|---|---|---|---|---|
| ٽ+ر | ٿ | ٿ | ٿ | ٿ |
| ڊ+ر | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ |
| ڍ+ر | ڍ | ڍ | ڍ | ڍ |

## ايپاسي حوالا:


1. ڊاڪٽر حامد علي خانائي، ساهتي پرڳڻي جو تاريخي پس منظر، ٽماهي مهراڻ گولڊن جوبلي نمبر، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو نمبر 2 ۽ 3 سال 2006- ص 150.
2. ڊاڪٽر حامد علي خانائي، حوالو مٿيون ساڳيو- ص 151
3. ڊاڪٽر حامي علي خانائي، حوالو مٿيون ساڳيو- ص 154
4. پروفيسر شيخ محمّد فاضل، ماٿيلي، اوباوڙي جي ٻولي، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد 1992ع، ص 14
5. جي. اي گريئرسن، برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو (ترجمو)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد 2000ع ص 61
6. جي. اي گريئرسن، حوالو مٿيون ساڳيو، ص 61
7. ڊاڪٽر غلام علي الانا "برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو جو مهاڳ سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، ص 32
8. ڊاڪٽر هدايت پريم، اترادي ٻولي، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد 1995ع، ص 25
9. ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي: حيدرآباد 1956ع، ص 114، 115
10. ڀيرو مل آڏواڻي، حوالو مٿيون ساڳيو، ص 127
11. گريئرسن، حوالو مٿيون ساڳيو، ص 57
12. پروفيسر محمّد عمر چند، سنڌي ٻولي: لسانياتي جاگرافي، آراڌايون ۽ لفظي ترتيب، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، 2004ع، ص 133
13. پروفيسر علي نواز جتوئي، علم لسان ۽ سنڌي زبان، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو 1996ع، ص 67، 68
14. پروفيسر علي نواز جتوئي، حوالو ساڳيو، ص: 69، 70
15. ڊاڪٽر هدايت پريم، اترادي ٻولي، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو 1995ع، ص 30
16. ڊاڪٽر هدايت پريم، حوالو مٿيون ساڳيو ص 32
17. ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو سنڌي ٻولي: لسانيات کان سماجي لسانيات تائين، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 1998ع، ص 83
18. ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو حوالو مٿيون ساڳيو ص 84
19. ڊاڪٽر هدايت پريم، حوالو مٿيون ساڳيو ص 18
20. ڀيرو مل آڏواڻي، حوالو مٿيون ساڳيو ص 94
21. حڪيم فتح محمّد سيوهاڻي، آفتاب ادب، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1983ع، ص116
22. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ۽ هدايت پريم، ٿر جي ٻولي، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو 1994ع، ص 16، 17
23. ڀيرو مل آڏواڻي، حوالو مٿيون ساڳيو ص 93، 94
24. ڊاڪٽر هدايت پريم، حوالو مٿيون ساڳيو ص 17
25. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو حوالو مٿيون ساڳيو ص 17

26. پيرومل آڏواڻي، حوالو مٿيون ساڳيو ص 98
27. پروفيسر علي نواز جتوئي، حوالو مٿيون ساڳيو ص 61
28. ڊاڪٽر هدايت پريم، سنڌي ٻوليءَ جو خيرپوري لهجو ڪلاچي جرنل شاهه لطيف چيئر ڪراچي، ڊسمبر 1999ع، ص 123، 124
29. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، هڪ علمي ادبي خط (طالب المولىٰ ڏانهن)، سماهي "سنڌ" سنڌ اسٽڊي سينٽر حيدرآباد، اونهارو 1983ع، ص 259، 260.
30. ممتاز مرزا، ميين عيسيٰ جا سنڌي بيت، شاهه لطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز 1993ع، صفحه ترتيبوار 41، 53، 62، 66، 76، 80
31. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، حوالو مٿيون ساڳيو ص 263
32. ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ، شاهه جو رسالو ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز 1985ع، صxxx
33. پيرومل آڏواڻي، حوالو مٿيون ساڳيو ص 304
34. جان. جي. بورڊي، سنڌيءَ جي آوازي سرشتي جو تاريخي ۽ لساني جائزو: سنڌ صدين کان سيمينار ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز 1982ع، ص 416.

٢

# مدرسہ هاءِ اسڪول نوشهرو فيروز

## ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي

نوشهري فيروز جو قديم تاريخي شهر، ساهتي پرڳڻي جو هڪ اهم ۽ مکيہ تعليمي مرڪز پئي رهيو آهي. قديم دور ۾ هن شهر ۾ ڪيترائي وڏا ديني علمن جا درسگاهہ، مدرسا ۽ مڪتب قائم هئا، جتي ديني ۽ دنيوي علمن جو درس ڏنو ويندو هو. وقت جي ڪيترن ئي جَيّد عالمن، هتان جي انهن علمي درسگاهن مان علم جي تحصيل ڪئي. خاص طرح سان ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ هيءُ شهر علم ۽ عرفان جو وڏو گهوارو هو. پري پري کان شاگرد علم جي تحصيل ڪرڻ لاءِ ڪهي،هتان جي مدرسن ۾ ايندا هئا. ان دور ۾ هيءُ شهر علمي لحاظ کان بکر، بوبڪ، پاٽ، ٺٽي ۽ نصرپور جو هم پلئہ هو. هن شهر ۾ ان دور جي ڪيترن مدرسن ۽مڪتبن جا نشان اڃان بہ باقي ملن ٿا. نوشهري فيروز جي قاضي صاحبن جي محلي ۾ قاضي ميان ابوالمعالي جو هڪ وڏو مدرسو قائم هو جو "دارالعلوم" جي نالي سان ساهتي پرڳڻي ۽ سموري سنڌ ۾ مشهور هو. قاضي ابوالمعالي پنهنجي دور ۾ فتويٰ نويسيءَ ۾ بي نظير هو. انهيءَ دارالعلوم ۾ تفسير، فقہ ۽ حديث جي علمن جو درس ڏنو ويندو هو. ٽالپورن جي دور ۾ پڻ نوشهرو فيروز علمي ۽ تعليمي لحاظ کان اوج تي رهيو. ٽالپورن جي صاحبيءَ ۾ اسلامي علمن جي تعليم ڏيڻ جو جيڪو طريقو رائج هو. تنهن جا اهڃاڻ انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ تائين هن شهر ۾ قائم رهيا.

سنہ 1843ع ۾ انگريزن ٽالپورن کان سنڌ فتح ڪئي ۽ سنڌ ۾ انگريزن جو راڄ شروع ٿيو. سنڌ جي فتح کانپوءِ انگريزن سنڌ لاءِ نئين تعليمي پاليسي اختيار ڪئي. انهيءَ ڪري سنڌ ۾ اڳ واري رائج عربي ۽ فارسيءَ واري ديني تعليم جي مدرسن ۽ مڪتبن کي ڪافي ڌڪ رسيو. ازانسواءِ سنہ 1853ع ۾ انگريزن نئين سنڌي الف ب تيار ڪري، سنڌي صورتخطي رائج ڪئي، جا سنڌ جي تعليمي درسگاهن ۾ مروج ٿي.

انگريزن سنڌ جي مسلمانن کان دغابازيءَ ۽ فريب ڪاريءَ سان حڪومت کسي هئي، تنهنڪري هو ڪنهن بہ صورت ۾ انگريزن سان تعاون ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. ٻئي پاسي هندو نئين انگريز حاڪم کي خوش ڪرڻ لاءِ هُن سان پوريءَ طرح سهڪار ڪري، وڏا وڏا فائدا حاصل ڪرڻ لڳا. سنڌ جي مسلمانن ۾ انگريزن لاءِ سخت نفرت هئي. انهيءَ ڪري سنڌ جي عالمن ۽ عام ماڻهن انگريزي تعليم جي بہ سختيءَ سان مخالفت ڪئي. اهو ئي مکيہ ڪارڻ هو جو سنڌي مسلمان انگريزي تعليم پرائڻ کان اُن وقت پٺتي رهيا.

سنڌ جي هندن انگريزي تعليم ۾ وڏي ترقي حاصل ڪئي ۽ هر هنڌ اسڪول ۽ ڪاليج قائم ڪيائون. مسلمانن لاءِ ڪو بہ تعليمي ادارو ڪو نہ هو جتي هُو پنهنجي ديني ۽ مذهبي تعليم سان گڏ جديد علمن جي تعليم حاصل ڪري سگهن. انگريزي تعليم نہ پرائڻ جي ڪري، سنڌ جي مسلمانن جي حالت نهايت ئي رحم جوڳي هئي. مسلم قوم تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ جي ڪناري تي پهچي چڪي هئي. مسلمانن جي ترقيءَ جا سمورا دروازا بند ٿي چڪا هئا. وڏا وڏا سرڪاري عهدا ۽ ٻيون مراعات سڀ هندو طبقي جي قبضي هيٺ هئا.

برصغير هندو پاڪ جي مسلمانن انگريزي تعليم کي عام ڪرڻ لاءِ وڏي جدوجهد شروع ڪئي. انهيءَ ڏس ۾ خاص ڪري نئون ذهن رکندڙ مسلمانن وڏي ڪوشش ورتي. جسٽس سيد امير عليءَ سنہ 1876ع ۾ ڪلڪتي ۾ "سينٽرل نيشنل محمدن ائسوسيئيشن" نالي هڪ جماعت قائم ڪئي. انهيءَ جماعت جو مکيہ مقصد هو مسلمانن جي فلاح ۽ بهبوديءَ لاءِ ڪوشش وٺڻ. سنہ 1984ع ۾ سيد امير علي هڪ ڪيس جي سلسلي ۾ ڪراچيءَ آيو. هُن ڪراچيءَ جي سنڌي مسلمانن سان ڪافي گڏجاڻيون ڪيون ۽ اهو اعلان ڪيائين تہ سنڌ جا مسلمان جديد انگريزي تعليم ۾ گهڻو پوئتي آهن. اهڙيءَ طرح سيد امير عليءَ جي صلاح ۽ مشوري سان ڪراچيءَ ۾ "نيشنل محمدن ائسوسيئيشن" جي شاخ قائم ٿي. انهيءَ تحريڪ جي سلسلي ۾ سنہ 1885ع، حسن علي آفنديءَ ڪراچيءَ ۾ "سنڌ مدرسة الاسلام" جو بنياد رکي، سنڌ جي مسلمانن ۾ انگريزي تعليم پرائڻ جو آغاز ڪيو.

انگريزن سنڌ اندر ابتدائي تعليم ڏيڻ لاءِ سنڌي پرائمري اسڪول قائم ڪيا. سڀ کان پهريائين ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر ڪيپٽن پريڊي سنہ 1845ع ۾ ڪراچيءَ ۾ هڪ پرائمري اسڪول کوليو. سنہ 1871ع تائين

سنڌ جي ننڍي خواهہ وڏي شهر ۾ سنڌي پرائمري اسڪول کوليا ويا هئا. انگريزن پنهنجن انگريز سول آفيسرن لاءِ سنڌ ۾ نوڪري ڪرڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا کي لازمي ٺهرايو هو. سنہ 1853ع ۾ ڪراچيءَ ۽ شڪارپور ۾ اهڙا اسڪول قائم ڪيا ويا، جن ۾ انگريز سول ملازمن کي سنڌي ٻولي سيکاري ويندي هئي. انگريزي تعليم جي سلسلي ۾ سنہ 1853ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ”نارائڻ جگننات هاءِ اسڪول“ کوليو ويو. 1858ع ۾ سکر ميونسپل جي طرفان مڊل اسڪول کوليو ويو. سنہ 1859ع ۾ ”سينٽ پيٽرڪ هاءِ اسڪول“ ۽ 1866ع ۾ ”منوڙي“ ۾ پڻ يورپين لاءِ هڪ هاءِ اسڪول کوليو ويو.

اوڻويهين صديءَ جي پوئين چوٿائيءَ ۾ حيدرآباد شهر ۾ خانگي انگريزي اسڪول قائم ٿيڻ شروع ٿيا. سنہ 1863ع ۾ ”چرچ مشن اسڪول“ سنہ 1888ع ۾ ”هيرانند اڪيڊمي“ ۽ سنہ 1897ع ۾ ”نروديالہ هاءِ اسڪول،“ قائم ٿيا. اهڙيءَ طرح سان جديد انگريزي تعليم جو ڦهلاءُ سنڌ ۾ عام ٿيو.

”ساهتي پرڳڻو“، جو سنڌ جو وچولو ۽ گهاٽو وسايل خطو هو. ان ۾ ڪيترائي ورهيہ انگريزي تعليم لاءِ ڪو بہ خاطر خواهہ بندوبست ٿيل ڪو نہ هو. سنہ 1878ع ۾ سکر ۽ ڪوٽڙيءَ وارو ريل جو رستو کُليو. انهيءَ رستي جي کُلڻ ڪانپوءِ ”ساهتي پرڳڻي“ جا هندو شاگرد حيدرآباد ۾ وڃي انگريزي تعليم پرائڻ لڳا، ليڪن سفر جي ڏاڍي تڪليف هوندي هئي. ڀريا ۽ ٺاروشاهہ جا هندو شاگرد منياٽيءَ کان ٻيڙين رستي درياهہ پار ڪري، ڦُلجيءَ کان وڃي ريل گاڏيءَ تي چڙهندا هئا ۽ پوءِ حيدرآباد جي اسڪولن ۾ داخلا وٺي تعليم حاصل ڪندا هئا. موري شهر جا هندو شاگرد وري چنيجن ۽ پُرڻ جي پاسي ”لليا پتڻ“ اُڪري، سيوهڻ کان وڃي ريل گاڏيءَ ۾ چڙهي حيدرآباد ۾ تعليم حاصل ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح سان ساهتيءَ جا ماڻهوجن ۾ اڪثريت هندن جي هوندي هئي. تعليم پرائڻ جي لاءِ ايتريون تڪليفون برداشت ڪندا هئا.

ساهتيءَ جا مسلمان انگريزي تعليم کان تہ بنهہ پري هئا. ساهتيءَ ۾ سرڪار جي پاران انگريزي تعليم جو ڪو بہ بندوبست ٿيل ڪو نہ هو. هندو ماڻهو هر ڪنهن ڳالهہ ۾ مسلمانن کان اڳرا هئا. تن خانگي طرح سان ساهتيءَ جي مختلف شهرن ۾ اسڪول قائم ڪيا. نوشهري فيروز ۾ پڻ هندن جي پنچائت طرفان هڪ هاءِ اسڪول کوليو ويو. نوشهري فيروز کان تي ڪوهہ کن پري پرين ۾ ”اينگلو ورنيڪيولر اسڪول“ قائم ٿيو. هيءُ

اسڪول سنہ 1886ع ۾ "پريا ايڊيوڪيشنل سوسائٽي" جي سهاري هيٺ کليو. ايتري ئي مفاصلي تي ٺارو شاهہ ۽ اٽڪل ساڍا چار ڪوهہ کن پرتي منياڻيءَ ۾ پڻ اسڪول کوليا ويا. ان کانپوءِ ڪنڊياري ۾ پڻ هاءِ اسڪول کوليو ويو. انهن انگريزي اسڪولن جي کُلڻ ڪري ساهتيءَ ۾ تعليم جي گهڻي ترقي ٿي. اهڙيءَ طرح حيدرآباد کانپوءِ ٻئي نمبر تي "ساهتي پرڳڻي" تعليم جي راهہ ۾ وڏيڪ ترقي ڪئي ۽ هتان جا ڪيترائي پڙهيل ماڻهو وڏن سرڪاري عهدن تي پهتا.

انهن مٿي بيان ڪيل اسڪولن ۾ صرف هندن جي ٻارن کي داخلا ملندي هئي ۽ مسلمانن جي ٻارن کي سواءِ سرنديءَ وارن ۽ زميندارن جي ٻارن جي گهٽ داخلا ڏني ويندي هئي. ساهتيءَ جا مسلمان شاگرد، انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ جي لاءِ "پٽوري مدرسي" يا "سنڌ مدرسة الاسلام" ڪراچيءَ ۾ ويندا هئا. انهيءَ دور جي اهڙين حالتن کان متاثر ٿي، دربيلي شهر جي قومي درد رکندڙ سيد الهہ آندي شاهہ اهو محسوس ڪيو تہ جيستائين مسلمانن جا ٻار انگريزي تعليم حاصل نہ ڪندا، تيستائين هُو ڪڏهن بہ ڪا ترقي ڪري نہ سگهندا. هن تبليغي انداز ۾ ساهتيءَ جي مسلمانن کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ وڏي جدوجهد شروع ڪئي ۽ مسلمانن کي انگريزي تعليم جي طرف راغب ڪرڻ لاءِ پرچار شروع ڪئي، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ سنڌن اقتصادي، تهذيبي ۽ مذهبي ترقيءَ جو راز سمايل هو.

سيد الهہ آندي، شاهہ انهن مڙني ڳالهين کي آڏو رکي. سنہ 1903ع ۾ پنهنجي ذاتي سمي ۽ ڪوشش سان نوشهري فيروز ۾ خاص مسلمانن جي ٻارن لاءِ انگريزي تعليم پرائڻ لاءِ هڪ مدرسي جو بنياد وڌو. نوشهري فيروز ۾ هن مدرسي جي قائم ڪرڻ جو سندس مقصد اهو هو تہ نوشهروفيروز انگريز سرڪار جي ڊويزن جو هيڊڪوارٽر هو ۽ ساڳئي وقت "ساهتي پرڳڻي" ۾ هن شهر کي قديم زماني کان وٺي مرڪزي حيثيت پڻ هئي. ان کانسواءِ هن شهر ۾ اڳ ۾ ئي هندن جو هڪ پئنچاتي اسڪول قائم هو ۽ هندن جو وڏو عروج هو. سيد الهہ آندي شاهہ هندن جي اثر کي ٽوڙڻ ۽ مسلمانن جي طاقت کي ظاهر ڪرڻ لاءِ دربيلي جي بدران هن شهر جو انتخاب ڪيو. هن مدرسي ۾ جديد انگريزي تعليم ڏيڻ سان گڏ ديني تعليم جو پڻ معقول بندوبست هو. انهيءَ ڪري ئي هن جو پهرياڻين "نوشهروفيروز مدرسہ" نالو رکيو ويو.هن مدرسي ۾ شروع ۾ صرف ڇهن درجن تائين انگريزيءَ جي تعليم ڏني ويندي هئي. هن مدرسي، ۾ ساهتيءَ جي سموري

پرڳڻي جا اڪثر مسلمان شاگرد ۽ ٻين هندن جا پڻ مسلمان شاگرد اچي تعليم پرائڻ لڳا. سنڌ ۾ خاص ڪري ساهتيءَ جي سرنديءَ وارن هن مدرسي جي تمام گهڻي مالي امداد ڪئي. خود سيد الهه آندي شاهه وڏي فراخدليءَ سان هن مدرسي جي مالي امداد ڪئي ۽ ڪيترن ئي غريب ۽ نادار شاگردن کي فري بورڊري ۽ اسڪالرشپ ڏيئي کين تعليم جي راهه ۾ همٿايو. هن مدرسي ويهين صديءَ جي پهرين چوٿائيءَ ۾ ساهتيءَ جي مسلمانن کي تعليمي بدحاليءَ کان بچايو. هزارن جي تعداد ۾ هن مدرسي مان شاگرد تعليم حاصل ڪري نڪتا. سنه 1909ع ۾ هن مدرسي کي "محمدن ائسوسيئيشن" جي سهاري کان آزاد ڪري، سندس انتظام لوڪلبورڊ جي حوالي ڪيو ويو. هن کان اڳ سنه 1904ع ۾ ضلعي لوڪلبورڊ شاگردن جي رهائش لاءِ هڪ عاليشان هاسٽل تعمير ڪرائي هئي، جا هن وقت نهايت ئي شڪسته حالت ۾ پنهنجي ماضيءَ جي عظمت تي مرثيه خوان آهي. سيد الهه آندي شاهه جي ذاتي ڪوشش سان هيءَ مدرسو اڳتي هلي "هاءِ اسڪول" جي سطح تي آندو ويو ۽ سنه 1918ع ۾ مئٽرڪ تائين ڏيڻ جو معقول انتظام ڪيو ويو. ان وقت سنڌ صوبو بمبئي پريزيڊنسيءَ جو هڪ پرڳڻو هو ۽ سنڌ جا مڙئي هاءِ اسڪول پڻ بمبئي يونيورسٽيءَ سان الحاق هئا.

"نوشهرو فيروز مدرسه هاءِ اسڪول" جو پراڻو رڪارڊ خبر نه آهي ته ڪهڙي اوڙاهه ۾ غرق آهي. افسوس آهي هن قوم تي جا پنهنجي تاريخ جي سرمايي کي زنده رکڻ جي بدران فنا ڪريو ڇڏي. دراصل تاريخ قوم جو سرمايو هوندو آهي، جنهن ۾ ماضيءَ جي عظمت جو عڪس ظاهر هوندو آهي. جنهن قوم جي ماضيءَ جي تاريخ گم آهي، اها قوم پوءِ اڳتي هلي صفحه هستيءَ تان مٽجي ۽ ميسارجي نابود ٿي ويندي آهي. قوم پنهنجي ماضيءَ جي تاريخ کي ڏسي، حال کي درخشان ۽ مستقبل کي روشن بڻائيندي آهي. هن مدرسي جي باري ۾ ڪو به ابتدائي مستند احوال ڪٿان به ڪو نه ٿو ملي. وري به جس هجي انگريز مصنف "جي ڊبليو سمٿ" کي، جنهن "نوابشاهه ضلعي جي گزيٽيئر" ۾ هن مدرسي جي متعلق ڪجهه روشني وڌي آهي. هو لکي ٿو:

"هيءَ خالص مسلمانن جو تعليمي ادارو آهي. هن ۾ ڇهين درجي تائين انگريزي تعليم ڏني ويجي ٿي. سنه 1916ع ۾ هن درسگاهه ۾ صرف 119 شاگرد اسڪول جي رجسٽر تي داخل هئا. فيءَ جو تناسب هڪ روپئي کان وٺي ٻه روپيا ٻارنهن آنن تائين هو. سنه 1916ع ۾ هاسٽل ۾ 83 شاگرد

رهندڙ هئا، جن مان 36 شاگردن جي في مدرسي جي فنڊ مان ڏني ويجي ٿي. مدرسو هڪ مسواڙي جاءِ ۾ هلي رهيو آهي. مدرسي جي نئين عمارت پنجويهه هزار روپين جي لاڳت سان تعمير ٿي رهي آهي. اها رقم لوڪل فنڊ مان ڏني ويئي آهي.“

مسٽر سمٿ جي انهيءَ مٿين بيان مان اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي، ته سنه 1916ع تائين هن مدرسي ۾ صرف ڇهن درجن تائين تعليم ڏيڻ جو انتظام هو ۽ شاگردن جي رهائش لاءِ هاسٽل تعمير ٿيل هئي. ساڳئي وقت اهو به ظاهر ٿئي ٿو ته هيءُ اسڪول لوڪلبورڊ جي سهڪار سان هلي رهيو هو.

مدرسي جون موجوده پراڻيون عمارتون ان دور جون تعمير ٿيل آهن، جن مان اسڪول بورڊنگ ۽ڊائننگ هال جون عمارتون قديم آثارن جي صورت ۾ تبديل ٿي رهيون آهن. اها اسان جي شومر بختيءَ جي نشاني آهي.

علامه ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو پنهنجي ”مختصر آتم ڪهاڻيءَ“ ۾ هن مدرسي جي باري ۾ لکي ٿو:

”سج لٿي مهل اچي نوشهري مدرسي جي اڱڻ ۾ جمل جهڪايم ۽ سفر جو پهريون پائو پٽ پورو ٿيو. يڪدم پرنسيپال صاحب کي خبر ڏني ويئي ته هتڙن حالن سان هڪ ڇوڪرو ڇهون درجو پڙهڻ آيو آهي..... مون کي وچين هال ۾ رهايو ويو.“

علامه مرحوم جي انهيءَ مٿين احوال مان پڻ ان ڳالهه جي وضاحت ٿئي ٿي ته ان زماني ۾ شروع ۾ مدرسي ۾ ڇهن درجن تائين تعليم ڏني ويندي هئي. علامه مرحوم سنه 1915ع ۾ لاڙڪاڻي مدرسي مان پنج درجا پاس ڪري، نوشهري مدرسي ۾ ڇهون درجو پڙهڻ آيو هو. علامه مرحوم اڳتي هلي مدرسي ۾ بورڊنگ هائوس جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

”انهيءَ وقت مدرسي جي بورڊنگ ۾ ٽي ڊارميٽري (خوابگاهه) هوندا هئا. هر هڪ تڪندڙ شاگرد کي ڪٽولو ڏنو ويندو هو. ٻئي ڏينهن صبح جو قدري ٽڪ لهڻ بعد قاضي صاحب (جي. اين. قاضي پاتائي ان وقت مدرسي جو پرنسيپال هو) جي حضور ۾ وڃي حاضر ٿيس، جنهن مون کي ”محمدن فنڊ“ مان هر مهيني ٽي روپيا ڏيڻا ڪيا ۽ ڇهين درجي ۾ داخلا جو اذن ڏنائين، تنهنڪري يڪدم وڃي ڪلاس ۾ ويٺس. ڪلاس ۾ ڇوڪرن جو تعداد چڱو خاصو هو ۽ سيئي ڪپڙين لٽين ٺهيل ٺُڪيل ۽ مهذب ڏسڻ ۾ ٿي آيا..... بورڊنگ جي زندگي نهايت ئي خوشگوار گذري، ماني سادي، ليڪن

نهايت سُٺي ۽ سوادي ملندي هئي. مهيني جي ويسي فقط ڇهہ روپيا هوندي هئي، پر اڄ اهڙي خوراڪ هوند سٺ روپيين ۾ بہ ڪا نہ ملي..... وري جو هڪ بورچي يونس نالي تيوڻ تلو بلڪل سٺو ۽ عمدو تيار ڪندو هو..... بورچيخاني جي نظرداريءَ تي آخوند ڪريم بخش نالي سنڌي توطن شده (Domicile) پنجابي هو جو هڪ نهايت پاڪباز ۽ متقي شخص هو...... بورڊر سڀ نمازي هوندا هئا..... پاڻ ۾ ڏاڍو قرب هوندو هون.“

علامہ مرحوم جي انهيءَ بيان ڪيل احوال مان مدرسي ۽ بورڊنگ هائوس جي بهترين انتظام جي باري ۾ ڪافي روشني پوي ٿي.ان مان اهو بہ ظاهر ٿئي ٿو تہ هيءُ مدرسو ان دور ۾ نہ صرف ساهتيءَ ۾، بلڪ پوريءَ سنڌ ۾ پنهنجي بهترين ڪارڪردگيءَ جي لحاظ کان هڪ مثالي درسگاهہ هو.

نوشهروفيروز مدرسو نہ صرف تعليم جي لحاظ کان برک هو پر هتي هڪ عاليشان ڪتبخانو پڻ قائم ڪيل هو جنهن ۾ هر فن تي ڪيترائي ناياب ۽ عمدا ڪتاب موجود هئا. علامہ ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب پڻ هن ڪتبخاني جي ساراهہ جا ڏاڍا ڏِڪ پريا آهن. مگر افسوس جو اهو ڪتبخانو اڄ اُڏوهيءَ جو کاڄ تي رهيو آهي. مٿس سالن جي مٽي ۽ دز چڙهي ويئي آهي. انهيءَ املهہ خزاني کي سهيڙڻ ۽ سميٽڻ جي سخت ضرورت آهي.

هن مدرسي جي اها خاص خصوصيت هئي، تہ مدرسي جو سربراهہ ”پرنسيپال“ جي نالي سان سڏبو هو. مگر پاڪستان بنجڻ کانپوءِ ”پرنسيپال“ جي بدران ”هيڊماستر“ سڏجڻ ۾ آيو جو اڄ تائين قائم آهي. ان کان علاوه هن مدرسي جو پرنسيپال ڪو بہ هندو ٿي نٿي سگهيو. ان لاءِ هندن بمبئي هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيو. مسلمانن جي پاران غلام محمد خان پرڳڙي وڪيل هو. آخرڪار بمبئي هاءِ ڪورٽ پنهنجو فيصلو مسلمانن جي حق ۾ ڏنو.

هن مدرسي مان ساهتي خواهہ سنڌ جي ٻين خطن جي هزارين مسلمانن انگريزي تعليم حاصل ڪئي. هن عظيم درسگاهہ سنڌ جي تاريخ ۾ وڏو اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. هن تعليمي درسگاهہ مسلمان قوم لاءِ ڪيترين ئي تاريخ ساز شخصيتون، عالم، اديب ۽ نامور جج پيدا ڪيا، جن پنهنجي قوم جي وڏي خدمت ڪئي آهي.

**ماخذ:**

1. روزانه اخبار "الوحيد" ڪراچي جو "سنڌ آزاد نمبر" جون 1936ع، سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت حيدرآباد سنڌ، ڇاپو ٻيو 1979ع.
2. دائود پوٽو عمر بن محمد ڊاڪٽر، "منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي"، سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي سنڌ.
3. حالي الطاف حسين مولانا، "حيات جاويد" (اردو)، پنجاب اڪيڊمي لاهور 1957ع.
4. شيخ محمد اڪرام "موج ڪوثر" (اردو)، اداره ثقافت اسلاميه لاهور 1984ع.
5. سمٿ، جي ڊبليو "دي گزيٽيئر آف سنڌ"، واليوم بي، نواب شاهه ضلعو گورنمينٽ سينٽرل پريس بمبئي، 1920ع.

Ƴ

# هالاڻي ۽ اُن جا ڪجهہ قديم آثار

محمد پُنهل ڏهر

هالاڻي جو قديم تاريخي شهر ضلعي نوشهري فيروز جي ڪنڊياري تعلقي ۾ قومي شاهراهہ جي پرسان آباد آهي. هي شهر ڪڏهن آباد ٿيو ۽ ڪنهن آباد ڪيو انهيءَ باري ۾ مختلف محققن ۽ مؤرخن جا رايا هيٺ پيش ڪجن ٿا.

هالاڻي جي قدامت متعلق مير علي شير قانع صرف ايترو لکيو آهي تہ "هالاڻي پراڻو ڳوٺ آهي." (1) سيد مدد علي شاهہ هن جي آباد ٿيڻ متعلق لکي ٿو تہ: "هي تڏهن کان آباد آهي، جڏهن پنج سؤ سال اڳ درياءَ شاهہ بنهہ سندس پڪ سان پيڪا ڪندو شهدادپور کي سيراب ڪندو نصرپور کي نوازيندو ۽ نئي کي ٺاهيندو وڃي سائر ۾ سمائبو هو..... هالاڻي ۽ ڀلاڻي بہ ناميارون ڀينر، ذات جون ميربحر، هر هڪ کي پنهنجي مياڻي هئي ۽ پٽڻ بہ جو درياءَ جي ڪپر تي رهنديون هيون، سندن نالن پٺيان هالاڻي ۽ ڀلاڻي بہ ڳوٺ آباد ٿيا." (2)

قاضي عبدالخالق لکيو آهي تہ: "هالان ۽ ڀلان بہ پائر سهتا قوم جا هئا. چڱا اثر رسوخ وارا ۽ جاگيردار هئا. هالان، هالاڻي ۽ ڀلان، ڀلاڻي نالي جدا جدا آمهون سامهون ڳوٺ آباد ڪيا. اهي ٻيئي ڳوٺ قديم زماني کان وٺي انهن ساڳين نالن سان سڏبا اچن ٿا." (3)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي تہ "ڀلاڻي ڪافي پراڻي بستي آهي ۽ جيئن هالاڻي (هالا قوم جي بستي) تي هالا قوم جو نالو پيل آهي، تيئن ممڪن آهي تہ ڀلاڻي (پلاڻي، پراڻي، پرياڻي) تي پريا قوم جي پوئتان اهو نالو پيل هجي....... پريا قوم بہ سهتن ۾ لاکن وانگر سنڌ جي هڪ آڳاٽي قوم هئي." (4)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي انهيءَ راءِ متعلق ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي لکي ٿو تہ: "ليڪن اسان جي تلاش ۽ تحقيق موجب تہ چچنامہ واري

ڀهراور، موجوده ڀلاڙي جي بستي تي سگهي ٿي. هالاڻي، هالا يا پريا قوم جو آباد ڪيل آهي. ان متعلق اسان جي نزديڪ مرحوم عبدالخالق جي راءِ وڌيڪ مستند ڏسڻ ۾ اچي ٿي. انهن ٻنهي شهرن جي پرسان اِهي ٻيئي قومون ڪو نہ ٿيون ملن. هالا قوم ٽالپرن جي دور ۾ موجوده خانواهڻ جي ٻاهران مُلن جي ڳوٺ ۾ ويٺل هئي. مگر اڄ اُن جو ڪو بہ پتو ڪو نہ ٿو پوي. باقي ڀلاڙي جي پرسان پريا قوم نہ بلڪ پيا ۽ پُٺا قومون ويٺل آهن. ممڪن آهي تہ ڊاڪٽر صاحب جو خيال ڀلاڙي (پياڻي، پُٺاڻي، پيلاڙي) جي متعلق ان قوم جي پنيان صحيح هجي. تاريخي لحاظ سان هي ٻيئي بستيون سهتا قوم جون ٻڌايل ٿي سگهن ٿيون.“ خانائي صاحب هِن شهر جي قدامت جي باري ۾ اڳتي لکي ٿو تہ: ”تاريخي چيندچاڻ مان اِهو واضح ٿئي ٿو تہ هي بستي انهيءَ ساڳئي نالي سان سنہ 991هہ کان بہ اڳ آباد هئي ۽ درياءَ سنڌ سندس پڪ سان وهندو هو. هِن ڳوٺ (هالاڻي) جي چوڌاري قديم زماني ۾ دشمنن جي اوچتي حملي جي بچاءَ لاءِ هڪ وڏي ڪاهي کوٽايل هئي، جيڪا پندرهن فوٽ اونهي ۽ ويهہ فوٽ ويڪري هئي. هن وقت اُن ڪاهي جا ٿورا ڪي گهڻا نشان اڄ بہ ڪٿي ڪٿي موجود نظر اچن ٿا.“ (5)

هالاڻيءَ جي چوڌاري کوٽايل انهيءَ ڪاهيءَ جي باري ۾ سيد مدد علي شاهہ لکيو آهي تہ: ”اها سنہ 1781ع ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي جنگ دوران کوٽي وئي هئي، جيڪا ٻنهي لشڪرن جي درميان هڪ اڌ ميل کن ڊگهي، پندرنهن فوٽ اونهي ۽ پنجويهہ فوٽ ويڪري هئي. تري ۾ لوهہ جا نوڪدار ڪلا کتل هئس ۽ پاڻيءَ سان ٽمٽار جيڪو منجهس ڪري تہ ٽنبجي مري. انهيءَ ڪاهيءَ جو هينئر نالو نشان بہ ڪو نہ آهي، شايد 1932ع کانپوءِ ٻئراج ٿيڻ ڪري آبادي هيٺ اچي وئي.“ (6)

ڪلهوڙن جي آخري دور ۾ يعني 1783ع ۾ آخري ڪلهوڙي حاڪم ميان عبدالنبي خان ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ هتي هڪ خونريز جنگ لڳي، جنهن ۾ ڪلهوڙي حاڪم کي شڪست آئي ۽ هو هميشہ لاءِ سنڌ جي تخت کان محروم ٿي ويو ۽ سنڌ جي حڪومت تي ٽالپرن جو قبضو ٿي ويو. (7)

هالاڻي جي قديم علمي اوج جي باري ۾ حامد علي خانائي لکيو آهي تہ: ”هالاڻي ۽ ڀلاڙي ۾ قديم دور ۾ ڪيترائي علمي درسگاهہ، ڪيتريون خانقاهون ۽ خداوارن جا آستانا هئا. هتي جي مدرسن ۾ ڏورانهن ڏيهن کان طالب علم علمي پياس پوري ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. انهن مدرسن ۽ خانقاهن جو اڄ اسان کي احوال ملي ڪو نہ ٿو سگهي.“ (8)

انگريزن جي شروع واري دور ۾ هڪ انگريز مؤرخ اي ڊبليو هيوز هن شهر جو تعارف هن طرح ڪرايو آهي:

"Halani, a Government village in the Kandiaro Taluka of the Naushahro division. It is 16 miles north – east from Tharu Shah, and is close to the village of Bhelani, on the high road leading from Hyderabad to Rohri, and has road communication with Mohbat dero jatoi, 10 miles distant. There is a Tapadar stationed here, and the place possesses a dharamsala, district bungalow, and a vernacular school, but there are no police lines. The inhabitants, numbering in all 1633, comprise Muhammadans; mostly of the sahata tribe, and Hindus, chiefly Lohanos and Panjabis, but the number of each is not known. The occupation of the people is agricultural. Lieutenant Jamesho, in his report on the Sahiti district, states that in 1852 this town had 1515 inhabitants, of whom 1037 were Muhammadans, and that there were in all 291 houses and 53 shops.

There are no manufactures of any kind here, but there is an export trade in grain of the annual value of 7000 rupees. Halani is supposed to be an old town, and to have existed prior to the Kalhora dynasty. It was near this place that the Baloch forces under Mir Fateh Ali Khan Talpur, about 1781, defeated the Kalhora sovereign, Abdul Nabi Khan, and several tombs, presumed to have been raised to the memory of some chiefs who fell in this action, mark the spot at the present day."(9)

هن دور جي هڪ ٻئي انگريزي محقق جي ڊبليو سمٿ، هن شهر جو مختصر تعارف هن ريت لکيو آهي:

"Halani, a small village in Kandiaro Taluka, is situated on the main road from Hyderabad to Rohari and is six miles distant from Kandiaro. It is rendered notable by a great Hindu fair which is held on Vesakhi, the day on which the sun enters Mekh (Aries). It is held in honour of a community of Sadhus (Hindu Ascetics) who claim to have been settled at Halani for a century. The average attendance during the six days of the fair is 10.000. Fruit, vegetables, cloth, camel saddles, etc. are sold at it."(10)

## هالاڻي جا قديم آثار:

**مخدوم محمد دائود آگري جي مسجد:** مخدوم محمد دائود آگرو پنهنجي وقت جو هڪ جيد عالم ۽ وڏو بزرگ هو. هي هالاڻي ۾ ان وقت اچي مقيم ٿيو هو جڏهن درياءَ هالاڻي جي بلڪل لڳ وهندو هو. هن مخدوم صاحب هالاڻي ۾ هڪ مسجد تعمير ڪرائي، جيڪا سندس نالي پٺيان.

سڏجي ٿي. اها مسجد بعد ۾ گهڻي وقت گذرڻ سبب زبون حال تي ويئي هئي، جنهنڪري پوءِ اتي نئين سر هڪ خوبصورت ۽ عاليشان ڪشاده مسجد ٺهرائي ويئي. اها شهر جي جامع مسجد آهي. مخدوم محمد دائود آگري ۽ سندس والد صاحب جون مزارون بہ هالاڻي جي ٻاهران اولهہ ڏکڻ طرف موجود آهن، جيڪي زيارت گاهہ عام وخاص آهن. (11)

**محراب واري مسجد:** هالاڻي شهر ۾ قومي شاهراهہ جي اتر طرف هندن جي مندر جي پرسان ڪلهوڙن جي زماني جي هڪ پراڻي شڪستہ حال مسجد پنهنجي ماضيءَ جي عظمت تي خاموشي جا ڳوڙها ڳاڙي رهي آهي. هن مسجد کي اڪثر ڪري محراب واري مسجد ڪوٺيو ويندو آهي. قاضي ميان عبدالخالق، هن مسجد متعلق لکيو آهي تہ هي مسجد ڪلهوڙن جي نواب محراب خان جتوئي ٺهرائي هئي ۽ سندس نالي پٺيان مشهور ٿي. (12)

اصل ۾ هن مسجد کي محراب واري مسجد ان ڪري بہ سڏجي ٿو جو هن مسجد جي تعمير ڪندڙ ماهر ڪاريگر پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندي، مسجد جي محراب ۾ هڪ عجيب راز رکيو آهي. مسجد جي محراب اندر اٽڪل ساڍن ڇهن فوٽن جي اوچائي تي بہ پئسي جيترا سوراخ ٺاهيل هئا. هڪ اتر طرف ۽ ٻيو وري ڏکڻ پاسي کان هو. هن وقت زماني گذرندي اُهي سوراخ ڍهي پورجي چڪا آهن. محراب جي انهن سوراخن مان رمضان المبارڪ جي اوڻٽيهين تاريخ جو چنڊ سولائيءَ سان ڏسي سگهبو هو. اهي سوراخ موسم جي لحاظ کان ڪٽب ايندا هئا، اترئين سوراخ مان اونهاري ۾، تہ ڏاکڻي سوراخ مان سياري جي مند ۾ چنڊ سولائيءَ سان ڏسڻ ۾ ايندو هو. مسجد جي اڏاوت ۽ ساخت مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ هي مسجد بہ ڪلهوڙن واري خداآباد واري مسجد جي همعصر آهي. هن وقت مسجد شريف جي حالت زبون ٿي چڪي آهي. خدا آباد واري مسجد ۽ هي مسجد، ڪلهوڙن جون ٺهرايل آهن. ليڪن محراب جي خصوصيت سبب هي مسجد وڌيڪ اهميت واري آهي.

هن مسجد ۾ بيان ڪيل ٻن سوراخن جي ختم ٿيڻ متعلق سيد مدد علي شاهہ لکيو آهي تہ: "اهي سوراخ ويهين صديءَ جي ٻئي ڏهي ۾ برسات پوڻ وقت پرواري ڪلهوڙن جي اڏايل ڪچي ڪوٽ مان چند سڪا هٿ اچڻ ڪري، مقامي ماڻهن انهن سوراخن مان بہ اهڙا سڪا وغيره هٿ اچڻ

جي لالچ ۾ اچي اهي سوراخ ڏاهڻ شروع ڪيا، ليڪن هڙ حاصل ٿين ته ڪک، پر فنڪاري جوفن ٺي فوت ٿي ويو.“ (13)

هندن جو مندر: ڪلهوڙن جي جنهن دور ۾ محراب واري مسجد ٺهي ته ان وقت انهيءَ مسجد جي پرسان ڏکڻ اولهه ڪنڊ تي هندن به هڪ مندر ٺهرايو. اهو مندر سنڌ جي بهترين ۽ وڏن مندرن مان هڪ آهي ۽ ساري سنڌ ۾ مشهور آهي. ايڏو ته اوچو آهي جو سندس سفيد گنبذ ۽ سونهري نيل ٿن ڪوهن تان پيئي، ڏسجي. اڳي هتي ويساکي جو ميلو ٻارهن ڪان چوڏهن اپريل تي نهايت ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو هو. لعل شهباز ۽ پٽ ڌڻي جي ميلن ڪانپوءِ، ٽئين نمبر تي هي ميلو سنڌ ۾ مشهور هو. بلڪ هندن جي لحاظ کان ته ساري سنڌ ۾ هالاڻي جي ويساکي اول نمبر ميلي ۾ ليکبي هئي. (14)

هالاڻي جي انهيءَ مندر جي بنياد رکڻ جي باري ۾ مسٽر ٺهلرام آسودو مل وڪيل لکي ٿو ته: ”درٻار صاحب هالاڻي سنڌ ديش ۾ اُداسي ساڌن جو ٺاهيل مشهور ۽ نامور آکاڙو آشرم آهي، جنهن ۾ انهن ساڌن ۽ سنتن جا پشت به پشت چيلا وهندا آيا آهن...... هالاڻي درٻار صاحب جو پايو وجهندڙ سوامي سکديو صاحب هو...... سوامي سکديو کي غزني مان ميرالهيار خان، جنهن جو سچو صدق ۽ پاونا سوامي جن ۾ هئي، تنهن سوامي جن کي وينتي ڪري سنڌ ديش ۾ سال 1787ع برابر وڪرمي سنبت 1844ع وٺي آيا.“ (15)

ڪلهوڙن جي سوري: هالاڻي شهر جي اوير ۾ ڪلهوڙا حاڪمن مجرمن کي سزا ڏيڻ واسطي هڪ سوري ٺهرائي هئي. انهيءَ سوري جي اوساري گچ ۽ پڪين سرن سان ٿيل هئي ۽ ان جي ڊيگهه اٽڪل هڪ سؤ ٽيهه فٽ ڪن هئي. اها هيٺيان کان ٿولهه ۾ ويڪري ۽ آخر ۾ مناري وانگر چوٽي هيس، جنهن تي مشڪل سان هڪ ماڻهو ويهي سگهندو هو. سوري جي چوگرد هيٺان نوڪدار لوها ڪِلا ڪتل هئا، ڪنهن به ڏوهي کي ان تي چاڙهڻ لاءِ ڪاٺ جي ڏاڪڻ ڪتب آندي ويندي هئي. چوٽي اهڙي سوڙهي جو هڪ ماڻهو لاچار ويهي سگهي. موت جي سزا وارن کي ڪاٺ جي ڏاڪڻ ذريعي مٿي چاڙهي پوءِ اها ڏاڪڻ ڪڍي ويندي هئي ۽ مجرم هڪ سوءِ ٽيهه فوٽن ۽ اوچائي تان ڌو اچي ڪري هيٺ ڪرندو هو. لوها ڪلا ٽنبجي ويندا هئس ۽ موت يقيني ايندو هئس.

ميرن جي صاحبي ۾ ان سوري جو ڪجهہ حصو ڪري پيو. پوءِ بعد ۾ مهاڻيون مڇي ماري ان سوري تان هوڪو ڏينديون هيون. هاڻي اها سوري زمين دوز ٿي ويئي آهي. پڪين سرن جا ٽوٽا چوڌاري پکڙيل آهن. (16)

**ڪلهوڙن جو ڪچو ڪوٽ:** هالاڻي ۾ محراب واري مسجد کان اتر طرف ٿوري مفاصلي تي ڪلهوڙن هڪ مٽي جو ڪچو اوڏڪو ڪوٽ ٺهرايو هو. چون ٿا تہ اهو ڪوٽ پڻ محراب خان جتوئي تعمير ڪرايو هو. ڪوٽ اندر رهائش لاءِ ڪچيون جايون بہ ٺهيل هيون. هن وقت اهو ڪوٽ ۽ اندر واريون جايون سڀ ڍهي مٽي جو ڍير ٿي ويون آهن. (17)

**هالاڻي جو قبرستان:** هالاڻي جي ويجهو هڪ وڏو قبرستان بہ آهي. جيڪو قديم هجڻ سان گڏ تاريخي حيثيت بہ رکي ٿو. (18)

انهن آثارن کان علاوه هالاڻي جي پر ۾ اوپر طرف هڪ بزرگ سيد عبدالقادر شاهہ لڪياري جي مزار بہ زيارت عام و خاص موجود آهي، جتي ويساکي جي ميلي گذرڻ کانپوءِ ميلو لڳندو آهي.

**حوالا:**


1) مير علي شير قانع: تحفة الڪرام (سنڌي ترجمو)، مترجم مخدوم امير احمد، ڇاپو ٽيون 1989ع، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، صفحو 346.
ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي: ضلعو نواب شاهہ تاريخي شهر ۽ شخصيتون، ڇاپو پهريون 1987ع، نواب شاهہ ڊسٽرڪٽ ڪلچرل سوسائٽي نواب شاهہ صفحو 351.

2) ماهنامہ نئين زندگي، ڪراچي، ماه مارچ 1957ع، صفحو 16.
ضلعو نواب شاهہ: تاريخي شهر ۽ شخصيتون، صفحو 352.

3) قاضي عبدالخالق: ساهتي جا علمي مرڪز (قلمي)، بحوالا ضلعو نواب شاهہ تاريخي شهر ۽ شخصيتون، صفحو 352.

4) علي ڪوفي: چچنامو مترجم مخدوم امير احمد، ڇاپو ٽيون 1976ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، صفحو 516 حاشيو.

5) ضلعو نواب شاهہ: تاريخي شهر ۽ شخصيتون، صفحو 353، 354.

6) ماهنامہ نئين زندگي، ڪراچي، مارچ 1957ع، ص 18.

7) غلام رسول مهر: تاريخ سنڌ ـ حصو ڇهون، ڪلهوڙا دور، جلد ٻيون (سنڌي ترجمو) مترجم ابن حيات پنهور ۽ شمشيرالحيدري، ڇاپو پهريون 1964ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، صفحو 775 کان 778.

8) ضلعو نواب شاهہ: تاريخي شهر ۽ شخصيتون، صفحو 357.

9) اي . ڊبليو. هيوز Gazetter of the province of Sindh. ايڊيشن پيون 1996ع، انڊس پبليڪيشنز ڪراچي، صفحو 225، 226.
10) جي. ڊبليو. سمٿ Gazetter of the Province of the Sindh, Nawab Shah District ايڊيشن 2005ع، سنگ ميل پبليڪيشنز لاهور، صفحو 35.
11) ماهنامہ نئين زندگي، ڪراچي، ماهہ مارچ 1957ع، صفحو 17.
12) ساهتي جا علمي مرڪز (قلمي) بحوالا، ضلعو نواب شاهہ شهر ۽ شخصيتون، صفحو 355.
13) ضلعو نواب شاهہ تاريخي شهر ۽ شخصيتون، صفحو 355، 356.
14) ماهنامہ نئين زندگي، ڪراچي، ماهہ مارچ 1957ع، صفحو 18.
15) ٺهلرام آسودو مل وڪيل، سنڌ جي هندو ڌرمي آستانن جي تواريخ، ڇاپو پهريون، 1947ع، حيدرآباد، صفحو 71.
16) ماهنامہ نئين زندگي، ڪراچي، ماهہ مارچ 1957ع، صفحو 18.
17) آثار قديمہ (ساهتي) ضلعو نوشهرو فيروز صفحو 10.
18) ماهنامہ نئين زندگي، ڪراچي، ماهہ اپريل 1957ع، صفحو 15.

ϒ

# دريا خان مريءَ جو تاريخي مناروءِ مندر

## خانزاده سميع الوري

ڪيئل ٻائيءَ جو تعمير ڪرايل مندر ۽ منارو، ضلعي نوشهري فيروز جي تاريخي شهر دريا خان مريءَ ۾ موجود آهي. دريا خان مري نالي هي شهر ضلعي نوشهري خيرپور ۽ ضلعي نواب شاهه جي سنگم تي واقع آهي. هن شهر جي وچ ۾ موجود هي مندر ۽ پنجاسي فوٽ بلند منارو به اڍائي صديون پراڻو آهي. هندن جو زور هو تڏهن هي مندر ضلعي جو وڏو مندر شمار ڪيو ويندو هو. چون ٿا ته ڪيئل ٻائي هڪ سخي هندو عورت هئي. پاڻ خير جا ڪم بنا ڪنهن تفريق جي ڪندي هئي. هن پنهنجي مڙس منگهارام جي ياد ۾ هي مندر ۽ منارو ٺهرايو هو. هي تعميرات اعليٰ فن تعمير جو هڪ بهترين نمونو آهن. هي تعميرات سونهن جي حساب سان به معياري آهن. مناري تي مٿي چڙهڻ سان، پڊعيدن، ڪوٽ لالو ۽ ڀانڊي شهر جا چڱي طرح نظارا ڪري سگهجن ٿا. هن مناري تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪا آهن. هي منارو پري کان ئي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هن جي تعمير کي طويل عرصو گذريو آهي، پر ڏسڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته جڻ اڄ ٺهيو آهي. هي مندر ۽ منارو ضلعي نوشهري فيروز جو سيني کان وڏو تاريخي منارو آهي، جو ڏسڻ جي لائق آهي.

٢

# ڪنڊياري شهر جو هڪ علمي گهراڻو

مقصود احمد قاضي

ساهتي پرڳڻو علمي اعتبار کان هڪ زرخيز خطو رهيو آهي. قديم زماني کان وٺي هن علائقي ۾ وڏا ناميارا عالم پيدا ٿيندا رهيا آهن. جن سنڌ ۾ عالم اسلام ۾ نالو ڪيرايو آهي. نوشهرو فيروز ضلعي سان تعلق رکڻ جي حوالي سان ڪنڊياري، سيدو باغ ۾ چنيهاڻي ۾ رهندڙ سومرن جو هڪ گهراڻو بہ علمي لحاظ کان اهميت رکي ٿو جنهن ۾ ڪافي عالم پيدا ٿي چڪا آهن، جهڙوڪ: مولانا محمد اسماعيل بن محمد طالب سومرو جيڪو عالم هو پر سندس باري ۾ وڌيڪ معلومات نہ ٿي ملي. سندس بہ پٽ هئا. هڪ مولانا محمد عثمان سومرو جيڪو عالم هئڻ سان گڏ بهترين ڪاتب پڻ هو. سندس ڪتابت شده شهہ پارا نورالابصار، عقائد اسلام، طب يوسفي، قواعدالمعرفت ۽ تڪميل المعرفت وغيره سندس پونئيرن وٽ محفوظ آهن. مولانا محمد عثمان اٽڪل سؤ سالن جي ڄمار ۾ 1327ھ ۾ وفات ڪئي.

مولانا محمد اسماعيل جو ٻيو فرزند مولانا محمد عمر سومرو هو جيڪو پڻ ياءُ وانگر عالم هئڻ سان گڏوگڏ بهترين ڪاتب پڻ هو. سندس ڪتابت ڪيل قلمي نسخا سندس پونئيرن وٽ محفوظ آهن. هن بزرگ جي وفات اٽڪل هڪ سؤ پندرنهن سالن جي ڄمار ۾ 1348ھ ۾ ٿي.

مولانا محمد عمر جو فرزند مولانا محمد عالم سومرو (وفات 1942ع) بہ عالم، شاعر ۽ ڪاتب ٿي گذريو آهي. پاڻ پنهنجي والد ۽ چاچي وٽ علم جي تحصيل ڪيائين ۽ ڪتابت جي سکيا ورتائين. اعليٰ تعليم مولانا عبدالرحمان فيروزشاهيءَ کان حاصل ڪري 1327ھ ۾ دستار ٻڌائين. سندن استادي سلسلو هن طرح ملي ٿو تہ پاڻ شاگرد هو مولانا عطاءُ الله فيروز شاهيءَ جو اهو شاگرد هو مولانا نور محمد شهدادڪوٽيءَ جو اهو شاگرد هو خليفہ محمد يعقوب همايوني جو اهو شاگرد هو مولانا عبدالحليم ڪنڊويءَ جو اهو شاگرد هو مولانا سيد محمد عاقل شاهہ حسيني هالاڻيءَ واري جو اهو شاگرد هو مولانا محمد آريجن واري جو اهو شاگرد هو مولانا ابوالحسن شهيد

جو اهو شاگرد هو قل احمد جو اهو شاگرد هو عبدالله لبيب جو اهو شاگرد هو علامه عبدالحڪيم سيالڪوٽيءَ جو.

مولانا محمد عالم مخدوم طالب المولىٰ جو فارسيءَ جو ۽ ڪتابت ۾ استاد رهي چڪو آهي، جنهن جو ذڪر مخدوم صاحب پنهنجن انٽرويوز ۾ محمد عالم ڏيري وارو جي نالي سان ڪيو آهي. مولانا محمد عالم سومرو شاعر به هو ۽ پنهنجي شاعريءَ ۾ تخلص "ڪاتب" استعمال ڪندو هو. سندس پنج قلمي بياض استاد عمرالدين ولد محمد يامين ولد محمد عالم سومرو صاحب وٽ موجود آهن.

هن خاندان مان مولانا محمد قاسم ولد محمد ادريس سومرو جو شمار موجوده دور جي سٺن عالمن ۽ مصنفن ۾ ٿئي ٿو. پاڻ 10 ڊسمبر 1942ع تي ڪنڊياري تعلقي جي ڳوٺ چنيهاڻي ۾ پيدا ٿيو. پنج درجا پرائمري جا سيدو باغ ۾ ۽ به درجا فائينل جا ڪاٺيا ڪلهوڙا ڳوٺ ۾ 1956ع ۾ پاس ڪيائون. ساڳئي سال مدرسه انوار العلوم ۾ ديني تعليم لاءِ پير واري سائين عبدالڪريم قريشي رحه وٽ پڙهڻ ويٺو جن 1951ع کان 1958ع تائين ڪنڊياري ۾ پڙهايو. وٽن فارسيءَ جا ڪتاب ۽ ارشاد الصرف پڙهي پورو ڪيائين. سائين جن جي ڪنڊيارو ڇڏڻ کانپوءِ پاڻ مولانا عبداللطيف ميمڻ وٽ پڙهڻ ويٺو جنهن وٽ ڪافيه تائين پڙهي 1961ع ۾ وري پير شريف وارن وٽ پڙهڻ لاءِ روانو ٿيو پر گهريلو مجبورين ڪري 1964ع ۾ استاد جي اجازت سان پڙهائي اڌ ۾ ڇڏڻي پئي ۽ 1965ع ۾ پاڻ درس تدريس جي پيغمبري پيشي سان پرائمري استاد طور وابسته ٿيو. ان بعد حالتون ٺاپر ۾ اچڻ ڪري مولوي صاحب وري پڙهائيءَ ڏانهن توجهه ڏنو ۽ 1971ع ۾ حضرت سائين پير شريف وارن وٽ ديني تعليم مڪمل ڪئي. امن و امان جي صورتحال جي ڪري سڄو خاندان 1991ع ۾ چنيهاڻي کان ڪنڊيارو شهر ۾ مستقل طور تي لڏي اچي ويٺو آهي. 2002ع ۾ مولوي صاحب H.S.T جي منصب تان رٽائر ٿيو سندس جيڪي ڪتاب هيستائين شايع ٿي چڪا آهن، تن جا نالا هن ريت آهن:

(1) قرآني قصا ( هي ڪتاب ٻارن لاءِ لکيل آهي ۽ اٽڪل 1000 صفحن تي مشتمل آهي. هن ۾ 50 قصا بيان ڪيل آهن. اهي ساڳيا قصا الڳ الڳ 50 حصن ۾ پڻ شايع ڪرايل آهن ته جيئن ٻارن کي وٺڻ ۾ سهوليت ٿئي).

(2) گلستان (شيخ سعدي رحه جي مشهور فارسي تصنيف جو دلچسپ بامحاوره ترجمو).

(3) بوستان (شيخ سعدي رحہ جي مشهور فارسي تصنيف جو دلچسپ بامحاوره ترجمو).
(4) قبا ۽ قبر پرستي.
(5) سچ جي سڃاڻ.
(6) حضرت بلال رضہ جي سيرت.
(7) نئون فرقو جماعت المسلمين.
(8) جماعت المسلمين اپنہ افکار و نظريات کہ آئينہ مين (مٿئين ڪتاب جو اردو ترجمو).
(9) جنازي نماز کانپوءِ دعا جي شرعي حيثيت.
(10) اخلاق نامو.
(11) نبوي نصيحتون.
(12) شاگردن لاءِ نماز جي سکيا.
(13) شينهن ۽ ڪُئي جي ڳالهہ.
(14) ڍڳي ۽ گڏهہ جي ڳالهہ.
(15) سياڻو ڳيرو.
(16) لالچي دربان.
(17) اسلامي نصيحتون، ترجمو ڪيل.
(18) جهاد جي تياري ترجمو ڪيل.
(19) سماجي انصاف ۽ اجتماعيت شاهہ ولي الله جي نظر ۾ (اصل ڪتاب علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي اردوءَ ۾ لکيل ڪتاب جو سنڌي ترجمو)

ان کان علاوهہ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ جون تصنيفون بناءالاسلام ۽ زاد الفقير، جيڪي اصل ۾ نظم ۾ لکيل آهن، تن کي نثر ۾ آندو اٿن، جيڪي زير اشاعت آهن. هن وقت پاڻ "قصص الانبياءِ" تحقيقي انداز ۾ لکي رهيو آهي، جيڪو ٽن وڏن جلدن جي صورت ۾ شايع ڪرڻ جو ارادو اٿن.

مولانا محمد قاسم سومرو صاحب جا فرزند ڊاڪٽر مولوي محمد ادريس، مولوي حافظ محمد ابراهيم، مولوي ثناءُ الله قاسمي، مولوي عطاءُ الله، مولوي سليم الله اسلم، مولوي عبدالمجيب، مولوي عبدالڪريم، حماد الله ۽ ڪفايت الله آهن. انهن مان مولوي حافظ محمد ابراهيم ۽ مولوي عطاءُ الله فوت ٿي چڪا آهن. جڏهن تہ ڊاڪٽر محمد ادريس، مولوي حافظ ابراهيم، مولوي عطاءُ الله ۽ مولوي سليم الله پنهنجي والد وانگر صاحب تصنيف آهن.

شيخ الحديث جامعہ انوار العلوم ڪنڊيارو ۽ منتظم قاسميہ لائبريري ڪنڊيارو مولوي محمد ادريس السندي 27 سيپٽمبر 1961ع تي ڪنڊيارو ويجهو پنهنجي اباڻي ڳوٺ "چنيهاڻي" ۾ پيدا ٿيو. پرائمري پنج درجا چنيهاڻي ۾ پڙهيو ۽ انين درجي تائين تعليم ويجهي شهر سيدو باغ ۾ مڊل اسڪول ۾ حاصل ڪيائين. ان بعد 1975ع کان کين ديني تعليم حاصل ڪرڻ تي لڳايو ويو. ان سلسلي ۾ درس نظامي 1982ع ۾ جامعہ ارشاد العلوم ميرڪ، هنگورجا، ضلع خيرپور ميرس ۾ استاد العلماءِ حضرت مولانا مير محمد صاحب وٽ مڪمل ڪيائين ۽ شهاده العالميہ في العلوم اسلاميہ و العربيہ جي سند 1982ع ۾ حاصل ڪئي. پاڻ 1992ع ۾ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي مرحوم جي نگرانيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي جي ٿيسز مڪمل ڪيائين، جنهن جو عنوان هو "1947ع کانپوءِ لکيل اسلامي سنڌي ڪتابن جو تنقيدي تجزيو." پاڻ طريقت ۾ قادري سلسلي سان وابستہ آهي ۽ حضرت سائين مولانا عبدالڪريم پير شريف وارن جو مريد رهيو آهي. پاڻ 1983ع کان 1991ع تائين جامعہ ارشاد العلوم ۾ صدر المدرسين رهيو آهي ۽ 1991ع کان جامعہ انوار العلوم ڪنڊيارو ۾ شيخ الحديث جا فرائض سرانجام ڏئي رهيو آهي. هي مدرسو اصل ۾ ڪنڊياري شهر ۾ ميمڻ محلي جي قبائي مسجد ۾ سن 1313هہ ۾ قائم ڪيو ويو هو. جيڪو ناظره ۽ حفظ قرآن جي شعبہ تائين محدود هو. البتہ 1942ع کان ان جو عربي سيڪشن شروع ٿيو. هن مدرسي ۾ مولانا عبدالقادر پنهور قلجي وارا ۽ 1950ع مولانا عبدالعزيز سومرو رتوديرو وارا، ۽ 1951ع کان 1958ع تائين حضرت سائين پير وارا، ۽ ان کانپوءِ مولانا عبداللطيف ميمڻ پڙهائي چڪا آهن. مدرسي جو عربي شعبو ضرورت مطابق موجوده جامع مسجد جي سامهون هڪ ٽي منزلہ نئين عمارت ۾ منتقل ٿيو آهي.

ڊاڪٽر محمد ادريس هيستائين جيڪي ڪتاب تصنيف، ترتيب يا ترجمو ڪري چڪو آهي، انهن مان "خزينة المخطوطات" سنڌي ادبي بورڊ پاران 2006ع ۾ شايع ڪيو ويو. (هيءَ ڪتاب مختلف لائبريرين ۾ موجود ڏهہ هزار قلمي نسخن جي فهرست تي مشتمل آهي) "فضائل ابي بڪر الصديق رضي الله عنہ لابي طالب العشاري" ۽ ضميمہ "شان خلفاءِ راشدين، (عربي، سنڌي) ۾ 1991ع ۾ انجمن جهاد بالقلم بنگل ديرو لاڙڪاڻو جي ڪوششن سان ڇپيو. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو "حلاوه الفم بذڪر جوامع الڪلم" سندن لکيل مقدمي، تعليق ۽ مولانا سليم الله جي تحقيق سان قاسميہ لائبريري ڪنڊيارو پاران 2005ع ۾ ڇپرايو ويو. شيخ فريد

الدين عطار جو لکيل "پندنامہ" جو منظوم ترجمو روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو پاران 2001ع ۾ شايع ڪرايو ويو. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو ڪتاب "تمام العنايہ في الفرق بين صريح الطلاق و الڪنايہ" (تحقيق مفتي ڪليم الله لغاري) ڊاڪٽر صاحب جي لکيل مقدمي سان قاسميہ لائبريري ڪنڊيارو پاران 2004ع ۾ ڇپرايو ويو. قصيده بانت سعاد لڪعب بن زهير الصحابي جو منظوم سنڌي ترجمو "الرحيم" رسالي جي مارچ 1987ع واري اشاعت ۾ شايع ٿيو.

ان ڪان علاوه سندن اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ 'قصيده برده' جو منظوم سنڌي ترجمو ابن الجزري جي 'مقدمہ الجزري' جو منظوم سنڌي ترجمو "الفيہ ابن قاسم" (منظوم عربي)، "النهر الفائض في علميَ الحساب والفرائض" (سنڌي)، "ڪشف الحجاب في رد فصل الخطاب في ذبائح اهل الڪتاب" (عربي)، "ترجمہ هاي متون فارسي بزبان سندي" (فارسي)، "فيض الخبير في فهرست مخطوطات اڪاميہ الڪبير" (فارسي)، "تحقيق و تقدمہ حواشي مخدوم محمد هاشم التتوي علي قصيده زهير بن صرد الصحابي في مدح النبي العربي صلي الله عليہ وسلم" (عربي) ۽" 1947ع کانپوءِ لکيل اسلامي سنڌي ڪتابن جو تنقيدي تجزيو" (پي. ايڇ. ڊي جو مقالو) شامل آهن.

هن گهراڻي جي ذاتي ڪاوشن سان قائم ڪيل "قاسميہ لائبريري ڪنڊيارو" هن وقت سنڌ جي چند قابل ذڪر لائبريرين ۾ شامل آهي. اها لائبريري مولوي محمد قاسم ستر واري ڏهاڪي ۾ هڪ ڪاٺ جي ڪٻٽ ۾ چند ڪتاب رکي ٺاهي هئي. هن وقت هيءَ لائبريري مولوي صاحب ۽ سندن فرزندن، خاص طور تي مولوي محمد ادريس السندي جي ڪاوشن سان ذاتي بنيادن تي قائم ڪيل اهڙي لائبريري بڻجي چڪي آهي، جنهن ۾ اٽڪل پنجٽيهہ سالن جي اندر ٽيهہ هزار ڪتاب گڏ ڪيا ويا آهن. جن مان چوڏنهن هزار مختلف موضوعن تي لکيل سنڌي ڪتاب آهن ۽ باقي سورنهن هزار عربي، انگريزي ۽ فارسي، اردو ۽ ٻين ٻولين ۾ لکيل ڪتاب آهن. جيڪي تفسير، اصول تفسير، عقائد، فلسفہ، سيرت، فقہ، اصول فقہ، فرائض، اخلاقيات، مباحثات، خطبات، لغت، نحو صرف، تاريخ، سائنس، زراعت، ناول، ڊراما، افسانا، ٻاراڻو ادب، جاگرافي، فزڪس، ڪيمسٽري، انگلش لٽريچر، سياست، طب، جادو، رمل، جعفر، تعويذ، حديث، اصول حديث، تصوف مطلب تہ دنيا جي هر موضوع تي مشتمل آهن. اهي ڪتاب سنڌ کان علاوهہ مصر، انگلينڊ، لبيا، عراق، سوڊان، سعودي عرب، قطر، يمن، افغانستان ۽ ٻين

ملڪن مان ٽپال رستي گھرائي گڏ ڪيا ويا آهن. مختلف ديني عالمن جا قلمي ڪتاب ان کان علاوهہ آهن، جن جو تعداد اٽڪل 300 کن آهي ۽ جن کي ڏسڻ سان اکيون ٺريو پون. انهن ڪتابن ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ جو حيات القلوب، خود مؤلف جو مهر لڳل نسخو، مخدوم صاحب جي تصنيفن جا ٻيا 50 کن قلمي نسخا، مخدوم محمد معين ٺٽوي ۽ ٻين سنڌي عالمن جا مخطوطات، مخدوم جعفر بوبڪائيءَ جي تصنيف عجالة الطالبين، سنڌن هٿ اکرن ۾ لکيل موجود آهن. قاسميہ لائبريريءَ جي خصوصيت ۾ اها ڳالهہ بہ شامل آهي تہ هن اداري ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ جا سيئي دستياب ڪتاب، اصل صورت ۾ يا فوٽو اسٽيٽ صورت ۾ يا ڇپيل حالت ۾ موجود آهن. انهن ڪتابن جي شعبي جو نالو ئي "هاشميات" رکيل آهي. ان ڪانسواءِ ٻين سنڌي عالمن جي مخطوطات جا عڪس، اندرون سنڌ، ٻين صوبن ۽ ٻاهرين ملڪن مان حاصل ڪري لائبريري ۾ محققن لاءِ رکيا ويا آهن. انهن مان ڪافي مخطوطات تي تحقيق لاءِ اسلام آباد، ڪراچي ۽ ڄامشورو جي يونيورسٽين ۾ ايم. فل يا پي. ايڇ. ڊي ڪندڙ شاگردن کي سهوليت ڏني وڃي ٿي. هن لائبريريءَ ۾ اهو درسي ڪتاب پڻ موجود آهي، جنهن ۾ قائد اعظم جي ڄمڻ جي جهرڪن ۾ جو ذڪر موجود آهي. اهو ستين ڪلاس جي سنڌي سبجيڪٽ جي ڪورس جو ڪتاب آهي، جنهن جو 1955ع وارو ڇاپو لائبريريءَ ۾ موجود آهي. ان ڪتاب ۾ ستين صفحي تي قائداعظم تي لکيل سبق ٻئي جي شروعات ئي هنن لفظن سان ٿيل آهي تہ "هي سنڌ جو مايہ ناز فرزند اٽڪل منو سو ورهيہ اڳي جهرڪن جي پرسان هڪڙي ڳوٺڙي ۾ ڄائو هو. سندس پيءُ هڪڙو غريب واپاري هو. ڪنهن تي سمجهيو تہ هو ڪنهن ڏينهن دنيا جي وڏين هستين ۾ شمار ڪيو ويندو."

سنڌي اديبن ۽ محققن جو هڪ وڏو انگ علمي تحقيق جي حوالي سان هن لائبريريءَ مان استفادو حاصل ڪندو رهيو آهي. تحقيق ڪندڙن کي گهربل مواد فوٽو اسٽيٽ ذريعي مهيا ڪيو وڃي ٿو. راقم کي بہ "تاريخ مٽياري" لکڻ مهل خطن ۾ پڇيل سوالن جا جواب ڏيڻ کان وٺي، عالمن جي تحريرن جا نقل مهيا ڪرڻ، توڙي لائبريريءَ ۾ وڃي انهن جي ڪتابن کي ڦلهوري پنهنجي گهربل معلومات حاصل ڪرڻ جو ذاتي تجربو حاصل ٿي چڪو آهي. اهڙو تعاون درحقيقت مولوي محمد ادريس جي وسعت نظري ۽ علم پروريءَ جو بهترين مثال آهي.

٢

# موري جي قاضي خاندان جون علمي، ادبي ۽ ديني خدمتون

پروفيسر شمشاد احمد سومرو

سنڌ ۾ ساهتي پرڳڻي کي تاريخي، علمي ۽ ادبي حيثيت حاصل آهي. هن پرڳڻي نامور سياستدان، اديب، عالم، حڪيم، شاعر ۽ مفڪر پيدا ڪيا آهن. جن سنڌ جي علم ۽ ادب جي ميدان ۾ پنهنجي فڪري صلاحيتن سان سنڌي ادب جي خدمت ڪئي آهي.

ان ڏس ۾ ساهتي پرڳڻي جو مشهور ۽ معروف علمي ۽ ادبي مرڪز "مورو" پنهنجو مٽ پاڻ آهي. هن پنهنجي ڪک مان ڪيترن اديبن، شاعرن، حڪيمن، سياستدانن کي جنم ڏنو آهي. جن سنڌ جي تاريخ توڙي سياست ۾ سنڌ ته ڇا پر سنڌ کان ٻاهر پڻ پاڻ موکيو آهي.

مورو، سنڌو درياءَ جي ڪابي ڪپ تي درياءَ کان ٻارنهن ڪلوميٽر جي مفاصلي تي اپرندي طرف آباد آهي. هي شهر سنڌ جي نقشي تي بلڪل وچ تي آهي. ايئن چوڻ ۾ ڪو به حرج يا وڌاءُ نه ٿيندو ته مورو جاگرافيائي لحاظ کان سنڌ جي دل واري حيثيت رکي ٿو. هيءُ ساهتي پرڳڻي جي قديم تاريخي علمي مرڪزن مان پڻ هڪ آهي. اڳوڻي نوابشاهه ضلعي، موجوده ضلعي نوشهرو فيروز جي ساهتي پرڳڻي ۾ هيءُ شهر هر لحاظ کان تمام اهم ۽ آمدرفت جي سهوليت ڪري واپار جي اهم منڊي آهي. مورو دادو مخدوم بلاول پل ٺهڻ کانپوءِ موري شهر جي مرڪزي حيثيت اڳ کان به وڌيڪ اهميت واري بڻجي پئي آهي.

موري جي آبهوا خشڪ ۽ صحت بخش آهي. تاريخي قدامت جي لحاظ کان موري جو شهر تمام قديم آهي. هن شهر جي قديم هئڻ بابت ۽ نالي پوڻ متعلق مختلف روايتون مختلف ڪتابن ۾ ملن ٿيون. جن مان ڪي ڏند ڪٿائون پڻ معلوم ٿين ٿيون، هيٺ انهن جو ڪجهه تذڪرو ڪجي ٿو.

نوشهروفيروز سب ڊويزن گزيٽيئر ۾ ميمڻ عبدالحسين "نوشهروفيروز هڪ نظر ۾" مضمون اندر لکي ٿو تہ موريا خاندان جي بزرگ موري شهر جو بنياد رکيو. سنہ 792ھ ڌاري هو ملتان کان سنڌ ۾ آيو ۽ اچي هي شهر ٻڌائين. انهي بزرگ جو نالو "مورو فقير" هو. ان بزرگ جي مزار مورو شهر جي الهندي کان موجود آهي. هن درويش 872ھ ۾ 150 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. "مورو" ان درويش جو نالو هو ان ڪري شهر تي اهو نالو پيو.

مسٽر هيوز "سنڌ گزيٽيئر" ۾ لکي ٿو تہ اٽڪل 200 ورهيہ کن اڳ هن شهر جو بنياد بازيد فقير نالي "مورو" قبيلي جي هڪ ماڻهو رکيو هو. نوابشاهہ ضلعي گزيٽيئر ۾ مسٽر سمٿ راقم طراز آهي تہ: چوڻ ۾ اچي ٿو تہ 280 ورهيہ اڳ هي شهر "مورو" قبيلي جي بزير فقير ٻڌايو هو.

مرزا قليچ بيگ "سنڌجا قديم شهر ۽ ماڻهو" ڪتاب اندر موري متعلق لکي ٿو تہ: "مورو شهر ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ فريد ياڳت ٻڌايو هو. ڪن جو چوڻ آهي تہ هي شهر پذير فقير جو ٻڌايل آهي جو ذات جو "مورو" هو جنهن کي اٽڪل 300 ورهيہ ٿيندا."

مير علي شير قانع تحفة الڪرام ۾ لکي ٿو تہ سيوستان جي مغلن کان نصير محمد ڪلهوڙي لاڪاٽ جو پرڳڻو اجاري تي حاصل ڪيو. هوڏانهن فريد ياڳت جي ڪوشش سان "مڪن موري" تي قبضو ڪيائون. ساهتي پرڳڻو پڻ سندس تصرف هيٺ آيو.

مسٽر لوڪ رام ڏوڏيجا "منهنجو وطن منهنجا ماڻهو" ۾ موري متعلق لکي ٿو تہ نوابشاهہ ضلعي جو جهونو نالو ساهتي پڻ رائج هو. اهو نالو تڏهن کان پيو جڏهن جوڌپور رياست جي تخت تاج لاءِ ٻن راجڪمارن جو تڪرار ٿي پيو. انهن مان موڙا سنگهہ گاديءَ تان هٿ ڪنيو لشڪر وٺي سنڌ جي هن ڀاڱي تي قبضو ڪيو جيڪو جوڌپور سان لاڳيتو هو ان کان ٿورو اڳ محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي هئي. پر هن ڪانپوءِ عرب حاڪم راجپوتن جي حملي کان پاڻ بچائي نہ سگهيا.

موڙا سنگهہ جي چوٿين نمبر پراڪرمي پٽ سهتا سنگهہ سنڌ جي وچ وارو پرڳڻو بہ هٿ ڪيو. تڏهن کان ان تي "ساهتي" نالو پيو. ان پرڳڻي ۾ سندس پيءُ جي نالي سان مورو تعلقو آهي. سنڌ جي مشهور ليکڪ ۽ تاريخ نويس ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي مسٽر لوڪرام ڏوڏيجا جي مٿئين روايتن کي وڏيڪ مستند ڪوٺي لکي ٿو تہ انهيءَ لحاظ کان موري جو بنياد 871 ڌاري پيو هوندو. ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ موري شهر جو

واسطو "موريا" قبيلي سان نہ بلڪ سهتا قوم جي نامور امير "موڙا سنگهہ" سان آهي.

راقم الحروف کي موري جي مشهور علمي ادبي گهراڻي قاضي خاندان تي تحقيق ڪندي هن خاندان جي هڪ برک عالم، ليکڪ، شاعر مخدوم ميان عبدالرئوف مورائي (ڄم 1222هہ – وفات 1306هہ) جي هڪ ڪتاب تي سندس نالي هيٺيان فارسي ۾ "مکن موره" لکيل نظر آيو جيڪو منهنجي خيال ۾ "مسڪن مورو" يعني موري جي رهڻ جي جاءِ آهي.

1912ع کان اڳ ساهتي جو سمورو علائقو موري سميت حيدرآبادي ضلعي سان شامل هو. انتظامي لحاظ کان 1912ع ۾ انگريزن نوابشاهہ جو نئون ضلعو قائم ڪيو. ان ضلعي جي ٺهڻ سان موري تعلقي جي هيڊ ڪوارٽر سان گڏ سب ڊويزن جي ڊپٽي ڪليڪٽر جي رهڻ جو بہ انتظام ڪيو ويو. 1861ع ۾ انگريزن موري ۾ ميونسپالٽي قائم ڪئي. 1989ع ۾ نوشهري فيروز جي ضلعي ٺهڻ سان موري تعلقي کي هن ۾ شامل ڪيو ويو.

موري جو قاضي خاندان هڪ قديم علمي ۽ ادبي گهراڻو آهي، جن اهڙن گمنام گوهرن کي جنم ڏنو آهي. جن پنهنجي فڪري صلاحيتن ۽ ڏات سان علم، ادب، سياست، حڪمت، شاعري ۽ صحافت ۾ پنهنجي الڳ حيثيت ۽ جداگانا جڳهہ پيدا ڪئي آهي. هن خاندان جي بزرگن جا شهپارا جيڪي يارهين صديءَ کان تيرهين صديءَ تائين اڄ بہ پنهنجي علمي ۽ ادبي پرک سببان سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور آهن. اهي علمي جواهر اڄ بہ سنڌالاجي، شاهہ ولي الله اڪيڊمي ۽ سنڌ جي ٻين قديم علمي مرڪزن چوٽيارين، ڪنيارين ۽ لنوارين کان علاوه سنڌ جي ذاتي ڪتب خانن ۾ موجود آهن.

موري ۾ هن خاندان جي آمد جي سلسلي ۾ ڪيتريون ئي روايتون ملن ٿيون، جن مطابق ملتان مان بہ پائر (ڪن روايتن مطابق ٽي بزرگ)، مخدوم محمد طاهر ۽ مخدوم محمد هاشم شاهي سڙڪ وٽيو آيا پئي. جڏهن موري پرسان پهتا تہ موري واسين کي سندن اچڻ جي خبر پئجي وئي. انهن بزرگن جي ڏاڍي خدمت ڪئي. سندن تقويٰ، علمي گهراڻي ۽ ظاهري توڙي باطني ڪمالات کي ڏسي مٿن زور پريو تہ پاڻ موري ۾ رهائش اختيار ڪن. گهڻي زور بار ڪرڻ تي ۽ شهر واسين جي محبت کي ڏسي موري ۾ ترسڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اتي ئي مستقل رهائش اختيار ڪيائون. هنن بزرگن جا ملتان جي بزرگن سان گهاٽا واسطا ۽ ناتا هئا. قاضي خاندان جي

ڪن علمي ۽ ديني شخصيتن کان انٽرويو ڪندي معلوم ٿيو ته انهن پنهنجن وڏن کان سيني به سيني اهو ٻڌو ته ڪيترائي پيرا ملتان جا بزرگ جڏهن به سنڌ ۾ آيا ته هن خاندان جي بزرگن وٽ آيا ۽ هتي هنن جون پاڻ ۾ رهاڻيون ۽ روحاني ڪچهريون ٿينديون هيون. هن خاندان جي بزرگن جي پڻ طريقت جو سلسلو سهروردي هو ۽ خليفي قاضي عبدالواحد مورائي کانپوءِ نقشبندي طريقو اختيار ڪيائون.

## مخدوم محمد طاهر:

هي بزرگ مخدوم عالي جو فرزند هو پاڻ صاحب حال ۽ قال ۽ نامور عالم دين هو. سندن طريقو سهروردي هو ۽ فنا في الله جي منزل تي پهتل هو. سندس نوشهري فيروز جي مشهور صوفي بزرگ مخدوم عبدالرحمان عرف عدر پير سان خاص تعلقات هئا. هن بزرگ جا درسن جي ريلائي پيرن سان گهرا ناتا هئا. مخدوم صاحب ڏهين صديءَ جي آخر ڏاري موري جي موجوده ميمڻ محلي ۾ پنهنجي حويلي اڏي اتي هڪ مسجد (جامع مسجد مورو) ۽ مدرسو قائم ڪيو. جتي پاڻ به ديني علم جي تدريس ڏيندا هئا ۽ بعد ۾ ٻين بزرگن پڻ انهيءَ درسگاهه ۾ درس و تدريس جاري رکي. وفات بعد کين وصعيت مطابق نوشهري فيروز ۾ مخدوم عبدالرحمان (عدر پير) جي مقام ۾ مخدوم صاحب جي ساڄي پاسي دفن ڪيو ويو. کين چار فرزند محمد شعيب، محمد ايوب، شمس الدين ۽ محمد يوسف هئا. جيڪي وڏا عالم ۽ صاحب حال بزرگ ٿي گذريا آهن.

## مخدوم محمد يوسف:

مخدوم محمد طاهر جو فرزند هو پنهنجي زماني جوهڪ ناميارو بزرگ، عقلي خواهه نقلي علمن جو ڄاڻو هو. پاڻ سهروردي طريقو رکندڙ هو. پاڻ هڪ وڏي عالم سان گڏوگڏ اديب پڻ هو. تحقيق ڪندي پراڻا بياض اتالائيندي راقم کي قاضي صاحب جو هڪ شعر جيڪو اسقاط جي مسئلي متعلق آهي. فارسي جي هڪ مخطوطي ۾ مليو آهي. جنهن پرسان وري فارسي ۾ چند شعرن جون سٽون آهن. ليڪن صحيح نموني ۾ پڙهڻ ۾ نه ٿيون اچن.

بيت سندي حضرت مخدوم المخاديم قطب العارفين مخدوم محمد يوسف رحمت عليه.

چار مُد چون صاع عرب جو ست پَڙَ
مُنا ٻه پَڙَ مُـــد ۾ مُـــد (ماپن)......
ٻه ڪنگلن ڏجن رات ۽ ڏينهن ۾ پنجين پتي کين پڙُ
چوويهه ڪاسا ڇهه پَڙَ متي ماهه مُدن،
پندرنهن ڪاسا خرار پنج، وره وره تي ورچن،
نيت فدئي نو پَڙَ ڪاسا چار ڪهن،
ڪجي نيت سلم جي ان پر آڇن (انهيءَ)،
بايع کي بخشين اهو ان استقاط ۾.

مخدوم صاحب درسن ۾ (موري شهر پرسان) ريلائي پيرن جي مقام ۾ بيبي راستي صاحبه جي مٿن ڪان مدفن آهي.

## قاضي شاهه محمد (اول) بن قاضي محمد ذڪريا (اول):

هي بزرگ تقريباً 972هه ۾ پيدا ٿيو. پاڻ پنهنجي وقت جو وڏو قطب هو. سندن ڪيميائي اثر ۽ علمي نگاهه جي ڪري هزارن جي تعداد ۾ سنڌ ۾ رهندڙ مسلمان ٿيا. پاڻ هڪ وڏي عالم ۽ قطب سان گڏوگڏ لاثاني حڪيم پڻ هو. مخدوم صاحب جا درسن جي ريلائي بزرگن سان خاص تعلقات هئا. پاڻ 27 شعبان جي سومر ڏينهن 1077 هجري ۾ (قاضي محمد اڪبر بن قاضي خدا بخش مورائي جي روايت مطابق) 105 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪيائون ۽ ريلائي بزرگن (جيڪي صديقي خاندان سان تعلق رکن ٿيا) جي مقام ۾ هڪ مٿانهين ٿلهي تي مدفن آهن. سندن تربت تي هڪ ڪتبو خاص ڪتائي ۽ انوکي نموني جي لڪائي سان لڳل آهي. قاضي صاحب کي "عالم پير" ۽"غوث پير" ڪري سڏيندا آهن.

## قاضي دوست محمد (اول) بن قاضي شاهه محمد (ٻيو):

قاضي دوست محمد 1199هه ۾ موري ۾ ڄاوا. هي بزرگ پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو. تالپرن جي دور ۾ قاضي القضات جي عهدي تي فائز هو. پاڻ وڏو متقي ۽ پرهيزگار بزرگ هو. پاڻ پنهنجي حياتي جو وڏو حصو درس ۽ تدريس ۽ تبليغ ۾ پورو ڪيائين. ڪنهن اسلامي ڪانفرنس جي سلسلي ۾ پاڻ تهران پڻ ويو اتي جي عالمن سان سندن خيالن جي ڏي وٺ ٿي ۽ اهي بيحد متاثر ٿيا. (روايت قاضي محمد اڪبر مورائي مرحوم عمر 85 سال —

وفات 2006ع) کين فارسي علم و ادب تي وڏو عبور حاصل هو. ڪيترائي ڪاغذ راقم جي نظر مان گذريا آهن. جن تي سندن فتوائون ۽ مهرون لڳل آهن ۽ گڏوگڏ سنڌ جي برک عالم، مفتي مخدوم محمد عارف سيوستاني جون مهرون پڻ آهن. قاضي صاحب جي طريقت جو سلسلو نقشبندي هو. سندن علم جي فضيلت جو اندازو سندن ڏانهن لکيل مختلف خطن مان لڳائي سگهجي ٿو. جنهن ۾ هو کين مختلف لقبن سان نوازين ٿا. جيئن خلافت آثار صلاحيت فصاحت و بلاغت شعار خليفه ميان دوست محمد، فضائل ڪمالات پناه شرافت و اهليت دستگاهه ميان دوست محمد، زبده العلماءِ عمده الفضلاءِ قدوه الاتقياءِ جامع العلوم مخدوم ميان دوست محمد.

قاضي صاحب ٽالپرن جي دور ۾ حيدرآباد جو قاضي پڻ هو. (ياد رهي ته ان وقت موري سميت سڄو علائقو حيدرآباد تائين حيدرآباد ضلعي ۾ شمار ڪيو ويندو هو.) قاضي دوست محمد 1260هه ۾ وفات ڪئي ۽ موري ۾ مدفن آهي.

## قاضي دين محمد بن قاضي دوست محمد:

پاڻ فارغ التحصيل عالم هو علمي پياس پنهنجي بزرگن جي مدرسي مان اجهايائين. پاڻ مورو جو سب رجسٽرار هئڻ سان گڏوگڏ مورو جو قاضي پڻ هو. راقم جي نظر مان ڪيتريون ئي سندن تحريون ۽ ڪيترائي اهڙا داخلا سڪني زمين جا ڪاغذ گذريا آهن. جن تي قاضي صاحب جون مهرون لڳل آهن. سنڌي ۽ انگريزي ۾ "قاضي تعلقه مورو" ۽ "دين محمد" لکيل آهي: پاڻ انگريزن جي دور ۾ حيدرآباد جو قاضي پڻ هو. قاضي صاحب ڪنهن ڪم سان بدين ويل هئا ۽ اتي اوچتو سخت بيمار ٿي پيا ۽ اتي ئي 1287هه ۾ وفات ڪيائون. بدين جي مشهور بزرگ پير علي شاهه جيلاني جي مقبري ڀاهران مدفن ٿيل آهن ۽ پرديسي پير جي نالي سان مشهور آهن. قاضي صاحب جا ڪيترائي علمي ادبي شهپارا لکيل هئا، جيڪي زماني جي سر زردين جي ڪري گم ٿي ويا ٿي سگهي ٿو ته سنڌ جي پراڻن علمي ڪتب خانن ۾ ڪٿي سندن جهلڪ نظر اچي. قاضي دين محمد جي علمي ڪماليت ۽ شخصيت جو ان مان پڻ اندازو لڳائي سگهجي ٿو جو منهنجي نظر مان هڪ تحرير گذري (جنهن جو فوٽو ڪاپي راقم وٽ موجود آهي ۽ اصل قاضي محمد اڪبر بن قاضي خدابخش مورائي وٽ آهي) جيڪا قاضي دوست محمد (اول) جي وفات کانپوءِ جائداد جي

ورهاست متعلق آهي، جيڪا قاضي مولوي محمد ڪامل ڪئي آهي ۽ ان تي قاضي محمد عمر جي مهر پڻ لڳل آهي. ان ۾ قاضي محمد ڪامل پنهنجي ياتتي کي "قدوه العلماءُ" سڏيو آهي.

(اخ مغفور دوست محمد دو پسران گذاشد يکي شاهہ محمد دوم قدوم العلماءُ دين محمد نامدارد و حصہ آن هر دو پسران اورا رسيده....... الخ)

انهيءَ تحرير تي 20 ماه ذوالحج 1266هہ لکيل آهي ان مان قاضي صاحبن جي علمي لياقت جي پروڙ پئجي سگهي ٿي. کين ٻہ فرزند احمد ۽ محمد عثمان ٿيا.

## مخدوم خليفو قاضي عبدالواحد مورائي:

قاضي عبدالواحد مورائي بن قاضي عبدالخالق مورائي وڏو عالم، حال ۽ قال جو صاحب ۽ ڪامل ٿي گذريو آهي. موري شهر جي قاضين جي محلي ۾ سندن ديني درسگاهہ هو جنهن ۾ ظاهري توڙي باطني علم جو درس ڏيندو هو. مخدوم عبدالواحد مورائي نقشبندي طريقو رکندڙ هئا. روايتن ۾ اچي ٿو تہ کين خلافت جو خرقو حضرت مجدد الف ثاني جي پوٽاڻ کان مليو. قاضي خاندان جي سڄاڻ شخصيت ۽ قاضي خاندان متعلق ڀرپور معلومات رکندڙ قاضي خالد حيات "سيف" ابن قاضي عبدالوهاب "عزيز" انٽرويو ۾ راقم کي ٻڌايو تہ کيس پنهنجي ناني ميان عبدالله سومري (جيڪو مخدوم عبدالرئوف مورائي بن خليفہ عبدالواحد مورائي جو ڏوهٽو هو) ٻڌايو تہ خليفو صاحب جن حضرت مجدد الف ثاني جي پوٽاڻ جا خليفا هئا، جن وٽن قيام ڪيو هو ۽ روانگي کان اڳ کين خلافت جي اجازت نامي سان نوازيو هئائون. اها شخصيت حضرت صفي الله "صفي" هئا. جيڪي سيوهڻ آيا تہ هڪ رات مخدوم مورائي وٽ ترسيا ۽ کين فيض ڏنائون ۽ خلافت سان نوازيائون ان بعد خليفا ڪوٽجڻ ۾ آيا.

قاضي عبدالواحد مورائي ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف هو ۽ سندس ڪيترائي علمي ادبي سوغات زماني جي ڦير گهير جي ور چڙهي ويا ڪن ڪتابن جا ورق جن ۾ ڪجهہ ورق تصوف متعلق لکيل آهن. راقم قاضي خالد حيات "سيف" مورائي جي ڪتب خاني ۾ ڏٺا. ان کان علاوه سندن ڪيتريون ئي تحريرون / فتوائون سندن وڏي فرزند ۽ جيد عالم مخدوم عبدالرئوف مورائي پنهنجي بياض ۾ نقل ڪيون آهن. جن مان ڪن جون فوٽو ڪاپيون راقم وٽ آهن.

مخدوم صاحب کي پنج فرزند هر هڪ ميان مخدوم عبدالرئوف مورائي (1222هہ — 1306ھ)، ميان محمود (ولادت 1224ھ)، حڪيم ميان حبيب الله (ولادت 1226ھ)، ميان محمد احسان ۽ ميان محمد ذڪريا هئا، جيڪي سڀ وڏا عالم ٿي گذريا آهن.

مخدوم عبدالواحد مورائي اٽڪل 1180ھ ڪانپوءِ ڄاوا ۽ 1255ھ ۾ وفات ڪيائون. جسٽس (ر) قاضي محمد اڪبر انٽرويو دوران ٻڌايو تہ مونکي پنهنجي ڏاڏي مولوي قاضي نبي بخش مورائي ٻڌايو هو تہ خليفو صاحب قاضي دوست محمد (اول) کان پنج سال اڳ وفات ڪئي. سندن مدفن موري ۾ اتر اولهہ ۾ دادو روڊ وٽ "خليفي صاحب جي مقام ۾" جدا چوديواري اندر هڪ ٿلهي تي آهي.

## قاضي مخدوم ميان عبدالرئوف مورائي:

مخدوم ميان عبدالرئوف مورائي 1222ھ ڌاري موري جي مشهور جيد عالم ۽ ڪامل ولي مخدوم عبدالواحد مورائي جي گهر ۾ جنم ورتو. پاڻ مٽيارين جي مشهور عالم قاضي عبدالڪريم متعلوي ۽ ميان قاضي عبدالرحيم ٺٽوي جهڙن عالمن کان فقهہ، حديث، عربي، فارسي ۽ ٻين علمن جي تحصيل ڪيائون.

قاضي صاحب هڪ عالم با عمل مبلغ هو. پاڻ دولتپور پرسان ڳوٺ شاه حسين پيرزادي ۾ مدرسو قائم ڪري درس و تدريس شروع ڪيائين. سندن علمي فضيلت جي هاڪ پري پري تائين پکڙيل هئي. پاڻ پنهنجي دور جو علامہ هو ان کان علاوه موري ۾ "سرهين جي مسجد" ۾ پڻ سندن ديني مدرسو هو جتي پاڻ پڙهائيندا هئا. قاضي صاحب جي شاگردن جو تمام گهڻو تعداد آهي، جن ۾ وقت جا نامور عالم دين، مجذوب ۽ بزرگ اچي وڃن ٿا.

مخدوم عبدالرئوف مورائي تحرير جو وڏو قابل هو سندن ڪيترائي ڪتاب / مخطوطا عربي، فارسي ۽ سنڌي ۾ لکيل آهن. جن مان ڪجهہ هي آهن. "تنزيہ از تشبيہ" (فارسي منظوم)، "رد اولوهابيہ" (الف اشباع ۾)، "الاستدلال القوي لازلال الحشوي" (عربي) ۽ "ازالہ الغين من العين الاثبات الاتنقاض بالخارج من غير السبيلين" اچي وڃن ٿا. پاڻ نثر کان علاوه نظم ۾ پڻ برک هو. سندس سنڌي عربي ۽ فارسي ۾ شاعري ملي ٿي. 26

ربيع الاول 1306ھ تي پاڻ وفات ڪيائون سندس شاعري جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ساراهہ سبحان کي جو باري بي مثلا،
ناهي نظير ان کي منجهہ ذات ۽ صفتا،
"ليس ڪمثلہ شيءٌ" آگي وصف اها،
عرض اپايل ان جو ۽ پڻ ڪرسيا،
خالص خلقيو خلق کي ڪامل قدرتا،
ناهس نياز ڪنهن سندوياري بي پروا،
مڙئي محتاج ان جا ڪٿس نہ حاجت ڪا،
"الله الصمد" ان ۾ آهي اشارتا،
صلواه سرور چام تي ۽ پڻ سلاما،
جنهن واڪاڻيو واحد کي وڏائي و صفا،
۽ اتي آل ان جي پڻ اتي اصحابا،
جن متابعت مرسل ڪئي واحدا،
واڪاڻا بعد حمد صلواه جي سڻو سبوجها،
عاصي "عبدالرئوف" ڪنا جو موري منسويا.

## قاضي شاهہ محمد (ٽيون):

قاضي شاهہ محمد 1836ع ۾ ڄائو. هڪ وڏي عالم هئڻ سان گڏوگڏ ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف پڻ هو. تعليم پنهنجي والد قاضي دوست محمد (اول) وٽان حاصل ڪيائين. عقلي خواه نقلي علمن ۾ پنهنجي دور جو وڏوڄاڻو هو. علم طب تي پڻ ڪيس چڱو عبور حاصل هو. نثر سان گڏ شاعري پڻ ڪئي هئائين. سندس علمي ذخيرو پڻ حالتن جو شڪار ٿي ويو. 2 جنوري 1881ع مطابق 2 صفر 1298ھ ۾وفات ڪيائين. کين 3 پٽ نبي بخش، محمد اسحاق ۽ دوست محمد (ٻيو) ٿيا. قاضي شاهہ محمد جي شاعري جو نموني هيٺ ڏجي ٿو:

ڪافي

هوت هلي اڄ هڪدم،
تـوريءَ غم.
ماريو منهنجو جيئڙو جدائي،
ساجن تنهنجي سڪ ۾ ويڙم شان شرم،

فـڪر فـهـم،
سازِي سوز سدائي
مٺ تنهنجو نـ پانيان، ڳولهيم عرب عجم،
بـــاغ ارم
آهي توسان راز خدائي،
اسان تي احسان جو قربئون ڪج ڪرم،
ســور قدم،
جانب وجهہ نہ واڏائي.
"شاهہ محمد" شوق ۾ ڪيو تنهنجي عشق علم،
تنهنجو قسم
ٿاهر ڪر نہ ٿڏائي.

## قاضي محمد عثمان بن قاضي دين محمد:

هن ڪيٖ معلم القرآن پڻ سڏيندا هئا، وڏو عالم باعمل بزرگ هو. پاڻ درس و تدريس جو عمل موري ۾ بدر شاهہ واري مسجد ۾ جاري رکيائين. ان سان گڏوگڏ هڪ سٺو اديب ۽ شاعر هو. سندس ڪتاب پڻ حالتن ۽ لاهين چاڙهين ۾ هيٺ مٿي ٿي ويا. وڏي جستجو ۽ جاکوڙ ڪانپوءِ قاضي محمد عثمان جي شاعري (خطبا) هٿ آئي آهي، جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ سندس شاعراڻي ذات ۾ ڪيتري نہ پرواز هئي. انهن خطبن کي ڏسي چئي سگهجي ٿو تہ پاڻ تمام گهڻي شاعري ڪئي هوندن ۽ تي سگهي ٿو ۽ اڳتي هلي ڪتان اجا بہ وڌيڪ مواد ملي سگهي. پاڻ 12 ربيع الآخر 1306هہ ۾ وفات ڪيائون، سندن شاعري جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

نہ ٿي مغرور اي غافل — دنيا آخر فنا آهي
عبادت ۾ رهو شاغل — اها راهِ هديٰ آهي
اکيون کولي ڏسو يارو — اتو فاني جهان سارو
وڃائي ويا سي سيئي وارو — نہ هت ڪنهن کي بقا آهي
نقارو موت جو اي دل — وڄي ٿو هر گهڙي هر پل،
تياري ڪر مٿي ڪاهل — سفر ڏکيو ادا آهي.
آهي ڪوڙي سڄي دنيا، — سدا مڪار آهي سا،
هزارين گهوٽ هن گهايا — بلاشڪ بي وفا آهي.

## قاضي نبي بخش موريائي:

عالم، حڪيم، اديب، ۽ شاعر قاضي نبي بخش موريائي جمادي الاول 1275هه مطابق 1854ع ۾ موري ۾ قاضي شاهه محمد (سوم) جي گهر ۾ پيدا ٿيو. سندس والد ٽالپرن جي وقت ۾ قاضي جي عهدي تي فائز هو. پاڻ ابتدائي تعليم پنهنجي والد بزرگوار چاچي قاضي دين محمد ۽ مخدوم ميان عبدالرئوف موريائيءَ وٽان حاصل ڪيائين. سک پور ۾ پروفيسر عبدالڪريم پيرزادي جي والد مولانا محمد عمر پيرزادي وٽ تعليم پڻ حاصل ڪيائين. ويهن ورهين جي ڄمار ۾ فارغ التحصيل ٿيا. علم جي تڪميل ٺٽي جي دارالعلوم هاشميه مان ڪيائون، جتي سندن استاد مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو شاگرد هو. تحصيل بعد موري ۾ پنهنجي اباڻي مسجد جامع مسجد مورو ۾ درس، تدريس شروع ڪيائون.

قاضي صاحب جي مولوي عبدالواحد ڦلاٽي سان علمي نوڪ جهوڪ هوندي هئي. مولوي ڦلاٽي صاحب غير مقلد هو. قاضي نبي بخش جو عقيقي جي مسئلي تي مولانا ڦلاٽيءَ سان مناظرو پڻ ٿيو. جنهن کي قاضي صاحب "شمشير موريائي بگردن عبدالواحد ڦلاٽيءَ" جي نالي سان قلمبند ڪيو. ان کان علاوه سندن ٻيون ڪيتريون ئي تصنيفون سنڌي ۽ فارسيءَ ۾ ملن ٿيون.

قاضي نبي بخش پختا قادرالڪلام شاعر هئا. سندن شعر ۾ رواني، بندش ۽ لفظن جو انتخاب قابل لحاظ آهي. "قطعه تاريخ تي ڪين پورو پورو عبور حاصل هو. پاڻ سنڌي ۽ فارسيءَ ۾ ڪيترين ئي قطعه تاريخ چيون اٿن. ان کان علاوه سنڌيءَ ۾ سندن ڪيترائي مولود ۽ مدحون چيل آهن. قاضي صاحب 4 آگسٽ 1938ع تي 84 سالن جي عمر ۾ ڪراچي ۾ وفات ڪئي.

هاءِ موري مان "ميان جن" ويا لڏي،
خلق ساري کي ويا گوندر گڏي
اسم اعليٰ هو سندن "عبدالرئوف"
حق جي رحمت هئي مٿن هردم الوف.
فيض برڪت هو سندن جاري سدا،
سنڌ ساريءَ جا هئا سي مقتدا.
هئا وڏا عالم باعلم و عمل،
مٽ سندن ڪو ملڪ ۾ ڪونهي اصل.

هئي سندن صحبت مثل اڪسير جي،
ٿيا روانا سان حڪم تقدير جي.
ڏينهن چنچر وقت ٻپهري وصال،
ڪيو ڪريمن هن دنيا مان انتقال.
هئي چوپهين عرس تيرنهن سؤ ڇهه سال،
داخل الجنت ڪيا رب ذوالجلال.

## حڪيم مولوي قاضي محمد صديق مورائي:

مولوي قاضي محمد صديق بن مخدوم قاضي ميان عبدالرئوف مورائي دستاربند عالم، لاثاني حڪيم، عظيم شاعر، بهترين ڪاتب ۽ بي لوث سياستدان هو. پاڻ 5 جما دي الثاني 1298هه مطابق 10 مئي 1881ع بروز اربع ڏاري موري ۾ تولد ٿيو. پاڻ فارغ التحصيل عالم ۽ مجيل حڪيم هو. پهرياڻين پنهنجو مطب موري ۽ نوابشاهه ۾ کولياڻين. جيڪو سندن گذر سفر جو ذريعو هو طب ۾ ڪين ڪلڪتي ۽ دهليءَ مان سندون مليل هيون. نسخا تير بهدف ۽ مجرب هئا. "اڪسير صديقي" سندن مشهور دوا هئي. قاضي محمد صديق هڪ سنو شاعر پڻ هو. سندن شاعري فني لحاظ کان پڪي ۽ پختي آهي ۽ ڪين علم عروض تي پورو عبور حاصل هو. سر ڪوهياري تي ڪين خصوصي دسترس حاصل هئي. سندس ڪيترائي منظوم خط پڻ ملن ٿا، جيڪي پاڻ پنهنجي ويجهي عزيز ۽ دوست حاجي الهه اوبائي سومري کي لکيا اٿن. انهن منظوم مزاحيه خطن جي مطالعي مان جيڪي 1930 لکيا ويا سندن اعليٰ ادبي مزاحيه ذوق جي خبر پوي ٿي. شاعري ۾ وايون، ڪافيون، مولود ۽ مناجاتون چيون اٿن، ان کان علاوه فارسيءَ ۾ پڻ مدحون ۽ مناجاتون ۽ قطعه تاريخ وفات چيون اٿن. قاضي صاحب 6 شعبان 1349هه مطابق 1931ع ۾ وفات ڪئي. سندن شاعري جو نمونو هيٺ ڏني ٿو.

ڪافي

رس اي نور نبي، اٿ عربي،
ٻهچ پنهل پيارا، سگهو ور سيد سوپارا،
جايون پاڪ عرب جون، جت دشمن ڪن بي ادبي، اٿ عربي.
ڳالهه خلافت حق جي سا ڪين چپن ۾ چٽبي، اٿ عربي.
ساهه سسي سر صدقي، ڪا ڪمي ڪا نه ڪبي، اٿ عربي.
صديق ڪي سڪ سيدا، روح رڳن ۾ رهبي، اٿ عربي.

## مولوي قاضي محمد صادق مورائي:

مولوي محمد صادق مورائي چوڏهين صدي هجريءَ ۾ سنڌ جو جيد عالم، فقيہ، عالم، تفسير ۽ علم حديث جو بي مثال ڄاڻو ۽ پارکو شاعر، حڪيم، درويش ۽ عارف با الله ٿي گذريو آهي. پاڻ موري جي مشهور ولي ڪامل مخدوم ميان عبدالرئوف مورائي جي گهر 5 ذوالقعد 1300 هجريءَ تي جنم ورتائين. قاضي صاحب جو والد صاحب سندن ٻالجتيءَ ۾ وفات ڪري ويو. ان ڪري سندن تعليم جو بندوبست سندن والد بزرگوار جي شاگرد ۽ وقت جي وڏي عالم علامہ عطاءُ الله پيروز شاهي پاڻ وٽ فيروز شاهہ جي قديم درسگاهہ ۾ ڪيو. جتي سندن استاد عبدالرحمان پيروز شاهي جن هئا. اتان پاڻ اسلامي علوم جي حاصلات ڪري فارغ التحصيل ٿيا. بعد ۾ علم طب جي تحصيل حضرت مولانا عبدالغفور همايوني رحہ وٽان 1322ھ ۾ ڪيائون جن جو علمي معاملات ۾ ڪين ڀرپور اعتماد حاصل هو ۽ سندن ارشاد پٽاندڙ فتويٰ نويسي پڻ ڪندا هئا.

قاضي مولوي محمد صادق مورائي، ديني علمن جي ڦهلاءَ عوام الناس جي اخلاق ۽ عقيدي جي اصلاح، تزڪيہ نفس ۽ قلب جي صفائي لاءِ پاڻ ڪي پوري ڄمار متحرڪ رکيو ۽ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڏگها واعظاڻا سفر ڪيا. ان ڪري کين "مولوي محمد صادق واعظي" ڪري سڏيندا هئا. علم قلندري ۽علم باطني کين والد صاحب وٽان اويسي وهبي طريقي سان مليل هو جنهن ڪي پاڻ ماڻي تن ڪي تسيا ڏئي نمايان ڪيائون.

قاضي صاحب تحرير ۽ فتويٰ نويسي ۾ بہ يگانہ روزگار هو. پاڻ اعليٰ درجي جو ڪاتب هو. خط نسخ ۽ نستعليق ۾ سندن مٽ يا ثاني ڪو نہ هو. اسلامي تاريخ بابت سندن هڪ خاص زاويہ نگاهہ هو. سندن ڪيترين ئي فتوائون/ تحريرون نڪتل آهن، جيڪي مذهبي ۽ سياسي طبقن سان وابستہ آهن. راقم انهن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري ڇنڊڇاڻ مرتب ڪيو آهي. مولوي محمد صادق هڪ وڏي عالم هئڻ سان گڏوگڏ هڪ بهترين شاعر پڻ هو. سندن ڪلام ۾ تصوف ۽ فقيريءَ جو رنگ نمايان نظر اچي ٿو. سندن تخلص "صادق ۽ "فقير" هو ۽ فارسي ڪلام ۾ "واعظ" هو. پاڻ 16 ذوالحج 1388ھ مطابق 1968ع تي تقريبن 88 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪيائون. قاضي صاحب جي شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

## ڪافي

دل جي اکين سان غير نہ ڏس تون دنيا مظهر آئي،
صاف صفائي.
مظهر ۾ نا موڙهو وٽ تون، روح جسي جي جدائي،
ڳول اهائي.
مظهر واٽ ڏسئي تو حق جي، ڏنگا ڇڏ تون ڏنگائي.
هوڏ اجائي.
احمد ڏاران واٽ نہ لهندين، شرع ملئي مولائي،
رک بينائي.
"صادق" سرور سان رهہ ساٿين احد اندر ۾ آٿين،
ميم مانڊاٿي.

## قاضي خدا بخش مورائي:

قاضي خدابخش بن قاضي نبي بخش مورائي 5 نومبر 1895ع ۾ موري ۾ جنم ورتو. پاڻ شروعاتي تعليم موري جي پرائمري اسڪول ۾ مڪمل ڪيائين. انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ 1904ع ۾ داخل ٿيو. جتان 1909ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين ۽ ان بعد ڊي جي سنڌ ڪاليج ۾ هڪ سال پڙهيو ۽ اتان علي ڳڙهہ ڪاليج ويو جتان 1919ع ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ بي اي پاس ڪيائين. قانون جي ڊگري 1926ع ۾ ميرٽ لا ڪاليج مان فرسٽ ڊويزن ۾ ورتائين. 1927ع کان ڪراچي ۾ مشهور ايڊووڪيٽ بيريسٽر ٽي جي ايلفنسٽن سان سنڌن جونيئر جي حيثيت ۾ وڪالت شروع ڪيائين.

قاضي صاحب پنهنجي سياسي زندگي جي شروعات علي ڳڙهہ ڪاليج جي يونين جي نائب صدر جي حيثيت سان ڪئي. پاڻ آل انڊيا ڪانگريس جي ورڪنگ ڪاميٽي جو ميمبر هو ان کان علاوه خلافت تحريڪ دوران "مجلس خلافت صوبہ سنڌ" جي ورڪنگ ڪاميٽي جو ميمبر، "مرڪزي خلافت ڪاميٽي" جو ميمبر ۽ "سنڌ خلافت ڪاميٽي" جو سيڪريٽري پڻ رهيو. شيخ عبدالمجيد سنڌي جي جيل وڃڻ ڪانپوءِ کين الوحيد جو ايڊيٽر بڻايو ويو. جنهن ۾ گورن انگريزن جي خلاف ۽ ترڪ موالات ۽ خلافت تحريڪ جي فائدي ۾ لکيائين. حڪومت کيس باغيانا

سرگرمين جي الزام هيٺ اتر پرديش جي "ٽاٽي پون" شهر جي پروڊا جيل ۾ 1922ع ۾ موڪليو جتان هڪ سال سزا ڪاٽڻ کان بعد آزاد ٿي آيو.

1934ع ۾ ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جو بنا مقابلي ميمبر چونڊجي آيو. 1935ع ۾ سيٺ حاتم علوي کي شڪست ڏئي ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جو پهريون مسلمان ميئر چونڊجي آيو. قاضي صاحب "سنڌ مدرسي بورڊ" جو جنرل سيڪريٽري ۽ "جناح ڪورٽس" جو سيڪريٽري پڻ هو. 1936ع ۾ سندس ڪوشش سان مدرسي بورڊ جي اهتمام هيٺ "مسلم ڪاليج" قائم ٿيو جنهن جو افتتاح قائد اعظم ڪيو.

سنڌ جي انگريز پبلڪ پراسيڪيوٽر ٿي جي ايلفنسٽن کانپوءِ حڪومت کيس جوڊيشنل ڪاتو ڏنو. جيڪو پاڻ نهايت ئي ايمانداريءَ ۽ محنت سان هلايائين. 20 فيبروري 1944ع ۾ هن وفات ڪئي، کيس ڪراچي ۾ پنهنجي پيءُ ۽ والد سان گڏ دفنايو ويو.

## حڪيم قاضي عبدالخالق "خليق مورائي":

عالم، حڪيم، صحافي، اديب ۽ شاعر، قاضي عبدالخالق "خليق مورائي" 22 ربيع الثاني 1311هه مطابق 1893ع ۾ قاضي نبي بخش موارئيءَ جي گهر ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم موري شهر ۾ پنهنجي والد وٽ ورتي ۽ ان بعد ثانوي تعليم پڻ موري ۾ ورتائين. طب، فارسي، فقهه، سڀ پنهنجي والد وٽ پڙهيو ان بعد وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڳوٺ خدا بخش پرڳڙي تعلقو جيمس آباد ضلعي ٿرپارڪر ڏانهن ويو. جتان 25 سالن جي عمر ۾ 26 رجب 1336هه ۾ فارغ التحصيل ٿيو.

ديني تعليم سان گڏوگڏ ابتدائي تعليم ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ پرائمري اسڪول موري ۾ ورتائين ۽ چار درجا پاس ڪيائين. عربي، فارسي، طب، تاريخ، منطق جي علم حاصل ڪرڻ کانپوءِ انگريزي سکيائين. جنهن تي کيس چڱو عبور حاصل هو.

خليق مورائي خلافت تحريڪ ۽ ترڪ موالات تحريڪ سان عملي سياست شروع ڪئي ۽ انهن تحريڪن ۾ زور و شور سان حصو ورتو. خليق مورائي هڪ وڏي عالم سان گڏوگڏ هڪ بهترين اديب پڻ هو. سندس لکيل ڪتابن جو تعداد 25 کان مٿي آهي، جن ۾ مشهور ناول، ناٽڪ، سوانح عمريون اچي وڃن ٿيون. سندن مشهور ڪتابن ۾ "سندري" (ناول)، "نسيما" (ناول)،

"عبرت" (ناول)، "ڇٽر پٽي" (ناول)، "ستيءَ جي ستيا"(ناول)، "شڏيءَ جي سانگ" (ناٽڪ)، "آخري رسول صہ" (سوانح)، "صديق اڪبر" (سوانح)، "فاتح سنڌ" (سوانح)، "آخري مذهب" ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا.

"خليق مورائي" جي طبيعت شروع کان وٺي شعر گوئي طرف مائل هئي. پهرياڻين "عبد" تخلص ڪندو هو ان بعد "مورائي" ۽ بعد ۾ "خليق" تخلص اختيار ڪيائين.

هن جنوري 1925ع کان ڪراچيءَ ۾ ماهوار ترقي رسالو جاري ڪيو جيڪو لڳاتار 8 سال هليو. هي رسالو مذهبي. علمي، ادبي، تجارتي، ليڪن تي مشتمل هوندو هو. خليق مورائيءَ جا ڪيترائي مضمون ماهوار ترقي، ماهوار علمي دنيا، ماهوار توحيد ۽ الراشد ۽ مشهور اخبار الوحيد ۽ هفتيوار پرڪاش ۾ تڙيل پکڙيل نظر اچن ٿا. پاڻ پهرين مئي 1934ع تي ڪراچي ۾ وفات ڪيائين. سندن جنازي جي نماز مولانا محمد صادق کڏي واري پڙهائي ۽ کين لياري نديءَ پرسان مارواڙي قبرستان ۾ مسجد پرسان دفن ڪيو ويو.

## ڊاڪٽر قاضي محمد سليمان:

ڊاڪٽر قاضي محمد سليمان 13 جنوري 1902ع ڌاري قاضي دوست محمد (ٻيون) جي گهر ۾ جنم ورتو پاڻ موري مان سنڌي ڇئن درجن پڙهڻ بعد نوشهري مدرسي ۾ 1914ع ۾ پهريون درجو انگريزي پڙهڻ ويا ۽ 1920ع ۾ ڇهه درجا انگريزي پاس ڪيائون. گورنمينٽ جي پاران مليل اسڪالرشپ تي "وٽنري ڪاليج بمبئي" ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويا. جتي 1923ع ڌاري بمبئي وٽنري ڪاليج جا گريجوئيٽ (G.B.V.C) ٿيا ۽ فرسٽ ڪلاس حاصل ڪيائين. گرئجوئيٽ ٿيڻ بعد 28 مئي 1923ع تي کين ڪراچيءَ جي جانورن جي اسپتال ۾ وٽنري ڊاڪٽر ڪري رکيو ويو. 1946ع تائين مختلف اسپتالن ۾ نوڪري ڪندا رهيا. سنڌ سرڪار کين پوسٽ گريجوئيٽ ڪورس لاءِ "مڪتيسر" بريلي موڪليو جتان 27 آگسٽ 1946ع تي واپس آيا. 1948ع ۾ کين اسسٽنٽ ڊائريڪٽر اينيمل هسبينڊري اپر سنڌ ڪري سکر ۾ رکيو ويو. ان بعد پاڻ لوئر سنڌ جا اسسٽنٽ ڊائريڪٽر پڻ رهيا. قاضي صاحب 13 جنوري 1958ع تي رٽائر ٿيا ۽ 13 فيبروري 1958ع تي ڳوٺ سڏار ڪاتي پاران V.A.T انسٽيٽيوٽ ٽنڊو جام ۾ انسٽرڪٽر جي نوڪري تي چڙهيا اتي پاڻ جانورن جي طب پڙهائڻ

لڳا. ان دوران پولٽري فارم جا پڻ انچارج رهيا. 13 آگسٽ 1959ع تي ڏيڍ سال نوڪري ڪرڻ بعد موري واپس آيا ۽ موري ۾ خانگي اسپتال کوليائون.

ولیج ایڊ وارن طرفان ڳوٺ سڌار رسالو جاري ٿيو ته ان ۾ قاضي صاحب جا مضمون مال جي بيمارين متعلق شايع ٿيندا هئا. ان کان علاوه سندن 80 صفحن جي لڳ ڀڳ ڊائرين تي ”تر جو گشت“ يعني تر جو سفرنامو ۽ ”مڪتيسر (بريلي) کان لاهور تائين“ جو سفرنامو پڻ لکيل آهي. قاضي صاحب جو لاڙو شعر ۽ شاعري طرف پڻ هو. سندن شعرن ۾ بحر وزن جي پختگي نظر اچي ٿي.

پاڻ ڇهين جون 1968ع تي 66 ورهيه جي ڄمار ۾ موري ۾ وفات ڪيائون. سندن شاعري جو نمونو ڏجي ٿو (هي منظوم خط پنهنجي پٽ بئريسٽر مظهر قاضي ڏانهن لنڊن لکيو هئن، جيڪو ان وقت اتي تعليم پرائي رهيو هو.)

**مظهر ميان ڏانهن نياپو**

تنهنجي والده ٿي توکي شب روز ساري،
تنهنجي بهتري لاءِ پئي الله کي پڪاري،
بظاهر اسان کان گهڻو دور آهين،
مگر ماءُ ۽ پيءُ جي دعائن ۾ آهين.
تنهن جو بخت بالا وڏو مان ٿيندو
دنيا دين ۾ پڻ وڏو شان ٿيندو.
حياتي وفا ڪئي تنهن جو اوج ڏسندس،
وئي جي وهامي پو پيي شاد رهندس.
وصيت فقط توکي آهي اها ٿي،
وطن تي ورڻ جي ڪجائن وات وائي.
قبر تي منهنجي تون به ايندو ڪجائن،
مزارن جي مرمت جو پيي ڏيان ڏرجائن،
(1.6.1963)

## قاضي عبدالعزيز ”عزن صوفي“:

حڪيم قاضي محمد عبدالعزيز ”عزن صوفي“ موري ۾ قاضي خاندان جي بزرگ شخصيت قاضي محمد عثمان جي گهر ۾ پيدا ٿيو. پاڻ پهريائين پنهنجي زندگيءَ جي شروعات ٽپال کاتي ۾ ملازمت جي حيثيت سان شروع

ڪيائين. جيئن تہ ڪيس حڪمت ورثي ۾ ملي هئي. ان ڪري سندس گهڻو لاڙو طب ڏانهن رهيو. 1925ع کان D.U.M.S سند طبيہ ڪاليج ۾ .D.U.M.S طبيہ ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين. ان کان علاوه ڪيس پنج اعزازي ڊپلوما پڻ مليل هئا. 1933ع ۾ ڊپلوما هوميوپيٿڪ پوسٽ انسٽيٽيوٽ ڪلڪتہ 2_ ايل ايچ، ايم 3_ ايم بي (هوميو)، 4-ايم. ڊي (هوميو)، 5_ مينگنيٽوڪيوز D.E.C (بزم ضياءِ دهلي) ان کان علاوه جرمن ڪيوز ۾ M.B.G.C (بزم ضياءِ دهلي). عزن صوفيءَ علم طب تي ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا. جن مان "سالم صحت" ٻن حصن ۾ 1962ع ۾ ڇپيل آهي. قاضي صاحب سٺي ليکڪ سان گڏوگڏ سٺا شاعر پڻ هئا. سندن تخلص "عزن صوفي" هو. حڪيم قاضي عبدالعزيز جو شفاخانو "بزم شفا" جي نالي سان حيدرآباد جي ٽنڊي ولي محمد جي سيال پاڙي ۾ هو. پاڻ درازن جي درويش سخي قبول محمد (ٻيو) جو طالب هو. 1963ع ڌاري حيدرآباد ۾ وفات ڪيائين. سندس شاعري جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

طب اسلامي اسان جي يا خدا آباد ڪر،
تفرقا ۾ وير وڌ برباد ڪر برباد ڪر.
طب نبويءَ جي مهابي غير کان تون پاڪ ڪر،
نااهل آهن جي گڏيا، تن کان طب آزاد ڪر.
ويد ڪئين يوناني گڏ، سڀ طب اسلامي ڪيا،
ساڳي طب آ اصل تنهن جو ايلوپيٿي ياد ڪر.
ڇا ڀلا هوميوپيٿي پڻ طب جو ناهي حصو؟
طب ۾ ڪو فرق ناهي، هي اصول آباد ڪر.
آهي بيماريءَ جي بدلي ساڳي صحت حاصل ڪرڻ،
ڪو تفاوت ناهي طب ۾ اچ ملي اطاعت ڪر.
عرض هي آه "عزن" جو مولئي سائين ڪر قبول،
خلق جي خدمت جو خالق آرزو ايجاد ڪر.

## پروفيسر نذير احمد قاضي:

پروفيسر قاضي 9 فيبروري 1940ع تي قاضي محمد قاسم جي گهر ۾ جنم ورتو. پاڻ جنرل هسٽري، انگريزي ادب ۽ سياست ۾ ايم اي آهن. پروفيسر نذير قاضي لکڻ جي شروعات 1957ع ۾ ڪهاڻي جي ترجمي سان ڪئي، جيڪا هڪ روسي ڪهاڻي هئي. سندن ٻهرين طبع زاد

ڪهاڻي "پڪر" آهي، جيڪا 65 – 1964ع ۾ لکيائين. سندن شايع ٿيل ڪهاڻين ۾ "روحي"، "پڪر"، "واليون" ۽ "بکي" آهن. انهن ڪهاڻين مان بکي کي تمام گهڻي مڃتا ملي ۽ اها ڪهاڻي سنڌي تنيين ڪهاڻين جي صف ۾ مڃيل ڪهاڻي ليکي وڃي ٿي. سائين نذير جي اڻ ڇپيل ڪهاڻين ۾ "پيار جي زبان" ۽ "هي داغ ڪيئن ڌوئبا" وڌيڪ پاورفل آهن. "هي داغ ڪيئن ڌوئبا" شهيد آفتاب نظاماڻيءَ جي شهادت کان متاثر ٿي لکيل آهي.

سائين نذير قاضي جي ڪهاڻين ۾ ڪردارن جي امنگن، احساسن ۽ محرومين کي پرپور انداز سان پيش ڪيو ويو آهي. سادي ۽ سباجهي ٻولي، نهايت ٿورا لفظ ۽ مقصد جي مڪمل پهچ سندس ڪهاڻين جي خوبي آهي. نذير قاضي 1962ع ۾ مارچ مهيني ۾ "بزم قاسم" جي نالي سان هڪ ادبي ادارو قائم ڪيو جنهن پاران ڪيترائي ادبي ميڙاڪا، طرحي ۽ غير طرحي مشاعرا ڪرايا ويا. قاضي صاحب موري شهر ۾ ساڃاهه ڪلچر فورم جو پڻ بنياد وڌو جنهن پاران ڪيترن ڪتابن جون مهورتون ۽ شامون ملهايون ويون. قاضي صاحب موري ۾ "باک پبليڪيشن" قائم ڪئي، جنهن پاران باک جا ڇهه معياري پرچا نڪتا ان کان علاوه مهراڻ آرٽس ڪاليج مورو جون ٻه مخزنون "خليق" ۽ "مهراڻ" ايڊٽ ڪيون. سائين نذير قاضي موري جي ڪيترن ادارن جي بنياد وجهندڙ مان هڪ آهي. جهڙوڪ: ايجوڪيشنل سوسائٽي مورو (جنهن پاران آرٽس ڪاليج مورو قائم ڪيو ويو ۽ اڄ گورنمينٽ مهراڻ ڊگري ڪاليج جي صورت ۾ موجود آهي)، مهراڻ ايجوڪيشن سوسائٽي مورو (جنهن پاران روشن تارا ڪي جي اسڪول هلندڙ آهي)، مهراڻ ڪلچرل سوسائٽي مورو جنهن جو پاڻ جنرل سيڪريٽري آهي، جنهن طرفان ٻه ڪتاب شايع ٿيل آهن، ان کان علاوه پاڻ سگا مورو شاخ، سنڌي ادبي سنگت مورو شاخ ۽ طبي ايسوسيئيشن مورو جي بنياد وجهندڙ مان هڪ آهي.

سائين نذير قاضي جي نثري ادب کان علاوه سندس شاعري پڪي پختي ۽ لاجواب آهي، سندس مزاحيه ۽ اصلاحي شاعري "عبرت" اخبار جي ڪالم "نظري خوش گذري" ۾ 63 – 1962ع دوران نظر اچي ٿي. جنهن ۾ سندن تخلص "ن – ق پاهوڙو" هوندو هو. پاڻ وائي، غزل، آزاد نظم، نظم، ٽيڙو چؤسِتا ۽ ٻين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي اٿن. سندن شاعري جا موضوع ۽ گهاڙيٽا نوان ۽ نرالا آهن. سندن شاعري جو نمونو ڏجي ٿو:

بي وفا کان وفا، گهرون ويٺا،
يعني پيهر جفا، گهرون ويٺا.
پاند پالهو ۾ جام خالي آ،
اي! نگاهِه سخا، گهرون ويٺا.
تهمتِ مئڪشي، بجا آهي،
منصفو! ڏيو سزا، گهرون ويٺا.
حال پنهنجي ۾ مست "قاضي نذير"،
بس، رضاءِ خدا گهرون ويٺا.
منهنجي مرضي نہ ڪا، خداوند،
جا رضا تنهنجي سا، گهرون ويٺا.

## فضل سليمان قاضي:

فضل الحق قاضي 24 نومبر 1938ع تي موري ۾ قاضي سليمان جي گهر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم موري شهر مان حاصل ڪرڻ بعد انٽر تائين تعليم گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد مان حاصل ڪيائين. بي. اي ۽ ايم. اي (سياسيات) سنڌ يونيورسٽي مان پاس ڪيائين. قانون جي سند لا ڪالج حيدرآباد مان ورتائين. ان دوران قاضي صاحب گورنمينٽ ڪاليج، سنڌ يونيورسٽي ۽ لا ڪاليج حيدرآباد جي شاگرد سنگت جو جنرل سيڪريٽري رهيو. ان کان علاوه "آمريڪن ڪلچر سينٽر ڪراچي" مان آمريڪن هسٽري ۾ شارٽ ڪورس ڪيائين. فضل قاضي 1965ع دوران پاڪستان ٽيليويزن ڪراچي جي حالاتِ حاضره جي سنڌي پروگرام "واءُ سواءُ" جو ڪمپيئر رهي چڪو آهي. پاڻ نيشنل بئنڪ آف پاڪستان اندر مئنيجر، ايريا مئنيجر، زونل مئنيجر، سينيئر وائيس پريزيڊنٽ، ڊائريڪٽر نيشنل بئنڪ آف پاڪستان اسٽاف ڪاليج ڪراچي، سرڪل چيف حيدرآباد ۽ سينئر ايگزيڪيوٽو وائيس پريزيڊنٽ تي رهيا آهن. ان کان علاوه پاڻ بيجنگ (چائنا) ۾ نيشنل بئنڪ آف پاڪستان جا چيف ريپريزنٽيٽو آمريڪا / آفريڪا ريجن آف نيشنل بئنڪ آف پاڪستان نيويارڪ ۾ جنرل مئنيجر ريجنل پڻ رهيا آهن. پاڻ ملڪ کان ٻاهر رهڻ دوران ڪيترن ئي سيمينارن ۽ ڪورسن ۾ شرڪت ڪري چڪا آهن.

قاضي صاحب جا ڪيترائي مضمون انگريزي زبان ۾ سنڌ جي ثقافت، شاهه لطيف، سنڌ جي هنر، خطاطي، قومي ۽ بين الاقوامي مسئلن تي

ملڪ جي مختلف اخبارن ۾ مخزنن جهڙوڪ: 'ڊان' ڪراچي 'نيوز' ڪراچي 'پاڪستان اڪانامسٽ' ڪراچي، 'سن' ڪراچي، 'بزنس رڪارڊ' ڪراچي، 'پاڪستان رويو' لاهور ۾ 'السٽريٽڊ ويڪلي آف پاڪستان' ڪراچي ۾ شايع ٿي چڪا آهن. جن مان ڪجهه مشهور مضمون هي آهن. 'حرز آف سنڌ'، 'شاهه لطيف ايز سوشل هسٽورين'، 'سنڌ فوڪلور'، 'ٽرڊزرٽ'، 'فيبريڪس آف سنڌ'، 'ڊيموڪريسي ان پاڪستان'، 'سو ورڊ فار هائر'، 'يونٽي ان ڊائورسٽي'، 'گارڊين آف فرنٽيئر'، 'ايگل آف بلوچستان'، 'فيڪٽس آف رورل لائيف – ڪاظميز پينٽنگز'، 'جينز آف سنڌي لينگويج' وغيره.

فضل الحق قاضي "سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن" جو باني صدر پڻ رهي چڪو آهي. سندس ڪيترائي ڪتاب لکيل ۽ ڇپيل آهن. جن مان "لا اينڊ پاليٽڪس ان پاڪستان"، "ڪمرشل بئنڪنگ ان پاڪستان" ۽ "پاڪستان جي قومي سياست" شايع ٿيل آهن. جڏهن ته اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ "پوليٽيڪل پراسيس اينڊ فارين پاليسي"، "ليوز فرام دي اينٽڪ – پاڪستان" ۽ "سنڌ جرنل" ڇپائي جي انتظار ۾ آهن.

## مظهر سليمان قاضي:

مظهر سليمان قاضي 12 آڪٽوبر 1941ع تي موري ۾ قاضي محمد سليمان جي گهر ۾ جنم ورتو. ايس ايم ڪامرس ڪاليج ڪراچي مان انٽر جو امتحان 1960ع ۾ پاس ڪيائين ۽ اتان جي شاگرد يونين جو ڪلاس نمائندو چونڊيو ويو. ان بعد اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ 29 آگسٽ 1961ع تي لنڊن روانو ٿي ويو. جتي "هوبرن ڪاليج لنڊن" ۾ قانون جو شاگرد رهيو. ان کان علاوه "ايسٽ لنڊن ڪاليج" مان ايل ايل بي جو ڪورس ڪيائين جتي اسٽوڊنٽ يونين جو 67 – 1966ع دوران صدر چونڊيو ويو. مظهر قاضي "لنڪنز ان" مان بئريسٽري جي تعليم پڻ حاصل ڪئي. لنڊن ۾ رهڻ دوران پاڻ برطانيه ۾ رهندڙ پاڪستاني شاگردن جي جماعت "پاڪستان اسٽوڊنٽ فيڊريشن" جو صدر پڻ رهيو. يو ڪي ۾ 1967ع کان 1969ع تائين پ پ جو بنياد وجهندڙ ڪنوينر ۽ 1970ع کان 1973ع تائين ايڪٽنگ پريزيڊنٽ رهيو. پاڻ سنڌ جي اڳوڻي وزيراعليٰ ۽ پاڪستان جي اڳوڻي وزيراعظم جو مختلف وقتن ۾ پريس سيڪريٽري پڻ رهي چڪو آهي. ان کان علاوه پرائيم منسٽر سيڪريٽريٽ ۾ او ايس ڊي / فيڊرل لينڊ ڪمشنر پڻ رهي چڪو آهي.

مظهر قاضي جا ڪيترائي مضمون سنڌ ڪوارٽرلي ڪراچيءَ ۾ شايل ٿيا آهن. ان ڪان علاوه پاڪستان جي مڙني اخبارن ۽ رسالن ۾ مضمون ۽ خط سنڌ جي صورتحال ۽ پاڪستان متعلق شايع ٿيندا رهيا آهن. سندس ڪجھ مشهور مضمونن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

"بيٽل آف مورو"، "اسپريڊنگ ڪلٽ مٽيرليزم"، "ڪنفيشنز آف اي وڪٽم آف چائيلڊ مئرج"، "اي ڪرپل اينڊ دي سائيڪلون آرڊيل"، "دي مينگ آف مين"، "لينڊ ايلينيشن ان سنڌ"، "انگلش ان اوور لائيوز"، "ايڪانامڪ اسٽرينگيوليشن آف دي منيارٽي پراوينسز"، ٻهراڙيءَ ۾ عورتن جي حالت"، "موت جي مشق – اپاهج شخص جو آزمودو"، گانڌي ۽ عدم تشدد"، "اصلاحي سماج"، افغاني مهاجرن جي يلغار ۽ اڏاري خوشحالي وارو سرمائيدارن جو بجيٽ"، ايس ايم سي (ڪاليج) ۾ بغداد". ان ڪان علاوه سندن هڪ يادگار تقرير "منهنجي زندگيءَ جو فلسفو" هڪ ڪتابچي جي صورت ۾ شايع ٿيل آهي.

## خالد حيات "سيف" قاضي:

قاضي خالد حيات ابن قاضي عبدالوهاب عزيز 23 اپريل 1951ع تي موري ۾ جاٿو پاڻ شاعري جو آغاز ڇهين جماعت کان ڪيائين. شاعري جي ابتدائي اصلاح محترم احمد بخش ميمڻ "احمد مورائي" ۽ محمد ابراهيم "مائل" سولنگيءَ کان ورتائين. ڪين علم عروض جي سمجهاڻي هڪ دفعو هڪ نشست ۾ مناهين واري پليڏنو "بهتر" راهوجا ڏني. پاڻ شاعريءَ ۾ اصلاح حافظ محمد احسن چنا، رئيس ضياءُ الدين ايس بلبل ۽ قمر عباسي کان ورتائين. موري جي تاريخ ۾ ننڍي عمر ۾ عروضي شاعريءَ جو معياري غزل قاضي صاحب کانسواءِ ڪنهن نہ چيو آهي. پاڻ ڪجھ وقت مختلف اخبارن ۾ ٻارن جي ڪالمن ۾ پڻ لکندو هو. ان کان علاوه روزانہ "مهراڻ" ۾ سندن مذهبي ۽ تاريخي مضمونن جا ترجما پڻ ڇپجندا رهيا. قاضي خالد حيات وٽ هڪ بهترين لائبريري آهي. پاڻ وسيع مطالعو رکي ٿو. خصوصن موري جي قاضي خاندان متعلق ۽ تصوف تي ڪين ڀرپور نموني سان ڄاڻ آهي.

زندگيءَ جي راز کان پيو آشنا ٿيندو وڃان،
اڄ ضمير زندگيءَ ۾ پيو فنا ٿيندو وڃان.
"انفس و آفاق" ۾ ان جي نشانين کي ڏسان،

همنشين پوءِ منڪرِ حق ڇو پيلا ٿيندو وڃان.
پنهنجي عرفان لاءِ ٿيو آهيان مان سرگرم سفر،
جذبو ڏس هر منزل غم تي صدا ڏيندو وڃان.
ڇو شعورِ زندگاني هيترو مونکي ڏنئہ،
ڪيستائين وقف غم مان اي خدا ٿيندو وڃان.
واهرو ڪو راهہ منهنجي جو نہ آهہ ڇا ٿيو
اي جنون! مان خود ئي محوِ ارتقا ٿيندو وڃان.
منهنجي عادت، منهنجي خصلت، منهنجي فطرت "سيف" ڇا،
مثل گل خوشبوءِ ڏيندو ۽ فنا ٿيندو وڃان.

## قاضي محمد علي "اختر" موراڻي:

قاضي محمد علي بن قاضي عبدالڪريم 8 جنوري 1927ع تي گچيرو ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم گچيري ۾ حاصل ڪيائين. سنڌي ٻاراڻو ڪتاب سائين محمد سليمان سومري مرحوم (شهيد عبدالرزاق سومرو جو والد) وٽ پڙهيو. فارسيءَ جو پهريون ڪتاب "ڪريما سعدي" پنهنجي والد قاضي عبدالڪريم وٽ پڙهيو. جڏهن تہ 'چهل سبق' پنهنجي پاڻ وٽ پڙهيو. مولوي محمد حسن سيالائي جن وٽ "گلستان ۽ بوستان" جو ديباچو پڙهيو. 43 – 1942ع ۾ سنڌي ۾ فائنل ڏنائين. ان دوران "علم عروض" جو مطالبو ڪندي ۽ بحر وزن جي ڄاڻ حاصل ڪري شاعري شروع ڪيائين. پاڻ شاعري جي اصلاح حاجي محمود "خادم" لاڙڪاڻوي کان ورتائين. پاڻ 1944ع ۾ سنڌ جي تعليم کاتي ۾ استاد جي حيثيت سان ڀرتي ٿيو. نوڪريءَ دوران ايم اي (سنڌي) فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين ۽ ايم اي (فارسي) فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ۾ پاس ڪري سونو پلو (Gold Medal) حاصل ڪيائين. 1951ع کان وٺي علمي توڙي ادبي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو ورتائين. قاضي عبدالوهاب 'عزيز' مرحوم جي ساٿ ۽ سهڪار سان 1957ع ۾ 'بزم سعيد' مورو جو قيام آندائين. ان جي پليٽ فارم تان سالن جا سال هر مهيني 'طرحي ۽ غير طرحي مشاعرن' جون محفلون سجايائين. ان بزم جو سرپرست موري جو تڏهوڪو مختيار ڪار 'محترم علي ڏنو پنهور' هوندو هو ۽ سيڪريٽري 'اختر موراڻي' هوندو هو. "بزم سعيد" کي اهو اعزاز آهي تہ هيءَ موري جي سڀ کان پهرين ادبي تنظيم هئي، جنهن پاران پهريون باقاعدي طرحي مشاعرو ٿيو. جنهن جي مصرع هن

طرح هئي: ”گران هر چيز تي اڪثر خبر ناهي تہ ڇا ٿيندو“. هن بزم موري جي ڪيترن اديبن ۽ شاعرن کي ادبي ميدان ۾ نڪري نروار ٿيڻ جو موقعو فراهم ڪيو. اختر مورائي اوائلي سنڌي ادبي سنگت مورو جو جنرل سيڪريٽري پڻ رهيو. جنهن جو بنياد 26 اپريل 1963ع تي پيو جنهن جون باقاعده پندرنهن روزه گڏجاڻيون ٿينديون هيون. قاضي صاحب ”بزم لطيف مورو“ جو جنرل سيڪريٽري ۽ خزانچي پڻ هو. جڏهن تہ ان جو صدر ’نورالدين قاضي‘ هو. هيءَ بزم آڪٽوبر 1964ع تي برپا ٿي. مطلب تہ قاضي صاحب موري جي ادبي افق تي چمڪيل ستارو هو.

قاضي محمد علي ’اختر‘ مورائي هڪ بهترين افسانا نويس، مضمون نگار ۽ ناٽڪ نويس هو. 1950ع کانپوءِ سندس مضمون ۽ افسانا سنڌ جي ڪيترن ئي رسالن ۾ ٽڙيل ۽ پکڙيل نظر اچن ٿا: ماهوار ’فردوس‘ هالا پاران افسانن جي ڪرايل چٽاڀيٽيءَ ۾ اختر مورائيءَ جي افساني کي پهريون نمبر افسانو قرار ڏنو ويو ۽ ان تي رسالي پاران رکيل انعام کين ڏنو ويو. سندس اڪثر مضمون ۽ افسانا ماهوار ”نئين زندگيءَ“ ۾ نظر اچن ٿا. سندن لکيل ڪيترائي ناٽڪ موري جي اسٽيج تي موري جي مشهور تعليمي ماهر ۽ استاد سائين ”مرحوم محمد ڇٽل سرهئي“ جي هدايتڪاري هيٺ ٿيا، جيڪي عوام ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيا.

قاضي ’اختر‘ مورائي افساني نويس، مضمون نگار ۽ ناٽڪ نويس هئڻ سان گڏوگڏ هڪ بهترين شاعر پڻ هو. شاعريءَ ۾ سيني صنفن: غزل، وائي، گيت، ٽيڙو حمد ۽ نعت، ڪافي، مخمس ۽ قطعہ تي طبع آزمائي ڪئي اٿن. سندن شاعري سنڌي کان علاوه اردوءَ ۾ پڻ ڪيل آهي. شاعريءَ ۾ ’اختر‘ ۽ ’مسلم‘ سندن تخلص هو جڏهن تہ سندن مزاحيہ شاعريءَ ۾ تخلص ’علامہ ڪڙپي‘ هو. اها مزاحيہ شاعري پاڻ مشاعرن دوران (1958ع کان 1962ع تائين) ڪيل اٿن. جڏهن تہ انهيءَ دور ۾ موري جا بہ مزاحيہ شاعر پروفيسر نذير قاضي ن — ق پاهوڙو ۽ گل محمد ساٽي ’علامہ ڏنڊئي‘ پڻ پرپور حصو وٺندا هئا. اختر مورائي جي شاعريءَ جون ڪجهہ جهلڪيون هيٺ ڏجن ٿيون:

خدا يا ڪر سدا مقبول هر سُو هي زبان سنڌي،
هجي سيني زبانن جي سدا روح روان سنڌي،
مروج پاڪ هند ۾ بلڪ ساري زمين تي ٿئي،
چوي شل شوق مان هر فرد مان ڇاڻان زبان سنڌي،

مٿي شل آسمان تي پڙ هجي سنڌي زبان جاري،
اچي هر طرف کان آواز هي آهي جهان سنڌي
قبر ۾ حشر ۾ پرور پڇاڻو ڪج زبان ان ۾
ٿئي جئن ٻولي منهنجي مادري نا رائگان سنڌي
جيئڻ جنت ۾ هر خواهش پيو پوري ڪندين قادر
عطا اُت ڪج مبارڪ ٻولي هي ٿي ڪرم سان سنڌي
رکي الفت آهي 'اختر' اصل کان سنڌي ٻولي سان،
وساريندو نـ تا دم زندگي هي داستان سنڌي

## شجره قاضي خاندان.مورو



## ٢

**خليفو عبدالواحد**

- مخدوم ميان عبدالرؤف (وفات ١٣٠٦ھ)
  - محمد يوسف (وفات 1944ع)
    - عبدالوهاب (ولادت 1915ع، وفات 1993ع)
      - شوڪت حيات
      - خالد حيات
      - سڪندر حيات
      - فاروق حيات
      - ياسر حيات
  - محمد مصدق
  - محمد صادق (وفات 1968)
    - محمد هاشم (ولادت 1907ع، وفات 1982ع)
      - انور احمد
    - محمد قاسم (ولادت 1909ع، وفات 1961ع)
      - نذير احمد
      - بشير احمد
      - رياض احمد
      - منير احمد
    - محمد طيب (ولادت 1914ع، وفات 1991ع)
      - آفتاب احمد
      - اقبال احمد
      - مشتاق احمد
      - جميل احمد
  - حڪيم محمد صديق
    - شمس الدين (ولادت — وفات —)
      - قمرالدين
      - نثار احمد
    - بدرالدين (ولادت — وفات —)
      - نورالدين
- حڪيم ميان حبيب الله
- محمد احسان
- محمد زڪريا
- محمود

تحقيق و ترتيب: شمشاد احمد سومرو

١٩٩٥ع

٢

# شيخ رحمت الله سنڌي درٻيلوي رح

## مولانا سليم الله سومرو

الله تعاليٰ اسان جي سنڌ سونهاري کي مالي توڙي علمي نعمتن سان نوازيو آهي، علم ۾ اهڙا تہ گوهر اسان جي سنڌ ۾ ٿي گذريا آهن، جن جون علمي، ادبي ۽ روحاني خدمتون، اڄ بہ ديس توڙي پرديس ۾ پرچارجن ٿيون پيون. انهن مان هڪ موتي ضلعي نوشهروفيروز جي ننڍڙي شهر درٻيلي ۾ 930هہ ۾ جنم وٺندڙ شيخ رحمت الله درٻيلوي سنڌي رحمة الله عليہ بہ آهي. شيخ رحمت الله صاحب علمي ۽ ادبي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو ۽ پليو. سندس والد جو نالو قاضي عبدالله سنڌي هو جيڪو علامہ عبدالعزيز الابهري (شارح مشڪواة شريف) جو شاگرد آهي ۽ حميد السندي (وفات 1009هہ) سندس ڀاءُ آهي، جيڪو علامہ حافظ ابن حجر مڪيءَ جو شاگرد ۽ شيخ عبدالحق محدث دهلويءَ جو استاد هو.

### حرمين ڏي هجرت:

پاڻ هتان پنهنجي پيءُ ۽ ڀاءُ سميت پهريان گجرات لڏي ويو اتان حرمين شريفين هليو ويو جتي شيخ علي بن محمد خطيب مدني ۽ ٻين عالمن سڳورن کان علم حديث حاصل ڪيائون ۽ پوءِ عبدالله متقي سان گڏ هندوستان موٽي آيو ۽ گجرات ۾ رهيو ۽ اتي ڪيترائي سال درس و تدريس ۾ گذاريائين. تمام گهڻن ماڻهن کانئس علمي فائدو حاصل ڪيو. هڪ دفعي وري حرمين شريفين هجرت ڪري ويو پوءِ آخر تائين اتي ئي رهيو.

### شيخ صاحب جا استاد:

1. علي بن محمد بن علي بن عراق المحدث "تنزيہ الشريعة المرفوعة" ڪتاب جو مصنف.

2. علامہ فقيہ محدث احمد بن محمد بن علي بن حجر الهيثمي المڪي (ت 974ھ)، جيڪو تمام گهڻين تصنيفن جو صاحب آهي.
3. علامہ علي ابن حسام الدين المتقي البرهانپوري (ت 975ھ).

## شيخ رحمت الله، علماءِ ۽ محدثين جي نظر ۾:

1. علامہ علي قاري "لباب المناسڪ" جي شرح جي منڍ ۾ لکيو آهي تہ: شيخ رحمت الله سنڌي وڏو عالم، فاضل، داناءَ، مرشد السالڪين ۽ مفيد الناسڪين (حج جي احڪام ادا ڪندڙن لاءِ فائدو رسائيندڙ) هو.
2. شيخ عبدالحق، محدث دهلويءَ لکيو آهي تہ: شيخ عبدالله ۽ شيخ رحمت الله ٻئي صوفي فقيهن ۾ شامل هئا، هن ملڪ جا رهواسي کين "شيخين" جي لقب سان ياد ڪندا هئا، ڇاڪاڻ تہ هو ٻئي شيخين (حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنها) جون سڪون لاهيندا هئا.
3. مولانا عبدالحي لکنوي لکيو آهي تہ: رحمت الله بن عبدالله سنڌي حنفي، عمل وارن عالمن ۽ صالح ٻانهن مان هو.

## تصنيفون:

1. شيخ صاحب جي استاد علي بن محمد بن عراق موضوع حديثن جي متعلق "تنزيہ الشريعة" جي نالي سان هڪ ڪتاب لکيو هو جنهن جو هن نهايت عمدو اختصار **"تلخيص تنزيہ الشريعة المرفوعة"** جي نالي سان جوڙيو.
2. **"جمع المناسڪ و نفع السالڪ المعروف بالمنسڪ الڪبير"** جنهن ۾ حج جا احڪام ۽ ارڪان، سؤ کان وڌيڪ ڪتابن مان اقتباس ڪري، دليلن ۽ وڏي تفصيل سان مصنف رحمة الله عليہ لکيا آهن. ڪتاب جي منڍ ۾ مصنف رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ: "مون هي ڪتاب، الله واجد ماجد جي مدد سان شروع ڪيو جنهن ۾ اجاين بحثن مباحثن کان منهن موڙي، تمام گهڻا مسئلا ۽ فائدا لکي، اوهان جي آڏو پيش ڪريان ٿو حج جي احڪامن ۽ ارڪانن بابت هن جهڙي جامع تصنيف مون کي ٻي نہ ٿي سجهي. مون هن ۾ اهم ۽ نادر نڪتا، وڏن ۽ معتبر ڪتابن مان نقل ڪري لکيا آهن."

نوٽ: مصنف رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ: مون هيءَ ڪتاب 22 صفر 950هہ آچر ڏينهن منجهند جي وقت لکي پورو ڪيو.
هي ڪتاب 1289 ڌاري قسطنطنيہ ۾ ڇپيو جيڪو اڄ تائين ڇپجندو رهي ٿو.

3. "لباب المناسڪ و عباب المسالڪ" جيڪو "المنسڪ المتوسط" جي نالي سان مشهور آهي. منهنجي مضمون لکڻ جو سبب هن ڪتاب جي شهرت ۽ مقبوليت آهي، جنهن جو تفصيل ۽ ان تي عالمن سڳورن جي راين ۽ توصيفي ڪلمات جو ذڪر ٿورڙو اڳتي لکندس، ان ڪان اڳ ۾ مصنف جي ڪجهہ ٻين تصنيفن جو تذڪرو ڪري وٺجي.

4. "المنسڪ الصغير" هي ڪتاب حج جي احڪامن ۽ ارڪانن متعلق تمام مختصر آهي. اختصار ۽ آسان عبارت جي ڪري، عالمن وٽ تمام گهڻو مقبول ٿيو جنهن ڪري ڪيترن ئي عالمن، هن تي شرح ۽ حاشيا لکيا، مثلا:

(1) علامہ ملا علي قاري (ت 1014هہ) "بداية السالڪ في نهاية المسالڪ" جي نالي سان هن جو شرح لکيو.
(2) علامہ يحيٰ موذن (ت 1260هہ) وري انهيءَ شرح تي حاشيا لکيا.
(3) علامہ حنيف الدين المرشدي المڪي (ت 1067هہ) هن ڪتاب جو شرح لکيو.
(4) ان شرح تي وري علامہ مورخ عبدالله بن مرداد الحنفي المڪي (ت 1343هہ) حاشيا لکيا.
(5) علامہ ابراهيم بن بيري الحنفي المڪي (ت 1099هہ) "ارشاد القدير" جي نالي سان شرح لکيو.
(6) علامہ يوسف بن عبدالڪريم الانصاري المڪي (ت 1177هہ) وري ان کي نظم جو ويس ڍڪايو.
(7) انهيءَ منظومي جو شرح وري علامہ مصطفيٰ رحمتي (ت 1205هہ) لکيو جنهن جو نالو "شرح الطريق السالڪ علي زبدة المناسڪ" رکيائين.
(8) علامہ ابراهيم بن بيريءَ "منسڪ صغير" مان ڪجهہ مسئلا وٺي، هڪ رسالو لکيو جنهن جو نالو "التعبير المنير علي مواضع من المنسڪ الصغير" رکيائين. (اتي منسڪ صغير مٿان ٿيل ڪم جو تفصيل ختم ٿيو).

5. "غاية التحقيق ونهاية التدقيق في مسائل ابتلي بها اهل الحرمين الشريفين".

هن ڪتاب ۾ مصنف صاحب ٻڌايو آهي تہ: ڇا هڪ مذهب جو ماڻهو ٻئي مذهب رکندڙ پيش امام جي پويان نماز پڙهي سگهي ٿو يا نہ؟ ۽ جماعت سان بار بار هڪ هنڌ نماز پڙهي سگهجي ٿي يا نہ، ٽيپهري جو وقت ڪٿان شروع ٿئي ٿو الحمد امام جي پويان پڙهي سگهجي ٿو يا نہ، ڇا مسجد ۾ جنازي جي نماز پڙهي سگهجي ٿي يا نہ؟ وغيره وغيره.

6. "رسالة في حڪم الاقتداء بالمخالف".
7. "رسالة في ڪراهة تڪرار الجماعة".
8. "رسالة في تاييد القول بالعصر الثاني".

## وفات:

993هہ يا 994هہ 8 محرم الحرام جمعي جي ڏينهن منجهند جي وقت، محقق العصر شيخ رحمت الله سنڌي، الله جي رحمت ڏانهن انتقال ڪري ويو. الله تعاليٰ کان دعا آهي تہ سندس روح کي پنهنجي خاص رحمت ۾ رهائي.

## سندس جڳ مشهور تصنيف"المنسڪ المتوسط" بابت...:

هن ڪتاب جو نالو مصنف رحمة الله عليہ "لباب المناسڪ و عباب المسالڪ" رکيو جيڪو اڳتي هلي عالمن سڳورن ۾ "المنسڪ المتوسط" جي لقب سان مشهور ٿيو. هيءَ ڪتاب حج جي متعلق لکيل مصنف جي ٻين ٻن ڪتابن يعني "منسڪ ڪبير" ۽ "منسڪ صغير" جي وچ تي آهي، يعني منسڪ ڪبير کان ٿورو ۽ منسڪ صغير کان وڌيڪ هن ۾ مواد آهي.

"منسڪ متوسط" 962هہ ۾، "منسڪ ڪبير" کان 12 سال بعد لکيو جيڪو بغير شرح جي مطبع بولاق مصر ۾ 1287هہ ڌاري ڇپيو ۽ ان ئي سال علامہ علي قاري جي شرح سان پڻ ڇپيو.

## "منسڪ متوسط" جي اهميت ۽ مقام:

"المنسڪ المتوسط" جي اهميت جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو تہ ڪيترن ئي صاحب تاليف عالمن، هن ڪتاب کي پنهنجو مرجع بڻايو

آهي ۽ پنهنجي ڪتابن ۾ هن جا حوالا ڏئي، پنهنجي ڪتابن کي مضبوط ۽ معتبر بنايو آهي. مثلا:

● علامہ حصڪفيءَ "الدر المختار" جو مولف (ت 1088هہ) سٺن جاين تي هن ڪتاب جو نالو کڻي صراحةً حوالو ڏنو آهي.

● علامہ سيد محمد امين عابدين (ت 1252هہ) ڪتاب "ردالمحتار شرح الدر المختار" ۾ 192 جاين کان مٿي هن ڪتاب جو حوالو ڏيندي، ماڻهن ۾ مقبول ٻڌايو جيڪو اڄ تائين مفتين ۽ فقيهن لاءِ خاص مرجع آهي.

## "منسڪ متوسط" بابت عالمن جا رايا:

1. علامہ علي القاري هن ڪتاب جي شرح جي مقدمي ۾ لکيو آهي تہ "اجمع المناسڪ واخصر المسالڪ".
2. علامہ مورخ شيخ عبدالله مرداد الحنفي المڪي، علامہ شيخ رحمت الله درٻيلوي جي باري ۾ لکي ٿو تہ: حج جي احڪامن ۾ مصنف جي ٽنهي ڪتابن (منسڪ ڪبير، منسڪ متوسط ۽ منسڪ صغير) کي الله تعاليٰ ماڻهن ۾ مقبول عام ڪيو ۽ ماڻهن هنن مان خوب نفعو ماڻيو آهي، خاص ڪري "منسڪ متوسط" تہ تمام گهڻو مقبول ٿيو آهي. اسان جي عالمن سڳورن حج جي احڪامن تي تمام گهڻا ڪتاب لکيا آهن، پر جيتري ترجيح، اهميت ۽ شهرت هن ڪتاب کي ملي آهي، ايتري ڪنهن بہ ڪتاب کي نہ ملي آهي.
3. علامہ محقق شيخ حسين عبدالغني، "شرح القاري" جي حاشيي تي لکيو آهي تہ: تاليف ۾ احسن ۽ تقرير ۾ واضح ۽ تحرير ۾ مڪمل، علامہ سنڌي جي "منسڪ متوسط" کان ٻيو ڪهڙو ڪتاب ٿي سگهي ٿو.

مصنف رحمة الله عليہ هن ڪتاب کي "منسڪ ڪبير" کان مختصر ڪري لکيو آهي، جنهن ۾ هنن ڳالهين جو خاص خيال رکيو اٿس:

1. دليلن کي ذڪر نہ ڪيو اٿائين، جو ڪُيَ دليل هر ماڻهوءَ جي سمجهہ کان مٿي هوندا آهن.
2. روايتون، رايا ۽ نقل هن ۾ نہ آندا ويا آهن.
3. جيڪو مسئلو مصنف وٽ ترجيح وارو آهي، اهو ئي ذڪر ڪيو اٿس.

4. هڪ مسئلي ۾ چند روايتون آهن، ته شروعات ان روايت سان ڪئي اٿس، جيڪا وٽس ترجيح واري آهي.
5. حج جا گهٽي ۾ گهٽ احڪام ۽ مسئلا ذڪر ڪيا اٿس، جنهن ڪان اڪثر ڪري مختصر ڪتاب خالي هوندا آهن.

## "منسڪ متوسط" جا شرح:

1. علامہ محدث ملا علي قاري (ت 1014هہ) هن ڪتاب جو شرح لکيو جنهن جو نالو رکيائين "المسلڪ المتقسط في المنسڪ المتوسط". ملا علي قاري جي انهيءَ شرح تي ڪيترن عالمن حاشيا لکيا آهن. مثلاً:
   - حاشية المعلامة يحيي بن محمد صالح الحباب المڪي.
   - حاشية العلامة حسين بن محمد سعيد بن عبدالغني المڪي الحنفي (ت 1366هہ) جيڪو "ارشاد الساري" جو نالي سان مشهور آهي.
2. علامہ فقيہ حنيف الدين ابن القاضي عبدالرحمان المرشدي الحنفي (ت 1067هہ) بہ هن ڪتاب جو شرح لکيو.
3. محقق علامہ شيخ عبدالله بن الشيخ حسن العفيف الڪازروني بہ هن جو شرح لکيو 1102هہ ۾ هي زنده هو سندس وفات جي تاريخ معلوم ٿي نہ سگهي آهي.
4. علامہ قاضي عيد بن القاضي محمد الانصاري المڪي الحنفي (ت 1143هہ) بہ هن تي شرح لکيو جنهن جو نالو "خلاصة الناسڪ" رکيائين.

## منسڪ متوسط جا اختصار:

1. علامہ ملا علي قاريءَ هن جو اختصار ڪيو جنهن جو نالو رکيائين "لب لباب المناسڪ وحب عباب المسالڪ". انهيءَ اختصار جا بہ شرح اسان کي معلوم ٿيا آهن:
   - خود ملا علي قاري انهيءَ جو شرح لکيو.
   - شيخ محمد طاهر سنبل (ت 1218هہ) ان جو شرح لکڻ شروع ڪيو هو پر پورو نہ ڪري سگهيو. ان جي تڪميل جو سعيو شيخ طاهر سنبل جي شاگرد شيخ عبدالحفيظ عجيمي (ت 1245هہ) ڪيو پر اهو بہ پورو نہ ڪري سگهيو صرف "باب الحج عن الغير" تائين پهتو.

2. علامہ فقير عبدالله العفيف بہ اختصار ڪيو جنهن جو نالو رکيائين. "بغية الناسڪ" پوءِ ان جو پاڻ ئي شرح لکيائين، جنهن جو نالو رکيائين "اقرب المسالڪ".
3. سيد يحي مؤذن ابن العلامة السيد محمد بن جعفر بن سعدالله، مسجد الحرام جي مؤذن ۽ خطيب (1260هہ) بہ هن ڪتاب جو اختصار ڪيو جنهن جو نالو "جواهر لباب المناسڪ" رکيائين، بعد ۾ پاڻ ئي ان جو شرح لکيائين، جنهن جو نالو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي.

**مضمون لاءِ مددي ڪتاب:**

1. مقدمہ "لباب المناسڪ وعباب المسالڪ المشهور المنسڪ المتوسط" — ط — دار قرطبة، بيروت لبنان. 1241هہ
2. تذڪره مشاهير سنڌ (ڀاڱو پهريون) ط۔ سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو/ حيدرآباد سنڌ 1985ع
3. "زادالمتقين في سلوڪ طريق اليقين"، شيخ محدث عبدالحق دهلوي رح ط ۔ الرحيم اڪيڊمي ڪراچي.
4. "مخدوم محمد جعفر بوبڪاني ۽ ان جا علمي ڪارناما" (پي ايچ ڊي) مولانا ڊاڪٽر عبدالله ڪوسو بلوچ بحوالہ فقهاءِ هندج 3 – "اذڪار ابرار" اردو ترجمو: "گلزار ابرار"۔"اخبار الاخيار"۔"طرب الاماثل بتراجم الافاضل" وغيره.

٢

# شمس الاطباء حڪيم شمس الدين احمد

## آزاد قاضي

سنڌ جو نالي وارو طبيب، حڪيم شمس الدين احمد ويهين صديءَ واري سنڌ جو هڪ وڏو نالو هو جنهن جي هنڌين ماڳين هاڪ هوندي هئي. حڪيم صاحب محنت ۽ اورچائي سان يوناني طب کي وڏايو ۽ اوج تي پهچايو. چوندا آهن ته "ماڻهوءَ ماڻهوءَ سُڀ هوندو آهي." حڪيم صاحب جو به پنهنجو سُڀ هو انڪري سنڌ اندر يوناني طب به حڪيم صاحب جي دم سان زنده رهيو، وڌيو ۽ ويجهيو. حڪيم صاحب سرڪوڙيو ته سنڌ اندر يوناني طب به پورو ٿي ويو. طب جي واڌاري لاءِ حڪيم صاحب هڪ اداري وارو ڪم سرانجام ڏنو پئي.

### خانداني پس منظر:

حڪيم شمس الدين احمد جا وڏا انصار خاندان جا هئا. جيڪي حجاز مان سنڌ ۾ آيا هئا. "ڪلهوڙن جي دور ۾ سندن وڏن کي جاگير مليل هئي، جا نوشهري فيروز ۾ ناروشاهه جي وچ ڏاري" مولهڻ ڳوٺ جي آس پاس هئي، پر جيئن ته پاڻ ننڍيءَ عمر ۾ وطن کي خيرباد چئي مڪي مڪرمه هجرت ڪري هليا ويا ۽ پويان خاندان جو ڪو بيو ماڻهو سنڀال لاءِ نه هو تنهنڪري اها جاگير ضايع ٿي ويئي." (1)

سندن وڏو ڏاڏو مولانا حبيب الله پنهنجي ننڍي پاءُ ميان محمد عثمان، جنهن جي ان وقت 9_10 سال عمر هئي، ان سان گڏ نوشهري فيروز مان هجرت ڪري مڪي شريف وڃي رهيو. "اتان پاڻ مولوي محمد عثمان يمن ۾ وڃي حضرت علامه شوڪاني جا شاگرد ٿيا ۽ بلاواسطه سندن تلامذت جو شرف حاصل ڪيائون. تڪميل تعليم ڪانپوءِ، پاڻ 47 ورهين جي عمر ۾ سنڌ ڏانهن واپس آيا ۽ هتي اچي متاهل زندگي اختيار ڪيائون. واپس ٿيڻ تي ميان مولوي حاجي محمد عثمان نوشهري فيروز کان هڪ ميل اوير

طرف "ڪاهي راهو" جي ڳوٺ ۾ سڪونت پذير ٿيا. جتي پاڻ تعليم جوسلسلو جاري رکيائون ۽ ان سان گڏ معاش ۽ روزگار لاءِ اناج جو واپار ڪندا رهيا." (2) "اتي نوشهري فيروز جا قاضي خاندان سندن تعليمي حلقي ۾ داخل ٿيا ۽ آخرڪار پنهنجي انهن ئي (نوشهرائي قاضين) شاگردن جي مجبور ڪرڻ تي پاڻ نوشهري فيروز ۾ اچي رهيا ۽ باقي زندگيءَ جو وقت نوشهري ۾ ئي گذاريائون. تقريباً 1875ع ڌاري وڏي عمر ۾ وفات ڪيائون." (3)

مولانا محمد عثمان کي پنج پٽ، مولانا عبدالڪريم، مولانا عبدالحميد، حافظ عبدالله جي عمر نوَ-ڏهہ سال هئي ۽ عبدالواحد جي اڍائي سال. انهيءَ ڪري هي ٻئي عربي تعليم حاصل نہ ڪري سگهيا. باقي مولانا عبدالڪريم ۽ عبدالحميد وقت جا نهايت زبردست عالم ٿي گذريا آهن.

مولانا عبدالڪريم پنهنجي والد محمد عثمان ۽ مولانا عبدالقادر پنهواريءَ واري وٽ پڙهيو. نهايت ذهين ۽قوي الحافظ هو. پاڻ هڪ وڏو ڪتب خانو بہ قائم ڪيائين. تقريباً 1905ع ڌاري ٺارو شاهہ ۾ وفات ڪيائين."

مولانا عبدالڪريم توڙي مولانا عبدالحميد ٻنهي بزرگن شادي نہ ڪئي، تنهنڪري بي اولاد گذاري ويا. "مولانا عبدالڪريم وفات وقت شرعي هدايتن موجب، ڪتب خاني جو ٽيون حصو پنهنجي هڪ سيد شاگرد خوش محمد شاهہ جي حوالي ڪري ڇڏيو. باقي بہ حصا سندن ٻن ڀائرن قاضي عبيدالله ۽ قاضي عبدالواحد کي ورهاست ۾ آيا." (4) قاضي عبيدالله کي ميان عبدالحڪيم، ميان نورالدين،ميان شمس الدين ۽ فضل الله نالي چار فرزند ٿيا. قاضي فضل الله سياست ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪيو ۽ 1950ع ۾ سنڌ جو وزيرا علي ٿيو. قاضي عبيدالله جو ٽيون نمبر فرزند شمس الدين احمد 1312هہ/ 1894ع تي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. (5) قاضي عبيدالله 23 جون 1939ع تي وفات ڪئي.

## ننڍ پڻ ۽ تعليم:

حڪيم شمس الدين جو ننڍپڻ عام ٻارن جيان ڳوٺ ۾ ئي گذريو. سندس ٻن وڏن ڀائرن ميان عبدالحڪيم ۽ ميان نورالدين کي انگريزي

---

مولانا عبدالڪريم جي مزار ٺارو شاهہ ۾ نو لکي واهہ جي الهندي ڪناري واري مشهور مقام ۾ واقع آهي. مهراڻ مشاهير نمبر، ص 19.

پڙهائڻ لاءِ سنڌ مدرسة السلام ڪراچيءَ ۾ داخل ڪرايو ويو هو. سندس والد کي پاڻرن پاران خانداني ڪتب خاني مان جو ڪتابي حصو مليو هيو.(*) تنهن کي ڪار آمد ڪرڻ واري ضرورت جي مد نظر "ٽئين نمبر فرزند حڪيم شمس الدين کي عربي پڙهڻ لاءِ وهاريائون." (6) ان دور ۾ جيئن تہ ديني مدرسن ۾ بين علمن سان گڏ ذاتي ضرورتن جي حد تائين ديسي طبي علم پڻ سيکاريو ويندو هو. جنهن کي بنياد بنائي جيڪڏهن ڪو وڌيڪ يوناني طب جو حصول ضروري سمجهندو هو تہ ڪري سگهندو هو. حڪيم شمس الدين پڻ عربي علم ڪان فارغ التحصيل ٿيڻ بعد دهليءَ طرف رخ رکيو جتي مسيح الملڪ حڪيم اجمل خان جي طبيہ ڪاليج ۾ 1906 ڪان 1911ع تائين علم طب جي تڪميل ڪيائين. ۽ پوءِ مسيح الملڪ جي خواهش تي اتي ئي پڙهائڻ شروع ڪيائين. پاڻ مسيح الملڪ حڪيم اجمل خان جي انتهائي قريبي ۽ با اعتماد شاگردن ۾ شمار ٿيندو هو. طبيہ ڪاليج دهلي ۾ پڙهندڙ حڪيم شمس الدين جي هم عصر حڪيم رحيمداد جو چوڻ آهي تہ "حڪيم صاحب حڪيم اجمل خان جي نهايت بااعتماد ۽پيارن شاگردن مان هو. ايتريقدر جو حڪيم اجمل صاحب جڏهن بہ ڪنهن معزز شخصيت جي علاج لاءِ حاويليءَ تي سڏايو ويندو هو. تڏهن پاڻ حڪيم شمس الدين کي ئي ساڻ وٺي ويندو هو." (7)

حڪيم شمس الدين 1918ع تائين مسيح الملڪ جي طبيہ ڪاليج ۾ پڙهائيندو رهيو. 1919ع ڪان برصغير ۾ نيم مذهبي ۽نيم سياسي هلچل خلافت تحريڪ شروع ٿي تہ ساڳئي سال حڪيم شمس الدين وطن واپس وريو ۽ اچي ڪراچيءَ ۾ مطب کوليائين، جتي 1923ع تائين رهيو. چيو وڃي ٿو تہ "ڪراچيءَ جي گهميل هوا کيس راس نہ آئي ۽مستقل طور نزلہ ۽ زڪام رهڻ لڳو ان ڪري 1924ع ۾ هن پنهنجو شفاخانو حيدرآباد ڏانهن منتقل ڪيو." (8)

حڪيم صاحب جي ڪراچيءَ ڪان حيدرآباد منتقل ٿيڻ ۾ ٿي سگهي ٿو. تہ ڪجهہ موسم جو بہ دخل هجي، پر رڳو اها ڳالهہ ڪو نہ هئي، منهنجي خيال ۾ حڪيم شمس الدين جو دهليءَ ڪان واپس ٿيڻ وقت حيدرآباد ۾ رهڻ بجاءِ، ڪراچيءَ ۾ رهڻ وارو فيصلو خلافت تحريڪ سبب

---

(*) ان خانداني ڪتب خاني جا ڪيترائي ناياب ڪتاب آخري عمر ۾ حڪيم شمس الدين سنڌ يونيورسٽي لائبريريءَ کي هديہ طور ڏيئي ڇڏيا. مهراڻ سوانح نمبر، ص 20.

ٿي هيو ان ڪري اها تحريڪ جڏهن زوال پذير ٿي رهي هئي. تڏهن حڪيم صاحب دل برداشت ٿي حيدرآباد واپس ورڻ ٿي بهتر سمجهيو هوندو.

## سياست ۾ دلچسپي:

هندستان ۾ هليل خلافت تحريڪ جيتوڻيڪ سياسي مقصدن لاءِ هلائي ويئي هئي، پر اها بنيادي طور مذهبي تحريڪ هئي ان ڪري ان جا مرڪز مسلمانن جا مدرسا ۽ مسجدون هيون. حڪيم شمس الدين جيئن ته مسيح الملڪ حڪيم اجمل واري مرڪز سان لاڳاپيل هو ۽ حڪيم اجمل خان جو خلافت تحريڪ ۾ اهم ڪردار هو ان ڪري حڪيم شمس الدين جو ان تحريڪ سان لاڳاپجڻ لازمي هو. ان ڪانسواءِ اُن ميدان ۾ گهڙڻ لاءِ کيس خانداني ورثي پڻ چڪ ڪئي هوندي. حڪيم شمس الدين جو وڏو ڏاڏو مولوي محمد عثمان، جنهن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي، جيڪو ستيتاليهه ورهين جي عمر ۾ سنڌ واپس آيو هو. ان جا سنڌ ۾ رهائش دوران پير صبغت الله پاڳاري جي خاندان سان چڱا تعلقات ٿي ويا هئا. چيو وڃي ٿو ته "پير صاحب پاڳارا ديني نقطہ نظر ڪان روشن خيال ۽ سياسي نقطہ نظر ڪان آزاديءَ جا علمبردار هئا. انهيءَ ڪري سندن آزاديءَ جي منصوبن ۽ تحريڪن ڪان مولوي حاجي محمد عثمان ڪافي متاثر هو."(9)

سيد احمد شهيد ۽ مولانا محمد اسماعيل پاران سکن خلاف جهاد شروع ڪرڻ واري دور ۾ لڙائيءَ هلندي "جڏهن سنڌ مان پير پاڳاري صاحب پاران انهيءَ تحريڪ جي مدد طور مجاهدن جا دستا موڪليا پئي ويا، تڏهن انهن مان هڪ دستي ۾ ميان حاجي محمد عثمان صاحب پڻ شامل هو." (10)

حڪيم شمس الدين ان خانداني پس منظر ۽ علم جي حصول لاءِ مدرسن واري تعليم ۽ پوءِ مسيح الملڪ سان لاڳاپيل رهڻ سبب 1919ع ۾ هليل خلافت تحريڪ ۾ وڏي شوق سان حصو ورتو. سندس ڪراچيءَ ۾ قائم ڪيل مطب تحريڪ خلافت جي مرڪز طور ڪم ڏيندو هو. پاڻ سنڌ ۾ هند "خلافت ڪميٽيءَ" جي ڪيترن ئي عهدن تي فائز رهيو. سائين جي ايم سيد لکيو آهي ته "هڪ وقت پاڻ صوبي سنڌ خلافت ڪميٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري پڻ رهيو."(11) ان ڪري خلافت تحريڪ سنڌ کي تحرڪ ۾ رکڻ ۽ مختلف شهرن ۾ خلافتي ميڙاڪن ڪرائڻ ۾ سندس هٿ

هوندو هو. ان سلسلي ۾ پاڻ خلافتي ضرورتن موجب ڪيترائي ڪتابڙا پڻ شايع ڪرايائين.

ان دور ۾ ترڪ خليفي خلاف "مولانا عبدالڪريم "تحقيق خلافت" (نالي ڪتابڙو) لکي انگريزن کي جائز حاڪم ٺهرايو هو ۽ "امن سپائي" عالمن انهيءَ تي صحيحون ڪيون (هيون) حڪيم صاحب، مولوي صاحب جي خلاف ۽ خلافت جي حق ۾ لکندو هو." (12)

خلافت تحريڪ 1923ع تائين سڄي هندستان ۾ وڏي زور شور سان هلي، جنهن ۾ هر لحاظ کان وڏي ۾ وڏو حصو سنڌ ئي ورتو. آخرڪار 1923ع ڌاري ترڪيءَ ۾ انقلاب آندو ويو جنهن جي نتيجي ۾ اتاترڪ حڪومت جون واڳون سنڀاليون ۽ ترڪيءَ ۾ خلافت جو خاتمو ٿيو. اهڙي ريت خلافت تحريڪ پوري ٿيڻ تي 1924ع ۾ حڪيم شمس الدين به ڪراچيءَ مان ڪوچ ڪري حيدرآباد جي ڪوڪر محلي ۾ اچي خيما کوڙيا. بعد ۾ سنڌس سمورو توجهه مختلف حوالن سان سنڌ ۾ طب جي فروغ طرف نظر اچي ٿو.

حيدرآباد ۾ آستانو اڏڻ سان ڪجهه عرصو ڪوڪر محلي ۾ رهڻ کانپوءِ گدو روڊ تي واقع يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس واري بلڊنگ ۾ پنهنجي طبي ڪمپني جو بنياد وجهي عوام جي خدمت ڪرڻ شروع ڪئي. يوناني طب جي سلسلي ۾ حڪيم صاحب جي حقيقي خدمتن جي اتان ئي شروعات ٿئي ٿي. هن اوائل ۾ لڳ لاڳاپي وارن طبيبن معرفت سنڌ جي مختلف شهرن ۾ طبي جماعتون قائم ڪرائي انهن کي "سنڌ پروانشل طبي ائسوسيئيشن" ۾ تبديل ڪيو. ان ايسوسيئيشن جي سهڪار سان هن طب يونانيءَ جي ڦهلاءَ ۽ طبيبن جا هڪ ٻئي ۾ لاڳاپا وڌائڻ ۽ عوام کي طبي سهوليتون پهچائڻ لاءِ 1938ع کان "الطبيب" نالي ماهوار رسالو جاري ڪيو. جنهن ۾ عام ماڻهن لاءِ لاڳاپيل طبي مواد مُهيا ڪيو ويندو هو. ان سان گڏوگڏ سنڌ جي يوناني طبيبن کي يڪجا ڪرڻ ۽ سرڪار جو انهن جي مسئلن طرف ڌيان ڇڪائڻ واري مقصد سان سنڌ جي طبيبن جي گڏجاڻي 16 اپريل 1938ع تي، ان مقصد سان سڏايائين ته جيئن سرڪار جو ان طرف ڌيان ڇڪائي سگهجي. ان سلسلي ۾ پاڻ جن مخير حضرات کان سهڪار ورتائين. انهن ۾ پير حسام الدين راشدي ۽ سائين جي ايم سيد جو نالو نمايان نظر اچي ٿو. ان سلسلي ۾ پير صاحب کي 7 اپريل 1938ع تي هڪ خط ۾ لکي ٿو:

"اوهان جي خدمت ۾ هيٺيان عرض آهن، تن سڀني جي ازراه ڪرم پوراٽي ڪندا.

جناب شاهه صاحب، سيد غلام مرتضيٰ جي خدمت ۾ 16 اپريل 1938ع تي صدارت لاءِ هر وقت ياد ڏهاني.

1. شاهه صاحب جي خطبه صدارت جو لکڻ.
2. پنهنجي طرفان ڪو عمدو مضمون طبيبن جي حالت ۽ سنڌن آئينده ترقيءَ تي.
3. "ستارهٔ سنڌ" ۾ ڪي مسلسل مضمون في الحال ته ڪانفرنس لاءِ.
4. ڪانفرنس جي اعلان ۽ چڱي نموني اعلان لاءِ اخبار "سنڌ آبزرور" جي تحريڪ موثر نموني ۾. (13)

حڪيم صاحب جي ڪوشش سان آخرڪار سنڌ جي حڪيمن جو اهو ميڙاڪو 16 اپريل 1938ع تي منعقد ٿيو جنهن ۾ مصروفيتن سبب سيد صاحب ڪو لکيل مواد تي ڪو نه پڙهيو البت پاڻ في البديهه ڪجهه ڪلمات چيائون، جن بابت حڪيم صاحب پاران 3 مئي 1938ع تي سيد صاحب کي لکيل هيٺين خط مان معلومات ملي ٿي. حڪيم صاحب لکي ٿو: "اسان جي ڪانفرنس جي رپورٽ تيار ٿي رهي آهي، ان ۾ اوهان جي صدارتي ائڊريس جي مضمون جي سخت ضرور آهي. اسين ته اوهان جي مختصر نوٽن جي بنا تي ڪجهه ڪٽي لکنداسين پر اوهان جي لکڻ ۽ اسان جي لکڻ ۾ وڏو فرق ٿيندو. مان سمجهان ٿو ته اوهين بيحد عديم الفرست به آهيو پر ڪلاڪ اڌ به وقت ڪڍي اسان جي هن درخواست تي توجهه ڏيڻ فرمائيندا ته انشاءَ الله اسان جو ڪم ٿي ويندو. هي به گذارش آهي ته جو ڪجهه موڪلي سگهو، سو جلد موڪلڻ جي مهرباني ڪندا. اسان ڪانفرنس جا ٺهراءَ سنڌ سرڪار کي موڪلي ڏنا آهن. وزارت جو ان بابت ڇا ڪجهه ڪرڻ جو ارادو آهي، ۽ اوهان جون اسان جي ان تحريڪ بابت ضرور وزير صاحب سان خانگي ڳالهيون ٿيون هونديون. سنڌن ڇا خيال آهي: ان بابت اوهان کي جيڪا ڪجهه معلومات هجي، تنهن کان اسان کي واقف فرمائي احسانمند ڪندا. اسان کي وڌيڪ ڇا ڇا ڪرڻ گهرجي، ان بابت به اوهان جي هدايتن جي اسان کي سخت ضرورت آهي.

اوهان جي جيڪا اسان سان همدردي رهي آهي، ان جي ڀروسي تي اسان کي اوهان جي مدد، رهبريءَ ۽ ڪوشش جي وڏي اميد ۽ آسرو آهي." (14)

حڪيم صاحب جون اهي مٿي ذڪر ڪيل ڪوششون ئي هيون جن جي بنياد تي 1960ع ۾ سنڌ جي يوناني طبيبن جي آل سنڌ ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن جي صدارت ان وقت جي وزير صحت مسٽر نيچلداس وزيراڻي ڪئي.

سنڌ واسين جون طبي ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ حڪيم صاحب طبي ايسوسيئيشن جي سهڪار سان "طبيب" نالي رسالو جاري ته ڪيو پر ٽن سالن اندر سندس طبيعت خراب ٿي پيئي، ته پاڻ ڪجهه عرصي لاءِ سنڌ کان ٻاهر هليو ويو. پر ان کان اڳ طبيب جو ڪم ٻين جي حوالي ڪري ويو ته جيئن طبيب باقاعدگيءَ سان هلندو ۽ سنڌ وارن جون ضرورتون پوريون ڪندو رهي پر اهو ڪم ٻين کان ٿي ڪو نه سگهيو. ڇاڪاڻ ته سياڻن چيو آهي ته "دل جليو ئي ڪم ڪندو آهي." رسالو حڪيم صاحب کانپوءِ ٻيا هلائي نه سگهيا. ٿي سگهي ٿو ته ان ۾ تبديل ٿيندڙ ملڪي حالتن جو پڻ عمل دخل هجي. بهرحال "طبيب" 1953ع تائين ڪو نه نڪتو. جولاءِ 1953ع ۾ حڪيم صاحب خاص دلچسپي وٺي رسالي کي نئين سر جاري ڪرايو. ان پرچي جي پهرين اشاعت ۾ رسالي جي اهميت ۽ ضرورت جو ذڪر ڪندي لکيو اٿس "يوناني طب جون ضرورتون حد کان وڌي ويون آهن، ۽ تيون حالتون بي حد ڏکيون ۽ پيچيده ٿي ويون آهن ۽ اسان جي صوبي سنڌ ۾ طب جي اشاعت ۽ يوناني طبيبن جو آواز پبلڪ يا سرڪار تائين پهچائڻ تمام ضروري آهي. ان ڪري رسالہ "طبيب" کي وري زنده ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو." (15) هن پيري حڪيم صاحب رسالي جي اهميت ۽ ضرورت جي مدنظر اڳ وانگر رسالي کي ڪنهن طبي جماعت (شاخ) جي حوالي ڪرڻ بجاءِ پنهنجو پاڻ جاري ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

ان ڳالهه جي مد نظر نومبر 1953ع واري "طبيب" ۾ لکيو ويو: "سنڌ سرڪار فيصلو ڪيو آهي ته هو يوناني طبيبن ۽ يوناني طب جي سرپرستي ڪري، هينئر اهڙو نازڪ وقت آهي جو جيڪڏهن طبيبن ۾ ٻڌي، اتفاق ۽ انتظام نه هوندو ته شايد سرڪار کان پوري طرح حق حقوق حاصل نه ڪري سگهن... ان لاءِ سنڌ جي سيني طبيبن گڏجي حڪيم شمس الدين احمد جي صدارت هيٺ آل پاڪستان يوناني ۽ آيرويدڪ طبي ڪانفرنس جي سنڌ ۾ شاخ قائم ٿي رهي آهي، جنهن ۾ هر هڪ طبيب شامل ٿيو آهي. ۽ ڪوشش ٿي رهي آهي ته سنڌ جو ڪو به طبيب انهيءَ ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ کان محروم نه رهي."(16). اهڙي طرح حڪيم صاحب سيني يوناني

حڪيمن جي حقن جي حاصلات لاءِ سنڌ ۾ "آيرويدڪ طبي ڪانفرنس" سڏائي، ان جو "آل پاڪستان آيرويدڪ ڪائونسل" سان الحاق ڪرايو. جيڪا اڳتي هلي 1965ع واري ايڪٽ تحت قائم ٿيل "يوناني، آيرويدڪ ۽ هوميوپيٿڪ بورڊ" جو حصو بڻي، حڪيم صاحب سنڌ اندر يوناني طب جي ڪرندڙساک جو جيڪو اونو هيو ان ڳالهه جو اندازو نومبر 1953ع واري "طبيب" جي هيٺين اداريي مان لڳائي سگهجي ٿو. جنهن ۾ لکيو ويو آهي تہ "اسان جي سنڌ ۾ بين صوبن وانگر يوناني طب جي پڙهائڻ لاءِ ڪو ڪاليج بہ ڪو نہ هو ان ڪري وڏو انديشو هو تہ اڳتي هلي اٺن ڏهن سالن اندر يوناني طب جو خاتمو ٿي ويندو. ان ڪري حڪيم شمس الدين صاحب وڏي ڪوشش وٺي حيدرآباد سنڌ ۾ يوناني طب پڙهائڻ ۽سيکارڻ لاءِ "طبي ڪاليج" جو بنياد وڌو آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ سان انهيءَ ڪاليج کي الحاق ڪرڻ جي ڪوشش ٿي رهي آهي." (17)

حيدرآباد ۾ قائم ڪيل ان سنڌ طبيہ ڪاليج جو حڪيم شمس الدين کي پرنسپل مقرر ڪيو ويو. طبيہ ڪاليج کولائڻ لاءِ ماحول ناهڻ ۽ بنيادي ڪوششون وٺڻ جي سلسلي ۾ حڪيم شمس الدين شروعات ۾ "سنڌ طبيہ ڪاليج ايسوسيئيشن" برپا ڪرائي ۽ ان ئي پليٽ فارم تان پوءِ طبيہ ڪاليج وجود ۾ آيو هو. ان ايسوسيئيشن جي پهرين انتظامي ڪميٽي هيٺين ماڻهن تي مشتمل هئي.

صدر: رئيس غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي ايم ايل اي.
جنرل سيڪريٽري: قاضي احمد محمد وڪيل
باني ميمبر: حڪيم شمس الدين احمد
شيخ خورشيد احمد ايم ايل اي
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو
مخدوم امير احمد پرنسپل اورينٽل ڪاليج حيدرآباد (18)

طبيہ ڪاليج جي پهرين سال وارن استادن جي نالن جي لسٽ ڏسڻ سان اندازو ٿئي ٿو تہ حڪيم شمس الدين سنڌ ۾ يوناني علاج واري طريقي کي ڪيڏي نہ اعليٰ معيار تي رائج ڪرڻ جو خواهان هو.

سنڌ طبيہ ڪالج جي اوائلي عملي ۾ هيٺيان سند يافتہ استاد حڪيم شامل ڪيا ويا هئا.

(1) حڪيم مولوي محمد ادريس صاحب مستند طبيہ ڪاليج دهلي.
(2) حڪيم مولوي افضل احمد صاحب فاضل الطب و الجراحت طبيہ ڪاليج دهلي.
(3) حڪيم انور سعيد صاحب ڪامل الطب و الجراحت طبيہ ڪاليج دهلي.
(4) حڪيم محمد سميع الله خان، بي يوني ايس عليگ
(5) حڪيم سردار محمد خان، ڪامل الطب و لجراحت طبيہ ڪاليج دهلي
(6) حڪيم محمد بشير الدين صاحب، جامع طبيہ ڪاليج دهلي.
(7) حڪيم مظفر حسين صاحب تڪميل الطب ڪاليج لکنئو
(8) حڪيم نسيم الدين صاحب، فاضل الطب والجراحت دهلي.(19)

سنڌ طبيہ ڪاليج برپا ڪرائڻ کانپوءِ حڪيم شمس الدين اها ڪوشش بہ ورتي تہ ان ڪاليج جو باضابطہ طور سنڌ يونيورسٽيءَ سان الحاق ڪرايو وڃي. طبيہ ڪاليج جي سنڌ يونيورسٽيءَ سال الحاق ڪرائڻ وارين ڪوششن سان گڏوگڏ حڪيم صاحب اها پڻ ڪوشش ورتي تہ "آيرويدڪ طبي ڪانفرنس" جي سنڌ ۾ شاخ قائم ڪئي وڃي تہ جيئن سنڌ جا طبيب پنهنجي حقن حاصل ڪرڻ لاءِ اتحاد ۽ اتفاق جو مظاهر ڪري سگهن. ان سلسلي ۾ گڏيل آواز اٿارڻ واري ضرورت کي محسوس ڪندي حڪيم صاحب 2 مئي 1953ع تي سنڌ جي مختلف طبي جماعتن جي نمائندن کي دعوت ڏيئي پنهنجي جاءِ تي طبي ڪنوينشن ڪوٺايو. ان ۾ جيڪي رٿون ٺهرايا اتفاق راءِ سان بحال ڪيا ويا. اهي جنرل سيڪريٽري معرفت سرڪار ڏانهن موڪليا ويا. جن ۾ سرڪار کي سهڪار ۽ سرپرستيءَ لاءِ سفارشون موڪليون ويون.

هئي مرحلي طور ڪاليج جي يونيورسٽيءَ سان الحاق لاءِ اهڙيون ڪوششون ڪرڻ جي نتيجي ۾ 26 ڊسمبر 1953 تي سنڌ يونيورسٽيءَ، طبيہ ڪاليج کي پاڻ سان الحاق ڏيڻ لاءِ هڪ ڪميشن مقرر ڪئي، جنهن ڪاليج جو دورو ڪري، لائبريري ۽ ليباريٽريءَ سان گڏوگڏ هئي گهربل رڪارڊ جي پڻ چڪاس ڪري، اطمينان جو اظهار ڪيو. اها ڪاميٽي ڊاڪٽر ڪرنل شيخ نور محمد صاحب بهادر سول سرجن حيدرآباد پروفيسر شيخ ۽ جناب غلام مصطفيٰ خان تي مشتمل هئي." (20) ان ڪميٽيءَ پاران

ڪاليج جي فائدي ۾رپورٽ اچڻ ڪانپوءِ سنڌ طبيہ ڪاليج جو باضابطہ طور سنڌ يونيورسٽيءَ سان الحاق ڪيو ويو.

جيتوڻيڪ حڪيم صاحب جو خيال هيو تہ طبي ڪمپنيءَ کي ٽرسٽ ۾ تبديل ڪيو وڃي، جنهن کي ست نياڻيون جن مان ڪي ان وقت ڊاڪٽري پڙهي رهيون هيون، ۽ عزيز فلاحي اداري طور هلائين ۽ڪاليج کي استقامت بخشڻ لاءِ يونيورسٽيءَ سان لاڳاپيو وڃي تہ جيئن ڪاليج ترقي ڪندو رهي ۽حڪيمن کي مستقل طور فائدو ملي سگهي، پر افسوس جوائين ٿي ڪو نہ سگهيو. ڇاڪاڻ تہ ٽرسٽ جي معاملي ۾ سندس نياڻين ڪائي دلچسپي نہ ورتي. ڪاليج جو يونيورسٽي سان الحاق تہ ٿيو پر حڪيم صاحب جي شاگرد حڪيم دين محمد چانڊيو جيڪو طبيہ ڪاليج جي پهرين ڪيپ مان آهي،) جي چوڻ موجب ڪاليج جي يونيورسٽيءَ سان الحاق ٿيڻ ۽ حڪيم صاحب جي پوڙهي ٿيڻ ڪري ڪاليج جو انتظام ڪمزور ٿيندي ٿيندي اهڙو ٿيندو ويو جهڙو سرڪاري ادارن جو اڄ تائين هلندو پيو اچي. ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ يونيورسٽيءَ سان لاڳاپجڻ ئي هن ڪاليج جي بربادي جو سبب بڻيو. ڇاڪاڻ تہ پوءِ ذاتي دلچسپيءَ وارو عمل دخل ختم ٿي ويو. حڪيم صاحب ڪانپوءِ تہ ان ڪاليج تي ٻاهران هندستان کان آيل قابض ٿي ويا. جن ڪاليج سان وابستہ حڪيم صاحب جي هر ياد کي برباد ڪري ڇڏيو. ان ڪري اڄ حڪيم صاحب جو ڪاليج ۾ ڪو نالو نيشان ئي نظر ڪو نہ ايندو.

## حڪيم صاحب جي شخصيت:

سنڌ جو هر امير گهراڻو حڪيم شمس الدين جي عالمانہ علاج جو محتاج هوندو هو. مشهور شاعر ۽ حڪيم، نياز حسين همايوني جو چوڻ آهي تہ "سندس طبي لياقتن جي ڪري حڪيم ڪبيرالدين بہ هن جو مداح بڻجي پيو." نہ رڳو ايترو پر چون ٿا تہ " هڪ دفعي حڪيم اجمل خان دهليءَ مان سنڌ جي ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي علاج لاءِ آيو تہ انهيءَ کي چيائين، جنهن صورت ۾ حڪيم شمس الدين جهڙو طبي عالم سنڌ ۾موجود آهي، تہ اوهان ڇا لاءِ تا تڪليف ڪري مون وٽ اچو." (21) حڪيم صاحب طبي علم ۾ ماهر هئڻ ڪانسواءِ عالم دين پڻ هيو. سندس قريبي عزيز حڪيم شبير احمد جو چوڻ آهي تہ هڪ پيري ڪو شخص سندس وٽ آيو ۽ چيائين تہ "مون کي ويسر ٿي پيئي آهي ان جو ڪو علاج ڏسيو." حڪيم

صاحب ان شخص کان ڪمن ڪارين جي سلسلي ۾ مختلف سوال ڪيا ۽ پوءِ ڪيس چيو تہ "اوهان کي اها ڪا بيماري ڪانهي پر هڪ ٿي وقت گهٽڻ ڪمن کي ذهن تي سوار ڪرڻ جو نتيجو آهي، ايئن چئي حڪيم صاحب پنهنجي ڳالهہ کي تقويت وٺائڻ لاءِ ڪنهن حديث جو حوالو ڏنو. ان شخص ضد ڪندي اها ڳالهہ قبول نہ ڪئي ۽ بحث ڪرڻ لڳو. ان وقت حڪيم صاحب وڏي عمر جو ٿي ويو هو ۽ کٽ تي ليٽيو پيو هو. مريض جي ضد ڪرڻ تي، چڙ مان اٿندي ڪيس چيائين "ميان اڳ ۾ حڪيم شمس الدين سان پيو ڳالهائين هاڻ مولوي شمس الدين سان ڳالهاءِ" ايئن چئي مون کي چيائين تہ حديث جو فلاڻو ڪتاب کڻي آءِ. آءٌ اهو کڻي آيس تہ ان شخص کي حديث کولي ڏيکاريندي چيائين تہ هر ڪم ۾ محتاط رهڻ جي هدايت ٿيل آهي." سندس ان علمي قابليت سبب، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ۽ مولانا دين محمد وفائي جهڙا عالم پڻ علمي گفتگو ڪرڻ لاءِ سندس وٽ ايندا هئا.

## طبي ڪمپني ۽ اشاعتي سلسلا:

حڪيم شمس الدين جو ذڪر ڪندي سائين جي ايم سيد لکيو آهي تہ "يار ويس ۽ فياض ڪارڪن هو." (22) سندس اها يارويسي ۽ فياضي حڪمت جي معاملي ۾ پڻ روان دوان رهي. عام طور تي حڪيمن لاءِ مشهور آهي تہ هو ڪنهن کي پنهنجا نسخا نہ ڏيندا آهن. گذر ڪري ويندا آهن ۽ پنهنجا ناياب نسخا پاڻ سان گڏ کنيو ويندا آهن. پر حڪيم صاحب جو مثال ان جي ابتڙ هو. پاڻ مختلف مرض بابت نہ رڳو ڪتاب لکي شايع ڪرايائين پر پنهنجي رسالي "الطبيب" ۾ مختلف نسخا ۽ انهن جي ٺاهڻ جون ترڪيبون، عوام جي ڀلي لاءِ پيش ڪندو رهندو هو. پر وڪرن جي سڃاڻپ ۽ ان کي گهريلو طريقي سان تيار ڪرڻ جهڙو عرق ريزيءَ وارو ڪم ڪنهن کان ٿو ٿئي. ان ڳالهہ جي اهميت کي نظر ۾ رکندي حڪيم صاحب 1956ع ۾ طبيہ ڪمپنيءَ جو پايو وجهي، پنهنجي عملي جي اهڙي تربيت ڪئي، جو سندس دواخاني ۾ دهلي دواخاني جي معيار تي مرڪبات جي تياري ۽ خريد فروخت ٿيندي هئي. حڪيم صاحب جي طبي ڪمپنيءَ ۾ ان ڳالهہ جو مڪمل انتظام رکيل هوندو هو تہ مريض خط و ڪتابت وسيلي پنهنجو مرض بيان ڪري، ان جو علاج گهرائي سگهن. سندن اهڙي خط و ڪتابت مڪمل رازداريءَ ۾ رکي ويندي هئي.

حڪيم صاحب طبي ڪمپني ۾ مطب کي ٽرسٽ واري طريقي سان بهتر نموني هلائڻ ۾ علام کي خاطر خواهہ ۾ قابل اطمينان دوائون مريضن تائين پهچائڻ ۾ بين گهربل انتظامن جي پورائي لاءِ هنن پراڻن شاگردن ۾ خاص رشتيدارن کي متعين ڪري ڇڏيو هو. حڪيم صاحب پنهنجي ان عملي کي تربيت ڏيئي مطب هلائڻ, دواسازي ۾ دواخاني جي متعلق مڪمل سکيا ڏيئي. ان لائق بنائي ڇڏيو هو جو اهي سندس ان رت ست ڏيئي جوڙيل عوامي ڀلائيءَ واري اداري کي هلائي سگهن. ان عملي ۾ اڪثريت اهڙن ماڻهن جي هئي, جيڪي 15_20/15_20 سال حڪيم صاحب جي شفقت هيٺ رهي حڪمت جو فن سکيا هئا. اهڙي طرح حڪيم صاحب پنهنجي قابل شاگردن ۾عزيزن تي مشتمل فلاحي ادارو جوڙڻ پئي چاهيو ڇاڪاڻ تہ کيس پنهنجي علالت سبب يقين ٿي ويو هو تہ "هو زياده عرصي تائين زنده رهي نہ سگهندو." ان ڪري هن چاهيو پئي تہ سندس اهو علمي خزانو ۾ عملي تربيت گاهہ بهتر ماڻهن جي هٿن ۾ هجي تہ جيئن عوامي ڀلائيءَ لاءِ ڪم ايندي رهي. سندس وفات ڪانپوءِ طبي ڪمپنيءَ جو نالو تہ رهيو پر اهي مقصد نہ رهيا, جن لاءِ حڪيم صاحب طبي ڪمپنيءَ جو وجود وڌو هو. ڪمپنيءَ تي ميان عبدالرحيم جيڪو سندس قريبي رشتيدار هو ان بيگم شمس الدين معرفت قبضو ڪري ورتو ۾ طبيہ ڪمپني ٽرسٽ طور هلڻ بجاءِ ميان عبدالرحيم جي ملڪيت ٿيندي ويئي ۾ ان سان حڪيم صاحب جا ٻيا لائق شاگرد لا تعلقي ڪري ويا. نتيجي طور "الطبيب" پڻ آهستي آهستي تي بند ٿي ويو. حڪيم صاحب "الطبيب"ڪانسواءِ طب جي حوالي سان مختلف موضوعن تي هينيان مستند ڪتاب پڻ لکيا.

## ڪليات شمسي (معالجات):

ڪليات هڪ اهڙو ڪتاب آهي, جنهن ۾ مريض جي طبيعت معلوم ڪرڻ, نسخن جي سڃاڻپ, انهن جا وزن ۾ استعمال جي طريقي بابت ڄاڻ ڏني ويئي آهي. ڪتاب جي ديباچي ۾ لکيو ويو آهي. پوريءَ طرح طب سکڻ ۾ سمجهڻ لاءِ ڪليات ضروري آهي. ڇو تہ ان ۾ طب جا علمي ۾عملي اصول ۾قاعدا بيان ڪيا ويا آهن.

ڪو بہ يوناني طب جو ڪتاب تيستائين سمجهڻ ۾ نہ ايندو ۾ ان ان مان چڱيءَ طرح فائدو وٺي سگهبو جيستائين طب جي ڪليات سمجهيل ۾پڙهيل نہ هوندي, اسين جڏهن سنڌ ۾ يوناني طب جي نئين دور ۾ قدم رکي

رهيا آهيون ۽ طبي ڪاليج قائم ڪري رهيا آهيون. تڏهن سڀ کان پهريان سنڌ جي طبي شاگردن ۽طبيبن لاءِ سنڌيءَ ۾ "ڪليات"جو ڪتاب تمام ضروري هو." ڪليات شمسي علم طب جي سکڻ وارن لاءِ نهايت مفيد مود سان آسان انداز ۾ بتار ڪيو ويو آهي.

## آسان علاج (مجربات):

هڪ ڪتاب حڪيم صاحب 1940ع واري ڏهاڪي ۾ تيار ڪيو جيڪو سندس عملي تجربن جو نچوڙ آهي. 1958ع ۾ ان جو پنجون ڇاپو نڪتو.

آسان علاج ۾ گهرو نسخا بنهه آسان نموني ۽ سولي سمجهاڻيءَ سان ڏنا ويا آهن ان ۾ عوامي ڀلائيءَ لاءِ اهڙيون جڙي ٻوٽيون ڏنيون ويون آهن،جيڪي هر هنڌ آسانيءَ سان ملي سگهڻ واريون هجن اهو ڪتاب ايترو تہ آسان انداز۾ تيار ڪيو ويو آهي جو ڪو بہ ماڻهو مرض جي سڃاڻپ ڪري ان جو بر وقت علاج آسان طريقي سان ڪري سگهي ٿو. ڪتاب جي ديباچي ۾ حڪيم صاحب لکي ٿو تہ "مون اڳي ۾ هينئر جيڪي بہ علاج لکيا آهن، سي سيئي منهنجا ذاتي طرح تجربي ۾ آيل آهن. ۽ اهي سيئي نسخا رات ڏينهن منهنجي دواخاني ۾ استعمال ٿين ٿا ۽هر وقت تيار رهن ٿا. اهڙي طرح هي ڪتاب هزارن عمدن نسخن جومجموعو آهي جو مان ديسي طب کي عام ڪرڻ لاءِ پنهنجي سنڌي ڀائرن جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيو آهيان.... سنڌي تہ ڇڏيو پر ٻي ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ بہ ان جو مثال نہ ملندو."

حڪيم صاحب جو مٿيون ڪتاب عام توڙي خاص ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيو.

## مردانہ طاقت:

حڪيم صاحب "آسان علاج" کانپوءِ 1951ع ۾ مردانہ طاقت جي موضوع تي هي لاجواب ڪتاب لکيو. هي ڪتاب جنسي بيمارين ۽ علاج جي موضوع تي هڪ گرانقدر تصنيف آهي، جنهن ۾ وڏي شرح ۽ سمجهاڻيءَ سان مردانہ عضون ۽انهن جي مختلف مرضن جي سببن ۽ علاج جي طريقن بابت سمجهاڻيءَ سان ڪئي نسخا ۽ هدايتون ڏنيون ويون آهن. ڪتاب جي ديباچي ۾ ان جي ضرورت ۽ اهميت جو ذڪر ڪندي حڪيم صاحب لکي ٿو. "مون کي گهڻي وقت کان ارادو هو تہ پنهنجي وطن جي مردن

جي مدد ۽ رهنمائيءَ جي لاءِ ”مردانہ طاقت“ بابت ڪتاب لکان جنهن ۾ سڀ ڪجهہ پوري تفصيل ۽ سمجهاڻيءَ سان لکيل هجي تہ نوجوان ڪمزوريءَ ۽ ان جي سببن کان پاڻ کي بچائي ۽ سنڀالي سگهن ۽ پنهنجي علاج لاءِ روشني ۽ واقفيت حاصل ڪري سگهن... مون هن ڪتاب ۾ پنهنجي سموري عمر جو تجربو ۽ آزمودو بنا بخل ۽ رازداريءَ جي کولي لکيو آهي. اميد آهي هن جي پڙهڻ کانپوءِ ”مردانہ طاقت“ بابت ڪا بہ ننڍي وڏي حقيقت اوهان کان ڳجهي نہ رهندي ۽ پنهنجو علاج پاڻ ڪري سگهندا. يا ڪنهن حڪيم ۽ ڊاڪٽر کان علاج ڪرائيندا پر پوري واقفيت ۽ سمجهہ سان.“

حڪيم صاحب اهو ڪتاب پنهنجي تجربي ۽ دهلي طبيہ ڪاليج وارن استادن ۽ ٻين حڪيمن وٽان حاصل ڪيل معلومات جي روشنيءَ ۾ قلمبند ڪيو. ان جهڙو نادر ۽ ناياب ڪتاب اڄ تائين سنڌيءَ ۾ ڪو نہ اچي سگهيو آهي.

## شادي ۽ اولاد:

حڪيم صاحب 3 شاديون ڪيون، جن مان پهرين گهرواريءَ بابت ڪابہ معلومات ملي نہ سگهي آهي. ٻي گهر واريءَ جي نالي جو علم ڪونهي البتہ اولاد بابت ڄاڻ ملي ٿي. حڪيم صاحب جي ٽين گهر واري ۽ ان مان ٿيل اولاد بابت مليل معلومات خاندان شجري سان گڏ هيٺ ڏجي ٿي:




قاضي
ميان عبدالڪريم
(وفات 1911ع)
قاضي
ميان نورالدين
(ڏنڊو زميندار ي)
حڪيم
شمس الدين
قاضي
فضل الله
(وفات 15 جنوري 1902ع)
پٽ
پٽ
نياڻي
پهرين گهر واريءَ بابت
ڪائي معلومات ڪونهي
رقعيه بيگم
(ٽين گهر واري)
(وفات 31 جولاءِ 2006ع)
ٻي گهر واري مان
حميده
زبيده
ڊاڪٽر
سعيده
ڊاڪٽر
عابده
(زال اسلم رضوي)
نرگس
ڊاڪٽر
خالده
نسرين
(امريڪن
آرمي ۾
ليفٽيننٽ
ڪرنل رهي)
راحيله
قمر (پٽ)
(گڏاري ويو)

حڪيم صاحب جي ٽين گهر واري رقيہ بيگم اصل جوڌپور راجستان جي هئي. حڪيم صاحب جي عقد ۾ اچڻ کانپوءِ تحريڪ پاڪستان ۾ مسلم ليگ جي ڪارڪن ٿي رهي. 1946ع ۾ مسلم خواتين نيشنل گارڊ جي مختلف جلسن ۾ بيگم رقيہ جو پڻ ذڪر ملي ٿو. هوءَ انهن عورتن سان گڏ سرگرم رهي جن پاڪستان جي حق ۾ مختلف جاين تي تقريرون ڪيون. حڪيم صاحب جو خيال هيو تہ سندس لاڏاڻي کانپوءِ بيگم رقيہ ۽ سندس نياڻيون سندس قائم ڪيل طبيہ ڪمپنيءَ کي ٽرسٽ طور هلائي عوام الناس جي ختم ڪن پر ائين ٿي ڪو نہ سگهيو. سندس نياڻيون لنڊن ۽ آمريڪا تائين تہ پڙهيون پر بيگم رقيہ جي پاسخاطريءَ ڪرڻ سبب حڪيم صاحب جي رت ست ڏيئي ٺاهيل طبيہ ڪمپنيءَ لاءِ ڪجهہ نہ ڪيائين پنهنجي مرضيءَ موجب زندگي گذاريندڙيون رهيون.

## وفات ۽ مدفن:

ڪلام پاڪ جو فرمان آهي "ڪل نفسن ذائڪة الموت" اهو دنيا جو دستور آهي، جيڪو بہ آيو آهي. اهو آخرڪار هلڻو آهي. سنڌ جو هي ناميارو حڪيم، جنهن جي هند سنڌ ۾ هاڪ هئي، جنهن پنهنجي حياتيءَ ۾ حڪمت سان ڪيترن انسانن کي موت جي منهن مان موٽايو هوندو. آخر ان مثان بہ قادر پاران مقرر ڪيل اها گهڙي ڊسمبر 1960ع ۾ اچي ويئي. ڪيس گهڻي عرصي کان مختلف بيماريون تہ هيون ئي، پر 8 ڊسمبر جو سندس دل تي مرض جو شديد حملو ٿيو. حملو بہ اهڙو جنهن کان هزارين هيلن هلائڻ جي جا نبر ٿي نہ سگهيو آخرڪار 9 ڊسمبر 1960ع تي جمع ڏينهن ساڍي 2 بجي سنڌ جو هي نامور طبيب هميشہ لاءِ موت جي آغوش ۾ سمهي پيو. انالله و انا عليه راجعون. حڪيم صاحب جي وفات تي طبيہ ڪمپني وارن کي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان تعزيت جا سوين خط ۽ قراردادون پهتيون، جن ۾ مرحوم جي وفات کي سنڌ جي طبي تاريخ ۾ هڪ عظيم الميو ۽ ناقابل فراموش سانحو قرار ڏنو ويو. ان سان گڏ بيگم رقيہ حڪيم شمس الدين جي مشن کي زندهہ رکڻ لاءِ مئنيجر طبي ڪپنيءَ کي اهو يقين ڏياريو ويو. تہ اها عظيم الشان يادگار ڪمپني جنهن سالن تائين سنڌ جي ماڻهن جي خدمت ڪئي، ان سان هميشہ تعاون ڪيو ويندو. سنڌ جي ماڻهن جي خدمت ڪئي، ان سان هميشہ تعاون ڪيو ويندو. سنڌ جي هن بي مثال ۽ عظيم طبي

اداري کي هر صورت ۾ هميشہ هميشہ لاءِ زنده ۽ برقرار رکيو ويندو. پر اڳتي هلي اها ڳالهہ ايئن ٿي نہ سگهي، ڇاڪاڻ تہ وقت گذرڻ سان طبيہ ڪمپني جي بنيادي مقصدن ۾ پڻ تبديلي اچڻ لڳي هئي.

سنڌ جي سدابهار عالم پير حسام الدين راشدي 1957ع ۾ حڪيم شمس الدين جو ذڪر ڪندي لکيو ته "دهليءَ جي طبيہ ڪاليج جو بهترين شاگرد ۽ هن وقت سنڌ جو عظيم ترين حڪيم آهي. حيدرآباد ۾ مطب ڪري ٿو ڪنهن وقت تہ وڏو زنده دل هو ليڪن عمر رسيدگيءَ ۽ ڪيترن سالن جي بيماريءَ کيس وسائي ڇڏيو آهي، رب پاڪ کيس صحت ڏئي ۽ زندگي بخشيس، سندن طفيل سنڌ ۾ يوناني طب جو چرچو آهي، ورنہ ڪانئس پوءِ اهو طفيل سنڌ ۾ يوناني طب جو چرچو آهي، ورنہ ڪانئس پوءِ اهو فن يتيم ۽ لاوارث ٿي ويندو." (23) چوندا آهن تہ بزرگن جون چوڻيون "پڙنديون آهن ترنديون ناهن." واقعي ٿيو بہ ايئن ئي، سنڌ ۾ يوناني طب جو چرچو رهيو بہ حڪيم شمس الدين جي حال حيات هئڻ تائين. کيس ڪو نرينو اولاد ڪو نہ هو. سندس نياڻيون وڃي گهرن واريون ٿيون. جيتوڻيڪ سندس عزيز حڪيم عبدالرحيم مئنيجر طبي ڪمپنيءَ سندس قائم ڪيل مطب کي ڪجهہ عرصو هلايو پر عملي طرح اهو رڳو نالو ئي وڃي رهيو. اها طبيہ ڪمپني اڄ بہ اولڊ ڪئمپس جي پاسي واري عمارت ۾ موجود آهي، پر اڄ حڪيم شمس الدين وارو ڪو بہ اهڃاڻ نظر نہ ٿو اچي. ائين نہ رڳو سندس مطب ختم ٿيو پر سندس وفات کانپوءِ سڄي سنڌ ۾ ان فن جو اهڃو تہ زوال ٿيو جو وري نہ اسريو سو نہ اسريو هاڻ رڳو عطائي حڪيمن جو آواز پيو ٻڌڻ ۾ اچي. باقي ٿيو خير رهي نانءُ الله جو.

حوالا:

1. شمس الدين حڪيم: "مرحوم مولوي قاضي حاجي محمد عثمان" تہ ماهي "مهراڻ" سوانح نمبر، ڇاپو پهريون ڊسمبر 1990ع، سنڌي ادبي بورڊ، ص 19.
2. ساڳيو حوالو ص 18.
3. ساڳيو حوالو ص 19.
4. ساڳيو حوالو.
5. خاناني، حامد علي ڊاڪٽر: "نواب شاهہ ضلعو: تاريخي شهر ۽ شخصيتون"، ص 318، سال 1987ع.
6. تہ ماهي "مهراڻ" سوانح نمبر، ص 20.
7. حڪيم رحيمداد جي شاگرد حڪيم نور محمد ڪوکر کان مليل معلومات
8. اداريو: ماهوار طبيب حيدرآباد 15 جنوري 1961ع، ص 2.

9. ٽه ماهي "مهراڻ" سوانح نمبر، ص 18.
10. ساڳيو حوالو.
11. سيد، جي. ايم: "جنب گذاريم جن سين." جلد ٻيو ڇاپو ٽيون، 2004ع، ڄامشورو سنڌي ادبي بورڊ، ص 213.
12. خانائي، حامد علي ڊاڪٽر، حوالو مٿي ڏنل، ص 319.
13. سيد، جي. ايم: "اڄ پڻ ڇڪيم ڇاڪ" ڇاپو پهريون، 1977ع، حيدرآباد سنڌي اديبن جي ڪو آپريٽو سوسائٽي، ص 184.
14. ساڳيو حوالو ص 185.
15. اداريو ماهوار طبيب، حيدرآباد، جولاءِ 1953 ص 2.
16. اداريو ماهوار طبيب، حيدرآباد، نومبر 1953ع.
17. ساڳيو حوالو.
18. اداريو ماهوار طبيب، حيدرآباد، سيپٽمبر 1953ع، ص 2.
19. اداريو ماهوار طبيب، حيدرآباد، سيپٽمبر 1953ع، ص 2.
20. اداريو ماهوار طبيب، حيدرآباد، جنوري 1954ع، ص 2.
21. نياز حسين همايوني، "سنڌ جي طبي تاريخ" حصو ٻيون، ڇاپو پهريون، 1976ع ڄامشورو سنڌ سائنس سوسائٽي، ص 654.
22. سيد جي ايم: "جنب گذاريم جن سين" حوالو مٿي ڏنل.
23. راشدي حسام الدين سيد: "ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون،" ڇاپو پهريون، انجمن تاريخ سنڌ 1981ع، ص 312.

٢

# راءِ بهادر ديوان ڪوڙومل چندن مل ڪلناڻي

## ڊاڪٽر هدايت پريم

راءِ بهادر ديوان ڪوڙومل چندن مل سنڌي نثر جي شروعات واري دور جو بهترين ليکڪ هو سندس نالو سچي سنڌ ۾ هن جي علمي لياقتن، نيڪ اعمالن ۽ اوچن آدرشن ڪري اڄ تائين مشهور ۽ معروف آهي. ڪوڙومل نه صرف پنهنجن ڪتابن سان سجاتو وڃي ٿو پر هن جون خدمتون سماج سڌارڻ، تعليم جي واڌاري ۽ سڌاري، خاص طور عورتن جي تعليم جي ميدان ۾ به وسارڻ جهڙيون نه آهن.

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو سنڌي ادب جي تاريخ ۾ لکي ٿو: ديوان ڪوڙومل چندن مل ڪلناڻي پرين وارو (1844ع-1914ع) ابتدائي دور جي هڪ علمي شخصيت طور مشهور هو سندس اصل نالو پريتم هو. هو سرڪاري نوڪريءَ ۾ تعليم کاتي ۾ رهيو. ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جو پرنسپال رهيو. تعليم بابت هن جي نظر وسيع هئي. عورتن جي تعليم ۽ اخلاق جو گهڻو اونو هئس. ان سلسلي ۾ "آريه ناري چرتر" لکي پنهنجو نڪته نظر چٽو ڪيائين. ڪن علمي اصطلاحن جو موجد به ڪوڙومل آهي، انهن ۾ جاميٽري جا اصطلاح مستطيل، ٽڪنڊو، متبدل ۽ ڪنڊون شامل آهن. سواءِ ڪن ڏرمي ڪتابن جي باقي ڪتابن ۾ ديوان ڪوڙي مل جي زبان وچڙي ۽ آسان آهي. ڊاڪٽر جوڻيجي ڪوڙي مل جي ٻوليءَ وچڙي ۽ آسان لکي آهي. وچڙي غالبن ان ڪري لکي آهي جو ڪوڙي مل سنڌيءَ سان گڏ هندي ۽ سنسڪرت جا چيدا چيدا لفظ به استعمال ڪيا آهن. ان دور ۾ هندي شبد ڪم آڻڻ ۾ ڪو هرج نه سمجهيو ويندو هو. سندس ٻوليءَ جو هڪ نمونو هت پيش ڪجي ٿو:

هن جا متا ڏاڍا پڪا ۽ پرهاڻ نيڪ ۽ ڏاڍا جبرا هئا. هن ۾ ڪابه اهڙي ڳالهه ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي آئي، جنهن مان پر سڌ ٿئي ته هو بناوتي، ٺڳ يا ڪو

ڏوڪي باز ساڌو آهي، سگهو ئي ڀهراڙيءَ ۾ چوڦير سندس ناماچار پکڙجي ويو ۽ لوڪن ۾ اهو هُل هو تہ هن کي نہ چٽڻ جهڙن روڳن جي چٽائڻ جي سامگري آهي.

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ڪوڙي مل کي خراج تحسين پيش ڪندي لکي ٿو:

ڪوڙي مل کي مائٽ اصل نالي پريتم بدران "ڪوڙو" سڏيندا هئا، پر هن سنڌي ادب کي مٺاڻ سان پري ڇڏيو.

ديوان ڪوڙي مل صاحب جي رهڻي ڪهڻي، ٻولڻي چولڻي ٻين لاءِ هڪ عمدو مثال هوندي هئي، هو صاحب چوندو هو ساڌو ڪائجي ساڌو هنڌائجي، ساڌو ڀهرجي ۽ اوچا خيال رکجن، پرماتما کي سروو يا پڪ سمجهي هٿ ڪار ۾ ۽ دل يار ۾ قائم ڪجي هن صاحب جي آدرشي جيوت اڄ تائين پئي ڳائجي ۽ ساراهجي.

ناري وديا لاءِ بہ هن صاحب پنهنجي حياتيءَ ۾ گهڻو ئي ڪجهہ ڪيو. هن ڪيترن مشڪلاتن ۽ رنڊڪن کي منهن ڏئي بہ ان ڏس ۾ ڪاراءِتا قدم کنيا. آدرشي ناري تي گهر ڪيئن هلائجي. سانگ صرفو ۽ ٻارن جو نيپاج انهن تي خاص توجهہ ڏيندو هو. اڳئين سمي جي استرين جا عمدا عمدا مثال هڪ ڪتاب ۾ لکيائين، جنهن تي نالو رکيائين. "آريہ ناري چرتر" اهو ڪتاب اڄ تائين بہ ناريون ۽ ڇوڪريون وڏي چاهہ سان پڙهنديون آهن ۽ ڌرم ڪرم جا عمدا مثال اڳيان رکي، پاڻ سڌارڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهن ٿيون.

سنڌي ساهت جي هن صاحب تحسين جوڳي خدمت ڪئي آهي. برڌ اوستا ۾ بنگالي سکي ڪيترا عمدا ڪتاب بنگاليءَ مان سنڌي ۾ ترجمو ڪري ڇپايائين، جن مان ٽي مکيہ هي آهن (1) ڪرم ڦل يا ڪير جو ڪيں، پاڻيءَ جو پاڻي (2) بہ منڊيون (3) راڌا راڻي.

هي ٽئي ڪتاب ڪافي سال اڳ ڇپايل هئا، ديوان ڪوڙي مل جي اها دلي چاهنا هئي تہ سندس ڪتاب وقت بہ وقت ڇپبا رهن. ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي لکي ٿو:

راءِ بهادر ديوان ڪوڙومل چندن مل کلناڻي پرين جو هو.

کلناڻي، هندوجا نک مان آهن، اصل اروڙونسي آهن. هي سرائي آهن ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. سندن وڏا اصل پريا تعلقي نوشهري فيروز کان ڪراچيءَ ۾ آيا هئا، ڀائي کلڻ مل (کلڻداس) مينگهراج جنهن جي نالي

پنيان هن آڪهه وارا سڏجن ٿا، سو واپار سانگي پرين مان لڏي ڪراچي آيو ڪلٽاٽي خاندان جا ماڻهو سيئي آسودا آهن.

ديوان ڪوڙومل پرين جي شهر ۾ 5 آڪٽوبر 1844ع ۾ ڄائو. ان ٻالڪ جو ڇٺيءَ جو نالو "پريتم" رکيو ويو. پائي چندن مل جا هن پريتم ڪان اڳ ڇاوَل ٻه ٽي ٻار گذاري ويا هئا. تنهنڪري زناني پرم ڪري اهو ٻهراءُ ڪيائون ته ڄائي جي ڪنڊ، مصري يا پتاشن ورهائڻ بدران ڪارا مرچ ورهائجن، مطلب ته ٻار منو ڪري نه پر ڪوڙو ڪري ليکجي. اهوئي سبب هو جو ننڍپڻ هن جو مٺو نالو "پريتم" ڦيرائي مٿس "ڪوڙو" نالو رکيائون.

تن ڏينهن ۾ پريا ۾ تعليم جي سهوليت بنهه ڪانه هئي، تنهنڪري پائي چندن مل پنهنجي ننڍي پٽ کي ڳوٺ درياءَ خان جلباڻي جي خانگي مڪتب ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليو. هو صبح جو گهران ماني ٽڪر کائي ۽ ٻيو روٽيءَ ٽڪر ساڻ ٻڌي ويندو هو ۽ سانجهيءَ جو وري موٽي اچي گهر کائيندو هو اهو خانگي مڪتب آخوند سليمان جو هو ۽ پرين کان هڪ ميل پري هو. آخوند سليمان، جنهن وٽ ديوان ڪوڙومل پڙهندو هو سو هڪ بزرگ ۽ خدا پرست هو. آخوند صاحب جيڪو سبق ڏينهن جو پڙهائيندو هوس، تنهن جو رات جو ويهي دور ڪندو هو ۽ اڳيان ڪم به پڪا ڪندو هو. ٻين شاگردن جيان ڪوڙومل به پنهنجي استاد جون فرمائشون پوريون ڪندو هو جيڪڏهن ڪا گهربل شيءِ گهر ۾ حاضر نه هوندي هئي ته ڏاڍي پنڌي مڃائيندو هو انهيءَ ڏينهن ضد ۽ تيسي وچان رسي وڙهي سڄو ڏينهن وچي پراون گهرن ۾ گذاريندو هو. ڪوڙومل پريا ڇهه ورهيه جلباڻين ۾ اپياس ڪيو. انهيءَ عرصي اندر ايترو ٿيو جو خط پٽ چڱي طرح لکي پڙهي ٿي سگهيو. 1855ع ۾ پرين ۾ جيمس صاحب پهريون اسسٽنٽ ڪليڪٽر نوشهري فيروز جو ٿي آيو تنهن اچي سرڪاري اسڪول کوليو ۽ ديوان ان ۾ داخل ٿيو، ان دور ۾ ننديرام جا ٽي چار ڪتاب هوندا هئا، جيڪي ٻار پڙهندا هئا، اهي ڪتاب ۽ پارسيءَ جا ڪجهه ڪتاب ديوان پڙهيا.

بعد ۾ ديوان ڪوڙومل نارمل اسڪول ڪراچيءَ لاءِ چونڊيو ويو جتي کيس ڏهه رپيا اسڪالرشپ ملندي هئي. نارمل اسڪول ۾ سنڌي تعليم سان گڏ ٻه چار انگريزي ڪتاب به پڙهائيندا هئا. گولڊ سمٿ نالي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ديوان کي 20 رپيا اسڪالر ڏئي بمبئيءَ موڪليو ته وڃي مئٽرڪ جي تياري ڪري ۽ مئٽرڪ جو امتحان به ڏئي، بمبئي ۾ ڏينهن رات محنت ڪري امتحان ته ڏنائين، پر پاس ٿي نه سگهيو ۽ موٽي اچي ڪراچيءَ



ڪلهوڙن جي دؤر ۾ تعمير ڪرايل محراب مسجد هالاڻي



هالاڻيءَ جو مندر




ڪوٽ سرٽي سنڌو جا تعلقو مورو







ڪوٽ سرٽيءَ سڏوجا مان لڏل سرون



درياهءَ خان مريءَ ۾ مگهن مل جو اڏايل منارو
جيڪو سکر واري معصوم شاهه جي مناري کان متاثر ٿي ٺهرايو ويو هو. هن ۾ به 84 ڏاڪا آهن



درياءَ خان مري مناري تان ورتل شهر جي تصوير.



مخدوم محمد ڪبير ۽ مخدوم يار محمد جا مقبرا واقع ڪوٽڙي ڪبير



مخدوم محمد عثمان هنڱورو، گچيرو



ڏ ـتا مورو ۾ واقع نوتن داس جي رهائشگاهه جو ڏيک



ڏيپارجا مورو ۾ واقع قيمت راءِ بچومل جي ياد ۾ سندس ڌرم پتنيءَ طرفان اڏايل ڌرمشالا جو ڏيک




مدرسه هاءِ اسڪول نوشهروفيروز

۾ ڪمشنر جي آفيس ۾ ٽيهن رپين جي ڪلارڪي ڪيائين. نوڪريءَ دوران تحرير اقليدس ترجمو ڪري ورتائين. جيڪو اسڪول ۾ پڙهڻ ۾ آيو. راءِ صاحب نارائڻ جڳنناٿ سنڌ جو ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ٿي آيو جنهن سان ديوان صاحب جي بمبئي ۾ واقفيت هئي، تنهن ديوان ڪوڙي مل کي شڪارپور جي ائنگلو ورناڪيولر اسڪول جو هيڊماستر مقرر ڪيو. شڪارپور ۾ ديوان صاحب ٻارن ٻچن سان گڏ رهيو ۽ ڪو وقت، سکي گذاريو. شڪارپور بعد سکر ۾ نارمل اسڪول کليو جتي ديوان کي مقرر ڪيائون، اتي کين سوا سئو رپيا ماهيانو ملندا هئا. سکر ۾ اسڪول جو انتظام تمام سهڻي نموني رکيائين.

عورتن جي تعليم لاءِ ديوان کي گهڻو ئي اونو هو. سکر ۾ رهڻ دوران راءِ صاحب نارائڻ جڳنناٿ سان صلاح ڪري هڪ ڪتاب لکيائين "پڪو پهه" جنهن ۾ ڄاڻايائين ته ويدن ۽ سمرتين ۾ چيل آهي ته عورتن کي تعليم حاصل ڪرڻ جو پورو پورو حق آهي، هيءَ ڪتاب تعليم کاتي جي پريس ۾ ڇپيو.

فيبروري 1868ع ۾ ڪوڙومل سکر نارمل اسڪول مان بدلي ٿي حيدرآباد نارمل اسڪول جو هيڊماستر ٿي ويو جتي سندس پگهار 150 رپيا ٿي. ڪوڙومل تي راءِ صاحب جڳنناٿ جو گهڻو ئي راضپو هو. کيس هر طرح همٿائيندو هو.

راءِ صاحب کانپوءِ سنڌ جو ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر مسٽر فلٽن صاحب مقرر ٿي آيو. مسٽر فلٽن پڻ ديوان ڪوڙي مل جي اسڪول جي انتظام ۽ نتيجن کان گهڻو ئي متاثر ٿيو. ديوان جي قابليت ڏسي کيس ڪيترن ئي درسي ڪتابن جي سڌاري جو ڪم سونپيو ۽ ٽرانسليٽر جو اضافي ڪم به ڪرڻو پيو.

ديوان ڪوڙي مل کي مسٽر فلٽن صاحب سنڌ جي روينيو کاتي ۾ مقرر ڪرايو جتي هن روينيو ۽ لوور جديشل امتحان پاس ڪيو ۽ هائر جو امتحان به پاس ڪيائين. روهڙيءَ جو ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ مقرر ٿيو. ڏيڍ ورهيه کن روهڙيءَ ۾ رهيو. روينيو مان موٽي اچي گورنمينٽ سينٽرل بوڪ ڊيپو جو محافظ ۽ ترجمان مقرر ٿيو تنهن بعد اسسٽنٽ مئنيجر ۽........ ڪٽل کاتو حيدرآباد ۾ چار سال نوڪري ڪيائين، ان عهدي تي الائونسن سميت هڪ هزار ۽ سورهن رپيا پگهار هيس.

مسٽر جيڪب سنڌ جي تعليم کاتي جو انسپيڪٽر هو، تنهن نارمل اسڪول کي ٽريننگ ڪاليج جي صورت ڏني، تنهن ديوان ڪوڙي مل کي ٽريننگ ڪاليج جو پرنسپال مقرر ڪيو جتي هن ڪاليج جي بهبوديءَ لاءِ تن من سان محنت ڪيائين. حيدرآباد ۾ رهندي ديوان ڪوڙي مل حيدرآباد شهر جي سڌاري ۾ صحت جي باري ۾ ننڍون ڦنڍون پاڻ پتوڙيو انيڪ سڌاري جا ڪم ۾ صحت جون رٿون هن جي تحرڪ سان منظور ٿيون. ديوان ڪوڙومل يونيورسٽي اسڪول ۾ فائنل ۾ سنڌيءَ جو ممتحن ڪافي سال رهيو. سال 1896 ۾ 1897ع ۾ پهريون دفعو حيدرآباد ۾ پليگ پئي. ديوان ڏينهن رات محنت ڪئي ۾ مريضن جي شيوا ڪئي. غريبن گگدامن ۾ اپلائن جي سارسنڀال لڌي ديوان ڪوڙو مل 1899ع ۾ نوڪريءَ تان رٽائر ٿيو ۾ اچي پنهنجو اباڻو ڳوٺ پريا وسايائين.

ديوان ڪوڙي مل پرين ۾ هڪ گرلز اسڪول کوليو جنهن لاءِ سکر مان ماسترياڻي آڻي مقرر ڪيائين. 1915ع ۾ ڪليڪٽر مسٽر مٽڪي پرين جي ڪنيا پاٺشالا جي جلسي ۾ اسڪول جو ڪلف چانديءَ جي ڪنجيءَ سان کولڻ جو موقعو ملهايو.پرين جي عربي- سنڌي اسڪول جو نالو به ديوان ڪوڙو مل رکيو ويو. ديوان ڪوڙو مل 16 ڊسمبر 1916ع تي ديهانت ڪري ويو.

ديوان جي ياد ۾ هڪ سنستا قائم ڪئي وئي، جنهن جو نالو ديوان ڪوڙو مل ساهتيه منڊل رکيو ويو. منڊل کي هلائڻ لاءِ ديوان جي فرزند منوهر داس ۾ ڀاءُ هري سندر روپچند جون ڪوششون شامل آهن. منڊل پاران ديوان ڪوڙي مل ۾ ٻين عالمن جا ڪتاب شايع ڪرايا. هري سندر روپچند ڪيترائي سال منڊل جو سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيو.

ڪوڙو مل "سنڌي ساهتيه جو ابو" چيو وڃي ٿو هن جو اهم ترين ڪارنامو "ساميءَ جا چونڊ سلوڪ" آهي، جنهن لاءِ واڌو مل مولچند لکي ٿو:

ديوان ڪوڙي مل محنت ڪري ساميءَ جا سلوڪ سنڌيءَ ۾ تن پاڳن ۾ ڇپايا آهن. ديوان ڪوڙومل سنڌي ساهتيه جي بنياد وجهندڙن مان هڪ هو هن صاحب سنڌي ساهتيه دوران سنڌ جي گهڻي خدمت ڪئي آهي، پر سڀ کان ڏيڪ جيڪا هن شيوا ڪري سنڌ سان پال پلايا آهن سي آهن ساميءَ جا سلوڪ. اها پلائي ديوان صاحب جي وسرڻ جي ڪانه آهي.

ڪوڙي مل جي ڇپيل ڪتابن جي فهرست هت ڏجي ٿي:

1. سنڌي پهاڪا (1400 پهاڻ جي يادداشت 1888ع).

2. ڪولمبس جي تاريخ 1882ع.
3. اصول علم طبي (يوناني طب) 1868ع.
4. تحرير اقليدس (يوڪلڊ جي جاميٽري) 1868ع.
5. پڪو پهه (زناني تعليم بابت) 1865ع.
6. سنڌي پنجون ڪتاب 1874ع.
7. ساميءَ جا چونڊ سلوڪ 1938ع.
8. هري درشن 1930ع.
9. پتورت جو پرتاب.

ديوان ڪوڙومل چندن مل سنڌ جو هڪ املهه ماڻڪ هو. سنڌي ادب ۾ سندس خدمتون بي مثال آهن. سنڌ جي تعليم جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ هن اڻٿڪ محنت ڪئي ۽ خاص ڪري عورتن جي تعليم لاءِ هن جون خدمتون سنڌ واسين کي هميشه ياد رهنديون. ديوان ڪوڙي مل نه صرف پرين جو نانءُ روشن ڪيو پر هن ساري سنڌ جو مان مٿانهون ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو. سنڌ واسي هن کي سدائين ياد رکندا.

حوالا:

1. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو سنڌي ادب جي تاريخ، جلد ٽيون، 2006ع، ص 10.
2. ڪوڙومل چندن مل ٽرنڊز مکڙيون 1946ع، ص. 23.
3. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو سنڌي ادب جي مختصر تاريخ، 1983ع، ص 171.
4. جڳت راءِ ايسرداس شوداساڻي، ڪتاب "راڌاراڻي" ليکڪ ڪوڙومل چندن مل، سال 1946ع، ص 88.
5. پيرومل مهرچند آڏواڻي، سنڌ جي هندن جي تاريخ، جلد ٻيو 2003ع، ص 291.
6. واڌومل مولچند ڪتاب "سامي‌ءَ جا چونڊ اسلوڪ، ڇاپو پهريون 1938ع، ص 5.

۲

# پروفيسر هاسانند، جادوءَ جو استاد

## ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙو

ماڻهو تہ مڙيوئي ماڻهو پر ڪن ۾ ڪهڙيون خوبيون تہ ڪن ۾ ڪهڙيون چڱايون. جيڪي ماڻهو پنهنجي ڪم ۾ ڪردار سبب معاشري ۾ منفرد ۽ مٿاهان بڻجي نہ رڳو پنهنجي ڪڙم ۽ قبيلي ۾ قبوليت ماڻيندا آهن، پر پنهنجي وستي ۽ واهڻ جون حدون اورانگهي هنڌين ماڳين ناموري حاصل ڪري، ناماچار پائيندا آهن. اهڙن مهان ماڻهن ۾ ساهتي پرڳڻي جي پروفيسر هاسانند جو نالو بہ سندس ئي حياتيءَ ۾ جابجا پئي وڳو نہ رڳو سنڌ ۾ مشهور ٿيو پر هندستان جي هر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ناموري ۽ ناموس حاصل ڪيائين. افسوس! جو اڄ اسانجو نئون نسل سندس نالي کان بہ بيخبر آهي. ورهاڱي جو طوفان اچي اهڙو لڳو جو تاريخ ۽ تاريخ ساز شخصيتن جا شيرازا ئي وکري ويا. شيخ اياز جي استاد کيئلداس "فاني" ان تناظر ۾ چيو آهي تہ:

ڏني جان جن جن هتي وطن واسطي،
رُلي لاش تن جو ڪفن واسطي.

سنڌي سماج ۾ جيڪڏهن اها پيچ ڍاهہ نہ ٿئي ها تہ هوند هاسانند جو نالو بہ رهندي دنيا تائين ياد رهي ها. اڄو تہ اڄ بہ گڏجي جتن ڪريون تہ پنهنجي جهونجهارن کي تاريخ جي جلاوطنيءَ کان بچائي وٺون.

پروفيسر هاسانند چانڊومل ڪَنهن ڪاليج يا ڪيمپس ۾ تہ پروفيسر ڪو نہ هو پر هڪ وڏي جادوگر هئڻ جي ناتي 'پروفيسر' جو لقب مليس، هونءَ بہ دست شناسن ۽ ستارا شناسن توڙي نجومين جي نالن اڳيان بہ 'پروفيسر' عام جام لکيو ويندو آهي. ايئن ئي جيئن راڳين ۽ گوين کي 'استاد' ۽ 'خانصاحب' جا لقب ۽ القاب ملندا آهن. تيئن وڏن جادوگرن کي بہ 'پروفيسر' جو لقب ملندو آهي. هاسانند کي بہ اهو لقب مليو جو نِلهو لقب تائين محدود نہ هو پر سندس جادوگريءَ ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ جو هڪ اعتراف هو. جنهن جي هن پوري ساک پت رکي. پيلا سندس دور ۾ هيڏي

ساري هندستان ۾ جتي بنگال جي جادوءَ اڳيان يا جادوگرن آڏو هڪ ننڍڙي شهر جو ماڻهو ايڏو ڪمال حاصل ڪري. تنهن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي! مون کي سندس انهيءَ ڪمال جواندازو تڏهن ٿيو جڏهن ماهوار رسالي 'سنڌو' جي مختلف شمارن ۾ هن جي متعلق پورن صفحن تي هن جي ايڊورٽائيز ڏٺي.

پروفيسر هاسانند اصل ڪنڊياري جو هو. سندس حسب نسب ۽ حياتيءَ جي احوال کان آءٌ باخبر ناهيان. جو اها ڄاڻ بين ٿائين پهچائي سگهان. البت سندس ڪم ۽ ڪردار جي حوالي سان 'سنڌو' رسالي جي ايڊيٽر بولچند راجپال جيڪي ڪجهه شايع ڪيو آهي، ان مان ڪي شيون جيڪي مون کي مليون سگهيون آهن، تن تي اڪتفا ڪري رهيو آهيان.

پروفيسر هاسانند جي شخصيت جا ڪي پهلو اسان جي آڏو واضح ٿين ٿا، جن مان هڪ ته آهي هن جي جادوگري وارو پهلو. ٻيو هن جي ظرافت ۽ مزاح نگاريءَ جو رخ ۽ ٽيون هن جي سماج سڌارڪ واري حيثيت. بولچند راجپال هن جي متعلق لکندو هو: (1)

"جادوگرن جو جادوگر ۽ پنگتي سڌارڪ پروفيسر هاسانند"

"پروفيسر هاسانند جادوءَ جو استاد" وڏن وڏن راڄ درٻارين، شاهي محلاتن، نمائشن، ٿيٽرن، سئنيمائن، گورنرن، ڪمشنرن جي وڏين وڏين پارٽين ۽ خاص ملڪ جي وڏن وڏن جلسن ۾ پنهنجو شاندار غيبي هنر، گيان جي گفتن سان گڏ ڏيکاري، سنڌ ديس جو نانءُ هند ۾ مشهور ڪيو.

پروفيسر هاسانند نه رڳو جادوءَ جو استاد، پرديش شيوڪ ۽ پنگتي سڌارڪ پڻ آهي. جيڪڏهن توهان چاهيو ته توهان جي شاديءَ ۽ شيءِ موقعي تي رونق، خوشي ۽ آنند ٿئي ته گهرايو پروفيسر هاسانند کي. جنهن جا کيل مهاتما گانڌيءَ پڻ ڪيترا دفعا ڏٺا آهن ۽ سرٽيفڪيٽ ڏنو آهي. تنهن کانسواءِ راجائن، مهاراجائن، راڻين، مهاراڻين، گورنرن، ڪمشنرن، ججن، جرنيلن ۽ ديس جي نيتائن خوش ٿي سونا ۽ چانديءَ جا ٻلا ۽ سرٽيفڪيٽ ڏنا آهن. ڪنهن به سنستا کي مدد لاءِ کيل جي گهرج ٿئي يا ڪنهن کي پرائيويٽ پبلڪ کي کيل ڪرائڻو هجي ته لکپڙهه ڪريو."

سنڌ جو مشهور ڪمال جادوءَ جو استاد
پروفيسر هاسانند ڪنڊيارو (سنڌ)

پروفيسر هاسانند کي طنز ۽ مزاح سان به دلچسپي هئي. سندس طنز ۽ مزاح ۾ ناصحانه نُڪتا سمايل آهن. هو پنهنجي احساسن جو اظهار نثر ۽

نظم ۾ ڪري سگهندو هو. سندس نثر بہ ڇڻ نظم وانگر جاذب آهي. هو انسان ۾ انڪساري، علم ۽ تعليم توڙي ڏاهپ جو قائل ۽ پرچارڪ هو. علم ۽ تعليم جي ڪا بہ وڏي ڊگري وٺڻ ڪانپوءِ فرد ۾ جا احساس برتري پيدا ٿئي ٿي، تنهنجو مڪمل طور مخالف هو. چي:

"ڪاليج ۾ پڙهيو تہ انڌ جي گهوڙي تي چڙهيو!" (2)

"انگريزي وديا جو پهريون هٿ آهي توپيءَ ۾، پوءِ ڪريس پيون جنيون، پيٽ کي ڏيئي مئيون، ڪالر رکي ڪنڌ ۾.

جي سبائي سوٽ تہ ڪپي ڀاسن بوٽ، جي فئشن وارو ڪوٽ تہ ڏئي سِباٽي نوٽ، مطلب تہ سيٺيءَ سان سير گهر ۾ خير.

اولهہ جي خشڪ وديا اهڙا تہ خشڪي خيال هندستاني صاحب لوڪن جا ڪري ڇڏيا آهن ۽ هاءِ ڪلاسن جي هوا مغز ۾ دماغي بخار وانگر ويهي ويئي اٿن جو طوطي واري ٻولي زبان پيئي هلي.

ڇٽ پٽ ڪنئي چتر سجان – پڙهہ پٽ طوطا سري پڳوان
گيان گم اڪرن ۾ استاد –اسان چئون ڪتو تہ هي چون ڊاگ
گهر کي لڳي آگ تہ چون فاير –اسان چئون ٻلي تہ هي چون ڪئٽ
اسان چئون ٽوپي تہ هي چون هئٽ، ڪُتي کي چون ريٽ
انهيءَ جي معنيٰ آهي، ٻولي اها وديا نہ آهي.

پيٽ ۾ بک، رڳي آهي ڊڪ، ٽوپلو سر تي چي لڳيئون لڪ، چپ مکڻ سان مکيل هجي. سينڌ سٽيي چڪيل هجي. ايراني هوٽلن مان چانهہ پان، بيڙي، ماچيس، ڪيڪ ۽ پيسٽريون وغيره ڇتا مطلب تہ انهيءَ وديا گهُرجون اهڙيون وڌائي ڇڏيون، جو ناز نخرن ۾ وڪٽيون پيون مڏيون. هن ڪرم جي زماني ۾ نلهو گيان.

گيان بہ وري گٽ مٽ، گهرن ۾ آهي ڪٽ پٽ.
ڪاليجون ۾ ڌوم مچ رهي هي
پاس پاس ڪي.
نوڪريون سي آواز آ رهي هي
دُور دُور ڪي.

نہ هارٽ يعني دل، نہ هئنڊ يعني هٿ جو هنر، رڳو هيڊ يعني مٿو پيو ڪپي، جنهن مان نہ ملي روٽي نہ لنگوٽي، وديا اها آهي، جا سيڪاري سادگي، آزادگي، پورهيو پوترتائي، صرفو ۽ سچائي، شيوا ۽ شرڌا، ضابطو ۽ زوار. اها وديا نہ آهي، جا سيکاري عيش ۽ عشرت، خودي ۽ خرچ، ڇتا ۽ لتا، لٽ ۽

شٽ، يم ۾ دم، موج ۾ مستي عشق جي آهه ۾ واهه، اهڙي وديا ونڻ کان پينگ پلي. سياڻن سمي کي ڏسي سچ چيو آهي ته هاءِ اسڪول ويو ته گهرجي ڪم ڪار کان ويو جي ڪاليج ۾ پڙهيو ته انڊ جي گهوڙي تي چڙهيو.“

پروفيسر هاسانند شعر به چوندو هو. سندس ڪلام وقت بوقت ’سنڌو‘ ۾ شايع ٿيندو رهندو هو. شعر ۾ ’هاسل‘ تخلص ڪم آندو اٿائين.

دل جو ميڄ ميڻائڻ مشڪل سوال آهي،
روڪي جو رمز سان سو لاهوتي لعل آهي.
ڪم تي ڪري جا هر دم پل پل گهڙي گهڙيءَ ۾
گهوڙي انجڻ کان تنهنجي پڻ تيز چال آهي.
آ. بالغام گهوڙو ۽ بابريڪ گاڏي،
آڪاس کان به اوچو دل جوئي چال آهي.
تارون بنا تندن جي هر دم هلن ٿيون هر جا
جوڙي جو جيءَ جنهن سان تنهن کي ٿي حال آهي
ياون سندو خزانو ورتين جو آهي ساگر
لهرون لهن چڙهن جٿن تٿن ئي خيال آهي
يوگين سنڌيون سي يڪتيون ورتين کي واهه روڪن
’هاسل‘ هلي جوان تي سو، نونهال آهي (3)

پروفيسر هاسانند جي نثر ۾ ظرافت سان گڏ مقفيٰ نثر واريون ڪي خوبيون به ڏسجن ٿيون. اهڙو هڪ نثري ٽڪرو هتي به پيش ڪجي ٿو. جنهن جو هن عنوان : ”شاديءَ ۾ شور“ قائم ڪيو آهي.

”هڪ گهوٽ چڙهيو گهوڙي، پنيان هٿا ڇاڇي، تن کي ونڻ آيا ماڇي. دهلن جا هٿا ڏڏڪا ۽ شرنائين جا شور. گهوٽ جي مٿي تي مٽڪ ۽ مور. پيءُ ۽ پائن (پائرن) جي گهور مٿان گهور. گهوٽ وينو ويڏيءَ تي ڪنوار پئي روئي. گهوٽ به اچي گهوڙا گهوڙا ڪري روئڻ وينو. ماڻهو اچي منجهيا ته تونروئين چو ٿو شاديءَ جهڙي شڀ موقعي تي ٿو وگهن وجهين؟ گهوٽ چيو: ”پلا هيءَ پلاري چو ٿي روئي“؟ ڇاڇين چيو ته ”هيءَ پلاري ماٽن کان ٿي وڇڙي انهيءَ ڪري ٿي روئي“ ته گهوٽ به سڏڪا پري چوڻ لڳو ته: ”مان به تڏهن ٿو روئان ته جيڪا پنهنجن ماٽن کان ٿي وڇڙي سا منهنجا به هلي وڇوڙيندي ۽ هلڻ سان هلي رام رولو مچائيندي ويچارن پائرن جي گهورئي اجائي ٿي وڃي ۽ ماءُ پيءُ جي لاڏ مان لاڏا ڳائي رهيا آهن. تن ۾ هلي لڏ پلاڻ وجهندي. پوءِ

پئنچو پڌايو تہ مان روئان يا نہ روئان.“ ايئن چئي اچي اوچنگارن ۾ چتڪيو.(4)

”اج ڪلھہ آهي سچ شادي ڪانپوءِ رڳي آءٌ ۽ ڪانوَ نہ چنو نہ چورو ڏٺي لاتن ٿورو.“ پروفيسر هاسانند جون اهڙيون مزاحيہ تحريرون اسان کي هٿيڪيون ڪرڻ ڪپن. هن ”انڌا عاشق ۽ منڊا معشوق“ جي عنوان هيٺ هڪ شعر لکيو هو جو جنوري 1934ع جي ماهوار رسالي ’سنڌو‘ ۾ شايع ٿيل آهي. ان شعر جي مٿان ’سنڌو‘ جي ايڊيٽر نوٽ لکيو آهي تہ: ”پروفيسر هاسانند جادوگر کي سنڌ جو ٻچو ٻچو سڃاڻي. هن موجوده عاشقن جي شعر ۾ چڱي لاهڻي لاتي آهي. جيتوڻيڪ شعر بحر ۽ وزن ۾ ڪٿي ڪٿي تنل آهي تہ هيءَ ڪيترن کي ڏاڍو پسند ايندو.“ (5)

انڌا عاشق منڊي معشوق لئہ ماتم مچائن ٿا،
پريزدان جا پرڏيئي گگن تنهن کي اڏائن ٿا.
ڪڪڙ جهڙو هلڻ جنهن جو ڪبڪ رفتار تنهن ڪوئن،
پري آنهون ڪري دانهون چندر کي گرهڻ لائن ٿا.
ڪلي ڪوتو ٿو جڻ هينگي چون ٿاڪوڪ ڪوئل جي،
انبلڪ جا وجهي آٿر ڳهٽا ڳان پائن ٿا.
قسي مک ڪا وچي منهن تي چڏائڻ سا ٿئي مشڪل،
ڏيئي ليپا پونڊر جا هبون هبڪيون هلائن ٿا.
نهاري نورجان نظرين چون گهورن سان گهائي ٿو،
مرگهہ نئنون سڏي تنهن کي ڳلين ۾ گيت ڳائين ٿا.
وريا جي وار ريڇ وانگر وڪڙ واسينگ تنهن چوندا،
ڪجل جهڙي ٿي ڪاري کي گلابي گل بنائن ٿا.
چپن تي چوڙ آوريل ڏئي لئہ چٽڪ جاري ٿي،
مرڪندڙ منهن چئي ان جو لبن سان لب ملائن ٿا.
ڏؤر جهڙا بہ ڏند مشڪل مگر موتين سان تن پيئن،
تڏي ۾ سرد سيني کي تکو ۾ تيز تائن ٿا.
پاروٽا پير پادر جيان پتنگ پوپٽ پيا بڪندا،
مشابهت مور جي ڏيئي حقيقت کي لڪائن ٿا.
پرون پاري، پون پنبڙئين چون ڏنش ڪمان تنهن کي،
تکا سي تير ابرن جا چئي ڪيڏو ڪڏائن ٿا.
عشق ايڏو اگر لائن سچي ڪنهن گيان پگتيءَ سان،
بڌي ۾ بل بئي وڪٽي جنم جيوت گنوائن ٿا.

ڪئمل (اُٺ) جيان ڪنڌ پيو لوڏي، چوڻ ماڻن سان ماري ٿو.
ڏيئر بيلَوِڊ تنهن ڪوٺي منجهيل مت هٽي وائن ٿا.
'هاسل' هيءَ نالو عاشقن جو ڪيو بدنام بدڪارن،
مڪڙ معشوق جي مهما ڪري هيءَ مغز کائن ٿا.

پروفيسر هاسانند جا ڪجهه ڪتاب به شايع ٿيل آهن. انهن جو جملي ڳاڻيٽو ڪيترو آهي؟ سو معلوم ناهي. مگر مون کي جيڪي به مليا سگهيا آهن. انهن جي مختصر ڄاڻ ڏجي ٿي.

## جادوگر جيل گيتانجلي:

پروفيسر هاسانند کي ورهاڱي کان اڳ قيد ڪري حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۾ رکيو ويو هو. هي ٻيو ڀيرو هو جو ڪيس اها سزا ملي هئي. ان ٻئي ڀيري واري اسيريءَ جو مدو هڪ سال هو جو 15 جون 1930ع کان شروع ٿيو هو. ان مدت دوران هن اتي جيڪو ڪلام چيو هو سو هن ڪتاب جي صورت ۾ 15 جون 1931ع تي ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي مهاڳ ۾ 30 جون 1931ع جي تاريخ درج ٿيل آهي. ان وقت هو شڪارپور ۾ رهيل هو. ڪتاب جي ملڻ جو هنڌ به خوبچند بوڪ سيلر شڪارپور ڄاڻايل آهي. سندس ڪلام جو نمونو هي آهي:

مست من کي مارڻو آ — جيل ۾ جي گهارڻو آ،
ڏيان دل جو ڏارڻو آ — جيل ۾ جي گهارڻو آ.
اوندهه ۾ لوهه جي ڪڙڪي — اوچتو پير وڃي ترڪي،
پيشيءَ لاءِ پاڻ وارڻو آ — جيل ۾ جي گهارڻو آ.
چاليهن چورن ۾ هڪ ساڌو — اتي سمجهو اهو واڌو
ٿل سان وقت ٽارڻو آ — جيل ۾ جي گهارڻو آ.

## ٻاونجاهه اکري ٻوڏ:

هي ڏرمي ڪتاب جون 1945ع ۾ لڪشمي ساهتيه مندر ڪنڊيارو پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. سؤ صفحن تي مشتمل هن ڪتاب متعلق پروفيسر شيوارام نرسنگهداس ڦيروواڻي لکي ٿو ته: "سي حرفي" جي وسيلي منهنجي پريتم پروفيسر هاسانند جادوءَ جي استاد ساڳين اکرن ۾ شروع

ٽيندڙ وٽندڙ خيال وٽندڙ لفظن ۾ الف، بي وار پڙهندڙن جي دل ۽ دماغ کي فرحت ڏيڻ لاءِ سند ياون ۽ سندر سيپتا جوخزانو پرپور ڪيو آهي.“

## مجازي عشق جو موت:

هن ڪتاب ۾ عشق جا قسم ٻڌائيندي هاسانند لکي ٿو ته: ”هوائي عشق- اگهاڙو عشق- آسماني عشق- ابهرو عشق- اڌامندڙ عشق- پيلو عشق، لعل عشق، ولايتي عشق- انڌو عشق — آزاري عشق وغيره. ڪتاب ۾ مجازي عشق جي خلاف ۽ حقيقي عشق جي حمايت ۾ پنهنجا خيالات پيش ڪيل آهن.

## ڪرسي ڪين ڪنوار:

هاسانند هي ڪتاب چونڊن جي سمي ۾ لکيو ۽ ڪوهنور پريس حيدرآباد مان ڇپايو. لکي ٿو: ”واهه ڙي ڪرسي تنهنجي ڪرامت، جو تنهنجي چاهه ۾ چاپلوس به ڇڳامڙس ٿيو پون ۽ ديس دروهي به ديس جي دکن جون دانهون پيا ڪن. اها مسميريزم ميمبرن جي اڳيان رکيل ميز ۾ ڇئجي الائي انهيءَ ڪرسيءَ ڪنوار پائي ۾.

چاپلوسي چالبازي خلق کي ڪاري وڌو
هن خوشامد ملڪ ۾ بارڻ وڏو باري وڌو
ٿو تمنا جي تماشي ۾ پني پتلين مثال،
سر سلامي ۾ جهڪي ٿو آهه نالي ۾ نهال.

## آنڌي ۽ جَنڊُ:

هاسانند جي هن ننيڊڙي ڪتاب ۾ فيشن جي خلاف شعر ۽ نصيحت ڀريا نڪتا نثر ۾ پيش ڪيل آهن.

## ڏيتي ليتي ڪين پواٽتو پوت:

هن ڪتاب ۾ مصنف سنڌ جو سير ڪندي ۽ ميلا گهمندي جيڪي ڏيک ڏٺا، اهي ڪجهه منظوم ڪري پيش آهن ته ڪجهه نثر ۾ پڻ:

سنڌ جو سير ڪندي مان ڇا ڇا ڏٺو
تنهن جو هيٺ ڏيان ٿو چٽو
وڏن شهرن جا ويل ۽ ننڍن شهرن جا ناحق
لکان ٿو هن ليک ۾.

## دان ڪائي ويا دنيا:

هن ڪتاب ۾ ليکڪ دان ڏيڻ جي اهميت ۽ افاديت تي روشني وڌي آهي ۽ دل کولي دان ڏيڻ جي تلقين ڪئي آهي. ڪتاب ۾ موضوع مطابق ڪلام پڻ ڏنل آهي هي ڪتاب "سنڌ نيشنل پرنٽنگ پريس" حيدرآباد ۾ ڇپيو.

## ٻالڪن لاءِ ٻوڌ:

هن ڪتاب ۾ ٻارن جي نظرداري، تعليم ۽ تربيت لاءِ والدين ۽ استادن لاءِ نصيحت ڀريا نڪتا نروار ڪيل آهن. هي ڪتاب "سچا نند نيوندرام آرين پريس" ۾ ڇپيو.

## نوٽ جو ڪنگڻ:

هن ڪتاب ۾ خدشن جي خلاف ٽناڪا لکيل آهن. ڪتاب جو هي ڀاڱو ڀهريون خوبچند ٿي سياڳچنداڻي بوڪ سيلر شاهي بازار شڪارپور پاران ڇپائي پڌريو ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ سماج جي برائين خلاف لکيو ويو آهي. بيروزگاري ۽ غربت خلاف پڻ مواد شامل ڪيل آهي.

غريبن جي وسيلن جو گذر ڏاڍو ڏکيو آهي،
پڌڻ نت پيٽ خاليءَ ڪي پٽر ڏاڍو ڏکيو آهي.
اجهي ۽ انگ ڪان وانجها ڦرن بي گهر ننگا نانگا
سقيمن ۽ يتيمن جو سفر ڏاڍو ڏکيو آهي.

## ڇُوڇي لڳي چانهه:

هاسانند جو هي ڪتاب جولاءِ 1941ع ۾ شايع ٿيو. عنوان مان ٿي پڌرو آهي ته ڪتاب ۾ ڪهڙو مواد هوندو. ليکڪ چانهه جي واهپي ۽ هوٽلن توڙي تماڪ نوشيءَ جي خلاف لکيو آهي. هي ڪتاب ڪوهنور پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو.

## جهالت نوڙ ۽ فئشن قوڙ:

هاسانند جو هي ڪتاب سوامي ديانند جي نظريي استريءَ جي آزاديءَ جي پيروي ڪندي لکيو. هو عورت جي آزاديءَ جو ته قائل هو پر

ڇڙواڳيءَ کي ننديندو هو. هو مرد جي عورت سان سهڻي سلوڪ لاءِ بہ سجاڳي پيدا ڪندڙ ليکڪن مان هو. سندس اهو ڪتاب ڊسمبر 1936ع ۾ ڇپيو. هن مان هڪ شعر گهڻو مشهور ٿيو جو ان وقت جي ڳائڻن ڳايو ۽ هز ماسٽرس وائس ڪمپني ان جو رڪارڊ بہ جاري ڪيو. گوبند خوشحالاڻي جي ناول جو عنوان بہ ان ڪلام تان قائم ٿيو "پاڻ هرتڙيون مايون." اهو ناول اول 2002ع ۾ ڇپيو ۽ پيهر سيپٽمبر 2006ع ۾ سنڌ ۾ موهن مدهوش "ڪويتا پبليڪيشن" حيدرآباد پاران ڇپائي پڌرو ڪيو.

هاسانند جو اهو مشهور ڪلام آهي:

پاڻ هرتڙيون مايون، اجهي چاڻ دڪانن آيون
ڪنگڻ ٺونٺ ۾ پايون، اجهي چاڻ دڪانن آيون.
بارهين بجي ڇڏن ٿيون گهر کي، پتو پوي نہ وڏن ۽ وَر کي،
گهرجون پاڙان سايون، اجهي، چاڻ دڪانن آيون.
نڪي پڏن ۽ نڪي پڏائن، ولائتي ڪپڙا خوب چڪائن،
هلن ملڪ ۾ رايون، اجهي چاڻ دڪانن آيون.
ننيڙي ڪرسي وهن وڇائي، سامهون ڊارين پار پيو ڊائي
حياءَ شرم کي لاهيون، اجهي چاڻ دڪانن آيون.
مردن پنهنجا فرض وساريا، زالن گهر جا سؤدا ساريا،
هاسل حرس وڌايون، اجهي چاڻ دڪانن آيون.

## آنندگايتري ڪٿا:

هاسانند جو هي ڪتاب مهاتما آنند سوامي خوشحالچند جي ڪٿا آهي، جا هن اڙدو اخبار "ميلاپ" تان ترجمو ڪري جنوري 1965ع ۾ آديپور گانڌيڌام ڪڇ مان ٽيون ڀيرو ڇپائي پڌري ڪئي. هن ڪتاب مان خبر پوي ٿي تہ پروفيسر هاسانند ورهاڱي کان پوءِ وڃي گانڌيڌام ۾ رهيو ۽ ان ڪتاب جي ٽئين ڇاپي تائين زنده هيو. پوءِ جي خبر نہ ٿي پوي تہ هو ڪيستائين بقيد حيات رهيو يا اڃا تائين زنده آهي؟ مون ڪوشش ڪري هند ۾ ڇپيل ليکڪن ۽ فنڪارن متعلق ڇپيل ڊائريڪٽريون بہ ڏٺيون آهن، پر انهن ۾ هن جي انٽري ۽ اندراج ڪو نہ ٿو ملي. بهرحال هند جي اديبن کي جڳائي تہ هن سماج سڌارڪ تي قلم کڻي سندس ڪارنامن کي اجاگر ڪن. ڪنڊياري واسين کي بہ اهڙي التجا آهي تہ ان تي وڌيڪ تحقيق ڪن. ٿي سگهي ٿو تہ

